

# درياهه جي دانهن

محمد ادريس راجپوت










سنڌ نيشنل اڪيڊمي (ٽرسٽ)
400- بي. لطيف آباد نمبر 4. حيدرآباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | درياهه جي دانهن |
| ليکڪ: | محمد ادريس راجپوت |
| ڪمپوزر: | اشفاق احمد ٻٽو |
| ڪمپوزنگ: | اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر<br>400 بي لطيف آباد-4 حيدرآباد |
| ڇاپو پهريون: | آگسٽ 2007ع |
| قيمت: | 400 روپيه |








# سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

400 / بي لطيف آباد 4، حيدرآباد

سنهين سُئي سِبيو، مون ماروءُ سين ساهہ
ويتي ساريان سومرا! ڳولاڙا ۾ ڳاهہ
هنيون منهنجو هُت ٿيو، هِت مِٽي ۾ ماهہ
پکن منجهہ پساهہُ، ڦالِب رهي ڪوٽ ۾

(شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ)

كنڌي جهليو ڪانهن، عاشق ايو آهون ڪري
تو ڪيئن ٻوڙي سهٽي، ٻيلي منهنجي ٻانهن
دريا توتي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جي

(شاهہ لطيفؒ)

# مضمونن جي فهرست

## باب ٽيون:

## وڏا ڊيم



## باب چوٿون:

## ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جو گهرجون

# مهاڳ

مان سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلن بابت روزانہ "ڪاوش" ۾ وقت بوقت مضمون لکندو رهندو آهيان. انهن مضمونن جو پهريون گلدستو مون سنڌ وارن کي پنهنجي ڪتاب "ڪالا باغ ڊيم ۽ صوبن ۾ پاڻي جي ورهاست جا مسئلا" جي عنوان سان آڪٽوبر 2006 ۾ پيش ڪري چڪو آهيان. انهيءَ ۾ 65 مضمون هُئا جيڪي ڊيمن جي عالمي ڪميشن، ڪالا باغ ڊيم، پارليا ماني ڪاميٽي ۽ فني ڪاميٽي بابت هُئا. انهن مضمونن ۾ وڏن ڊيمن، ڪالاباغ ڊيم ۽ صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جا تمام گهڻا تفصيل آهن ائين سمجهو تہ انهن ۾ سنڌ واري پاڻي ڪيس جي تاريخ ۽ سنڌ جو موقف ڀرپور انداز ۾ ڏنل آهي.

پاڻيءَ سان واسطو رکندڙ مسئلا رڳو ڪالا باغ ڊيم، وڏا ڊيم ۽ پاڻي جي ورهاست ناهن، اسان وٽ گهٽي ڀاڱي پاڻي جي ڪوٽ رهي ٿي پر جڏهن درياهہ اٿلن ٿا ۽ ٻوڏون اچن ٿيون تہ سنڌ لاءِ ٻيا مسئلا پيدا ٿين ٿا. وري جڏهن ڪير ٿر جبلن تي مينهن پون ٿا ۽ اتان لهندڙ تکو ۽ تيز پاڻي ڪاڇو ٻوڙي ٿو ۽ ڪنڊن ڪان پوءِ قمبر، شهداد ڪوٽ ۽ دادو ضلعن کي ٻوڙي ٿو تہ سنڌ وارن تي وڏي آفت اچي ٿي. جيئن هِن سال جون جولائي ۾ ٿيو. درياهہ جي پاڻي جي ڪوٽ آبپاشي نظام ۽ ڊيلٽاتي اثر وجهي ٿي. انڊس ڊيلٽا ۾ گهٽ پاڻي ڪري تمرجا ٻيلا سڪن ٿا، سمنڊ چڙهي اچي ٿو ۽ آباد زمينن کي برباد ڪري ٿو ۽ ڊيلٽا جي ماڻهن جي روزگار تي لت اچي ٿي. اڻ مندائتيون تيز ۽ تکي برساتون اسان جي شهرن کي ٻوڙن ٿيون جيئن گذريل سال حيدرآباد شهر ٻڏو. سيڪا جا مسئلا آهن جنهن ۾ هڪ نئون نظام سنڌ وارن تي زوري مڙهيو پيو وڃي جنهن جي اسان کي پڪ آهي تہ سنڌ ۾ هلي نہ سگهندو. وري اسان جا آبپاشي وارا پراڻا اثاثا (assets) آهن جن جي مناسب سارسنڀال جي سخت ضرورت آهي مثال طور سکر بيراج جنهن ۾ جنوري 2004 جي بندي ۾ تمام گهڻو نقصان ڏنو ويو، ۽ اهو ذري گهٽ ويو هو پر پوءِ تڪڙ ڪمن ڪري بچي ويو انهيءَ کان علاوه ٻيا مختلف مسئلا آهن جيئن چوٽياري ڊنڊ جو نہ ڀرجڻ، منڇر ڍنڍ جو برباد ٿيڻ، آر. بي . او . ڊي جو ناهڻ، ۽ زراعت کي بچائڻ وغيرا. انهن سان گڏ ڪالاباغ ۽ وڏن ڊيمن وارو رينگٽ تہ آهي ئي آهي. هن ڪتاب ۾ اهي سڀ ڳالهيون آهن.

ڪتاب ۾ ڪل 67 مضمون آهن جن مان 66 اهي آهن جيڪي روزانہ

"ڪاوش" ۾ وقت بوقت ڇپيا آهن ۽ هڪ پاڪستان فشر فوڪ فورم جي انڊس ڊيلٽا کي بچائڻ واري جدوجهد ۽ جاکوڙ بابت آهي جيڪي هُنن وقت بوقت پنهنجي هر دلعزيز چيئرمين جناب محمد علي شاهه جي نگهباني هيٺ ڪيون آهن.

مان هي ڪتاب تمام خلوص ۽ نيڪ نيت سان سنڌوارن جي خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو ۽ اميد ڪريان ٿو ته هي ڪتاب به منهنجي پهرين ڪتاب وانگر تمام مقبول ٿيندو شاهه صاحب چئي ويو آهي ته:

محبت پائي من ۾، رنڊا روڙيا جن
تن ۾ جو صرافن، اڻ توريو اگهايو

محمد ادريس راجپوت

1-8-2007

# هڪ ڪتاب هڪ شخص

هن جڏهن پهريون پيرو پنهنجو آرٽيڪل مون ڏانهن موڪليو هو ته مون اهو سوچي ان جو آرٽيڪل ڪجهه ڏينهن رکي ڇڏيو هو ته هو به عام ڪامورن جيان رٽائرمنٽ کان پوءِ مڙئي پنهنجي لاءِ ڪا وندر ڳولهڻ چاهي ٿو. ان ڪري آرٽيڪل لکي موڪليو اٿس، ائين ٿي جيئن اسان وٽ ڪي ڪامورا رٽائرمنٽ کان پوءِ وندر لاءِ يا ته سياست ڪندا آهن، يا ڪتاب لکندا آهن. يا وري "روح" کي ريجهائڻ لاءِ ڪا "بزم" قائم ڪري وقت پاس ڪندا آهن. پوءِ هڪ ڏينهن جڏهن اسان وٽ آرٽيڪلز جو قحط هو، ڇاڪاڻ جو انهن ڏينهن ۾ نه ڪي سياسي اشو ايترا گرم هئا ۽ نه وري عالمي طور تي ڪو واقعو رونما ٿيو هو، جو انٽرنيٽ جو سهارو وٺي پڙهندڙن جي دلچسپيءَ جو ڪو مواد ڪڍي ونجي ها. اهڙي صورتحال اسان کي هن جي آرٽيڪل جو سهارو وٺڻ تي مجبور ڪيو. مون پنهنجي ٽيبل جي خاني مان هن جو پاڻي واري اشوءَ تي لکيل آرٽيڪل ڳولي لڌو ۽ جڏهن ان کي پڙهيو ته ان آرٽيڪل پنهنجي حيرت جي حساب سان ليڊ آرٽيڪل واري جڳهه والاري، جيئن سولي سنڌيءَ ۾ چئبو آهي ته "هو آيو ۽ ڇانئجي ويو." ائين ٿي هو به آيو ۽ پڙهندڙن مٿان ڇانئجي ويو.

هو محمد ادريس راجپوت آهي، جنهن جا بعد ۾ مسلسل آرٽيڪلز ايندا رهيا. مسلسل اهي ليڊ واري جڳهه والاريندا رهيا ۽ پاڻيءَ جي حوالي سان مسلسل سنڌ جو ڪيس مضبوط ڪندا رهيا. مان سمجهان ٿو ته راجپوت صاحب کان اڳ ڪالا باغ ڊيم ۽ پاڻيءَ جي حوالي سان سنڌ جو ڪيس جذباتي انداز ۾ وڙهيو ويندو رهيو جنهن ۾ فني دليل ۽ ڊيٽا جي وڏي کوٽ محسوس ٿيندي هئي، پر جڏهن راجپوت صاحب لکڻ شروع ڪيو ته عام ماڻهوءَ کي به سمجهه ۾ اچي ويو ته ڪيوسڪ ڇا ٿيندو آهي، ۽ايم اي ايف ڪهڙي بلا آهي! هن مهل جيڪڏهن سنڌ جي عام ماڻهوءَ کي ڪيوسڪ ۽ ايم اي ايف جي ڄاڻ آهي ته اهو سڀ فقط ۽ فقط راجپوت صاحب جي ڪري ئي آهي. اهو راجپوت جنهن جو مضمون اسان کوٽ واري صورتحال ۾ هلايو هو ان راجپوت صاحب انگن اکرن، ڊيٽا ۽ فني ٻوليءَ ۾ سيڪاريو ته پاڻيءَ جي کوٽ جو ڪيس ڪيئن وڙهجي. مون کي ياد آهي ته هڪ ڏينهن صبح جو سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ٿيو جنهن جي

ايجنڊا تي ڪالا باغ ڊيم واري اشو تي بحث جو وڏو امڪان هو. جنهن ڏينهن اجلاس رٿيل هو ان کان هڪ ڏينهن پهرين شام کان ئي اسان وٽ ڪاوش آفيس ۾ اسيمبليءَ جي ناميارن ماڻهن جا فون اچڻ شروع ٿيا ته صبح جو اجلاس ۾ هن ايجنڊا تي ڳالهائڻو آهي، اوهان وٽ ان موضوع تي ضرور راجپوت صاحب لکيو هوندو. ان جا لکيو آهي مهرباني ڪري پرائنٽون ڀڏايو ته جيئن صبح جو ايوان ۾ انهن پوائنٽن جي بنياد تي ڳالهائي سگهجي. ان مان اندازو اهو ٿئي لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جي عام ماڻهن کان وٺي اسان جي چونڊيل نمائندن تائين جيڪڏهن ڪير پاڻيءَ جو ڪيس وڙهي ٿو ته ان کي راجپوت صاحب جو سهارو ئي وٺڻو پوي ٿو. مان سمجهان ٿو ته هاڻي جيڪڏهن ڪنهن چونڊيل نمائندي کي ڪنهن ايوان، ڪنهن عام ماڻهوءَ کي عوامي ڪچهري، يا ڪنهن صحافيءَ کي سرڪاري بريفنگ ۾ ڪالا باغ ڊيم کي رد ڪرڻ لاءِ دليل گهربل هوندا ته هن کي ڪنهن اخباري آفيس فون ڪري راجپوت صاحب جا دليل معلوم ڪرڻ جي ضرورت پيش نه اچڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو هن جو ڪالا باغ ڊيم ۽ پاڻيءَ جي بين مسئلن تي ڪتاب مارڪيٽ ۾ اچي ويو آهي، هي سنڌي ڪتاب آهي پر ان کان اڳ راجپوت صاحب جو هڪ ڪتاب پاڻيءَ وارن مسئلن تي ئي انگريزيءَ ۾ به اچي چڪو آهي.

ڪالا باغ ڊيم اسان جي سياست جو هڪ اهڙو موضوع آهي، جيڪو پراڻو ٿي وري نئون ٿيندو رهي ٿو. مان سمجهان ٿو ته اسان وٽ ايتري Recycling شايد ئي ڪنهن موضوع جي ٿي هجي. جيتري Recycling ڪالا باغ ڊيم واري موضوع جي ٿي آهي. مختلف وقتن تي مختلف شڪليون مٽائي ساڳيو موضوع ٿوري وقت کان پوءِ وري اسان جي بحث هيٺ ايندو رهي ٿو. پر ان Recycling جو اهو فائدو ضرور ٿيو آهي جو اهو موضوع جذباتي سفر ڪندي ڪندي هاڻي هڪ اهڙي ميچوئرٽيءَ تي پهچي چڪو آهي جو اهي فورم جتي جذبات کان وڌيڪ دليلن کي اهميت هوندي هئي، اتي هن موضوع تي سنڌ جو ڪوبه ماڻهو پنهنجو ڪيس اعتماد سان وڙهي رهيو آهي، اهي حڪومتي فورم هجن يا غيرسرڪاري تنظيمن پاران گهرايل مذاڪره، جنرل مشرف پاران ڊيم جي حق ۾ شروع ڪرايل مهم هجي، يا ڪي بين الصوبائي فورم اتي دليل بازيءَ ۾ ڪالاباغ ڊيم جا مخالف هارائيندا رهيا آهن، انهن وٽ هن مهل دليل ڪوبه ڪونهي، سواءِ "قومي مفاد" جي.

راجپوت صاحب جو هي ڪتاب ڪو نئين سري سان ناهي لکيو ويو پر هي ڪتاب انهن ئي مضمونن جو مجموعو آهي، جيڪي ڪاوش ۾ شايع ٿي چڪا آهن. هونءَ اخبارن ۾ اڪثر اهڙا مضمون ۽ ڪالم شايع ٿيندا آهن جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ اهميت وڃائي ويهندا آهن يا انهن کي وري پڙهڻ غير ضروري هوندو آهي. پر هي اهڙا مضمون آهن جن کي پڙهڻ جي ماضيءَ ۾ به ضرورت رهي، حال ۾ به انهن جي وڏي اهميت آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ويجهي مستقبل ۾ به هي غير اهم ناهن ٿيڻا. منهنجي خيالن ۾ هي ڪتاب ناهي پر سنڌ جي پارٽي ڪيس جو هڪ مڪمل مقدمو آهي. جنهن ۾ فني دليل به آهن ته اهي واعدا به آهن جن جي بنيادن تي ماضيءَ جي حڪمرانن سنڌ سان ڪي معاهدا ڪيا. پر پنهنجي واعدن ۽ معاهدن جي انحرافيءَ ڪان سواءِ انهن سنڌ کي ڪجهه به نه ڏنو. ذڪر رڳو انهن واعدن ۽ معاهدن جو ناهي جيڪي ماضيءَ ۾ ٿيا، پر ذڪر انهن واعدن جو به آهي، جيڪي حال جا حڪمراني ڪري رهيا آهن. اهي واعده جن جي آئيني ۾ سنڌ جي خوشحاليءَ واري تصوير چٽي پئي وڃي. اسان وٽ پارٽيءَ جي ڪوٽ ته آهي ئي آهي پر ان ڪان وڌيڪ پارٽيءَ جي ڪوٽ تي لکڻ وارن جي ڪوٽ آهي. ۽ انهن ماڻهن جي ڪوٽ آهي جيڪي پنهنجن لکڻ لاءِ ڪو هڪ شعبو يا سبجيڪٽ چونڊين، چاڪاڻ جو هي اسپيشلائيزيشن جو دور آهي، جنهن ۾ دنيا جا ماڻهو ڪنهن به هڪ شعبي جي مهارت رکڻ کي ترجيح ڏين ٿا. اسان وٽ مصيبت ته اها آهي جو هڪڙو ئي ماڻهو هوندو جيڪو پارٽي ڪوٽ تي به لکندو ته اڪنامڪس جي موضوع تي به طبع آزمائي ڪندو ادب جي ماهر طور به اسٽيجون والاري ويلو هوندو ته ٻوليءَ جي ماهر طور به پنهنجا خيال بيان ڪندو زراعت جو شعبو به جڻ ته ان جي خيالن جو محتاج هوندو ته سنڌ ۾ ٿيندڙ سيڙپڪاري کي به هو پنهنجو سبجيڪٽ سمجهندو ملهه راند ڪان ويندي ڪرڪيٽ تي به ڳالهائيندو ته زلزلن تي لکڻ ڪان به نه مڙندو. پر اهڙي صورتحال کي ڏسندي ادريس صاحب جي حوالي سان اها ڳالهه ڪرڻ لازمي آهي ته هو پنهنجي موضوع ڪان ڪڏهن تر جيترو به نه هٽيو، هو چوندو رهيو آهي ته، "پارٽيءَ واري موضوع ڪان هٽي ٻين موضوعن تي لکڻ ائين ئي آهي، جيئن ڪير ملهه ڇڏي ڳائڻ شروع ڪري ڇڏي." هن فقط ملهه ئي ڪئي آهي ۽ انهن سان واهه جي ملهه ڪئي اٿس. جيڪي ڪالاباغ ڊيم جا حمايتي آهن، اهو راجپوت صاحب جي ملهه جو ئي ڪمال آهي جنهن جي ڪري سنڌ سرڪار ڪان وٺي مخالف ڌر تائين ۽

ٽيڪنوڪريٽس ڪان وٺي صحافين تائين ان اشو تي هر هنڌ دليلن سان ڳالهائي سگهن ٿا.

راجپوت صاحب آبپاشي کاتي جو ڇهن سالن تائين سيڪريٽري رهيو آهي، ۽ جيئن هو بين ليڪڪن کان ان ڪري مختلف آهي جو هن پنهنجي لکڻ لاءِ اهوئي شعبو چونڊيو آهي. جنهن ۾ هو سمجهي ٿو ته ايمانداريءَ سان نڀائي سگهندو تيئن ئي هو هڪ ڪاموري طور به بين ڪامورن کان ان لحاظ کان مختلف آهي، جو رٽائرمنٽ کان پوءِ ڪا وڏي سرڪاري ڪرسي سيڙائڻ کي هن ڪا ترجيح نه ڏني، جيڪڏهن ائين ڪري ها ته پوءِ شايد هو ائين بي باڪيءَ سان لکي نه سگهي ها، جيئن هاڻي هو ملڪ جي هن حساس ترين مسئلي تي کليل نموني لکي سگهي ٿو. ائين به ناهي ته کو هن کي رٽائرمنٽ کان پوءِ ڪانٽريڪٽ تي سرڪاري ڪاموروٽي رهڻ جي آڇ نه ٿي، آڇون ٿيون، پر هن انهن آڇن کي به دليلن سان رد ڪري ڇڏيو، اجا جڏهن راجپوت صاحب رٽائرمنٽ جي ويجهو هئا، تڏهن سرڪار کين آڇ ڪئي ته هو سرڪاري گڏجاڻين ۾ ٿيل فيصلا ميڊيا کي نه ٻڌائي ۽ ان ڏس ۾ ٿيندڙ بحثن ۾ حصو نه وٺي ته حڪومت کيس ٻن سالن جي ايڪسٽينشن ڏيڻ لاءِ تيار آهي. پر راجپوت صاحب سرڪار جي اها آڇ قبول نه ڪئي، ۽ رٽائرمينٽ وٺي ڇڏي. ان کان پوءِ "سيڊا" جهڙو وڏو ادارو جنهن جي سربراهي سنڀالڻ لاءِ مقابلي بازي ٿيندي رهي، ان جون واڳون سنڀالڻ لاءِ راجپوت صاحب سان رجوع ڪيو هو، پر هن انهيءَ دليل سان اها آڇ قبول نه ڪئي ته "سيڊا سنڌ جي زراعت کي تباهه ڪرڻ وارو پراجيڪٽ آهي، مان ان تباهيءَ جي سربراهي نٿو ڪري سگهان." پوءِ اها سربراهي انهن وٽ ڪئي جن جي زبانن تان سنڌ سنڌ، لهي ئي نٿي، جن جي هر ڳالهه سنڌ کان شروع ٿي سنڌ تي ختم ٿئي ٿي.

راجپوت صاحب جڏهن به ملندو آهي تڏهن اها ڳالهه ڪندو آهي ته، "مان ته هڪ ٽيڪنوڪريٽ هئس، ليڪڪ ڪاوش وارن بنايو آهي، پر مان سمجهان ٿو ته هو ليڪڪ ان ڪري بڻجي سگهيا آهن جو هڪ درد مند دل رکن ٿا، جنهن دل ۾ سنڌ رهي ٿي، نه رڳو ايترو پر سنڌ جو اهو درد کين ايمانداريءَ سان شيئر ڪرڻ جو ڏانءُ به اچي ٿو. راجپوت صاحب جڏهن کان ڪاوش ۾ پاڻيءَ وارن مسئلن تي لکڻ شروع ڪيو، ۽ ڪالا باغ ڊيم جي دليلن سان مخالفت ڪئي، تڏهن اسان کان به سوال بار بار ٿيندا رهيا. هڪ اهو سوال ته "آخر راجپوت صاحب جي سنڌ ۾

ڪيترا ايڪڙ زمين آهي، جو هو پاٽي ڪوٽ تي ايترو لکي ٿو؟" حيرت انگيز ڳالهہ آهي جو راجپوت صاحب وٽ هڪ ايڪڙ زمين بہ ناهي، بيو سوال اهو ٿيندو رهيو آهي تہ "ڇا راجپوت صاحب سنڌي ۾ لکندا آهن؟" ان جو جواب اهو آهي تہ سندن سنڌي لکڻي ايتري سولي ۽ سادي هجي ٿي، جيئن بلڪل ڪو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو ڳالهائيندو هجي. مان سمجهان ٿو تہ راجپوت صاحب جي مقبوليت جا جتي ٻيا سبب آهن اتي هن جي ٻوليءَ جي سادگي بہ آهي جنهن ڪري ماڻهن ڪي ڪيوسڪ ۽ ملين ايڪڙ فوٽ بہ سمجهہ ۾ اچي ويا آهن.

راجپوت صاحب جو "ڪالا باغ ڊيم ۽ صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جا مسئلا" جي نالي سان شايع ٿيل هن ڪتاب ۾ ڪاوش جا شايع ٿيل مضمون آهن شايد اهوئي سبب آهي جو ڪتاب جو ٽائيٽل بلڪل ان طرز تي آهي، جيئن ڪاوش جي ايڊيٽوريل پيج جو گيٽ اپ هجي ٿو. ٽائيٽل مان ئي لڳندو تہ ڇڻ اٿيئہ جي اندران ڪاوش آهي، ۽ اهي بہ بلڪل ائين ئي آهي. ڪتاب اندر ڪاوش آهي، ۽ اها ڪاوش ادريس صاحب جي ئي آهي. ان ڪاوش کي ڪتاب جو روپ سنڌ نيشنل اڪيڊمي وارن ڏنو آهي، ڪتاب ۾ ڪاوش جا 65 مضمون آهن جيڪي ادريس صاحب لکيا، جيڪڏهن ڪير چاهي ٿو تہ پاڻيءَ وارن مسئلن تي لکيل 65 مضمون ڪيس هڪ هنڌ ملي وڃن ۽ ڪين ڪنهن ضرورت وقت هن کان پڇڻ جي محنت ڪرڻي نہ پوي تہ پوءِ هي ڪتاب سندن وڏي مدد ڪري سگهي ٿو. اهو ڪتاب جيڪو ادريس صاحب جي اندر ۾ بند هو. هاڻي ادريس صاحب ان ڪتاب ۾ بند آهي جيڪو حڪومت جي رهنمائي بہ ڪري سگهي ٿو تہ مخالف ڌرڪي ڳالهائڻ لاءِ زبان ڏيئي سگهي ٿو.

منظور ميراڻي

(روزانہ ڪاوش 15 ڊسمبر 2006ع)

# انصاف جو در تہ کوليو!

ٻي عالمي جنگ دوران ڪجهہ اخباري نمائندا هڪڙي ڏينهن سر ونسٽن چرچل سان مليا. هڪڙي هوشيار ۽ زيرڪ نمائندي اوچتو سوال ڪيو تہ "سائين مها برطانيا جو ڇا ٿيندو؟" چرچل هن اوچتي سوال تي اخباري نمائندي کي ڪو جواب ڏيڻ بدران ڪانئس ئي هڪ سوال پڇيو تہ "هن سوال مان تنهنجو ڇا مطلب آهي؟" اخباري نمائندي آسمان ڏانهن اشارو ڪندي چيس تہ "سائين ڏسو ڪونہ ٿا جرمن جا جهاز ايتري تعداد ۾ لنڊن مٿان حملو ڪري رهيا آهن جو آسمان ڍڪي ڇڏيو اٿن. جتي چاهين بم ڪيرائي سگهن ٿا. ان مان برطانيا خطري ۾ آهي، اڃا اوهان پڇو پيا تہ منهنجو مطلب ڇا آهي." اخباري نماندي جي اهڙي برهمگيءَ تي چرچل وڏي اعتماد سان وراڻيو تہ "بابا وڃ برطانيا جي عدالتن جو حال وڃي ڏس. جيڪڏهن اهي اڃا ماڻهن کي انصاف ڏين پيون تہ برطانيا جو وار بہ ونگو نہ ٿيندو. پر جيڪڏهن عدالتون ماڻهن کي انصاف نٿيون ڏين تہ تنهنجا خدشا صحيح آهن." پوءِ سيني ڏٺو تہ ٻي جنگ عظيم ۾ جرمني هارايو ۽ برطانيا پنهنجي اتحادين سان ڪٽيو ۽ چرچل جي چوڻ مطابق انصاف ۽ عدل جي فتح ٿي. ڇا برطانيا جي فتح مان اهو سمجهجي تہ چرچل جي چوڻ موجب برطانيا رڳو ان ڪري فتح حاصل ڪئي، ڇوتہ اتي جي عدالتن مان انصاف جي روايت ختم نہ ٿي هئي.

اسان وٽ انصاف جا حال هيٺا پيا نظر اچن. انصاف اهو آهي جو برسات جا متاثرين ڪاڏو ٿا گهرن تہ مٿن گوليون هلايون ٿيون وڃن. اها ڳالهہ ڪا رڳو ڪرڻ جي ڳالهہ ڪونهي، پر ائين ٿيو آهي، الله ڪري جن سان ائين ٿيون آهي، تن سان اڳتي انصاف ٿئي. ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪڙي ڏينهن سکر پرسان امروٽ شريف ۾ انگريزن جي بادشاهي دوران امروٽ شريف وارا بزرگ پنهنجي مريدن سان گڏ اوطاق تي ويٺا هئا تہ هڪڙو انگريز ڪرنل شڪار ڪندي اوطاق ڏانهن لڙي آيو. ضروري آدر ڀاءُ کان پوءِ بزرگ صاحبن پنهنجن مريدن کي چيو تہ "بصرن جي ڳوڻ کڻي اچو تہ هن انگريز کي ڪجهہ ڏيکاريون." مريد بصرن جي ڳوڻ کڻي آيا تہ بزرگ حڪم ڏنو تہ "ڳوڻ جو منهن کولي سڀ بصر پٽ تي لاهي ڇڏيو. حڪم جي تعميل ٿيڻ کان پوءِ بزرگ چيو تہ وري سڀ بصر ڳوڻ ۾ وجهي ڇڏيو." پوءِ هڪڙو بصر ڳوڻ مان ڪڍي ڳوڻ جو منهن بند ڪرايائون، پوءِ ڳوڻ مان ڪڍيل

بصر کي چاقوءَ سان هڪ خاص رخ ۾ چيرو ڏنائون. پوءِ حڪم ڪيائون ته "ڳوڻ جو منهن کولي سڀئي بصر پٽ لاهي ڇڏيو" حڪم جي تعميل ٿي ۽ انگريز ڪرنل سوڌو سڀني ڏٺو ته ڳوڻ مان نڪتل سڀني بصرن ۾ ائين چيرا هئا، جيئن بزرگ ڳوڻ مان ٻاهر نڪتل بصر کي چيرو ڏنو هو. بزرگ صاحب ڪرنل کي چيو ته "الله سائين مون کي ايتري طاقت ڏني آهي ته لنڊن ۾ ويٺل تنهنجي بادشاهه جي سسي هتي ويهي لاهي سگهان ٿو." انگريز ڪرنل اهو ڏسي بهانو ڪري پٺتي ويو. جڏهن انگريز هليو ويو ته هڪڙي مريد همت ڪري بزرگ صاحب کان پڇيو ته سائين جڏهن الله سائين اوهان کي ايتري طاقت ڏني آهي ته پوءِ انگريزن جي بادشاهه جي سسي ڇو نٿا لاهيو ته اسان جي انهن مان جند ڇٽي. بزرگ صاحب فرمايو ته، مون کي انهيءَ جي اجازت ناهي، ڇو جو انگريزن کي هتي انصاف قائم ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهي.

حضرت علي ڪرم الله وجهه جو قول آهي ته:

**الملک يبقيٰ مع الکفر ولا يبقيٰ مع الظلم.**

(ڪنهن جي به ظلم واري حڪومت نٿي هلي سگهي). عدل ۽ انصاف جي انهيءَ اهميت کان پوءِ اچو ته ڏسون ته سنڌ سان ڇا پيو ٿئي، پاڻي ۽ ناڻي جي ورهاست ۾ سنڌ سان نا انصافي ٿي رهي آهي، ملڪي آئين جي شق 153 مطابق سڀني شڪايتن لاءِ گڏيل مفادن جي ڪائونسل جوڙڻي آهي. انهيءَ شق جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو. شق 153 هڪڙي گڏيل مفادن جي ڪائونسل هوندي. جڪا صدر صاحب ٺاهيندو انهيءَ جا ميمبر سڀني صوبن جا وڏا وزير هوندا آهن. ان سان وفاقي حڪومت مان ايترا ئي ميمبر هوندا جن کي وزير اعظم مقرر ڪندو. وزير اعظم جيڪڏهن انهيءَ ڪائونسل جو ميمبر هوندو ته، هو انهيءَ ڪائونسل جو چيئر مين به هوندو. ٻي صورت ۾ صدر ڪنهن به وفاقي وزير کي جيڪو ڪائونسل جو ميمبر هوندو، انهيءَ کي چيئرمين مقرر ڪندو. ڪائونسل جا فيصلا اڪثريتي راءِ سان ٿيندا.

فوجي حڪومت جي ٽن سالن واري دور ۾ اها ڪائونسل ختم ٿي وئي هئي. هينئر عوامي حڪومت کي آئي اٽڪل 7 مهينا ٿي ويا آهن. پر اها ڪائونسل نه جڙي آهي. يعني انصاف نٿو ملي پر انصاف جو در به بند آهي. جڏهن انصاف جو در بند ٿيندو ته ڇا نتيجو نڪرندو. ظاهر آهي رد عمل ٿيندو ۽ ماڻهو احتجاج ڪندا ۽ روڊن تي نڪرندا. جڏهن احتجاج ڪندي ماڻهو روڊن تي

نکرن ٿا ته چڱن مڙسن ۽ ڏاڍن مڙسن کي تڪليف ٿئي ٿي. چڱا مڙس چون ٿا ته ماڻهن کي سمجهايو ته روڄن تي نه نڪرن، طاقتور ڌرين جي نمائندگي ڪندي پنجاب جو گورنر پاڻ ڪراچي آيو. سنڌ وارن کي هدايائن ته ٿل ڪينال جو ڪم بند نه ٿيندو. پر سنڌ وارا احتجاج نه ڪن. ٺاپر ڪن. جڏهن ناانصافي وارو ڪم هلندو ته احتجاج جو رد عمل ڪيئن بند ٿيندو.

چون ٿا ته ڀهراڙي ۾ جتي ساده ۽ غريب ماڻهو رهندا هئا. اتي مسجد جي پاڻيءَ جي استعمال واري کوهه ۾ هڪ ڪتو ڪري پيو ۽ مري پيو. ماڻهن کي اچي ڳڻتي ورتو ته هاڻي انهن نمازين جو ڇا ٿيندو، ڇو جو کوهه جو پاڻي ناپاڪ ٿي ويو هو. نيٺ گڏجي مولوي صاحب وٽ ويا ۽ پڇيائون ته "سائين ڪتو کوهه ۾ ڪري مري پيو آهي ۽ پاڻي ناپاڪ ٿي پيو آهي، اسان ڪيئن پاڻيءَ کي پاڪ ڪريون." مولوي صاحب صلاح ڏني ته "کوهه مان چاليهه ہوڪا پاڻي ڪڍي ڇڏيو ته پاڻي پاڪ ٿي ويندو." انهن چاليهه ہوڪا پاڻي ڪڍي ڇڏيو، پر ٻوءِ به کوهه جي پاڻيءَ مان ڌپ نه وئي. وري مولوي صاحب وٽ ويا ۽ چيائون ته "سائين اسان اوهان جي چوڻ تي چاليهه ہوڪيا پاڻي ڪڍي ڇڏيو آهي پر اجا کوهه جي پاڻيءَ مان ڌپ پئي اچي هاڻي اسان ڇا ڪريون؟" مولوي صاحب رڙ ڪري چيو ته "ڪتو کوهه مان ڪڍيو يا نه؟" هنن جواب ڏنو ته "سائين اسان ڪتو ته کوهه مان ڪونه ڪڍيو آهي." مولوي صاحب جواب ڏنو ته "ابا پهرين نجس ۽ ناپاڪ شيءِ کي کوهه مان ڪڍو نه ته چاليهه ہوڪا ڪڍڻ مان ڇا ٿيندو."

مان به سمجهان ٿو ته جيستائين سنڌ جي کوهه مان نا انصافين وارو ڪتو نه ڪڍبو، احتجاج ته بند نه ٿيندا ۽ جيڪڏهن ڪجهه وقت لاءِ بند ٿي به ويا ته وري ٿيندا. انهيءَ ڏس ۾ پهرين ضرورت اها آهي ته انصاف جو بند در ته کوليو. گڏيل مفادن جي ڪائونسل ته جوڙيو ته جيئن ماڻهو روڄن تي اچڻ بجاءِ ڪنهن انصاف واري جاءِ جو در ته کڙڪائي سگهن. ائين ته ڪونهي نه.

نہ تڑپنے کی اجازت ہے نہ فریاد کی ہے
گھٹ کے مر جاؤں یہ مرضی میری صیاد کی ہے

منهنجي سنڌ جي وڏي وزير کي درخواست آهي ته وزيراعظم صاحب تي زور پري ته هو گڏيل مفادن جي ڪائونسل جوڙي ته جيئن سنڌ پنهنجا مسئلا انهيءَ سامهون پيش ڪري، انصاف گهري سگهي.

(روزانه ڪاوش: 06 آگسٽ 2003ع)

# ڇا انصاف جو بند در کُلندو؟

انگريزي اخبار ڊان جي هڪ خبر مطابق وفاقي حڪومت قومي سطح تي پاڻي جي جهيڙن کي اکلائڻ ۽ پاڻي واري قومي پاليسي تي عمل ڪرائڻ لاءِ هڪ سيل قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. انهيءَ سيل جو سربراهه هڪ 22 هين گريڊ جو آفيسر هوندو جيڪو پاڻي جي معاملن بابت وسيع تجربو ۽ سوجھ رکندڙ هوندو. سيل جا مکيه هيٺان ڪم هوندا.

(i) پاڻي جي معاملن تي اتفاق راءِ پيدا ڪرڻ.

(ii) ڊگهي عرصي واري سيڙپڪاريءَ جا منصوبا ٺاهڻ ۽ ترجيحات مقرر ڪرڻ.

(iii) نئين ڊاٽا ڏيڻ وارو نظام ۽ جديد تجزياتي سسٽم متعارف ڪرائڻ.

(iv) پاڻي جي ورهاست ۽ هلندڙ پاليسي وارن معاملن تي ڌيان ڏيڻ.

انهيءَ سيل سامهون مکيه حدف اهو هوندو ته ڄاڻو ۽ هنرمند ماڻهن جي هڪڙي ٽيم گڏ ڪري، جيڪا قومي سطح تي پاڻيءَ جي حڪمت عملي وارن سوالن ۽ چئلينجن کي منهن ڏئي سگهي، جنهن ۾ مکيه هيٺيون ڳالهيون شامل هونديون.

(i) ملڪ جي پاڻي جي ذريعن کي ترقي وٺائڻ.

(ii) موجوده آبپاشي نظام کي نئين ايراضين تائين وڌائڻ.

(iii) موجوده آبپاشي نظام کي سڌارڻ.

انهيءَ سيل جي حوالي سان ڳالهيون ته تمام سٺيون ڪري ويا آهن، پر ڪمن جو دارومدار نيتن تي آهي. انصاف ۽ عدل اهڙيون شيون آهن، جن تي ملڪ جي بقا ۽ سلامتي جو دارو مدار هجي ٿو. جنهن معاشري ۾ انصاف ڪونهي، انهي معاشري جي باقي قائم رهڻ جو ڪو جواز نٿو بچي، چاهي اهو معاشرو پاڻ کي ترقي يافته سڏرائي يا اسلامي. حضرت علي ع جو قول آهي ته، ”الملک يبقيٰ مع الکفر ولا يبقيٰ مع الظلم“ يعني اهو ملڪ هلي سگهي ٿو، جتي انصاف هجي پوءِ پلي کڻي اهو ملڪ ڪافرن جو هجي، پر اهو ملڪ نٿو هلي سگهي، جتي ظلم هجي ۽ انصاف نه هجي، پلي اهو ملڪ پاڻ کي اسلامي سڏرائي. وفاقي حڪومت جي نئين سيل تي ڪجھ ڳالهائڻ کان اڳ اچو ته ڏسون ته پراڻا ٺاهيل ادارا ڪيئن

ڪم ڪري رهيا آهن. ڏسون ته اهي ماڻهن کي انصاف ڏئي رهيا آهن يا نه؟

ارسا ( انڊس رور سسٽم اٿارٽي):

صوبن جي وچ ۾ پاڻي جي ورهاست وارو مامرو انگريزن جي وقت کان هلندڙ آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ۽ ٽي درياهه هندستان ڏانهن وڃڻ ڪري اهو معاملو وڌيڪ سنگين ۽ ڏکيو ٿي ويو. ڪيترين ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون ٺهيون. پر فيصلو نه ڪري سگهيون. 1991ع ۾ انهيءَ وقت جي وزير اعظم نوازشريف جي ڪوشش سان هڪ اتفاق راءِ وارو ٺاهه ٿي ويو. جيڪو سنڌ جي نڪتهءِ نگاهه کان هڪ مثالي ٺاهه ته ڪو نه هو. پر پوءِ به هڪ متفقه لکت وارو ٺاهه آهي. جيڪڏهن اجا ٺاهه ڪرڻ ۾ دير ڪريون ها ته پنجاب پنهنجون ضرورتون وڌائي اجا به پاڻيءَ جو وڌيڪ حصو وٺي وڃي ها. انهيءَ ٺاهه تي عمل ڪرائڻ لاءِ هڪ ادارو ٺاهيو ويو. جنهن کي ارسا چون ٿا. انهيءَ اداري ۾ پنج ميمبر آهن. هر ڪنهن صوبي مان هڪ هڪ ۽ هڪ ميمبر وفاقي حڪومت جو آهي. انهيءَ اداري (ارسا) ۾ فيصلا اڪثريتي راءِ جي بنياد تي ڪيا وڃن ٿا. ارسا جو چيئرمين واري واري سان ميمبرن مان ٿي چوندي هڪ سال لاءِ مقرر ڪيو وڃي ٿو. يعني چيئرمين هر سال مٽجي ٿو ته جيئن سڀني صوبن کي نمائندگيءَ جو وارو ملي. انهيءَ اداري ٺهڻ کان پوءِ پاڻي وارا سڀ مامرا ٺيڪ ٿي وڃڻ گهرجن ها. پر نيتون ٺيڪ نه هجڻ ڪري ائين نه ٿي سگهيو آهي. پاڻي جي ورهاست ۾ سنڌ سان هينئر به زيادتيون ٿين ٿيون. جيڪي هن ريت آهن.

(i) ڪوٽ واري وقت ۾ ورهاست ٺاهه ۾ ڏنل ڏاڪن مطابق نٿي ٿئي.

(ii) ورهاست 1977ع کان 1982ع تائين سراسري ڪنيل پاڻي جي بنياد تي ٿئي ٿي ۽ اهو ٺاهه جو حصو ناهي.

(iii) سڀئي صوبا ڪوٽ ۽ واڌ ۾ حصيدار آهن. پر ڪوٽ واري وقت ۾ سرحد ۽ بلوچستان کي ڪوٽ نٿي ڏني وڃي.

(iv) ٺاهه ٿيڻ کان 13 سالن پوءِ به ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي جي گهرجن لاءِ اڀياس نه ڪرايو ويو ۽ نه ڪوٽڙي کان هيٺ مناسب پاڻي ڇڏيو ويو. هن سال اهو اڀياس شروع ڪرايو ويو آهي.

مٿين ڳالهين مان خبر ٿي پوي ته ارسا پاڻي جي انصاف واري ورچ نٿي ڪري ۽ ارسا هڪ فيل ٿيل ادارو آهي.

هڪڙي صوبي زور پريو ته ڪالاباغ ڊيم ٺاهي نين ايراضين کي پاڻي ڏنو

وجي. جڏهن ٻين صوبن انهيءَ ڳالهه تي اعتراض ڪيو ته مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ٻه ڪاميٽيون جوڙيون ويون. هڪ پارلياماني، ۽ ٻي فني ڪاميٽي. ٻنهي جا سربراهه سنڌي رکيا ويا ته جيئن سنڌ وارن جو اعتماد بحال ٿئي. پارلياماني ڪميٽيءَ جو چيئرمين سينيٽر نثار احمد ميمڻ کي ناهيو ويو. جنهن تمام تڪڙا ۽ نمائشي اجلاس ڪري پنهنجي رپورٽ ڏئي ڇڏي. جيڪا اڄا تائين اسرار ٻڌيل آهي. ڪا خبر ناهي ته انهيءَ رپورٽ ۾ ڇا آهي؟ يعني ڪاميٽي جي ڪارڪردگي "تائين تائين فش" ٿي وئي. فني ڪاميٽيءَ جو سربراهه جناب اي اين جي عباسي کي مقرر ڪيو ويو. جيڪو پاڻي ۾ ناانصافي ڏسي صوبائي آبپاشي وزارت کان استعيفيٰ ڏئي چڪو هو. فني ڪاميٽي کي اهڙا مول متا ڏنا ويا، جن مان ڪو ڪڙ تيل نڪرڻ ناممڪن هو. پوءِ اهي مول متا عباسي صاحب جي چوڻ تي تبديل ڪيا ويا ۽ ڪاميٽي کي سال اندر يعني فيبروري 2005ع تائين رپورٽ ڏيڻ لاءِ چيو ويو. ڪاميٽي ۾ اهڙا ٻِڪر ميمبر رکيا ويا. جن مان سنڌ جي هڪڙي ميمبر سردار احمد مغل کان سواءِ جنهن سچائي جو ساٿ ڏنو. باقي ڪالاباغ ڊيم جا حامي آهن ۽ چون ٿا ته هڪڙي ميمبر ته اهو به چيو ته. "پاڻي هجي نه هجي ڊيم ناهڻ کپي. پوءِ پلي انهيءَ ڊيم کي هوا سان ڀرٽو ڀري." سال پوري ٿيڻ کان پوءِ به ڪاميٽي پنهنجي رپورٽ نه ڏني آهي. جنهن ڪري ماڻهن کي انومان آهن ۽ صحيح صورتحال نه معلوم هجڻ ڪري ڪيترا افواهه به ڦهلجي رهيا آهن. هڪڙا چون ٿا ته سرڪار کي في الحال رپورٽ نه کپي. جو ماحول مرضي وارو ناهي. ٻيا چون ٿا ته سرڪار کي خبر آهي ته عباسي صاحب واري رپورٽ سرڪار جي مرضي مطابق نه هوندي، تنهن ڪري سرڪار کي رپورٽ کپي ئي نه. ٽيان چون ٿا ته عباسي صاحب جي رپورٽ ڏسي ڪو به عالمي سيڙپڪار پئسا ڏيڻ تي راضي نه ٿيندو. مطلب ته ارسا وانگر اتي به نيتن ۾ رولو آهي.

وري قومي سلامتي ڪائونسل جوڙي وئي آهي، جنهن جو هڪ مول متو "بحرانن کي منهن ڏيڻ" (Crisis Management) آهي. يعني اها گنجائش رکي وئي‌آهي ته جيڪڏهن عوام ڊيم ناهڻ خلاف آواز اٿاري ته انهيءَ کي قومي سلامتي جو مسئلو ٻڌائي چٽي سگهجي. اتي به مان چوندس ته نيتون نيڪ ناهن ۽ جيستائين نيتون نيڪ نٿيون ٿين، ڪو به ادارو گهربل نتيجا ڏئي نه سگهندو. پاڻي جي شعبي واري سيل جو به ساڳيو حشر ٿيندو. منهنجي خيال ۾

يا تہ اهو مونجهارو پيدا ڪرڻ لاءِ آهي، يا خيال مٽ ڪرائڻ لاءِ. مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اسان حقيقتن کي منهن ڏيڻ کان ڇو ٿا ڀڄون، جو واري ۾ منهن لڪائي سمجهون ٿا تہ بلا ٽري ويندي!؟ اسان آئين مطابق عام مفادن واري ڪائونسل ڇو نٿا جوڙيون، جنهن کي پاڻي جي جهيڙن کي حل ڪرڻ جو اختيار آهي. انهيءَ مطابق مامرن کي اڪلائڻ لاءِ هيٺيون طريقيڪار رکيو ويو آهي.

(i) شڪايت ملڻ تي ڪائونسل ڪيس ٻڌڻ کان پوءِ يا تہ پاڻ فيصلو ڏئي ڇڏي، يا صدر صاحب کي هڪڙي ڪميشن ٺاهڻ جو لکي، جنهن ۾ تجربہ ڪار آبپاشي، انجنيئرنگ ۽ انتظاميا جا ماهر هجن.

(ii) ڪميشن جي رپورٽ اچڻ کان پوءِ ڪائونسل انهي تي غور ڪندي ۽ پنهنجو فيصلو ڏيندي.

(iii) جيڪڏهن ڪا صوبائي حڪومت يا خود وفاقي حڪومت ڪائونسل جي فيصلي تي راضي نہ هجي تہ پارليامينٽ کي لکي موڪليندي، جنهن تي پارليامينٽ جو گڏيل اجلاس ٿيندو. اهو گڏيل اجلاس جيڪو فيصلو ڪندو، اهو حتمي هوندو ۽ سڀني کي مڃڻو پوندو. چون ٿا تہ جهانگير بادشاهہ ماڻهن جون شڪايتون ٻڌڻ لاءِ ۽ انصاف ڪرڻ لاءِ هڪ گهنڊ لڙڪائي ڇڏيو هو، جيڪو بہ فريادي گهنڊ وڄائيندو هو، بادشاهہ دربار لڳائي يڪدم ان جي فرياد جو فيصلو ٻڌائي ڇڏيندو هو. هڪڙي دفعي هڪ پوڙهو ۽ بکيو گهوڙو گهنڊ تي چاول ول ڪائڻ لڳو، جنهن ڪري گهنڊ وڄي پيو. بادشاهہ جڏهن ڏٺو تہ هي هڪ پوڙهو ۽ بکيو گهوڙو جنهن کي اُن جي مالڪ گهٽين ۾ رُلڻ لاءِ ڇڏي ڏنو هو تہ مالڪ کي گهرائي حڪم ڪيائين تہ، جيئن هن اڳي گهوڙي جي سار سنڀال ڪئي هئي تہ هينئر بہ ڪري ڇو جو گهوڙي پنهنجي جواني مالڪ جي خدمت ۾ گذاري هئي.

ڇا وفاقي سرڪار کان اُميد ڪيون تہ پاڻيءَ جي مامرن ۾ انصاف ڪرڻ لاءِ انصاف جي عدالت جو درڪوليندي، يعني عام مفادن جي ڪائونسل جوڙيندي.

هيءَ حڪومت پنهنجي روشن خياليءَ جون دعوائون تہ ڪندي رهي ٿي، پر جڏهن کان لاهور ۾ عاصمہ جهانگير وارو واقعو ٿيو آهي، تڏهن کان ان جي روشن خياليءَ جي حقيقت تي هونءَ ئي ڪيترا شڪ پيدا ٿين پيا. مان انهيءَ بحث ۾ نٿو پوان تہ گڏيل ميراٿن صحيح آهي، يا غلط، پر ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ ڪنهن عورت سان ايئن سلوڪ ڪرڻ ڪنهن بہ صورت ۾ درست ڪونهي. جڏهن

اسان انساني حقن جي ڳالهه. يا روشن خياليءَ جي دعويٰ ڪريون ٿا ته پوءِ انساني حق رکو ڳالهيون ڪرڻ جي حد تائين نه هجن، پر عملي طور تي به انهن تي عمل ٿيڻ گهرجي. مان سمجهان ٿو ته هتي وڏي ۾ وڏي انساني حقن جي ڀڃڪڙي اها ٿي آهي، جو ڪنهن کي ان جي حصي جي شيءِ نٿي ملي. ان لاءِ پاڻيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿي سگهندي؟ سنڌ کي ان جي حصي جو پاڻي نه ملڻ جي ڪري هتي انسانيت جيڪو ڀوڳي رهي آهي، ان جي وضاحت جي هاڻي شايد گهٽي ضرورت ناهي رهي. ڪوٽڙيءَ کان هيٺ واري زندگي تباهه ٿي وئي آهي، باقي رهيل سنڌ ۾ ماڻهن کي پيئڻ جو صاف پاڻي ميسر ناهي، فصل نه ٿيڻ جي ڪري معاشي طور تي عوام بي حال لڳو پيو آهي. اهو سڀ ڪجهه ان ڪري آهي، جو سنڌ کي ان جي حصي جو پاڻي نه پيو ملي، ان جي بنيادي انساني حق جي ڀڃڪڙي ٿي رهي آهي. جيڪڏهن رڳو ان ۾ ئي هيءَ حڪومت سنڌ سان انصاف ڪري ته اها وڏي ڳالهه چئبي.

(روزانه ڪاوش: 21 - مئي 2005ع)

# سنڌ ۾ پاڙيءَ جي ڪوٽ

# خلاف ڇا ڪرڻ ڪپي؟

سنڌ بزرگن ۽ ولين جي سرزمين آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي، لال شهباز قلندر ۽ سچل سرمست نه رڳو سنڌ، پر دنيا ۾ مشهور آهن ۽ هر سال انهن جي عرس تي ڪيترا عقيدتمند اچي سلام ڀريندا آهن.

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو،
تن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آسڻ ان جي.

انهن کانسواءِ ڪيترا بزرگ ٿي گذريا آهن، جن هن سر زمين جي واسين کي فيض پهچايو. انهن بزرگن الله سائين جي ڏنل علم جي بنياد تي ڪيترين اڳڪٿيون ڪيون، جيڪي گهڻي ڀاڱي سچ ثابت ٿيون. گرهوڙي صاحب چيو هو ته:

پوءِ پوندا در درياهه کي!

جڏهن سنڌو درياهه بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي، موج ۽ مستيءَ سان وهندو هو، تڏهن ڪنهن سوچيو هوندو ته ان  در پوڻ جو ڇا مطلب هوندو يا ڪيئن در پوندا، پر اسان ڏٺو ته سکر بيراج ٺهڻ تي انهيءَ ۾ 66 در پئجي ويا ۽ سنڌ ۾ تمام گهڻي خوشحالي آئي. پنهنجي ميٽرڪ واري تعليمي دور ۾ مان قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي دوست تراب علي راشدي علي خان واري کان هڪ ٻئي بزرگ جو ذڪر ٻڌو، جيڪو سندس ڏاڏي جي زماني ۾ اٿي آيو هو ۽ پنهنجي اڳڪٿين ڪري مشهور هو. انهيءَ بزرگ کي "شامي صاحب" سڏيو ويندو هو. اهي اڳڪٿيون ايتريون ته عجيب هيون جو انهن تي اعتبار نه ايندو هو. تازو منهنجي هڪ مهربان مون کي هڪ بزرگ جي اڳڪٿين بابت هڪ ڪتاب ڏنو، جيڪو پير سائين پاڳاري جي هڪ خليفي پير سيد نبي بخش شاهه راشدي خيرپور واري ڇپرايو آهي. سندس والد صاحب هن بزرگ جو مريد هيو ۽ بزرگ جو پورو نالو سيد احمد خالد شامي هيو. انهيءَ ڪتاب ۾،

جيڪو اردو ۾ آهي، ان مان مون هڪ اڳڪٿي پڙهي، جنهن کي پڙهي مان ڏکي ويس. مان انهيءَ جو ترجمو هيٺ ڏيان ٿو.

"حضرت شامي عليہ پير جو ڳوٺ جي سيد پريل شاهه جي دعوت تي آيا. انهي کان علاوه منهنجي والد سيد هدايت الله شاهه راشدي (ڳوٺ سيد هادل شاهه) ۽ پنهنجي جي زميندار شاهه نواز گهمري جي دعوت تي به آيا. انهي زماني ۾ سکر بيراج جو وڏو تعميراتي ڪم هلي رهيو هو. سيد پريل شاهه جي عرض تي حضرت شامي پنهنجي عقدتمندن سان سکر بيراج ڏسڻ تي راضي ٿي ويا. اُتن ۾ گهوڙن جو بندوبست ٿي ويو. پراجيڪٽ ڏسندي پاڻ فرمايائون ته انهيءَ جي ڪري سنڌ ۾ تمام گهڻو فائدو ٿيندو. زراعت ۾ تمام گهڻو واڌارو ايندو، پر هڪڙو زمانو اهڙو به ايندو ته هتي پاڻيءَ جي هڪڙو ڦڙو به نه ملندو."

پهرين اڳڪٿي اسان جي سامهون آهي. سکر بيراج جيڪا خوشحالي سنڌ ۾ آندي آهي، سا اسان جي سامهون آهي. انهيءَ جو احساس مون کي تڏهن ٿيو، جڏهن 1982ع ۾ سکر بيراج جو هڪ گيٽ ٽٽي پيو، جنهن ڪري واهن ۾ پاڻي بند ٿي ويو ۽ ماڻهن ۾ اهو ڇوبول هيو ته پوکيل فصل جو ڇا ٿيندو. بيا ٻه بيراج به ٺهيا آهن، پر انهن ٻنهي جي آبادي سکر بيراج کان گهٽ آهي. اڄو ته ٻي اڳڪٿي تي ڌيان ڏيون، جڏهن سکر بيراج تي هڪڙي ڦڙي به نه ملندي ته انهيءَ اڳڪٿيءَ جو مطلب هيءُ هو ته:

سکر بيراج مان نڪرندڙ واهن ۾ پاڻي نه هوندو.

ڪوٽڙي بيراج جي واهن ۾ پاڻي نه هوندو.

ڪراچيءَ کي پيئڻ جو پاڻي سنڌو درياهه مان نه ملندو.

ڪراچيءَ جي پيئڻ جي پاڻيءَ جو بندوبست ته سمنڊ جي پاڻيءَ کي مٺي ڪرڻ سان به ٿي ويندو، پر سکر کان هيٺ سنڌ جي رهواسين جو ڇا ٿيندو. خوش قسمتيءَ سان بزرگ صاحب انهيءَ حالت تي پهچڻ جو وقت نه ٻڌايو آهي، پر اها حقيقت آهي ته سنڌ جو پاڻي ڏينهون ڏينهن گهٽجي پيو. 1948ع ۾ هندستان پاڪستان جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو، انهيءَ کان پوءِ 1960ع وارو سنڌو طاس معاهدو ٿيو ۽ ٽن دريائن يعني ستلج، بياس ۽ راوي جو پاڻي هندستان ڏي هليو ويو. انهن دريائن تي پاڪستان ۾ ٿيندڙ اپت کي آباد ڪرڻ لاءِ لنڪ ڪينال کڌيا ويا ۽ سنڌو جو پاڻي انهن جي ايراضي ڏانهن منتقل ڪيو ويو. تربيلا ۽ منگلا ڊيم ناهي پاڻي ذخيرو ڪيو ويو، نتيجي ۾ ڊيم ڀرڻ واري وقت تي سنڌ جو پاڻي گهٽيو ۽ هاڻي عالمي موسمي تبديليءَ جي نتيجي

۾ حالت اتي پهتي آهي تہ گذريل ٽن سالن ۾ ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ ذري گهٽ ٻڙي پاڻي ڇڏيو ويو آهي ۽ انهن سالن ۾ آباديءَ لاءِ پاڻيءَ جو گهربل مقدار موجود نہ هو. تازو هڪ سيمينار، جيڪو ورلڊ وائلڊ لائف فنڊ (WWF) وارن ڪراچيءَ ۾ ڪرايو، ان ۾ گهٽجندڙ پاڻيءَ جي ڪري انڊس ڊيلٽا تي جيڪو اثر ٿيو، انهيءَ جو پرچار ڪيو ويو. ٿلهي ليکي هيٺيون ذڪر ڪيل اثر ٿيو.

(1) تمر جا ٻيلا گهٽجي ويا آهن.

(2) سمنڊ اندر اچڻ جي ڪري ڇهہ لک ايڪڙ ايراضي خراب ٿي.

(3) دريائي ٻيلا سڪي ويا آهن.

(4) مڇيءَ مرڻ جو انگ گهٽجي ويو آهي.

(5) جهنگلي جيوت جون ڪيتريون جنسون ناپيد ٿي ويون آهن.

(6) پکين جا ڪيترا قسم ختم ٿي ويا آهن.

اها حالت ڏسي لڳي ٿو تہ هاڻي بزرگ صاحب جي اڳڪٿي پوري ٿيڻ شروع ٿي وئي آهي، جڏهن اها پوري ٿيندي تڏهن ڇا ٿيندو، اها خبر الله کي، پر مايوس ۽ نااميد ٿيڻ جي ضرورت ناهي. جنهن پيدا ڪيو آهي، اهو ئي پاڻهي ڪو بندوبست ڪندو. پر اسان کي حال ۽ مستقبل قريب جو سوچڻ گهرجي تہ ڇا ڪرڻ کپي ۽ گهٽجندڙ پاڻيءَ جي صورتحال کي ڪيئن منهن ڏيڻ کپي. سنڌ ۾ پاڻي گهٽجڻ يا پاڻي گهٽ ملڻ جا هيٺيان سبب آهن.

(1) عالمي موسمي تبديلي، يعني برساتن جو گهٽ پوڻ.

(2) سنڌ کان مٿي نون ڊيمن، بيراجن ۽ واهن جو نڪرڻ.

(3) پاڻيءَ جي غير مناسب ورهاست.

(4) غير مناسب يا غير وقتائتي پاڻيءَ جي گهر.

(5) سنڌ کان مٿي پاڻيءَ جي چوري.

عالمي موسمي تبديليءَ جي ڪري پاڻي گهٽجڻ جي باري ۾ اسان ڪجهہ نہ ڪري سگهون. رڳو دعا ڪري سگهون ٿا تہ مناسب مقدار ۾ مندائتا مينهن پون، پر ٻين معاملن بابت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪري سگهون ٿا. سنڌ پاڪستان جي آبپاشي نظام جو سڀني کان هيٺيون حصيدار آهي، مٿي جيڪي بہ نوان ڊيم ۽ بيراج ٺهندا يا نوان واهہ نڪرندا تہ انهن جو اثر سنڌ تي لازمن پوندو ۽ سنڌ جو پاڻي گهٽبو. جيتوڻيڪ 1991ع ۾ پاڻيءَ جو ٺڪرائي معاهدو ٿيل آهي، پر انهي هوندي بہ پاڻيءَ جي ورهاست معاهدي مطابق نٿي ٿئي ۽ نتيجي ۾ سنڌ کي گهٽ پاڻي ملي ٿو. انهيءَ ورهاست ۾ خاص اعتراض

جوڳيون ڳالهيون هي آهن ته:

(1) ڪوٽ جي صورت ۾ سرحد ۽ بلوچستان صوبن جو پاڻي نٿو گهٽايو وڃي.

(2) جڏهن منگلا ڊيم ۾ پاڻي موجود هوندو آهي، تڏهن به سنڌو درياهه منجهان لنڪ ڪينال هلايا وڃن ٿا.

(3) معاهدي مطابق ورهاست بدران تاريخي استعمال موجب ورهاست ڪئي وڃي ٿي.

(4) خريف جي مند ۾ جڏهن سنڌ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ هوندي آهي، تڏهن منگلا ڊيم ۾ ايندڙ ربيع لاءِ پاڻي ذخيرو ڪيو وڃي ٿو.

5) پاڻيءَ جي گهر غير مناسب ڪرڻ يا غلط وقت تي ڪرڻ سان ضرورت وقت سنڌ جو پاڻي ڪٽي ٿو.

(6) سنڌ کان مٿي ڪوٽ جي وقت تي پاڻيءَ جي چوري ٿئي ٿي.

## انهيءَ صورتحال ۾ ڇا ڪرڻ کپي؟

اسان کي ارسا ۽ منڍ واري حصيدار کان پنهنجي حصي جو جائز پاڻي وٺڻو آهي ۽ پاڻي اهو وٺي سگهندو، جنهن کي پاڻيءَ جي دستيابي ۽ حصيداريءَ جي ڄاڻ هوندي. مڪيه ماڻهو آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري هجي ٿو، پر گذريل سال ۾ چار سيڪريٽري مٽيا آهن ته اوهان پاڻ سوچيو، جنهن ماڻهوءَ جي ڪرسي ئي لوڏي ۾ هوندي، اهو ڪهڙو پاڻي وٺي سگهندو؟ سيڪريٽريءَ کي پاڻيءَ وارن معاملن جي ڄاڻ هجڻ کپي، پر اسان وٽ ٿوري عرصي ۾ ٽي سيڪريٽري بدلي ٿيا آهن ۽ چوٿون سيڪريٽري جيڪو هينئر مقرر ٿيو آهي، ان سميت سمورا تمام سٺا ۽ نالي وارا آهن، پر پاڻيءَ جي ورهاست جي معاملي ۾ اهي اڻڄاڻ آهن. ان ڪري سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا هڪ اڻڄاڻ ڊرائيور گاڏي هلائي سگهندو؟ جتي پاڻيءَ تي سنڌ جي جياپي جو دارومدار آهي، اتي اسان ايئن ڪرڻ جي جرئت ڪري سگهون ٿا؟ هرگز نه. اسان کي کپي ته ڄاڻ وارو، ايمانداريءَ ۽ دلير ماڻهو سيڪريٽري آبپاشي رکيو وڃي.

پاڻيءَ جي ورهاست واري صلاحڪار جي جاءِ ڪيترن سالن کان خالي آهي. پنجاب ۾ ٻن ريٽائر ٿيل آفيسرن کي ورهاست جي ڪم تي رکيو ويو آهي، جن ۾ هڪڙو چوڌري مظهر علي ۽ ٻيو اي ايچ صديقي آهي. اسان وٽ بدقسمتيءَ سان جيڪا جاءِ انهي ڪم لاءِ آهي اها سالن کان خالي آهي،

ڇاڪاڻ جو سنڌ جو ڪو بہ ڪم ڪندڙ چيف انجنيئر انهيءَ جاءِ تي اچڻ نٿو چاهي، ڇاڪاڻ جو هتي ڪي رعايتون ڪونهن، سهولتون ڪونهن. وقت جي ضرورت آهي تہ انهيءَ خالي جاءِ تي ڪو ڄاڻو ماڻهو رکيو وڃي ۽ کيس مناسب رعايتون ۽ سهولتون ڏنيون وڃن، ڇو جو اِهي انهيءَ ڪم جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ نہ آهن. جيڪو ڪم اهو ماڻهو ڪندو. پاڻيءَ جي چڪاس لاءِ پنجاب ۾ جيڪي ماڻهو رکيل آهن، اُهي هڪ تہ انهيءَ ڪم جا ناهن ۽ ٻيو تہ انهن وٽ ڪي بہ سهولتون ڪونهن. هڪڙي پاسي سوال آهي سنڌ جي جياپي جو ۽ ٻئي پاسي آهن ڪجهہ پئسا. ڇا ڏهہ ٻارنهن لک سنڌ جي جياپي ڪان مٿي آهن؟ هرگز نہ. اسان کي کپي تہ پنجاب جي بيراجن تي پاڻيءَ جي چوري چيڪ ڪرڻ وارا ماڻهو مناسب سطح جا رکيا وڃن ۽ کين ضروري سهولتون ۽ رعايتون ڏنيون وڃن.

## گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي جوڙجڪ

پاڻيءَ جي ورهاست ۾ ناانصافيءَ جو معاملو گڏيل مفادن جي ڪائونسل جي اختيار ۾ آهي، پر فوجي حڪومت جي اچڻ ڪانپوءِ انهيءَ جي نئين تشڪيل نہ ٿي آهي. هاڻي چونڊيل حڪومت اچي وئي آهي، انهيءَ ڪائونسل جي نئين سر تشڪيل ڪرائي وڃي ۽ پاڻيءَ جي ورهاست ۾ ناانصافيءَ وارو معاملو ان آڏو پيش ڪيو وڃي.

## نون منصوبن تي ڪڙي نظر

سنڌ کان مٿي وارن علائقن ۾ پاڻيءَ جي نون منصوبن يعني ڊيم، بيراج ۽ واهن تي ڪڙي نظر رکڻ گهرجي، جيڪي قاعدي مطابق ۽ سنڌ جي رضامنديءَ سان اچن، سي ڀلي ٺهن، پر جيڪي ارهہ زورائيءَ سان تعمير ٿين، انهن خلاف انفرادي بجائي اجتماعي آواز اٿاريو وڃي.

(ليکڪ سنڌ جو آبپاشي سيڪريٽري ۽ ارسا ۾ سنڌ جو عيوضي رهي چڪو آهي.)

(روزانہ ڪاوش: 31- ڊسمبر 2002ع)

# اچو تہ گريٽر ٿل ڪينال

## ڪان ڪجھ اڳتي بہ ڏسون!

ٽن ڏينهن جي بحث ڪانپوءِ سنڌ اسيمبلي گريٽر ٿل ڪينال جي اڏاوت روڪرائڻ لاءِ 27 فيبروري تي ٺهراءُ پاس ڪيو، جنهن جو متن هِن ريت آهي تہ "سنڌ اسيمبلي جو ايوان سنڌ حڪومت کي چوي ٿو تہ اها وفاقي حڪومت سان رابطو ڪري ۽ کيس چوي تہ گريٽر ٿل ڪينال تي سنڌ کي شديد اعتراض آهن. آئين جي شق 155 تحت سنڌ جي اعتراض کي نظر ۾ رکي اِهو منصوبو روڪيو وڃي ۽ اِنهيءَ کي گڏيل مفادن جي ڪائونسل ۾ کنيو وڃي."

پهرين مان گريٽر ٿل ڪينال جي باري ۾ ڪجھ حقيقتون ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ جيئن ڳالھ واضح ٿئي. گريٽر ٿل ڪينال ۽ ٿل ڪينال ٻن جدا جدا واهن جا نالا آهن. ٿل ڪينال سنڌو جي ڪاٻي ڪپ ڪان جناح بيراج ڪان نڪري ٿو ۽ 1947ع کان هلندڙ واھ آهي، جنهن جي هيٺئر گنجائش اٺ هزار ڪيوسڪ آهي. گريٽر ٿل ڪينال چشمہ - جهلم لنڪ ڪينال جي 180 آر- ڊي ڪان ساڄي پاسي ڪڍيو پيو وڃي، جنهن تي ڪم واپڊا وارن 14 آگسٽ 2001ع بعد جنرل پرويزمشرف ڪان پيڙھ جو پٿر رکائڻ ڪانپوءِ شروع ڪيو. اِنهيءَ اسڪيم جو نالو "ٿل فلڊ واٽر" رکيو. اِنهيءَ جي منڍ تي ڊسچارج 8500 ڪيوسڪ رکي وئي. هِن اسڪيم جي CDWP ڪان منظوري 8 فيبروري 2002ع تي ۽ ECNECکان 28 فيبروري 2002ع تي ورتي وئي. سنڌ جي اعتراضن تي اِنهيءَ جو نالو ڦيرائي گريٽر ٿل ڪينال رکيو ويو جو 1991ع واري پاڻيءَ جي ٺاھ ۾ اِنهيءَ جو اهو نالو لکيل آهي. اِنهيءَ جي پاڻيءَ جي دستيابيءَ جو سرٽيفڪيٽ ارسا ڪان ستين مئي 2002ع تي ورتو ويو. يعني ٻئي گهربل منظوريون ڪم شروع ڪرڻ ڪان 4 ڪان 8 مهينا پوءِ ورتيون ويون.

پاڻيءَ جي 1991ع واري ٺاھ تي صوبن ڪراچيءَ ۾ 16 مارچ تي صحيحون ڪيون. سنڌ پاران اِنهيءَ تي ان وقت جي چيف منسٽر ڄام صادق علي (هاڻي مرحوم)، وزير قانون سيد مظفر حسين شاھ (هاڻوڪو اِسپيڪر سنڌ اسيمبلي) ۽ آبپاشي ۽ بجلي سيڪريٽري عالم بلوچ (هاڻي مرحوم)

صحيحون ڪيون. 21 مارچ 1991ع تي گڏيل مفادن جي ڪائونسل اِنهيءَ ناهه جي توثيق ڪئي. معاهدي ۾ خريف ۽ ربيع جو ڪل پاڻي ميلن ايڪڙ فيٽ (م ا ف) ۾ ڏيڪاريل هو. اهو ڏنل ڪونه هو ته صوبا ڪهڙي مهيني جي ڪهڙي ڏهاڪي ۾ ڪيترو پاڻي ڪڻندا. اِنهيءَ کي انگريزي ۾ Ten Daily Allocations- چئبو آهي. صحيح ٿيل معاهدي ۾ انهيءَ نموني ورهاست کي پوءِ ناهي شامل ڪرڻ جي شق وڌي وئي. پنجاب سرڪار ڏهاڪي مطابق ورهاست ناهڻ کان لنوائي ويو. ڇو ته ان سان هو پابند ٿي وڃي ها. سڄو جهيڙو اپريل جي مهيني جي ورهاست تي هو. هر ڪو صوبو اِنهيءَ مهيني ۾ وڌيڪ پاڻي وٺڻ جي ڪوشش پيو ڪري جو خريف جي خشڪ پوک اِنهيءَ مهيني ۾ ٿيندي آهي. اپريل جي مهيني ۾ پوکي ڪانپوءِ اِن جو پچائڻ سولو آهي جو جون - جولائي ۾ ٻوڏن جو پاڻي اچي ويندو آهي. جڏهن سيني صوبن جي اپريل جي مهيني جي گهر جوڙ ڪيائيون ته اِها ايتري ٿي جيترو پاڻي ئي دستياب نه هو. اِنهيءَ ڪري فيصلو ڪيو ويو ته صوبن درميان ناهه ۾ ڏنل پاڻيءَ جو حصو 78-1977ع کان 82-1981ع جي ڏهاڪن جي سراسري ڪنيل پاڻيءَ مطابق ورهايو وڃي ته هرهڪ صوبي کي پنهنجي ڪنيل ڏهاڪن مطابق پاڻي وڌيڪ ملي. گهٽي گهل ڪانپوءِ پنجاب سرڪار پنهنجو پاڻي واهن لاءِ ڏهاڪن ۾ ورهائي ڏنو. پر اٽڪل اِها ڪيائون ته اِنهيءَ وقت جي نهيل واهن کان علاوه هڪ نئين واهه يعني گريٽر ٿل ڪينال جو به حصو ان ۾ شامل ڪيائون. سنڌ وارن اِنهيءَ تي اعتراض فيڪس ڪري موڪليا. پر گڏيل مفادن واري ڪائونسل 14 سيپٽمبر 1991ع تي اِها ڏهاڪن واري ورهاست جي منظوري ڏئي اِنهيءَ کي پاڻيءَ جي ناهه جو حصو قرار ڏئي ڇڏيو. انهيءَ ۾ گريٽر ٿل ڪينال جي منڍ تي ڊسچارج 5900 ڪيوسڪ رکي وئي ۽ ڪل پاڻي سڄي خريف لاءِ 87 .1 ملين ايڪڙ فيٽ (م ا ف) رکيو ويو. واپڊا وارن انهيءَ جي منڍ تي ڊسچارج 8500 ڪيوسڪ ۽ ڪل پاڻي 497. 2 (م ا ف) رکيو.

مان 19 نومبر 2001 تي سيڪريٽري آبپاشي ۽ بجلي جي عهدي تان 60 سال عمر ماڻڻ تي ريٽائر ٿي ويس، پر اِنهيءَ اَڌ تَڙ ۾ رهيس ته ارسا وارن گريٽر ٿل ڪينال جي وڌايل پاڻيءَ جي منظوري ڇو ڏني؟ نيٺ مان پِني سِني ارسا جي ستين مئي 2002ع واري اجلاس جا مِنٽس هٿ ڪيا، جنهن ۾ هُنن گريٽر ٿل ڪينال لاءِ پاڻيءَ جي دستيابيءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏنو هو. مان اِنهيءَ

ميٽنگ جي فيصلن جو ترجمو هيٺ ڏيان ٿو:

"(1) ارسا جي 20 فيبروري 1998ع واري فيصلي مطابق مستقبل ۾ پاڻيءَ جي وسيلن جي ترقيءَ لاءِ پاڻيءَ جي دستيابي 5. 38 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. 2. 36 خريف ۾ ۽ 3 . 2 ربيع ۾. انهيءَ ۾ ٻوڏن ۽ مستقبل جي ذخيرن جو پاڻي شامل آهي. پاڻيءَ جي ٺاهه جي شقن 2، 3 ۽ 4 مطابق صوبن (جن ۾ پنجاب به شامل آهي) جو آبي وسيلن جي ترقي ونرائڻ واري پاڻيءَ ۾ حصو آهي، جن ۾ گريٽر ٿل ڪينال به شامل آهي. انهيءَ ڪري گريٽر ٿل ڪينال جي پاڻيءَ جي سفارش ڪجي ٿي.

(2) ارسا اِها به سفارش ڪري ٿي ته وفاقي حڪومت آبي وسلين جي ترقيءَ لاءِ ٻين صوبن جا منصوبا به کڻي، جن لاءِ پاڻي واري معاهدي ۾ ترجيح ڏنل آهي.

(3) پاڻيءَ جي ٺاهه جي شق 2 ۽ 4 مطابق گريٽر ٿل ڪينال جي پاڻيءَ جي دستيابيءَ جي سفارش ارسا ايڪٽ جي شق 8 (2) مطابق ٻن ووٽن خلاف ٽن ووٽن جي اڪثريت سان ڪئي وئي آهي. سنڌ جي ميمبر اِنهيءَ خلاف اعتراض لکي ڏنو آهي ۽ وفاقي ميمبر شرط لکي راضپو ڏيکاريو آهي."

منهنجي ڄاڻ ۾ 20 فيبروري 1998ع وارو فيصلو نه هو جو اِنهيءَ وقت ۾ مان سيڪريٽري نه هوس ۽ نه ئي اڄ ڏينهن تائين مون کي اِنهيءَ جي خبر پئجي سگهي، تنهنڪري مون وري ڪوشش ڪري ارسا جا 20 فيبروري 1998ع جا مِنٽس هٿ ڪيا. اهو فيصلو هِن ريت آهي.

"ارسا چار هڪ (4: 1) جي اڪثريت سان اِنهيءَ راءِ جي آهي ته آبي وسيلن جي ترقي ونرائڻ لاءِ پاڻيءَ جي دستيابي 5. 38 وٺي سگهجي ٿي. سنڌ جي ميمبر اِنهيءَ تي اتفاق نه ڪيو ۽ چيائين ته پاڻيءَ جي ٺاهه ۾ ڏنل انگ اکر اختيار ڪيا وڃن، جن تي چئني صوبن جو راضپو آهي."

اِنهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ سنڌ جو ارسا ۾ ميمبر مرحوم عبدالرسول ميمڻ هو. منهنجي ڄاڻ موجب اِهو فيصلو سنڌ حڪومت ڏي نه موڪليو ويو ۽ نه ئي اِهو مشورو ڏنو ويو ته سنڌ حڪومت اِنهيءَ خلاف گڏيل مفادن واري ڪائونسل اڳيان شڪايت داخل ڪري. ارسا وارن اِهو فيصلو 77-1976ع کان 94-1993ع واري عرصي ۾ سراسري طور ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻيءَ جي مقدار جي بنياد تي ڪيو. يعني ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سمنڊ ڏي ويندڙ پاڻي زيان

ٿئي ٿو. تنهن ڪري اِهو نوان منصوبا ناهي استعمال ڪيو وڃي. مٿين فيصلي جي نتيجي ۾ گريٽر ٿل ڪينال جي لاءِ 624. 0 (م ا ف.) واڌارو پاڻي منظور ٿيو. اڳتي هلي تونسا بيراج وٽان بلوچستان لاءِ ڪڇي ڪينال کڊيو ويندو ۽ ساڳي نموني ۾ ڪيترا نوان واهه کڊيا ويندا ۽ ڪيترا نوان ڊيم ٺهندا. جيڪڏهن ايئن ٿيو ته سنڌ جو ڪم ٿيو پورو. پاڻيءَ جي ٺاهه رم اسٽيشن ڪان هيٺ 35 . 114 ملين ايڪڙ فيٽ پاڻي ورهايو ويو آهي، جيڪڏهن 5 . 38 ملين ايڪڙ فيٽ جا نوان واهه ۽ ڊيم ٺاهيا ويا ته ڪُل پاڻي ٿي ويندو 85 . 152 ملين ايڪڙ فيٽ. جڏهن ته سراسري اعتبار وارو پاڻي 140 ملين ايڪڙ فيٽ آهي. اِنهيءَ ڪانپوءِ ڪوٽڙي ڪان هيٺ پاڻي وڃڻ جو ته سوال ئي ڪونهي، پر سنڌ کي ٺاهه واري حصي جو پاڻي به نه ملندو ۽ موجوده واهن ۾ به سدائين کوٽ رهندي. مان اِهو ٻڌائيندو هلان ته سوڪهڙي وارن ٽن سالن ۾ ڪوٽڙي ڪان نالي ماتر پاڻي سمنڊ ۾ ويو آهي، جنهن جا تفصيل هيٺ آهن.

| سال | 2000-2001ع | 739. | 0 | ملين | ايڪڙ | فيٽ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سال | 2001-2002ع | 924. | 1 | ملين | ايڪڙ | فيٽ |
| سال | 2002-2003ع | 142. | 2 | ملين | ايڪڙ | فيٽ |

ياد رهي ته سنڌ جي ڪوٽڙي ڪان هيٺ پاڻيءَ جي گهر گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ملين ايڪڙ فيٽ آهي.

## پوءِ ڇا ڪرڻ کپي؟

ارسا ايڪٽ جي شق 8(2) مطابق اِنهيءَ جي فيصلي خلاف اپيل لاءِ گڏيل مفادن جي ڪائونسل آڏو شڪايت ڪرڻي پوندي. مان انهيءَ شق جو ترجمو هيٺئين ريت ڏيان ٿو ته.

"ڪابه صوبائي حڪومت يا واپڊا جيڪڏهن ارسا جي ڪنهن فيصلي تي ڏکويل هجي ته گڏيل مفادن جي ڪائونسل وٽ پنهنجي شڪايت پيش ڪري."

ان سان گڏ پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 155 ۾ پاڻي سان هٿ چراند جي باري ۾ هي ڏنل آهي ته.

"جيڪڏهن ڪنهن به صوبي، وفاقي حڪومت، فاٽا يا اُنهن ۾ رهندڙ ماڻهن جا پاڻيءَ جا مفاد (جيڪو ڪنهن به قدرتي ذريعي ڪان ملندڙ هجي) ڪنهن سرڪاري فيصلي يا قانون سان ڪري متاثر ٿين ته اهو متاثر ٿيل صوبو

يا وفاقي حڪومت گڏيل مفادن جي ڪائونسل کي لکت ۾ شڪايت ڪري."

گڏيل ڪائونسل جي حوالي سان صورتحال اها آهي جو آڪٽوبر 1999ع ۾فوجي حڪومت اچڻ ڪانپوءِ گڏيل مفادن جي ڪائونسل ختم ٿي وئي ۽ 2002ع ۾ چونڊيل حڪومت اچڻ ڪانپوءِ به اجا تائين نه جڙي آهي. سنڌ جي پاڻيءَ جي گنڀير مسئلي کي قانوني طور حل ڪرائڻ لاءِ مان سنڌ واسين اڳيان هيٺيون تجويزون رکان ٿو ته.

(1) سنڌ حڪومت يڪدم وفاقي حڪومت کي گڏيل مفادن جي ڪائونسل جوڙڻ لاءِ زور ڀري.

(2) سنڌ حڪومت چاڙو ماڻهن جي هڪ ڪاميٽي ناهي، جيڪا پاڻي واري مسئلي تي غور ڪري مناسب حڪمت عملي ناهي.

(3) انهيءَ ڪاميٽيءَ جي سفارش تي سنڌ حڪومت ارسا جي 20 فيبروري 1998ع واري فيصلي خلاف گڏيل مفادن واري ڪائونسل آڏو شڪايت ڪري.

مان سنڌ واسين کي چتاءُ ڏئي چڏيان ته جيڪڏهن جلد ايئن نه ڪيو ويو ته سنڌ جي پاڻيءَ جو ڪم لهي ويندو ۽ پوءِ علامه اقبال موجب،

نه سوچو گي تو مٽ جاؤگي اي هندوستان والو
تمهاري داستان تڪ ڀي نه هوگي داستانون مين

پوءِ انهي شعر جي شروع ۾ رڳو "هندوستان" بدران "سنڌ" لکڻو پوندو.

(روزانه ڪاوش: 7- مارچ 2003ع)

# هن سال اپريل ۾ پوک لاءِ

## پاڻيءَ جي صورتحال!

خريف جي مند پهرين اپريل کان شروع ٿئي ٿي ۽ ٽيهين سيپٽمبر تائين هلي ٿي. خشڪ پوک لاءِ اپريل جو مهينو تمام اهم آهي. وونئڻ ۽ ٻيا فصل جيڪڏهن هن مهيني ۾ نہ پوکجي سگهيا تہ پوءِ مند گذرڻ کان پوءِ انهن جو پوکڻ فائدي وارو نٿو ٿئي. وري جيڪو فصل هن مهيني ۾ پوکجي وڃي، انهيءَ جو پچائڻ سولو ٿي وڃي ٿو. چوتہ پوءِ درياهن جا وهڪرا سڌرڻ ڪري پاڻي مهيا ٿي وڃي ٿو. جڏهن کان سوڪهڙي وارا سال شروع ٿيا آهن. سنڌ ۾ پاڻيءَ جي سخت اٺاڻ رهي آهي ۽ نتيجي ۾ ڪافي سرڪاري ۽ غير سرڪار رد عمل ٿيو آهي. سال 2000 ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ ۽ چوريءَ جي دانهن ڪرڻ تي انهيءَ وقت جي گورنر دائود پوٽي صاحب ۽ انهيءَ وقت جي وزير آبپاشي اي اين جي عباسي صاحب کي استعيفيٰ ڏيڻي پئي. سال 2001 ۾ احتجاج دوران ٻہ ماڻهو مارجي ويا. سال 2002 ۾ بہ سخت عوامي احتجاج ٿيا.

مان هن مضمون ۾ گذريل خريف وارن سالن ۾ پاڻيءَ جي صورتحال ۽ هن سال خريف ۾ انهيءَ جي رجحان بابت ٻڌائڻ چاهيان ٿو. اپريل ۾ پاڻيءَ جي صورتحال معلوم ڪرڻ لاءِ ڏسبو آهي تہ مارچ واري مهيني ۾ وهڪرا ڪيئن رهيا ۽ ڊيمن ۾ گهڻو پاڻي بچيو. جيڪڏهن مارچ ۾ وهڪرا سنا رهيا تہ اميد ڪجي ٿي تہ سنڌ کي اپريل ۾ پاڻي ٺيڪ ملندو. ڊيمن مان جيڪڏهن تربيلا ڊيم ۾ پاڻي بچيو تہ اهو سنڌ جي ڪم اچي سگهي ٿو. منگلا ڊيم وارو پاڻي سڌو سنڌ کي نٿو ملي. پر انهيءَ بدران سنڌ کي وهڪري مان وڌيڪ حصو ملي ٿو. سال 1999 مارچ ۾ سنڌوءَ ۾ سراسري پاڻي 24 هزار ڪيوسڪ ڪابل درياءَ ۾ 20 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ 19 هزار ڪيوسڪ ۽ چناب درياءَ ۾ 13 هزار ڪيوسڪ رهيو. يعني ڪل وهڪرو 78 هزار ڪيوسڪ رهيو. تربيلا ڊيم ۾ 38 فوٽ ۽ منگلا ۾ 45 فوٽ پاڻي هو. نتيجي ۾ سنڌ کي اپريل ۾ سراسري 31 هزار ڪيوسڪ پاڻي مليو. سال 2000ع مارچ واري مهيني ۾ سنڌوءَ ۾ سراسري وهڪري 18 هزار ڪيوسڪ ڪابل درياءَ ۾ 4 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ 13

هزار ڪيوسڪ هو. تربيلا ڊيم ۾ 20 مارچ تي 75 فوٽ پاڻي هو ۽ منگلا ڊيم بلڪل خالي هو. هن سال سراسري طور سنڌ کي اپريل ۾ 27 هزار ڪيوسڪ پاڻي مليو. سال 2001ع مارچ ۾ سنڌوءَ ۾ سراسري وهڪرو 13 هزار ڪيوسڪ ڪابل درياءَ ۾ 4 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ 20 هزار ڪيوسڪ ۽ چناب درياءَ ۾ 13 هزار ڪيوسڪ هو. يعني ڪل وهڪرو 50 هزار ڪيوسڪ هو. تربيلا ڊيم بلڪل خالي هو ۽ منگلا ۾ رڳو 5 فوٽ پاڻي هو. نتيجي ۾ سنڌ کي اپريل ۾ سراسري 15 هزار ڪيوسڪ پاڻي مليو. سال 2002ع مارچ واري مهيني ۾ سنڌوءَ ۾ سراسري 16 هزار ڪيوسڪ، ڪابل ۾ 10 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ 22 هزار ڪيوسڪ، ۽ چناب درياءَ ۾ 13 هزار ڪيوسڪ هو. يعني ڪل وهڪرو 61 هزار ڪيوسڪ هو. 20 مارچ تربيلا صفا خالي ۽ منگلا ۾ 25 فوٽ پاڻي هو. انهيءَ جي نتيجي ۾ سنڌ کي اپريل ۾ سراسري پاڻي 22 هزار ڪيوسڪ مليو. سال 2003 (هن سال) 20 مارچ تائين سنڌ ۾ وهڪرو 24 هزار ڪيوسڪ، ڪابل درياءَ ۾ 12 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ 36 هزار ڪيوسڪ ۽ جناب درياءَ ۾ 34 هزار ڪيوسڪ رهيو. يعني ڪل پاڻي هڪ لک ڇهه هزار ڪيوسڪ رهيو 20 مارچ تي تربيلا ۾ صفا پاڻي ڪونه هو ۽ منگلا ۾ 52 فوٽ پاڻي هو.

منهنجي حساب ۾ هن سال سنڌ کي اپريل ۾ سراسري طور 40 هزار ڪيوسڪ پاڻي ملڻ کپي. سنڌ جي اپريل ۾ گهٽ ۾ گهٽ گهرج اٽڪل 34 هزار ڪيوسڪ آهي. جڏهن ته ناهه ۾ سراسري پاڻي 40 هزار ڪيوسڪ آهي. اميد ٿي ڪجي ته سنڌ کي اپريل ۾ گهرج مطابق پاڻي ملندو ۽ وونئڻ ۽ ٻيا خشڪ فصل جيئن اڳي پوکبا هئا، سي پوکي سگهبا.

مان هاڻي انهن سڀني سالن جو تقابلي جائزو هيٺ ڏيان ٿو.

| سال | ڪل وهڪرو | منگلا ڊيم ۾ | تربيلا ڊيم ۾ | سنڌ کي مليل پاڻي |
|---|---|---|---|---|
| 1999 | 78 هزار | 45 فٽ | 38 فوٽ | 31 هزار ڪيوسڪ |
| 2000 | 48 هزار | خالي | 75 فوٽ | 27 هزار ڪيوسڪ |
| 2001 | 50 هزار | 5 فوٽ | خالي | 15 هزار ڪيوسڪ |
| 2002 | 51 هزار | 5 فوٽ | خالي | 22 هزار ڪيوسڪ |
| 2003 | 106 هزار | 52 فوٽ | خالي | |

# مشورا

پاڻيءَ کي هلائڻ لاءِ (Management) تي تمام گهڻو زور ڏيڻ کپي. اپريل ۾ مکيہ فصل وونئڻ آهي. اسان جي ترجيع انهن ايراضين کي پاڻي ڏيڻ جي هجي. جتي وونئڻ پوکجن ٿا. اهي مکيہ ضلعا بدين حيدرآباد, ميرپورخاص سانگهڙ ۽ نوابشاھ آهن. اهي گهڻي ڀاڱي روهڙي ۽ نارا ڪينال ذريعي آباد ٿين ٿا. انهيءَ لاءِ اسان کي اپريل ۾ روهڙي ۽ نارا ڪينال ۾ وڌيڪ پاڻي ڏيڻ کپي. گهوٽڪي ضلعي ۾ بہ وونئڻ ٿين. پر انهن جي پوکي مهينو ليٽ ٿي سگهي ٿي. يعني گهوٽڪي فيڊر کي مئي ۾ چڱو پاڻي کپي. آبپاشي کاتي تي وڏي جوابداري آهي تہ هو پنهنجي حصي جو پاڻي مٿين ڪان وٺي ۽ پوءِ ان جي صحيح نموني ۾ ورهاست ڪري. سنڌ ٽن سالن ڪان سوڪهڙي جو شڪار آهي. هن سال چڱو پاڻي ملڻ جي اميد آهي اميد تہ ڏکيا ڏينهن ختم ٿي ويندا ۽ سنڌ جا آبادگار هاري ناري وري خوشحال ٿيندا.

(روزانہ ڪاوش: 06 اپريل 2003ع)

# پاڻي ناھ تي عمل ۽

# ورهاست جا ٻئا معيار

مون پنهنجي مضمون ۾، جيڪو "ڪاوش" ۾ "ڪالا باغ ڊيم جي مخالفت جو رڪارڊ" جي عنوان سان 25- آگسٽ تي ڇپيو هو، ٻڌايو هو تہ 1991ع ۾ سنڌ جي 18 ڄڻن ڪالا باغ ڊيم تي ڳالهايو هو ۽ سڀني انهيءَ جي نهڻ جي مخالفت ڪئي هئي. انهن جي ڳالهين جو تت هيٺين ريت هو: "ڪالا باغ ڊيم جي باري ۾ وڌيڪ ڳالهيون تڏهن ٿي سگهنديون جڏهن:

1- پاڻيءَ جي ناھ تي عمل جو جائزو وٺجي.

2- پاڻيءَ جي مهيا ٿيڻ جو جائزو وٺجي، جنهن ۾ هيٺين ڳالهين جو خيال رکجي: ڪل پاڻي گهڻو آهي؟ ايل بي او ڊي لاءِ 53. 1 م ا ف پاڻي مليو يا نہ؟ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهڻو پاڻي گهرجي؟

3- سنڌ جي ماڻهن جا خوف ۽ خدشات دور ڪجن، تہ جيئن هو بغاوت ڏانهن مائل نہ ٿين.

اڄ مان سنڌ واسين کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ گذريل 12 سالن ۾ پاڻيءَ جي ناھ تي عمل ڪيئن ٿيو، يعني ڪالا باغ ڊيم تي ڳالهيون ڪرڻ لاءِ سنڌ جي 18 ڄڻن مڙسن جي ڄاڻايل ٽن شرطن مان پهرئين شرط جو ڇا ٿيو؟ پاڻيءَ جو ناھ 16- مارچ 1991ع تي ٿيو. ڏهاڪي واري ورهاست 16 سيپٽمبر 1991ع ۾ ناھ جو حصو ٿي. ناھ کي هلائڻ لاءِ انڊس رور سسٽم اٿارٽي (ارسا) 10 ڊسمبر 1992ع تي وجود ۾ آئي. سال 91ع، 92ع ۽ 93ع ۾ درياهن ۾ پاڻي جام هو، تنهن ڪري ڪو مسئلو نہ ٿيو. 1994ع پهريون ڪوٽ وارو سال هو. سنڌ کان يڪدم مٿي تونسہ بيراج آهي، جنهن تي پاڻيءَ جي چوريءَ جو اثر يڪدم سنڌ تي پوي ٿو. انهيءَ مان نڪرندڙ ڊيرا غازي خان ڪئنال تي انهيءَ وقت جي صدر فاروق لغاريءَ جون زمينون هيون ۽ انهيءَ مان نڪرندڙ مظفر ڳڙھ ڪئنال تي انهيءَ وقت جي وفاقي وزير غلام مصطفيٰ کر جون زمينون هيون. انهن ٻنهي واهن وڌيڪ پاڻي پٽي ڪنيو. سنڌ وارن جي گوڙ تي صدر

صاحب، غلام مصطفيٰ کر کي ميٽنگ ڪرڻ لاءِ چيو. کر صاحب اها گڏجاڻي 2- مئي 1994ع تي ڪئي، جنهن ۾ سنڌ مان وزير آبپاشي ظفر لغاري ۽ سيڪريٽري آبپاشي علي گوهر شاهه حصو ورتو. انهيءَ ميٽنگ ۾ جيڪي فيصلا ٿيا، سي هي هئا: (1) سنڌ کي پاڻيءَ ڏيڻ (Indenting point) جي جاءِ چشما بيراج بدران تونسه بيراج مئي جي مهيني لاءِ هوندي.(2) مئي جي مهيني ۾ منگلا ڊيم ۾ گهٽ ۾ گهٽ سطح تي پاڻي پريو ويندو.(3) سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ ورڇ تاريخي استعمال موجب ٿيندي. (4) سنڌ آبپاشي کاتو، جيترو ممڪن ٿي سگهندو، بلوچستان کي ان جي پوري گهرج موجب پاڻي ڏيندو.

اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن سنڌ جي جان تاريخي ورڇ مان نه ڇٽي آهي، جنهنڪري سنڌ کي کوٽ وارن سالن ۾ گهٽ پاڻي ملندو اچي. پاڻيءَ جي تاريخي ورهاست خلاف به ڪيترا دليل ڏنا ويا آهن، انهن دليلن مان چند هيٺ ڏجن ٿا:(1) پاڻي ناهه جو دستاويز انهيءَ لاءِ آهي ته انهيءَ تي انهيءَ جي ڏنل شقن مطابق عمل ڪيو وڃي. ناهه ٽن لکيل پنن ۽ اٺ ڏهاڪي واري ورهاست وارن پنن تي مشتمل آهي. تاريخي ورهاست ناهه جو حصو ناهي، پوءِ انهيءَ مطابق ورڇ ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ (2) وفاقي قانون واري وزارت به دفعا فيصلو ڏئي چڪي آهي ته تاريخي ورڇ، ناهه جي ڀڃڪڙي آهي، هڪڙو دفعو 16- آڪٽوبر 2000ع تي ۽ ٻيو دفعو 25- اپريل 2002ع تي. مان انهن ٻنهي فيصلن جو متن انگريزيءَ ۾ ڏيان ٿو، جيئن ترجمي ڪرڻ سان مطلب ۾ تبديلي نه اچي وڃي:

16/10/2000

"As per plain interpretation of clause 14of the accord the ten daily uses ,having become part and parcel of the accord ,shall be adjusted pro -rata for sharing shortages .Any interpretation of sharing shortages on the basis of historic use shall be in violation of the concurrent accord .Moreover under clause 13of the accord ,IRSA is responsible for implementation of accord .Similarly any dispute on the subject should have been referred to the CCI under the

Constitution .Hence the formation of any body or committee of taking any decision or interpretation on such report shall be a distortion of the accord as well as violative of the Constitution.

However ،since the matter has not been referred to the appropriate body i.e CCI by the aggrieved party ،therefore، the existing arrangements as decided by the IRSA ،may be allowed to continue till the constitution of and decision of the ،the CCI."

25/04/2002

The Chief Executive secretariat issued a directive on 26/10/2000stating that :All instructions given on the issue by the Chief Executive regarding IRSA to be implemented immediately along with the apportionment of the water of the Indus River system between the provinces on .16/03/1991 Moreover ministerial water accord of 1994to be annulled immediately."

The opinion of this division dated 16/10/2000and the said directive of the Chief Executive Secretariat dated 26/10/2000were placed before the then Law Minister ،who approved the proposal that Para 2of the advice dated 16/10/2000be recalled and consequently this Division issued a revised note on 16/02/2001in these words:

"In view of the said Directive ،regarding apportionment of water of Indus River System ،the Ministerial award of 1994is annulled and accord of 1991has to be implemented ،the opinion already conveyed by this division on 16/10/2000is revised and Para 2thereof is accordingly recalled."

(3) صدر صاحب چيف ايگزيڪيوٽو جي حيثيت ۾ 1994ع واري وزارتي فيصلي کي رد ڪري چڪو آهي، ليڪن نڪتل آهي پر عمل ڪونهي.

ڊيمن ۾ پاڻي تڏهن ذخيرو ڪبو آهي، جڏهن پاڻي واڌو هوندو آهي يا سمنڊ ۾ ويندو هجي. واپڊا وارا منگلا ڊيم ڪوٽ واري وقت ۾ ڀرين ٿا. انهيءَ جو جواز اهو پيش ٿا ڪن ته جهلم درياهه جلد اٿندڙ (Early riser) آهي. جيڪڏهن اپريل ۽ مئي ۾ پاڻي ذخيرو نه ڪبو ته پوءِ ڊيم پورو نه ڀربو. معنيٰ ته ڊيم ڀجڻ جي صورت ۾ اهو ڀرڻو آهي، ڀاهي پاڻي گهٽ هجي. وري اهو ڀرڻو به ايندڙ ربيع لاءِ آهي. هنج وارو ٻار بک پيو مري، اميد واري ٻار جو بندوبست پيو ٿئي. انهيءَ روش تي ڪالا باغ ڊيم خلاف اهو دليل ڏئي سگهجي ٿو ته انهيءَ جي ٺهڻ کان پوءِ اهو ضرور هر سال ڀربو، ڀاهي پاڻي گهٽ ڇو نه هجي. جيڪڏهن ڪوٽ واري سال ۾ اهو ڀربو ته خريف ۾ سنڌ جو پاڻي ڪٽندو. ڇا سنڌ صوبو انهيءَ صورتحال ۾ ڪالا باغ ٺاهڻ تي راضي ٿيندو؟ يعني اهي پنهنجي موجوده غلط روش ڪري ڪالا باغ ڊيم جو ڪيس پاڻ خراب ڪري رهيا آهن.

پاڻيءَ جو ٺاهه ڇتني صوبن وچ ۾ آهي، ڪوٽ ۽ واڌ ۾ سڀئي پنهنجي حصي آهر انهيءَ ۾ شريڪ ٿين پر ائين نٿو ٿئي. سنڌ سان انهيءَ ۾ به زيادتي ٿيئي ٿي. ڪوٽ واري وقت ۾ سنڌ ۽ پنجاب ۾ ورهاست تاريخي حصي مطابق ٿئي ٿي پر بلوچستان ۽ سرحد کي ڪوٽ ۾ شريڪ نٿا ڪن ۽ انهن کي پورو پاڻي ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ڏين ٿا. ڀهرين ته انهن کي به ڪوٽ ۾ شامل ڪرڻ کپي پر جيڪڏهن ڇڏڻو ٿي آهي ته انهن کي به تاريخي حصي موجب پورو پاڻي ڏيو. يعني سنڌ سان هڪڙو قانون، بلوچستان ۽ سرحد سان ٻيو قانون. وري اهو ٻڌائيندو هلان ته هي انهن ٻنهي سان سک ۽ محبت ۾ ائين نٿو ڪيو وڃي، بلڪ ارسا ۾ انهن جو ووٽ حاصل ڪرڻ جي رشوت آهي. مان لکت ۾ قرآن شريف جي اها آيت، جيڪا ارسا جو مونو گرام آهي، جنهن جو ترجمو آهي: "عدل ڪريو، جو اِهو تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ويجهو آهي" ڏئي ڇيو ته ٻيلي به معيار نه رکو پر نه مڃيائون.

ڪونڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن لاءِ اپياس ٿيڻا آهن پر انهن اپياسن جي "ٽرمس آف ريفرنس" تي مونجهاري جي ڏنڌ پيدا ڪري اپياس نٿا ٿيڻ ڏين. اها ڏنڌ سچائيءَ جي ڪرٽڻ سامهون بيهي نٿي سگهي. انهيءَ باري ۾

مان تفصيل پاڻيءَ جي دستيابيءَ واري حصي ۾ ٻڌائيندس. ڇا مان پڇي سگهان ٿو ته پاڻيءَ جي ورهاست صحيح پئي ٿئي؟

مان سنڌ واسين کي عرض ڪندس ته ڪالا باغ ڊيم جي باري ۾ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ اسان جي 18 چڱن مڙسن جي ڪيل ڳالهين جي تت جي ٻهرئين شرط جو جواب پاڻ وٽ لکي رکن. انشاءَ الله ٻين شرطن جي به analy-sisڪندس، ته جيئن جيئن سڀني شرطن جي پوزيشن واضح ٿي وڃي ۽ فيصلو ڪري سگهجي ته ڳالهيون ڪرڻ ڪپن يا نه؟

(روزانه ڪاوش: 2 – سيپٽمبر 2003ع)

# ايندڙ ربيع ۾ پاڻي کوٽ

## کي منهن ڏيڻ وارا اُپاءَ

مون هڪ مضمون "ڊيم پرڻ وارو سوال ۽ پاڻيءَ جي وهڪرن جي حقيقت" جي عنوان سان لکيو، جيڪو "ڪاوش" ۾ 30- آگسٽ تي ڇپيو هو. انهيءَ مضمون ۾ مون ٻڌايو هو ته تربيلا ڊيم ۽ منگلا ڊيم هن سال مڪمل طرح نه ڀرجي سگهندا، جنهن ڪري ايندڙ ربيع ۾ ٻين سالن جي ڀيٽ ۾ پاڻيءَ جي تمام گهڻي کوٽ ٿيندي. مون اِهو به ٻڌايو هو ته منگلا ڊيم ته اڳي به ڪيترا سال نه ڀريو هو، پر اِهو پهريون ڀيرو هوندو ته تربيلا ڊيم به نه ڀريو. خريف جي مند 30- سيپٽمبر تي پوري ٿيندي، ۽ پهرين آڪٽوبر تي ربيع شروع ٿيندي. اچو ته اهو جائزو وٺون ته باقي خريف ۾ گهٽو پاڻي ڪٿبو ربيع ۾ گهٽو پاڻي ڊيمن ۾ بچندو ربيع ۾ دريائي وهڪرا ڪيئن رهندا. ربيع ۾ پاڻي جي صورتحال ڪيئن رهندي ۽ انهيءَ صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺجن.

باقي خريف ۾ پاڻيءَ جو واهپو:

چوٿين سيپٽمبر تي ارسا جي صلاحڪاري ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ صوبن خريف جي فصلن کي بچائڻ لاءِ پاڻيءَ جي گهر ڪئي. پنجاب جي نمائندن چيو ته، هو 10- سيپٽمبر تائين پنهنجي حصي جو پورو پاڻي کڻندا. جڏهن ته سنڌ وارن چيو ته هو 25 سيپٽمبر تائين پورو پاڻي کڻندا، ته جيئن خريف جي دير سان پوکيل فصلن کي بچائي سگهجي. صلاحڪاري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ کان پوءِ ارسا وارن پنج ميمبرن پنهنجي جدا گڏجاڻي ڪئي، جنهن ۾ زور ربيع لاءِ پاڻي بچائڻ تي ڏنو ويو ۽ فيصلو ڪيو ويو ته ربيع لاءِ 4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچايو وڃي. انهيءَ جي نتيجي ۾ پهرين آڪٽوبر تي (ربيع سيزن شروع ٿيڻ تي) منگلا جي ليول ٿيندي 1098 فوٽ، يعني ڊيڊ ليول 1040 کان 58 فوٽ مٿي، ۽ تربيلا ۾ ليول ٿيندي 1412.5 فوٽ، يعني ڊيڊ ليول 1369 کان 43.5 فوٽ مٿي. ايئن ڪرڻ سان تربيلا ۾ پاڻي بچندو اڍائي ملين ايڪڙ فوٽ ۽ منگلا ۾ ڏيڍ ملين ايڪڙ فوٽ، يعني ڪل 4 ملين ايڪڙ فوٽ. جيڪڏهن سيپٽمبر ۾ اسان پورو گهرج وارو پاڻي ڪڻون ته ڪل پاڻي 9.150 ملين ايڪڙ

فوٽ گهربو، جڏهن تہ ڪل پاڻي هيٺين ريت ايندو.

تربيلا ۾ ذخيرو ٿيل 3.981 ملين ايڪڙ فوٽ. منگلا ۾ ذخيرو ٿيل 2.934 ملين ايڪڙ فوٽ. چشما ۾ ذخيرو ٿيل 0.213 ملين ايڪڙ فوٽ. سنڌوءَ ۾ ايندڙ وهڪرو 4.27 ايم اي ايف. ڪابل ۾ ايندڙ وهڪرو 0.690 ايم اي ايف. جهلم ۾ ايندڙ وهڪرو 0.772 ايم اي ايف. چناب ۾ ايندڙ وهڪرو 14.298 ايم اي ايف. رستي ۾ زيان (لاسز) 3.717 ايم اي ايف. نج استعمال لائق پاڻي 10.581 ايم اي ايف. اهڙي نموني جيڪو پاڻي بچندو اهو هوندو 1.431 ملين ايڪڙ فوٽ. انهيءَ مان ڪهڙي ربيع ٿيندي؟ جڏهن تہ ربيع لاءِ 35.667 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گهربل آهي، جنهن ۾ اٽڪل 10 ملين ايڪڙ فوٽ ذخيرو ٿيل پاڻي هجڻ کپي. ڊيمن ۾ ربيع لاءِ 4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچائڻ ڪري سيپٽمبر جي مهيني ۾ پاڻيءَ جي 43 سيڪڙو ڪوٽ ٿيندي.

## ربيع ۾ دريائي وهڪرن جي اچڻ جو اِمڪان:

مستقبل جي ڪَل الله سائين ڄاڻي ٿو، اسان هينئر جي امڪانن جي بنياد تي اڳڪٿي ڪري سگهون ٿا. هينئر سنڌو ڪابل، جهلم ۽ چناب درياهن تي وهڪرا ترتيبوار 100،95، 95 ۽ 100 سيڪڙو آهن. اُميد تہ ربيع ۾ بہ انهن سيڪڙن تي ايندا. انهن مطابق ربيع ۾ هيٺين ريت پاڻي ايندو:

| درياهہ | وهڪري جو امڪاني سيڪڙو | اچڻ جو اندازو |
|---|---|---|
| سنڌو | 95 سيڪڙو | 6.62 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ڪابل | 100 سيڪڙو | 1.58 ملين ايڪڙ فوٽ |
| جهلم | 95 سيڪڙو | 2.48 ملين ايڪڙ فوٽ |
| چناب | 100 سيڪڙو | 1.95 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ڪُل | | 12.63 ملين ايڪڙ فوٽ |

## ربيع ۾ پاڻيءَ جو مقدار:

ربيع جي مند پهرين آڪٽوبر تي شروع ٿي 31- مارچ تي پوري ٿئي ٿي. پهرين آڪٽوبر تي ڊيمن ۾ بچيل پاڻي 4 ملين ايڪڙ فوٽ هوندو ۽ 12.63 ملين ايڪڙ فوٽ برساتن جي ڪري دريائي وهڪرن جي صورت ۾ ايندو يعني ڪُل

پاڻي 16.63 ملين ايڪڙ فوٽ هوندو. اِهو ٻڌائيندو هلان ته پاڻي ناهه ۾ ربيع لاءِ رکيل پاڻي 37.01 ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ 1977ع کان 1982ع تائين سراسري ڪنيل پاڻي 35.667 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. انهيءَ حساب سان ناهه مطابق ڪوٽ 55 سيڪڙو ۽ سراسري پنجن سالن جي استعمال موجب 53 سيڪڙو ٿيندي. وري هينئر هلندڙ ورهاست جو قاعدو ٻڌائيندو هلان. سرحد ۽ بلوچستان کي ڪوٽ ۾ پاڻيوار نٿا ڪن ۽ ناهه ۾ ڏنل پورو پاڻي ڏين ٿا ۽ اهو ڏيئي باقي بچيل پاڻي سنڌ ۽ پنجاب ۾ پنجن سالن جي سراسري ڪنيل حصي موجب ورهايو وڃي ٿو. سرحد صوبي جو پاڻي ناهه ۾ ربيع جو حصو پاڻي ماپ ڪرڻ وارين جاين (رِم اسٽيشنن) کان هيٺ آهي. 0.701 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ بلوچستان جو 1.022 ملين ايڪڙ فوٽ، يعني ڪل ٿيو 1.723 ملين ايڪڙ فوٽ. اِهو پاڻي ڪٽجي ته باقي بچي ٿو 14.907 ملين ايڪڙ فوٽ، جنهن مان سنڌ جو حصو ٿيو 6.41 ملين ايڪڙ فوٽ. ہيٺ ڪرڻ مان گذريل ڪوٽ وارن سالن ۾ ربيع ۾ ڪنيل پاڻيءَ جو مقدار هيٺ چارٽ ۾ ڏجي ٿو:

| سال | ربيع ۾ ڪنيل پاڻي |
|---|---|
| 1999-2000 | 12.25 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 2000-01 | 8.5 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 2001-02 | 7.10 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 2002-03 | 9.72 ملين ايڪڙ فوٽ |

مٿي سنڌ جو حصو ڪيڏي وقت مون لاسزتہ ڪنيا آهن، جو ربيع ۾ گهٽ ڪري لاسزنتا ٿين.

## پاڻي ڪوٽ کي ڪيئن منهن ڏجي؟

هي ربيع پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ جي حوالي سان غير معمولي آهي. اِنهيءَ کي سيئي گڏجي منهن ڏئي سگهن ٿا، يعني، وفاقي حڪومت، صوبائي حڪومت ۽ آبادگار.

وفاقي حڪومت کي کپي ته:

(i) آبادگارن کي مٺي پاڻيءَ جا ٽيوب ويلن ۾ مالي امداد ڪئي وڃي.

(2) زرعي پاڻيءَ وارن ٽيوب ويلن تي يا تہ بجلي مفت فراهم ڪئي وڃي، جيئن هندستان ۾ ڪيو ٿو وڃي، يا ماهانو فليٽ ريٽ ورتو وڃي، جيڪو اٽڪل 5000 رپيا في مهينو هئڻ گهرجي.

صوبائي آبپاشي ۽ بجليءَ جي محڪمي کي کپي تہ هو واهن جي وارا بندي اهڙي نموني ڪن تہ جيئن آبادگارن کي شاخن جي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جي اڳواٽ خبر هجي ۽ هر ڪا شاخ پنهنجي واري ۾ مڪمل هلي.

## آبادگارن کي ڇا ڪرڻ کپي؟

گذريل سال سنڌ کي چيٽ ۾ 9.72 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مليو، جڏهن تہ هن سال 6.41 ملين ايڪڙ فوٽ ملڻ جي اميد آهي، يعني هن سال گذريل سال جي ڀيٽ ۾ ٽيون حصو گهٽ پاڻي ملندو. جيڪڏهن ڪنهن آبادگار گذريل سال 27 ايڪڙ پوک ڪئي تہ هن سال 18 ايڪڙ پوک ڪري سگهي ٿو ۽ زور گهٽ ايراضيءَ مان وڌيڪ اُپت تي ڏيڻ گهرجي، جنهن لاءِ هيٺين ڳالهين تي عمل ڪرڻ ضروري آهي:

(1) واٽرن کي گند گاهہ کان صاف رکيو وڃي.

(2) زمين جا پتر ۽ ڪڙا پڇڻ گهرجن.

(3) جيترو ٿي سگهي زمين کي سنوت ۾ آڻجي، تہ جيئن پاڻي هڪ ڪرو ڏئي سگهجي.

(4) ڪٽڪ جي پوک جي صورت ۾ ناڙي ڪئي وڃي.

(5) ساريال وارن علائقن ۾ Zero Tillage جي پوکي ڪرڻ گهرجي.

(6) فصلن جي وڌڻ دوران اجايو گاهہ گند ڪڍندو رهجي. تہ جيڪو بہ ٿورو پاڻي آهي اهو فصل کي ملي سگهي.

سنڌ تي پاڻيءَ جي کوٽ جي لحاظ کان تمام ڏکيو وقت آهي، جو جر بہ گهٽي پاڻي ڪارو آهي ۽ مينهن بہ ڪو نہ ٿا پون. پاڻي گهٽ هجڻ ڪري آبادي تہ گهٽ ٿيندي، پر سر بہ تہ گهٽبي، جنهن ڪري گهٽ آباديءَ مان بہ سٺي اُپت ٿي سگهي ٿي ۽ جي هڏيءَ جا هيٺا نہ تہ بہ سُڪيءَ جا ڏيڍوٽا تہ ٿي سگهن ٿا.

(روزانہ ڪاوش: 24 - سيپٽمبر 2004ع)

# ارسا جي فيصلي خلاف سنڌ

## حڪومت آواز ڇو نٿي اٿاري؟

تازو سرحد صوبي جي هڪ اسڪيم "چشما رائٽ بينڪ ڪينال (لفٽ ۽ گريوٽي)" پڙهڻ جو موقعو مليو. هي واهه چشمه بيراج جي ساڄي پاسي کان نڪرندو ۽ اٽڪل 40 ميل قدرتي وهڪري مطابق وهي پوءِ 64 فوٽ لفٽ ذريعي سرحد صوبي جي ڊيرا اسماعيل خان ضلعي ۾ 2،86،140 ايڪڙ ايراضي آباد ڪندو. واهه جي نڪرڻ واري هنڌ تي گنجائش 2613 ڪيوسڪ هوندي. انهيءَ لاءِ 1.187 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گهربو. جنهن مان 0.54 پاڻيءَ ٺاهه جي پيرا 2 مان ۽ 0.647 پيرا 4 مان ملندو. ارسا هن منصوبي لاءِ پاڻي هجڻ جو سرٽيفڪيٽ متفقه طور تي ڏئي ڇڏيو آهي.

1991ع واري پاڻي ٺاهه ۾ صوبن وچ ۾ پاڻي ٻن نمونن سان ورهايل آهي. هڪڙو موجود واهن مان، ٻيو ٻوڏ وارن وهڪرن ۽ مستقبل جي ذخيرن مان. جيڪو پاڻي موجود واهن لاءِ ورهايل آهي، سو پاڻي ٺاهه جي شق ٻئي ۾ ڏنل آهي، جنهن کي انگريزي ۾ پيرا 2 چون ٿا. جيڪو پاڻي ٻوڏ وارن وهڪرن مان ۽ مستقبل جي ذخيرن مان ملندو سو پاڻي ٺاهه جي شق نمبر 4 ۾ ٻڌايل آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ پيرا 4 چون ٿا. مان انهن ٻنهي شقن جو متن هيٺ ڏيان ٿو.

پيرا 2 (يعني شق نمبر 2): مجيل پاڻي ورهاست جي اصولن مطابق هيٺين ورهاست سيني مڃي.

(انگ ملين ايڪڙ فوٽ ۾ - ڏسو هيٺ ڏنل چارٽ)

| صوبو | خريف | ربيع | ڪل |
|---|---|---|---|
| پنجاب | 37.07 | 18.87 | 55.94 |
| سنڌ | 33.94 | 14.82 | 48.76 |
| سرحد (الف) | 3.48 | 2.30 | 5.78 |
| سرحد (ب) سول ڪينال | 1.80 | 1.20 | 3.00 |
| بلوچستان | 2.85 | 1.02 | 3.87 |
| | 79.14 | 38.21 | 117.35 |

پيرا 4 (يعني شق نمبر 4): بچيل دريائي پاڻي (جنهن ۾ ٻوڏ وارو پاڻي ۽ مستقبل جي ذخيرن جو پاڻي شامل آهي) هن ريت ورهائبو. يعني سنڌ کي ملندو 37 سيڪڙو پنجاب کي 37 سيڪڙو بلوچستان کي 12 سيڪڙو ۽ سرحد کي ڏنو ويندو 14 سيڪڙو. اهو ٻڌائيندو هلان ته پيرا 2 جي جڏهن ڏهاڪن واري ورهاست ڪيائون ته سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي موجود يا ٺهندڙ واهن جو پاڻي رکيو ويو، پر پنجاب هڪ نئون واهه يعني گريٽر ٿل ڪينال به پيرا 2 واري پاڻي ۾ شامل ڪرايو. جنهن تي سنڌ وارن کي اعتراض هيو ۽ هينئر به اعتراض آهي.

پيرا 2 ۽ پيرا 4 جي متن مان صاف ظاهر آهي ته پهرين اسان کي پيرا 2 جو پاڻي پورو ڪرڻو آهي ۽ پوءِ پيرا 4 تي عمل ڪرڻو آهي. يعني نون واهن ۽ ڊيمن جي ڳالهه پوءِ ڪريون. پهرين نهيل واهن جون گهرجون ناهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق پوريون ڪريون. جناب اي اين جي عباسي صاحب به پنهنجي رپورٽ ۾ اها سفارش ڪئي آهي ته پهرين موجود 36 ملين ايڪڙ ايراضي لاءِ پاڻي مهيا ڪيو وڃي، جيڪو پاڻي ناهه ۾ 117.35 ملين ايڪڙ فوٽ ڏنل آهي. پوءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ جي گهرجن لاءِ پاڻي ڏجي ۽ تنهن کان پوءِ پاڻي ذخيرو ڪرڻ ۽ نوان واهه هلائڻ جو سوچيو وڃي. مان انهيءَ رپورٽ جو انگريزي متن هيٺ ڏيان ٿو.

2.13: Sustenance of existing developed agriculture and coastal ecosystem.

2.13.1:It is important to sustain and consolidate, if not further develop and improve the agriculture in the 36 million acres commanded by exiting canal systems.The allocated water of 117.35 MAFunder the Accord for existing canals therefore needs to be fully protected. The shortfall in the low flow years may be provided from the new reservoirs.

2.13.2: It is also important to provide the requirments of downstream Kotri, after meeting Accord allocations of existing canals (117.35 MAF), to the extent of 10 MAF as indicated in the Water Accord, or any other quantity decided by Government on the basis of the outcome of studies in progress.

2.13.3:The new schemes, i.e future reservoirs and irri-

gation schemes should be considered out of balance water availability, after meeting Accord allocation of existing canals and requirements of outflow to sea.

سرحد صوبي واري متي ذڪر ڪيل واهه جو منصوبو اجان پلاننگ ڪميشن ۾ منظوريءَ لاءِ پيو آهي، پر اهڙي ٽن اسڪيمن تي جن تي ڪم هلي رهيو آهي، انهن تي صورتحال هيٺين ريت آهي.

ڳريٽر ٿل ڪينال: هيءَ اسڪيم چشما لنڪ ڪينال مان ڪڍي پئي وڃي، جنهن جي منڍ تي ڊسچارج (چوٽي) 8500 ڪيوسڪ رکيو ويو آهي ۽ اها ٿل ڊيزرٽ ۾ اٽڪل 15 ايڪڙ ايراضيءَ کي پاڻي ڏيندي. انهيءَ لاءِ پاڻيءَ جي ڪل گهرج 2.496 ملين ايڪڙ فوٽ آهي، جنهن مان 1.873 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ٺاهه جي پيرا 2 مان ۽ 0.623 ملين ايڪڙ فوٽ پيرا 4 يعني ٻوڏ وارن وهڪرن مان ايندو.

ڪڇي ڪينال: هيءُ واهه تونسه بيراج مان ڪڍيو پيو وڃي، جنهن جي منڍ تي پاڻي کڻڻ جي صلاحيت 6000 ڪيوسڪ هوندي. هي واهه بلوچستان ۾ اٽڪل 7 لک ايراضي کي پاڻي ڏيندو. هن لاءِ پاڻيءَ جي ڪل گهرج 2.021 ملين ايڪڙ فوٽ هوندي، جنهن مان 0.821 ملين ايڪڙ فوٽ پيرا 2 مان ۽ 1.2 ملين ايڪڙ فٽ پيرا 4 يعني ٻوڏ وارن وهڪرن مان هوندي.

رينٽي ڪينال: هي واهه گڊو بيراج جي کاٻي پاسي کان ڪڍيو پيو وڃي، جيڪو گهوٽڪي فيڊر ڪمانڊر جي ايرندي ۾ اٽڪل 4 لک ايراضيءَ کي پاڻي ڏيندو. هن جي منڍ تي ڊسچارج (چوٽي) 5115 ڪيوسڪ هوندو. هن لاءِ پاڻي جي ڪل گهرج 1.3 ملين ايڪڙ فوٽ هوندي ۽ سڄو پاڻي ٻوڏ وارن وهڪرن مان ايندو.

مٿئين ذڪر مان ظاهر آهي ته ٻوڏ وارن وهڪرن مان 3.77 ملين ايڪڙ فوٽ نون واهن لاءِ منظور ڪيو ويو آهي، جنهن مان 0.623 گريٽر ٿل ڪينال لاءِ، 1.2 ڪڇي ڪينال لاءِ، 1.3 رينٽي ڪينال لاءِ ۽ 0.647 چشما رائٽ بينڪ ڪينال (لفٽ ۽ گريوٽي) لاءِ آهي. هاڻي اچو ته ڏسون ته موجود واهن ۾ ٺاهه ۾ ڏنل ڏاڪن مطابق پاڻيءَ جي ڪوٽ گهٽي آهي. اها ڪوٽ سال 1976ع کان سال 2004ع تائين ساليانو سراسري بنياد تي سنڌ ۾ 5.49 ملين ايڪڙ فوٽ، پنجاب ۾ 2.9 ايم اي ايف، سرحد ۾ 2.41 ايم اي ايف ۽ بلوچستان ۾ 1.94 ملين

ايڪڙ فوٽ رهي آهي. جڏهن اهي واهه ٺهندا تہ مٿئين پر ۾ هٿڻ ڪري ٻوڏ جو پاڻي نہ هجڻ جي صورت ۾ بہ پاڻي ڪٽندا، جنهن جو اثر وڌ ۾ وڌ سنڌ تي پوندو، ڇاڪاڻ جو سنڌ سڀني کان هيٺين پر آهي.

حقيقت اها آهي تہ ارسا ڪي پاڻي ناهہ جي پيرا 2 جو پاڻي پوري ٽيڙ تائين پيرا 4 مطابق ٻوڏ وارو پاڻي نہ ورهائڻ ڪپي. پر ارسا ۾ اڪثريت راءِ سان فيصلا ٽيڻ جي اصول جو فائدو هيٺئن تي وٺي جو پنجاب، وارا سرحد ۽ بلوچستان جي ميمبرن جي مدد سان پنجن ميمبرن مان ٽي ميمبر هڪڙي پاسي ڪري اڪثريت ناهي وجن ٿا ۽ پوءِ پنهنجي مرضي ٿا هلائين. سرحد ۽ بلوچستان ڪي پنهنجي پاسي ڪرڻ لاءِ هو انهن کي پاڻي جي ڪوٽ کان آجو ڪري ٿا ڇڏين. يعني ڪوٽ واري وقت ۾ هنن کي مڪمل طور تي ناهہ وارو پاڻي ڏنو ٿو وڃي. پوءِ هو ڇو نہ پنجاب جي حمايت ۾ ووٽ ڏيندا.

ٻيا جيڪڏهن زيادتي ڪن ٿا تہ اسان کي بہ پنهنجي صوبي جي پاڻيءَ جي حق جو بچاءُ ڪرڻو آهي. ارسا جي ايڪٽ جي شق 8 (3) ۾ اها گنجائش آهي تہ جيڪڏهن ڪا بہ صوبائي حڪومت يا واپڊا وارا ارسا جي ڪنهن فيصلي تي راضي نہ هجن تہ گڏيل مفادن واري ڪائونسل اڳيان اپيل ڪري سگهن ٿا. اڃا تائين سنڌ سرڪار ارسا جي مٿين ڪيل غلط فيصلن خلاف اپيل نہ ڪئي آهي. شايد انهيءَ جو اهو سبب هجي تہ فوجي حڪومت جي اچڻ کان پوءِ هيئنر تائين گڏيل مفادن واري ڪائونسل جوڙي ئي نہ وئي آهي. پر گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي Parent وزارت ڪيبينٽ ڊويزن آهي، جنهن کي اپيل ڪري سگهجي ٿي.

هيءَ ڪا شخصي ڳالهہ ناهي، بلڪ سنڌ جي پاڻيءَ جو سوال آهي، جنهن تي سنڌ جي جياپي جو دارومدار آهي. اسان کي سنڌ جي ماڻهن ۽ آئنده نسلن جي جياپي لاءِ پاڻي جي حق جو بچاءُ ڪرڻو پوندو. منهنجي سنڌ جي چيف منسٽر ارباب غلام رحيم ۽ سنڌ جي آبپاشي جي وزير نادر اڪمل لغاري کي صلاح آهي تہ جهڙيءَ طرح هنن ڪالاباغ ڊيم ناهڻ خلاف اسٽينڊ ورتو هو. اهڙي ئي نموني هن ڳالهہ تي بہ ڌيان ڏين ۽ ارسا جي انهن غلط فيصلن خلاف، جن ۾ ان نون واهن لاءِ پيرا 2 جو پاڻي پوري ٽيڙ کان اڳ پيرا 4 يعني ٻوڏ وارو پاڻي ورهايو آهي. وفاقي ڪيبينيٽ ڊويزن کي ارسا ايڪٽ جي شق 8 (3) مطابق اپيل ڪن.

(روزانہ ڪاوش:09 -- اپريل 2006ع)

# پڇڙيءَ ۾ آباد سنڌ سان پاڻي

## ورڇ ۾ انصاف ڇو نٿو ٿئي؟

عام چوڻي آهي تہ، " پُڇڙي بُڇڙي" يعني پُڇڙي يا ٽيل وارا آبادگار سدائين ڏچي ۽ تڪليف ۾ هوندا آهن. جڏهن پاڻي گهٽ هوندو آهي تہ مٿيان آبادگار فُل پاڻي کڻي ويندا آهن ۽ پڇڙي وارا پاڻيءَ لاءِ سڪندا آهن. وري جڏهن مينهن پوڻ ڪري شاخ ۾ پاڻي وڌي ويندو آهي تہ مٿيان آبادگار پنهنجا مادِول ڇاهي ڇڏيندا آهن ۽ سجو پاڻي پڇڙيءَ ڏي مارو ڪندو آهي ۽ پڇڙي وارا ٻڏندا آهن. پر اها صورتحال تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن پڇڙي ۾ غريب ۽ ڏٻرا آبادگار هوندا آهن ۽ مٿي زور وارا ۽ بااثر آبادگار هوندا آهن. جيڪڏهن پڇڙي تي ڪي زور وارا ۽ بااثر آبادگار هوندا آهن ۽ مٿي گهٽ زور وارا ۽ غريب آبادگار هوندا آهن تہ ٽيل تي پاڻي پورو پهچندو آهي، جو ٽيل وارا طاقت جي زور تي مٿين کي وڌيڪ پاڻي کڻڻ نہ ڏيندا آهن. معنيٰ تہ پڇڙي هر هنڌ ٻڇڙي ناهي هوندي. پڇڙيءَ جي حالت طاقت جي توازن تي مدار رکي ٿي. اڄ مان ملڪن جي لحاظ کان پڇڙي ۽ طاقت جي توازن تي بحث ڪندس. انهيءَ ۾ مان ٻہ مثال اهڙن ملڪن جا ڪڻندس، جتي مٿين پر وارا وڏا ۽ طاقتور آهن ۽ هيٺين پر يعني ٽيل وارا ننڍا ۽ گهٽ طاقت وارا آهن ۽ هڪ مثال اهڙن ملڪن جو ڪڻندس، جنهن ۾ مٿيون ملڪ ننڍو ۽ گهٽ طاقت وارو آهي ۽ هيٺيون ملڪ يعني پڇڙي وارو وڏو ۽ وڌيڪ طاقت وارو آهي.

### پهريون مثال: هندستان ۽ پاڪستان:

هندستان مٿين پر وارو وڏو ۽ طاقتور ملڪ آهي. پاڪستان هيٺين پر يعني پڇڙي وارو ننڍو ۽ هندستان جي ڀيٽ ۾ گهٽ طاقتور ملڪ آهي. 1948ع ۾ هندستان ايرندي ٽن درياهن جو پاڪستان ۾ ايندڙ پاڻي بند ڪري ڇڏيو هو. تنهن کان پوءِ عالمي بينڪ جي سهڪار سان ٻنهي ملڪن وچ ۾ درياهن بابت هڪ معاهدو ٿيو، جنهن کي 1960ع وارو سنڌ طاس معاهدو چئجي ٿو. انهيءَ معاهدي مطابق ٽي ايرندا درياهہ يعني، ستلج، بياس ۽ راوي مڪمل طور تي

هندستان کي ڏنا ويا ۽ ٽي الهندا درياهه يعني چناب، جهلم ۽ سنڌو پاڪستان کي ڏنا ويا، پر مڪمل طور تي نه، بلڪ انهن درياهن تي هندستان کي ڪجهه حق ڏنا ويا، جيڪي پيئڻ جي پاڻي، پاڻي نه کپائيندڙ استعمال يعني (non-consumptive use)، زراعت جي لاءِ پاڻي ۽ پن بجلي پيدا ڪرڻ وارا حق هئا. مٿئين معاهدي ۾ درياهن جو پاڻي ورهائڻ بدران درياهه ورهايا ويا ته جيئن پوءِ اُٿندڙ مامرا گهٽ کان گهٽ ٿي سگهن. جن درياهن تي هڪڙي ملڪ جو حق ڏنو ويو، اُتي ڪو مامرو ڪونهي، پر جتي ٻنهي ملڪن کي حق ڏنا ويا اُتي مامرا اٿيا آهن ۽ اهي الهندي درياهن تي پن بجلي پيدا ڪرڻ واري هندستان جي حق جي ڪري پيدا ٿيا آهن. معاهدي ۾ پن بجلي گهر ٺاهڻ لاءِ هيٺان شرط رکيا ويا.

بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ وهندڙ پاڻي وارا بجلي گهر (run of the river) يعني درياهه جي قدرتي بنياد تي هلندڙ ٺاهيا وڃن، جيڪي هيٺين معيارن مطابق هجڻ کپن.

(1) انهن بجلي گهرن ۾ پاڻيءَ جي ليول هترادو طرح نه وڌائي وڃي ۽ ڊزائين ۾ ڏنل ليول مطابق هجڻ کپي.

(2) استعمال جوڳي پاڻي جي ليول (Dead storage level) کان هيٺ لٽ ڪڍڻ يا ٻئي ڪنهن فني سبب کان سواءِ ڪو ماڊول (Outlet) نه هجڻ کپي. وري اهو ماڊول گهٽ ۾ گهٽ سائيز جو مٿي کان مٿي ليول تي هجڻ کپي ۽ هلائڻ جي لحاظ کان اقتصادي طور مناسب هجڻ کپي.

(3) جيڪڏهن دروازن وارو اٿل واهه (Spillway) ٺاهڻ ضروري هجي ته دروازن جي هيٺين ليول مٿي کان مٿي سطح تي رکڻ کپي.

(4) بجلي گهرن کان پاڻي ڪٽي ويندڙ سرنگ جي ليول مٿي کان مٿي رکڻ کپي ته جيئن هو رن آف رور واري اصول تي ڪم ڪري ۽ اقتصادي طرح ٺاهڻ ۽ هلائڻ ۾ مناسب هجي. پاڪستان سرڪار جي اطمينان لاءِ ته پن بجلي گهر مٿين معيارن مطابق ٺاهيو ويندو، هندستان اڏاوت شروع ڪرڻ کان ڇهه مهينا اڳ انهيءَ جي ڊزائين پاڪستان کي ڏيندو جيڪو ٽن مهينن اندر پنهنجا اعتراض موڪليندو. جيڪڏهن پاڪستان ٽن مهينن اندر پنهنجا اعتراض نٿو موڪلي ته ائين سمجهيو ويندو ته انهيءَ کي ڪو به اعتراض ڪونهي. جيڪڏهن ٻئي ملڪ ڪنهن ڳالهه جو فيصلو پاڻ نه ڪري سگهن ته

پوءِ يا تہ اهو معاملو غير جانبدار ڄاڻو ماڻهو (Neutral Expert) کي ڏنو ويندو يا ڪنهن فيصلي ڪرائيندڙ (Negotiator) جون خدمتون ورتيون وينديون، يا فيصلي ڪرائڻ واري عدالت (Arbitration Court) کي موڪليو ويندو. معاهدي ٿيڻ کان پوءِ چار وڏا مامرا اٿيا آهن، جن جو ڪجهہ مختصر حال احوال هيٺ ڏجي ٿو.

## وُولر بيراج وارو مامرو:

هندستان وُولر بيراج جي اڏاوت، پاڪستان کي اڳواٽ ٻڌائڻ کان سواءِ 1985ع ۾ شروع ڪئي، جيڪا سنڌ طاس معاهدي جي ڀڃڪڙي هئي. اهو بيراج وولر ڍنڍ جي ڇوڙ تي ٺاهيو پيو وڃي. انهيءَ جي ٺاهڻ ڪري هندستان 0.336 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهندو. پاڻي برساتن واري مهينن ۾ گڏ ڪيو ويندو ۽ آڪٽوبر کان فيبروري واري وقت ۾ 4000 ڪيوسڪ هيٺ ڇڏي سگهندو. انهيءَ نموني سان هندستان وُولر بيراج جي پاڻي کي دفاعي ضرورتن لاءِ ڪنٽرول ڪري سگهندو. پاڪستان انهيءَ تي سخت اعتراض ڪيو. 1987ع ۾ انهيءَ منصوبي تي ڪم بند ڪيو ويو ۽ هينئر بہ انهيءَ تي ڪم بند آهي.

## ڪشن گنگا وارو مامرو:

هن منصوبي ذريعي هندستان 0.14 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهي ٿو. هندستان انهيءَ منصوبي کان پاڪستان کي 1994ع ۾ آگاهہ ڪيو. ذخيري ڪرڻ سان گڏ انهيءَ ۾ هيٺين سطح وارا ماڊول (Outlet) بہ آهن. ڊيم مان هڪ سرنگ کوٽي بونار مدومتي نئين ۾ پاڻي ڪٽي وجڻ جو بہ پروگرام آهي، جنهن ڪري پاڪستان جي جهلم نيلم پن بجلي گهر منصوبي جو پاڻي 8 کان 13 سيڪڙو گهٽجي ويندو.

## ڊل- هستي پن بجلي گهر وارو مامرو:

هن منصوبي هيٺ بغليار ڊيم کان مٽي ڪنڪريٽ جو 180.5 ميٽر ڊگهو ۽ 59.5 ميٽر اوچو ڊيم ٺاهڻ جو پروگرام آهي، جنهن ۾ 8600 ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهبو. هن تي 1991ع ۾ ڪم شروع ڪيو ويو. هن ۾ هيٺين

سطح وارو اٿل واهه (Spillway) ٺاهڻ جو پروگرام پڻ آهي، جنهن تي، پاڪستان کي اعتراض آهي.

## بغليار پن بجلي گهر وارو مامرو:

هي منصوبو چناب درياهه تي سلال ڊيم کان 80 ڪلوميٽر مٿي ٺاهيو پيو وڃي. هن بابت پاڪستان کي 1992ع ۾ ٻڌايو ويو هو. هن ۾ 3،21،000 ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهجي ٿو ۽ 2،95،000 ايڪڙ فوٽ پاڻي ( dead storage level) تائين روڪبو. مٿين صلاحيت جي ڪري هندستان 26 ڏينهن تائين چناب درياهه جو پاڻي بند ڪري سگهندو، جنهن ڪري مرالا بيراج مان نڪرندڙ واهن تي اثر پوندو. فوجي نڪتهءِ نظر کان هندستان هڪ دفاعي روڪ (Barrier) ٺاهي سگهي ٿو، جنهن جي ذريعي هو هيٺين ليول جي سلوسن سبب 30 ڏينهن تائين پاڻي روڪي سگهن ٿا. انهيءَ منصوبي تي ڪم هلي رهيو آهي، تنهن ڪري معاهدي مطابق هي جهيڙو هڪ غير جانبدار عالمي ماهر پروفيسر ريمنڊلي فٽ کي ڏنو ويو آهي. جنهن جو تعلق سوئيٽزرلينڊ سان آهي. اڃان انهيءَ صاحب هن جهيڙي تي پنهنجو فيصلو نہ ڏنو آهي. وفاقي حڪومت جو هڪ ريٽائر ٿيل سيڪريٽري سيد شاهد حسين، جنهن جو تعلق سنڌ سان آهي، انهيءَ باري ۾ چوي ٿو تہ، "بغليار تي ٻنهي ملڪن ۾ بنيادي جهيڙو بي اعتماديءَ جو آهي. يعني پاڪستان هندستان جي نيت تي اعتبار نٿو ڪري، ڇو تہ پاڻي ذخيرو ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ هندستان مستقبل ۾ ڪڏهن بہ انهيءَ وقت ۾ پاڻي روڪي ڇڏيندو جڏهن پاڪستان کي گهرج هوندي، ۽ ايئن بہ ٿي سگهي ٿو تہ هو تڏهن هيٺ پاڻي ڇڏي ڏئي، جڏهن پاڪستان کي پاڻيءَ جي گهرج نہ هوندي."

## ٻيو مثال: هندستان ۽ بنگلاديش:

بنگلاديش ۾ 54 اهڙا درياهه آهن، جيڪي هندستان مان اچن ٿا. انهن مان 8 درياهن تي مامرا هلندڙ آهن، پر خاص مامرا گنگا درياهه تي فراخا بيراج ۽ هندستاني درياهي لنڪ واري منصوبي وارا آهن. فراخا بيراج وارو مامرو 1951ع ۾ شروع ٿيو، جڏهن هندستان سرحد کان 18 ڪلوميٽر مٿي گنگا درياهه تي فراخا واري هنڌ بيراج ٺاهي 40،000 ڪيوسڪ گنجائش وارو هڪ ڪينال

انهيءَ مقصد لاءِ کيڻ چاهيو ته ڪلڪتي واري بندر تان لٽ ڪڍجي ته جيئن اهو بندر دنيا جي ماڻهن لاءِ اچڻ وڃڻ جي قابل رهي سگهي. پاڪستان (بنگلاديش ٺهڻ کان اڳ) انهيءَ تي اعتراض ڪيو، پر هندستان 1962ع ۾ ان تي ڪم شروع ڪري ڏنو. 1971ع ۾ بنگلاديش ٺهڻ کان پوءِ به اهو ڪم بند نه ٿيو ۽ 1975ع ۾ آزمائشي طور اهو ڪينال چاليهه ڏينهن هلائڻ لاءِ کوليو ويو. 1976ع ۾ هندستان پنهنجي مرضيءَ سان هي ڪينال هلائڻ لڳو، جنهن تي بنگلاديش عالمي سطح تي هن مسئلي کي اٿاريو، جنهن کان پوءِ خشڪ موسم ۾ هلائڻ لاءِ ٻنهي ملڪن ۾ هڪ پنجن سالن جو معاهدو ٿيو. انهيءَ کان پوءِ 1982ع ۽ 1985ع ۾ گهٽ مدت وارا معاهدا ٿيا، پر انهيءَ کان پوءِ پاڻي گهٽ اچڻ سبب هندستان وري به پنهنجي مرضيءَ تي پاڻي ڪڍندو رهيو. نيٺ 1996ع ۾ ٻنهي ملڪن وچ ۾ گنگا درياهه جي پاڻي ورهائڻ جو 30 سالن لاءِ معاهدو ٿيو. جنهن ۾ اهو طئي ٿيو هو ته 70،000 ڪيوسڪ کان گهٽ پاڻي ٿيڻ جي صورت ۾ ٻئي ملڪ اڌو اڌ پاڻي ڪڍندا. پر 75000 ڪيوسڪ کان مٿي پاڻي هجڻ جي حالت ۾ هندستان لازمي طور تي 40،000 ڪيوسڪ ڪڍندو ۽ باقي پاڻي بنگلاديش کي ڏيندو. اهو معاهدو ٻئي سال ۾ ئي ٽٽي پيو، چاڪاڻ جو 27 مارچ 1997ع ۾ بنگلاديش کي رڳو 7500 ڪيوسڪ پاڻي مليو، جيڪو اُتي جمع ٿيل پاڻي کان گهٽ هيو. بنگلاديش گهڻو ئي گوڙ ڪيو، پر ڪو خاص اثر نه ٿيو.

ٻي ڳڻتي جهڙي ڳالهه اها آهي ته هندستان هڪ درياهي لنڪ ٺاهي گنگا ۽ برهم پُترا درياهن ۾ واڌو پاڻي ڏيکاري انهيءَ ۾ لنڪ معرفت الهندي ۽ ڏکڻ واري ايراضين لاءِ ڪٽي وڃڻ چاهي ٿو، جتي پاڻيءَ جي ڪوٽ رهي ٿي. بنگلاديش انهيءَ تي اعتراض ڪيو آهي، پر هندستان اجان تائين انهيءَ مسئلي تي ڳالهائڻ کان لنوائي ٿو.

گنگا درياهه مان فراخا بيراج وٽان ڪوٽ واري وقت ۾ پاڻي ڪٽي وڃڻ ڪري بنگلاديش ۾ اڻ ڳڻيا ماحولياتي اثر ٿيا آهن. مٺي پاڻي نه اچڻ ڪري درياهه ۾ لوڻياڻي سطح وڌڻ سبب ڪيترائي ڪارخانه بند ٿي ويا آهن. ڪيترا آبادگار زرعي زمينون ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويا آهن. ڏکڻ ۾ هڪ وڏي آباديءَ کي پيئڻ جي پاڻيءَ جو مسئلو آهي. ڏکڻ جا ماڻهو روزگار ۽ زندگي گذارڻ لاءِ اتر ڏانهن لڏپلاڻ پيا ڪن. وري جيڪڏهن گنگا ۽ برهمپترا مان لنڪ ڪڍي پاڻي

ڪنيو ويو تہ بنگلاديش ۾ حالتون وڌيڪ خراب ٿي پونديون ۽ اهڙيون معاشرتي، اقتصادي ۽ ماحولياتي تبديليون ايندڙيون جيڪي موجوده دور ۾ ڪٿي بہ نہ آيون آهن.

## ٽيون مثال: هندوستان ۽ نيپال

نيپال مٿين پر ۽ هندستان هيٺين پر آهي. نيپال ۾ دُنيا جا ڇهہ هزار ڪان مٿي زور وارا درياهہ ۽ نيون آهن، جن جي 76 سيڪڙو پاڻي ڪيڏ واري ايراضي نيپال ۾ آهي. سراسري طرح هر سال 180 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي نيپال مان خليج بنگال ۾ هندستان مان لنگهي وڃي ٿو. گنگا درياهہ جو 41 سيڪڙو ساليانو وهڪرو ۽ 71 سيڪڙو خشڪ موسم وارو وهڪرو نيپال جي ڪرنالي، سپتا، گنڊڪي ۽ سپتا-گنڊڪي معاون درياهن ذريعي اچي ٿو، جيڪي نيپال مان نڪرن ٿا. دنيا جي ملڪن ۾ نيپال برازيل کان پوءِ ٻيو نمبر ملڪ آهي، جتي 83،000 ميگا واٽ پن بجلي پيدا ٿي سگهي ٿي، جنهن مان 42،000 ميگا واٽ فني ۽ مالي طور ممڪن ۽ فائدي واري آهي، پر نيپال وٽ انهيءَ کي ترقي وٺرائڻ جا مالي ۽ فني وسيلا ڪو نہ آهن. وري نيپال جون بجليءَ واريون گهرجون انهيءَ جي پيداواري صلاحيت کان تمام گهٽ آهن. جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ اهو ملڪ اها بجلي ٻين ملڪن کي ڏي. جيڪو ملڪ اها بجلي وٺي سگهي ٿو، سو هندستان آهي، جنهن کي سال 2010ع ۾ 20،000 ميگا واٽ بجلي جي ضرورت ٿيندي، تنهن ڪري هن جو نيپال جي درياهن سان سڌو سنئون واسطو آهي. پر هو بجليءَ جا ايترا گهٽ اگهہ ڏئي ٿو، جو نيپال لاءِ مناسب ناهن، پر هو ڇا ڪري؟ اها بجلي ٻيو ڪنهن کي ڏي؟ نيپال وارا ماڻهو محسوس ٿا ڪن تہ هندستان هنن سان ماضيءَ وارن منصوبن ۾ بہ انصاف سان نہ هليو آهي ۽ معاهدن تي نہ بيٺو آهي. جيئن 1920ع وارو سرادا معاهدو، 1954ع وارو ڪوسي معاهدو ۽ 1959ع وارو گنڊڪ معاهدو.

## مهاڪالي درياهہ جي پاڻي وارو جهيڙو

مها ڪالي درياهہ نيپال جي اولهائين هندستاني سرحد سان گڏ وهي ٿو. 1816ع ۾ انگريزن مها ڪالي درياهہ کي هندستان ۽ نيپال وچ ۾ سرحد قرار ڏنو هو. 1990ع ۾ هندستان نيپال سان هڪ يادگيري دستاويز يعني (-Memoran

dum of Understanding) يا MOU زوري صحيح ڪرايو، جنهن ۾ هنن نيپال جي 577 ميٽر علائقي ۾ هڪ بيراج جي بند ٺاهڻ جي اجازت ورتي هئي ۽ انهيءَ بدران هنن کي هڪ ڪروڙ يونٽ ۽ 150 ڪيوسڪ پاڻي ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو. 1998ع ۾ هندستان تناڪ بيراج نيپال کان صلاح بنا ٺاهڻ شروع ڪيو. انهيءَ تي نيپال ۾ ڏاڍو گوڙ ٿيو ۽ انهيءَ کي انهن جي پارليامينٽ منظور نہ ڪيو. پر پوءِ 1996ع ۾ وري ڳالهين کان پوءِ اها هيٺر نئين نالي سان ڪئي وئي، جنهن کي "مها ڪالي درياهہ جي ڳنڍيل ترقي جنهن ۾ سرادا بيراج، تناڪا بيراج ۽ پنجي سي وارا منصوبو شامل آهن." چيو وڃي ٿو تہ اهو معاهدو بہ آمريڪا ۽ انگليند جي حڪومتن جي زور وجهڻ تي ڪيو ويو. نہ تہ هو نيپال ۾ سيڙپ ڪاري کان لنوائين پيا. انهيءَ تي بہ نيپال ۾ گوڙ ٿيا. جو معاهدي جي شق 3 جي تشريح ٻنهي ملڪن جدا جدا ڪئي. نيپال وارن چيو تہ ٻنهي ملڪن کي مها ڪالي درياهہ جي پاڻيءَ تي برابري جا حق هئا. جڏهن تہ هندستان چيو تہ موجوده استعمال کان پوءِ بچيل پاڻي تي برابري جا حق هئا. پر جيڪڏهن نيپال پنهنجي حصي جو پاڻي استعمال نہ ڪري سگهي تہ هيٺ ويندڙ پاڻي جي عيوض هو ڪا سهولت يا مالي فائدي جو حق نٿو رکي: انهيءَ معاهدي تي في الحال ڪو عمل نٿو ڪيو وڃي. مها ڪالي معاهدي ۾ جيتوڻيڪ هندستان هيٺين پر وارو حصيدار آهي، پر پوءِ طاقت جي زور تي نيپال کي پنهنجي مرضي واريون ڳالهيون مڃرائي سگهي ٿو. هندستان نيپال کي پنهنجي ئي ملڪ جي ڪيترن درياهن تي پنهنجي مرضيءَ جا منصوبا ٺاهڻ نٿو ڏئي. هندستان ڪرنالي درياهہ تي جيڪو نيپال کان اچي ٿو، هيٺ سڄو قدرتي وهڪري وارو پاڻي استعمال ڪري ٿو. انهيءَ ڪري نيپال ٽيل معاهدن کي تازو ڪرڻ چاهي ٿو، پر مٿيون مٿيون آهي، ۽ هيٺيون هيٺيون. زبردست زبردست آهي ۽ زير دست زير دست.

## سنڌ ۽ پنجاب

پنجاب مٿين پر وارو طاقتور صوبو آهي، ۽ سنڌ هيٺين پر وارو ۽ ڪمزور صوبو آهي. پنجاب ۾ مينهن بہ جام پون ٿا ۽ زير زمين پاڻي بہ گهڻي ڀاڱي مٺو آهي ۽ سڄي سال ۾ اٽڪل 40 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ضرورت وقت آبپاشي لاءِ ڪم آڻن ٿا. منڍ تي هجڻ ڪري هو يڪدم پاڻي ڪٽي سگهن ٿا، جڏهن تہ

سنڌ کي چشماتي انڊينٽ پوري ٿيڻ کان پوءِ بہ هفتي کان پندرنهن ڏينهن روزو رکڻو ٿو پئي. پوءِ بہ سنڌ کي پاڻيءَ جي ورهاست ۾ ترجيح نہ ملڻ ڪيئي چا؟ هندستان ۽ پاڪستان، هندستان ۽ بنگلاديش تہ هڪ ٻئي سان نہ ٺهندڙ ملڪ آهن، پر سنڌ ۽ پنجاب ساڳي ملڪ جا ٻہ صوبا آهن. ٻئي هڪ الله، هڪ رسول ۽ هڪ قرآن کي مڃين ٿا. اسلام ۾ قرباني ۽ ايثار تي تمام زور ڀريو ويو آهي، پر قرباني ۽ ايثار اهو آهي تہ ربيع جي ڀڃاڙيءَ ۾ زوري پنهنجي حصي کان وڌيڪ پاڻي ڪٽي وڃن ٿا ۽ پوءِ چون ٿا تہ جيڪو ٺيڪو هو، سو ئي ويو. ربيع جي عيوض خريف ۾ پاڻي نٿو ڏئي سگهجي. وري اڳاٽي خريف ۾ جڏهن اُج سبب سنڌ وارن جون رڙيون ٿيون نڪرن تہ سنڌ لاءِ ڇڏيل پاڻيءَ مان تونسا-گڊو حد ۾ وڌيڪ زيان جو جواز ڏئي تونسا بيراج مان نڪرندڙ ڪينالن ۾ وڌيڪ پاڻي ڪنيو ٿو وڃي. لاچار سنڌ وارا رڙيون ڪن ٿا، جلوس ڪڍن ٿا، ڌرڻا هڻن ٿا. ڀلا ائين نہ ڪن تہ چا ڪن؟ قانوني طرح داد فرياد ٻڌڻ وارو در حڪومت کولي نٿي. اُهو آهي آئين مطابق عام مفادن واري ڪائونسل، جنهن کان پاڻيءَ جي ڏاڍائين بابت انصاف گهري سگهجي ٿو. جڏهن کان فوجي حڪومت آئي آهي، اها ڪائونسل نہ جوڙي وئي آهي. پوءِ سنڌ وارا ڪنهن کان انصاف گهرن؟

جيستائين سنڌ سان انصاف نہ ٿيندو اهو گوڙ گهمسان، اُفراتفري، نفرت ۽ تڪرار (confrontation) واري فضا هلندي رهندي، جيڪا ملڪ لاءِ هاڃيڪار ٿي سگهي ٿي.

(روزانہ ڪاوش: 1جون 2006ع)

# سنڌ کي پاڻيءَ جي پورائي لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

اڄڪلهه سنڌ ۾ گهڻو ڪري سڄو سال پاڻيءَ جي کوٽ رهي ٿي، اخبارون انهيءَ کوٽ جي خبرن ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ ڪيل وارا بندي جي پروگرام جي خبرن سان ڀريل رهن ٿيون. پر اها کوٽ آڳاٽي خريف ۾ تمام گهڻي رهي ٿي، اهائي مند آهي جنهن ۾ اسان جا ناڻي ڪمائڻ وارا مکيه فصل يعني ووڻڻ ۽ سارين پوکيون وڃن ٿيون، اڄو تہ انهيءَ کوٽ جي سببن ۽ انهن جي تدارڪ تي ڪجهه خيال جي ڏي وٺ ڪريون.

منهنجي خيال ۾ هن سال آڳاٽي خريف يعني پهرين اپريل کان ڏهين جون تائين سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جا مکيه پنج هيٺيان سبب آهن.

(1) ڊيمن ۾ بچيل پاڻي ڪونہ هو.

(2) درياهن ۾ بچيل پاڻي ڪونہ هو.

(3) پاڻيءَ جي ورهاست ناهہ مطابق نہ ڪئي وئي.

(4) کوٽ واري وقت ۾ منگلا ڊيم ۾ پاڻي ڀريو ويو.

(5) تونسا بيراج تي پاڻيءَ سان هٿ چراند ڪئي وئي.

اڄو تہ هر هڪ سبب جو الڳ الڳ جائزو وٺون.

(1) ڊيمن ۾ بچيل پاڻي ڪونہ هو:

منگلا ڊيم سال 1967ع ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ لڳو، شروع وارن سالن ۾ ربيع جي مند پوري ٿيڻ کان پوءِ بہ 31 مارچ تي ڊيم ۾ بچيل پاڻي هوندو هو ڇاڪاڻ تہ جو زرعي آبادي ايتري نہ وڌي هئي، اهو بچيل پاڻي هڪ کان ٽي ميلن ايڪڙ فوٽ هوندو هو. آباديون وڌڻ ڪري ۽ ڊيم ۾ هوريان هوريان لٽ جمع ٿيڻ ڪري اهو پاڻي هوريان هوريان گهٽبو ويو. سال 1999ع ۾ ٻڙي، سال 2000ع ۾ 0.18 سال 20001ع ۾ 0.46، سال 2002ع ۾ 0.029 سال 2003ع ۾ ٻڙي، سال 2004ع ۾ 0.46 ۽ سال 2005ع ۾ 0.23 ملين ايڪڙ فوٽ هو. جڏهن تہ هن سال اهو 0.29 ملين ايڪڙ فوٽ هو. ياد رهي تہ ڊيمن جو ربيع مان بچيل پاڻي آڳاٽي خريف ۾ ووڻڻ ۽ سارين پوکڻ لاءِ ڪم ايندو هو. پوکي کان پوءِ انهن فصلن کي پچائڻ سولو هو، جو پوءِ درياهن جا وهڪرا وڌي ويندا هئا. تربيلا ڊيم پهريون دفعو سال 1976ع ۾ پاڻي گڏ ڪيو. شروع وارن سالن ۾ ربيع جي مند پوري ٿيڻ

کان پوءِ به 31 مارچ تي تربيلا ڊيم ۾ 1.5 کان 5 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچي پوند هو. جيڪو اڳاٽي خريف جي فصلن جي پوکي ۾ ڪم ايندو هو. آباديون وڌڻ ۽ ڊيم لٽجڻ ڪري اهو بچيل پاڻي گهٽبو ويو. سال 1999ع ۾ اهو هو ٻڙي، سال 2000ع ۾ ٻڙي. سال 2001ع ۾ ٻڙي، سال 2002ع ۾ 0.094 سال 2003ع ۾ ٻڙي سال 2004ع ۾ 2.4 ۽ سال 2005ع ۾ 0.1 ملين ايڪڙ فوٽ. هن سال اهو 0.22 ملين ايڪڙ فوٽ هو.

تدارڪ: سال 2005ع تائين تربيلا جي لٽجڻ جي ڪري گنجائش 2.06، منگلا جي گنجائش 0.97 ۽ چشما بيراج جي 0.436 ملين ايڪڙ فوٽ گنجائش گهٽجي وئي. يعني ڪل گهٽ ٿي 3.47 ملين ايڪڙ فوٽ. وري ڪاٿو لڳايو ويو آهي ته سال 2010ع تائين تربيلا جي 2.39، منگلا جي 1.10 ۽ چشما بيراج جي گنجائش 0.5 ميلن ايڪڙ فوٽ يعني ڪل گهٽبي 3.99 ملين ايڪڙ فوٽ، اسان منگلا ڊيم جي سطح وڌايون پيا. جنهنڪري ان جي گنجائش 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ وڌندي، وري گومل ذم ڊيم ٺا ناهيون. جنهن ۾ 1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ٿيندو يعني ذخيرو 3.99 ملين ايڪڙ فوٽ وڌندو ۽ لٽجڻ جي گنجائش به ايتري ئي گهٽبي.

## (2) درياهن جا وهڪرا گهٽ رهيا

اسان وٽ درياهي وهڪري جو چاليهن سالن جو ڏهاڪي مطابق رڪارڊ آهي. انهيءَ رڪارڊ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ پاڻي جو وهڪرو ڏنل آهي، اسان کي سنڌوءَ مان پاڻي ملي ٿو. ڇاڪاڻ جو جهلم ۽ چناب درياهن جو پاڻي رڳو پنجاب وارا کڻن ٿا. سنڌ ۾ وڌ ۾ وڌ سراسري پاڻي اپريل جي پهرين ڏهاڪي ۾ آيو هو 51،400 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ آيو هو 16،400 ڪيوسڪ، جڏهن ته هن سال آيو 23،300 ڪيوسڪ اپريل جي ٻئي ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ پاڻي آيو هو 52،500 ۽ گهٽ ۾ گهٽ 20200 ڪيوسڪ جڏهن ته هن سال آيو هو 26،200 ڪيوسڪ، اپريل جي ٽئين ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ پاڻي آيو هو 64100 ۽ گهٽ ۾ گهٽ آيو هو 21،600 ڪيوسڪ، جڏهن ته هن سال آيو 34،400 ڪيوسڪ. مئي جي پهرين ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ آيو هو 98،000 ۾ گهٽ ۾ گهٽ آيو 26،300 ڪيوسڪ، جڏهن ته هن سال آيو 66،200 ڪيوسڪ، مئي جي ٻئي ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ پاڻي آيو هو، 1،74،000 ۽ گهٽ ۾ گهٽ آيو هو 36،500 ڪيوسڪ،

جڏهن ته هن سال آيو 1،32،900 ڪيوسڪ، مئي جي ٽئين ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ آيو هو 1،68،300 ۽ گهٽ ۾ گهٽ آيو هو 51،500 ڪيوسڪ، جڏهن ته هن سال آيو 1،76،100 ڪيوسڪ. جون جي پهرين ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ آيو هو 206900 ۽ گهٽ ۾ گهٽ آيو هو 5900 ڪيوسڪ، جڏهن ته هن سال 1،34،400 ڪيوسڪ.

مٿين انگن اکرن مان خبر پوي ٿي ته اپريل جي مهيني ۾ سنڌو ۾ وهڪرا تمام گهٽ رهيا. جيڪي مئي جي وچ ۾ وڌيا ۽ جون جي پهرين ڏهاڪي ۾ به ٺيڪ رهيا. اڳتي هلي انهن وهڪرن ۾ وري لاٿ آئي، جنهنڪري سنڌ ۾ ساريل علائقن ۾ خاص طرح تڪليف ٿي، جو روڻبي ڪرڻ وقت ۾ پورو پاڻي نه مليو ۽ ڪيترن جا ٻيجارا سڙي ويا.

تدارڪ: دريائن جا وهڪرا قدرت جي وس آهن، انهن تي انسانن جو ڪو اختيار ڪونهي، تنهنڪري انسان ان جو ڪو تدارڪ نٿو ڪري سگهي، سواءِ انهي جي ته الله سائين ڪي ٻاڏائي ۽ رحمت گهري.

## (3) پاڻيءَ جي ورهاست ٺاهه مطابق نه ٿي وئي

اپريل جي مهيني ۾ سنڌو، جهلم، چناب ۽ ڪابل دريائن ۾ آيل پاڻي هو 7.4 ملين ايڪڙ فوٽ، جنهن مان 15 سيڪڙو درياهي زيان ڪٽي ورهاست جوڳو پاڻي بچيو 6.29 ملين ايڪڙ فوٽ. ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق سنڌ جو حصو ٿئي ٿو. 2،01 ملين ايڪڙ فوٽ. ورهاست ڪئي وڃي ٿي. تاريخي فارمولي موجب، جنهنڪري سنڌ کي ملي ٿو 1.97 ملين ايڪڙ فوٽ. پر اها انهيءَ حالت ۾ آهي. جڏهن منگلا ڊيم ۾ پاڻي نه پريو وڃي. منگلا ڊيم ۾ پاڻي پرڻ کان پوءِ جيڪو پاڻي بچي ٿو اهو پاڻي دريائي زيان ڪٽي ورهايو وڃي ٿو.

تدارڪ: ورهاست ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ٿيڻ گهرجي.

## (4) ڪوٽ واري وقت ۾ منگلا ڊيم ۾ پاڻي پريو ويو

31 مارچ تي منگلا ڊيم جي ليول 1077 فٽ هئي. اپريل ۾ انهيءَ ۾ پاڻي ذخيرو ڪيو ويو ۽ 30 اپريل تي انهيءَ جي ليول 1109 فوٽ ڪئي وئي. يعني 0.48 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪيو ويو. مٿي ٻڌائي آيو آهيان ته ڪل ڇٽني

دريائن ۾ پاڻي آيو 7.4 ملين ايڪڙ فوٽ، انهيءَ مان ذخيرو ٿيل پاڻي ڪٽيو ته باقي بچيو 6.92 ملين ايڪڙ فوٽ، جنهن مان 15 سيڪڙو دريائي زيان ڪٽبو ته ورهاست وارو پاڻي ٿيو 5.88 ملين ايڪڙ فوٽ، تاريخي فارمولي مطابق ورهاست ڪري سنڌ کي مليو 1.84 ملين ايڪڙ فوٽ، جيڪڏهن منگلا ۾ پاڻي ذخيرو نه ڪيو وڃي ها ۽ ورهاست ٽاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ڪئي وڃي ها ته سنڌ کي ملڻ کپندو هو 2.01 ملين ايڪڙ فوٽ، پر ان کي مليو ئي ڏنو ويو، 1.84 يعني 9 سيڪڙو گهٽ.

تدارڪ: منگلا ڊيم ۾ ڪوٽ واري وقت ۾ پاڻي ذخيرو نه ڪيو وڃي ۽ ورهاست ٽاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ڪرڻ گهرجي.

## (5) تونسا بيراج تي پاڻيءَ سان هٿ چراند ڪئي وئي

سنڌوءَ تي رکيل واهن لاءِ پاڻي چشما بيراج تان ڇڏيو وڃي ٿو چشما کان هيٺ پنجاب وارن جو تونسا بيراج آهي، جتان مظفر ڳڙهه ڪينال، ڊيرا غازي خان ڪينال ۽ تونسا پنجند لنڪ نڪرن ٿا، عام طرح چشما تان ڇڏيل پاڻي وڌ ۾ وڌ 20 سيڪڙو زيان ٿيڻ کان پوءِ گڊو بيراج تي پهچي ٿو. هن سال اهو زيان تمام گهڻو ٿيو .انهيءَ تي ارسا وارن جاچ لاءِ هڪ ٽيم موڪلي. انهيءَ ٽيم جون ڪوجنائون نه ٻڌايون ويون آهن، پر چون ٿا ته تونسا بيراج تي سخت ڪوٽ واري وقت ۾ اٽڪل 4 هزار ڪيوسڪ پاڻي وڌيڪ کنيو ويو، جنهن لاءِ ڪينال جي گيٽن جو نقص ٻڌايو ويو.

تدارڪ: سنڌ کي تونسا بيراج تي پنهنجي چوڪسي تيز ڪرڻي پوندي، اتي اسان جو ايس ڊي او ۽ ٻيو اسٽاف رکيل آهي، پر انهن کي نه ڪا آهي گاڏي، نه رهڻ جي جاءِ، نه ٽيليفون ۽ نه ٻيون ڪي سهولتون ، نتيجو اهو ٿو نڪري ته هو پنجاب وارن جا محتاج آهن ۽ صحيح ڪم نٿا ڪن، سنڌ حڪومت کي کپي ته انهن کي مناسب سهولتون ڏين ته جيئن آهي صحيح ڪم ڪن.

اڳاٽي خريف ۾ سنڌ پاڻيءَ جي لحاظ کان سخت ڏکيائي ۾ رهي ٿي ۽ ڪيترا واهه بند رکيا وڃن ٿا، يا دير سان کوليا وڃن ٿا. مثلن هن سال دادو ڪينال سڄو اپريل بند رکيو ويو ۽ 18 مئي تي کوليو ويو. نارٿ ويسٽ ڪينال ٻه اپريل ۾

بند رکي 14 مئي تي کوليو ويو. گڊو بيراج جا واهہ اپريل ۾ بند رکي، مئي جي وچ ڌاري کوليا ويا. وري ڪوٽڙي بيراج ۾ آبپاشيءَ لاءِ پاڻي ڏيڻ بدران رڳو پيئڻ لاءِ ۾ ٽي هزار ڪيوسڪ ڏنا ويا. سنڌ جي انهيءَ گنڀير صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي اهي سڀ اپاءَ وٺڻا پوندا، جن سان اسان کي پنهنجي حصي جو جائز پاڻي ملي سگهندو.

(روزانہ ڪاوش: 30 جولائي 2006ع)

# پاڻ سمرن بابت انگ اکر

## ۽ سفارشون ڇا ٿيون چون؟

صد پرويز مشرف 17 جنوري 2006ع تي 5 ڊيم ٺاهڻ جو اعلا ـو، جن ۾ ڀاشا، ڪالا باغ، آکوڙي، منڊا، ۽ ڪرم تنگي شامل آهن. انهن مان ٻهريان ٽي ڊيم سنڌو درياءَ تي منڊا ڊيم سوات درياءَ تي، ۽ ڪرم تنگي ڊيم جي تعمير ڪرم نئين تي رٿيل آهي. صدر صاحب موجب ڀاشا ڊيم جو ڪم يڪدم شروع ڪيو ويندو. باغ ڊيم اتفاق راءِ ٿيڻ کان پوءِ ٺاهيو. پر سمورن پنجن ڊيمن جي تعمير سال 2016 تائين مڪمل ڪئي ويندي، ڇا صدر صاحب جي مٿين اعلان کان پوءِ صوبن ۾ پاڻيءَ جا مامرا حل ٿي ويا؟ اچو ته انهيءَ جو جائزو وٺون.

پاڪستان جي دريائي نظام ۾ پاڻيءَ ورهاست جا مامرا هينئر جا ناهن، پر انهيءَ وقت کان هلندڙ آهن، جڏهن کان انگريزن نندي ڪنڌ جي آبپاشي نظام کي ترقي وٺرائڻ لاءِ واهه، بيراج ۽ تنهن کان پوءِ ڊيم ٺاهڻ شروع ڪيا. انهن مامرن کي حل ڪرائڻ لاءِ ڪيترين ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون جوڙيون ويون، جيئن 1935ع واري اينڊرسن ڪاميٽي، 1941ع واري رائو ڪميشن، (جنهن جي نتيجي ۾ 1945ع وارو سنڌ، پنجاب معاهدو ٻنهي صوبن جي چيف انجنيئرن صحيح ڪيو) 1968ع واري اختر حسين ڪاميٽي، 1970 واري فضل اڪبر ڪاميٽي، 1976ع واري انوارالحق ڪميشن ۽ 1983ع واري حليم ڪميشن، پر ڪابه ڪاميٽي يا ڪميشن پاڻي تڪرار وارن مامرن جو مڪمل حل ڏيئي نه سگهي.

### سنڌ طاس معاهدو

1948ع ۾ هندوستان پاران پاڪستان جي ٽن اڀرندي درياهن جو پاڻي بند ڪيو ويو اهو معاملو ٻئي ملڪ نه نبيري سگهيا ۽ نيٺ عالمي بئنڪ جي ثالثي ۾ 1960ع ۾ سنڌ طاس معاهدو ٿيو جنهن مطابق ٽي اڀرندا درياءَ يعني ستلج، بياس ۽ راوي هندستان کي مڪمل طرح ڏنا ويا ۽ ٽي الهندا درياءَ يعني جهلم، چناب، ۽ سنڌو پاڪستان کي ڏنا ويا. پر مڪمل طرح نه، بلڪ انهن درياهن تي

هندوستان کي ڪڇ آباد ڪرڻ ۽ بجلي ٺاهڻ جا حق ڏنا ويا. ٽن ايرندي درياهن جو مڪمل ڪنٽرول هندوستان کي ڏيڻ ڪري پاڪستان ۾ موجود صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جا مسئلا وڌيڪ ڏکيا ٿي ويا.

## 1991ع وارو پاڻي ٺاهه

1991ع ۾ انهيءَ وقت جي وزير اعظم جي ذاتي ڪوشش سان چئني صوبن جي وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جو مسئلو اتفاق راءِ سان طئي ٿي ويو. جنهن جي پيرا 2 ۾ ٿهيل ڪينالن لاءِ پاڻي 117.35 ملين ايڪڙ فوٽ ورهايو ويو. پيرا 4 مطابق نون ڊيمن ۽ ٻوڏ وارو پاڻي ورهائڻ جو سيڪڙو ٻڌايو ويو. پيرا 14 ۾ ڪوٽ ۽ واڌ ڪٽڻ جو طريقو ٻڌايو ويو. ۽ پيرا 7 ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن لاءِ اڀياس ڪرائڻ جو چيو ويو.

## ارسا جو ٺاهڻ:

1992ع ۾ پاڻيءَ ٺاهه تي عمل ڪرائڻ لاءِ انڊس رور سسٽم اٿارٽي (ارسا) ٺاهي وئي، جنهن لاءِ ڪل پنج ميمبر رکيا ويا. هر صوبي مان هڪ هڪ نمائندو ارسا جو ميمبر هوندو جڏهن ته هڪ ميمبر وفاقي حڪومت جي طرفان به ان ۾ شامل هوندو. اٿارٽي کي فيصلو اڪثريت جي بنياد تي ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو آهي، ۽ فيصلي تي اعتراض جي صورت ۾ گڏيل مفادن واري ڪائونسل وٽ اپيل ڪرڻ جو حق ڏنل آهي.

اتفاق راءِ ۽ 1991ع واري پاڻي ٺاهه ٿيڻ کان پوءِ اها اميد ڪئي پئي وئي ته صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست وارا مامرا هميشه لاءِ نبري ويندا. پر بدقسمتيءَ سان ائين نه ٿي سگهيو ٺاهه ٿيڻ کان پوءِ به اهي مامرا اٿندا رهيا، جن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست، سنڌوءَ تي نون ڊيمن جو ٺاهڻ ڪوٽ واري وقت ۾ منگلاڊيم جو ڀرڻ، ڪوٽ واري وقت ۾ لنڪ ڪينالن جو هلائڻ ۽ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن جو تعين ڪرڻ ۽ پاڻي ڇڏڻ جهڙا تڪراري نڪتا شامل آهن. منگلا ڊيم 1969ع ۾ هلڻ شروع ٿيو ۽ تربيلا ڊيم 1976ع ۾. ٻنهي ڊيمن جي ڪري ربيع ۽ اڳاٽي خريف لاءِ پاڻي اٽڪل 15 ملين ايڪڙ فوٽ وڌي مليو. پر هورين هورين ڊيمن ۾ لٽ وهڻ ڪري هنن جي پاڻي ذخيرو ڪرڻ واري گنجائش

گهرجي اٽڪل 12 ملين ايڪڙ فوٽ رهجي وڃي ۽ اها اچا گهرجي پئي. اها ڪوٽ منگلاڊيم جي اوچائي وڌائڻ سان پوري ٿي ويندي. جنهن ۾ 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڌيڪ گڏ ڪري سگهبو پر انهيءَ هوندي به پنجاب وارن زور وڌو ته سنڌوءَ تي وڏا ڊيم ٺاهجن. خاص ڪري ڪالا باغ ڊيم ته جيئن ڪوٽ به پوري ڪري سگهجي ۽ واهه ڪڍي نيون زمينون آباد ڪجن. باقي ٽنهي صوبن انهيءَ تي اعتراض ڪيو ۽ انهن جي اسيمبلين انهيءَ جي تعمير خلاف قراردادون پاس ڪيون، انهن ڳالهين ڪي نظر ۾ رکي صدر پرويز مشرف جي حڪم تي به ڪاميٽيون سال 2003 ۾ جوڙيون ويون. هڪڙي قومي اسيمبليءَ جي پارلياماني ڪاميٽي، ۽ ٻي فني ماهرن جي فني ڪاميٽي، انهن ٻنهي ڪاميٽين جا سربراهه سنڌ مان ڪنيا ويا ۽ ميمبر سڀني صوبن مان. پارلياماني ڪاميٽي جو چيئرمين سينيٽر نثار احمد ميمڻ ۽ فني ڪاميٽي جو چيئر مين جناب اي اين جي عباسي کي مقرر ڪيو هو.

## پارلياماني ڪاميٽي

اٽڪل سال ڪن جي محنت کان پوءِ پارلياماني ڪاميٽي پنهجي رپورٽ ڏني، جنهن جون خاص سفارشون هيٺين ريت آهن.

(1) پاڻي ٺاهه تي يڪدم ۽ مڪمل طرح عمل ڪرڻ گهرجي، جنهن ۾ هيٺان طريقه اختيار ڪري سگهجن ٿا.

فني ڪاميٽي جي رپورٽ جي بنياد تي انتظامي فيصلو ڪيو وڃي.
قومي سلامتي ڪائونسل فيصلو ڪري.
عام مفادن جي ڪائونسل فيصلو ڪري.

## (2) ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو:

چار ڊيم نظر ۾ آهن، يعني ڀاشا ڪالا باغ اکوڙي ۽ اسڪردو يا ڪٽزارا. صوبن جي ڪنهن به چيف منسٽر ڀاشا ڊيم ٺاهڻ جي مخالفت نه ڪئي آهي. پنجاب جو زور آهي ته ڀاشا ڊيم سان گڏ ڪالا باغ ڊيم به ٺاهيو وڃي. ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو به اتفاق راءِ سان ڪيو وڃي، يا قومي سلامتي ڪائونسل کان ڪرايو وڃي يا گڏيل مفادن جي ڪائونسل کان ڪرايو وڃي.

## (3) اعتماد بحال ڪرڻ وارا اپاءَ

اعتماد بحال ڪرڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ڪرڻ گهرجن.
صوبن جا اعتراض ۽ خدشا دور ڪيا وڃن.
ٽيليميٽري نظام کي يڪدم لاڳو ڪيو وڃي ان کي صحيح نموني هلايو وڃي.
ارسا کي ٺيڪ ڪيو وڃي، انهيءَ کي مالي ۽ انتظامي طرح خود مختيار ڪيو وڃي.
واپڊا کي ٺيڪ ڪيو وڃي تہ جيئن انهيءَ ۾ صوبن جي مناسب نمائندگي هجي.

## فني ڪاميٽي:

فني ڪاميٽي ٻن سالن جي جاکوڙ کان پوءِ پنهنجيون سفارشون 25 آگسٽ 2005ع تي ڏنيون، ان جون خاص ڳالهيون هن ريت آهن.

## (1) پاڻي ٺاهہ 1991ع:

(1) ارسا ٺاه ۾ ڏنل ڳالهين جي ڪليل ٻجڪڙي ڪري پئي. (2) پاڻيءَ جي ورهاست ٺاهہ ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ٺيڪ ڪيپي ۽ ڪنهن بہ صوبي کي ڪوٽ کان آجو نہ ڪرڻ کپي.

(2) نون ڊيمن جي ٺاهڻ جي ضرورت ۽ انهن جي ٺاهڻ جي ترتيب:

(1) عالمي ڊيمن جي ڪميشن جي رپورٽ کي ڪا اهميت نہ ڏني وئي آهي. (2) ڊيم ڀرڻ لاءِ هر سال واڌو پاڻي ڪونهي، پر ٻوڏن وارن سالن ۾ ڪافي پاڻي آهي. (3) جيئن تہ جهلم ۽ چناب درياهن ۾ خريف جي مند ۾ گهڻو ڪري وافر مقدار ۾ پاڻي هوندو آهي، جيڪو معاون دريائن جي هيٺين ۽ مٿين ايراضي کي آباد ڪرڻ لاءِ جهجهو آهي. تنهنڪري سنڌوءَ مان لنڪ ڪينالن وسيلي معاون دريائن جي هيٺين ايراضي لاءِ پاڻي ڪٽي وڃڻ جو ڪو جواز ناهي. (4) اسڪردو وٽ ڊيم ٺاهڻ جي فزيبلٽي ٻن ٽن سالن ۾ مڪمل ڪرڻ کپي جو اهو ڊيم ٻوڏ وارن سالن جو 84 سيڪڙو پاڻي گڏ ڪري سگهي ٿو. (5) جيستائين اسڪردو

وٽ ڊيم جي فيزيبلٽي پوري ٿئي. ٻنهي ڊيمن مان هڪڙو ڊيم ڀاشا يا ڪالا باغ تي ٺاهڻ بابت سوچي سگهجي ٿو. پر ڀاشا ڊيم کي ڪالا باغ ڊيم تي برتري حاصل آهي. (6) ڀاشا يا ڪالاباغ ڊيم تي ٺهندڙ هڪڙو ڊيم هر سال ڀرجي نه سگهندو ۽ سراسري طرح 6 ملين ايڪڙ فوٽ بدران رڳو 2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڏيئي سگهندو.

(3) ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گھرجن جي اپياسن جي رفتار:

انهن اپياسن جي رفتار اطمينان جوڳي آهي.

(a-4) مستقبل جي ذخيرن ۽ آبپاشي منصوبن لاءِ پاڻيءَ جو هجڻ:

(1) نون ڊيمن کي ڀرڻ لاءِ هر سال واڌو پاڻي ڪونهي. پر ٻوڏ وارن سالن ۾ جهجو پاڻي هوندو آهي. (2) 6 ملين ايڪڙ فوٽ وارو هڪڙو ڊيم رڳو ٻوڏ وارن سالن جو 22 سيڪڙو پاڻ ذخيرو ڪري سگهندو ۽ 6 ملين ايڪڙ فوٽ وارا ٻه ڊيم 41 سيڪڙو پاڻي گڏ ڪري سگهندا. تنهنڪري ٻوڏ وارن سالن جو آيل 59 سيڪڙو پاڻي گڏ نه ڪري سگهبو. انهيءَ جي پيٽ ۾ 35 ملين ايڪڙ فوٽ وارو ڪيري اوور ڊيم 84 سيڪڙو پاڻي گڏ ڪري سگهندو. (3) ڪوٽ گهٽو ڪري خريف واري منڊ ۾ رهي ٿي ۽ ربيع ۾ گهٽو ڪري نٿي رهي. تنهنڪري هڪڙي خريف ۾ پاڻي گڏ ڪري ايندڙ ربيع لاءِ رکڻ جو ڪو جواز ناهي. (4) ڪيري اوور ڊيم ۾ گڏ ٿيندڙ پاڻي ايندڙ ڪيترن گهٽ پاڻي وارن سالن جي ڪوٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ رکيو وڃي.

(b-4) ڪوٽڙي کان هيٺ ويندڙ پاڻيءَ جو ڪاٿو:

انهيءَ جو سراسري انگ سال 77-1976ع کان سال 03-2002ع تائين 35.2 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

(a-5) منگلا ڊيم جو ڀرڻ:

(1) آبپاشيءَ جي پاڻيءَ جون گهرجون پوري ٿيڻ تائين منگلا ڊيم ۾ پاڻي نه ڀريو وڃي. (2) جيڪڏهن ڪن سببن جي ڪري منگلا ڊيم ۾ پاڻي ڀرڻ اٽڪر هجي ته ايترو ڀرڻ کپي جو آبپاشيءَ جي پاڻيءَ جون گهرجون 20 سيڪڙي کان گهٽ نه ٿين. جيڪو پاڻي ٺاهه ۾ ڏنل آهي ۽ اهو ٻه صوبن جي مرضيءَ سان ٿيڻ کپي. (3) جيڪڏهن آڳاٽي خريف ۾ سنڌوءَ ۾ پاڻي گهٽ هجي ۽ منگلا ڊيم ۾ پاڻي ڀريل هجي ته اهو هيٺين پاڻيوارن کي ڏيڻ گهرجي. (4) مٿيان اصول منگلا ڊيم جي پاڻيءَ جي گنجائش وڌائڻ کان پوءِ به لاڳو ٿيندا.

(b-5) لنڪ ڪينالن ۽ مستقبل جي ڊيمن ڪي هلائڻ وارا اصول:

(1) جيستائين سنڌوءَ مان سڌو نڪرندڙ واهن جون گهرجون ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق پوريون نه ٿين سنڌوءَ جو پاڻي چشما، جهلم ۽ تونسا، پنجند لنڪ ڪينالن وسيلي معاون دريائن جي هيٺين ايراضين لاءِ نه نيو وڃي. (2) عام طرح جهلم ۽ جناب دريائن ۾ منگلاڊيم ۾ جهجو پاڻي هجي ٿو، تنهنڪري چشما، جهلم ۽ تونسا، پنجند لنڪ ڪينالن ذريعي سنڌوءَ مان پاڻي نه وهايو وڃي. پر جيڪڏهن اتي ڪوٽ هجي ته مٿيون شرط پوري ٿيڻ کان پوءِ پاڻي وهائي سگهجي ٿو. (3) منگلا ڊيم ڀرڻ جي وقت ۾ چشما جهلم ۽ تونسا پنجند لنڪ ڪينال نه هلائڻ ڪپن. (4) چشما، جهلم، ۽ تونسا، پنجند بين الصوبائي واهه آهي، تنهنڪري اهي هڪڙي صوبي جي چوڻ سان هلائڻ بدران ٻين صوبن جي مرضي به ان ۾ شامل ٿيڻ گهرجي.

## مستقبل جي ڊيمن جي هلائڻ جا اصول

(1) جيستائين ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن موجب صوبن جون پاڻيءَ جون گهرجون پوريون ٿين ۽ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ به گهرج مطابق پاڻي نه ڇڏيو وڃي، ڊيمن ۾ پاڻي نه ڀرڻ گهرجي.

(2) پهرين تربيلا ڊيم ۾ پاڻي ڀرڻ ڪپي، جيڪڏهن تربيلا ڊيم ڀرڻ کان واڌو پاڻي هجي ته پوءِ ٻين ڊيمن ۾ ڀري سگهجي ٿو.

(3) جون ۽ جولاءِ وارن مهينن ۾ ڊيم ڪي انهيءَ نموني ۾ هلائڻ ڪپي ته جيئن ان مان لٽ ڪڍي سگهجي.

(4) ڊيم مان ائين پاڻي ڪڍجي ته پهرين ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق پاڻيءَ جي ڪوٽ پوري ڪجي ۽ پوءِ پيرا 4 موجب پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ 12،14،37،37 جي حصي مطابق ورهائجي. اهي ٻئي ڳالهيون ڊيمن جي گنجائش بدران ڊيمن جي گڏ ٿيل پاڻيءَ ڪي نظر ۾ رکي ڪرڻ ڪپن.

## ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن لاءِ ٿيل اڀياس

انهيءَ لاءِ به اڀياس ڪيا ويا. هڪڙو پاڻيءَ جي چڙهي اچڻ ڪي روڪڻ لاءِ، ٻيو ماحوليات گهرجن لاءِ. پهرين اڀياس ۾ انگريزي اکر Sea Intrusion هجڻ

بدران Sea Water Intrusion جو اپياس ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته اڪر Sea In-trusion آهي.

## پهرين اپياس ۾ ڏنل سفارشون

(1) ڪوٽڙيءَ کان هيٺ صفا پاڻي نه ڇڏڻ واري ڳالهه نه ڏيڻ ڪپي. سو کهڙي وارن سالن ۾ به گهٽ ۾ گهٽ 1000 ڪيوسڪ پاڻي ڇڏڻ گهرجي.
(2) سمنڊ کان 35 ڪلوميٽر مٿي ڊنڊو (شيرازي بندر) کان مٿي سمنڊ جو پاڻي نه چڙهڻ ڪپي. انهيءَ ڪي اتي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 10،000 ڪيوسڪ پاڻي سڄو سال ڇڏڻ گهرجي. (3) ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سوکهڙي وارن سالن ۾ 3.09 سراسري سالن ۾ 5.46 ۽ ٻوڏ وارن سالن ۾ 7.24 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏڻ ڪپي. (4) في الحال سمنڊ جي پاڻيءَ ڪي مٿي اچڻ کان روڪڻ لاءِ ڪنهن بيراج ٺاهڻ جي ضرورت ناهي. وڌيڪ ڊيم ٺهڻ کان پوءِ انهيءَ تي سوچجي.

## ٻئي اپياس ۾ ڏنل سفارشون

مختلف ماحولياتي گهرجن لاءِ هيٺين ريت پاڻي ڪپي. دريائي ٻيلن لاءِ واهن مان 0.4 ملين ايڪڙ فوٽ، تمر جي ٻيلن لاءِ درياءَ مان 4.7 ملين ايڪڙ فوٽ، پلي لاءِ درياءَ مان 0.9 ملين ايڪڙ فوٽ، ٻي مڇيءَ لاءِ درياءَ مان 1.8 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ واهن مان 2.7 ملين ايڪڙ فوٽ، پيئڻ لاءِ درياءَ مان 0.007 ۽ واهن مان 0.0008 ملين ايڪڙ فوٽ.

انهن ٻنهي اپياسن جي نظرداري ۽ جاچ کان پوءِ پنهنجون سفارشون ڏيڻ لاءِ عالمي سطح جا ماهر (Panel of Experts) رکيا ويا. انهن جون سفارشون هيٺين ريت آهن.

(1) سڄو سال 5000 ڪيوسڪ پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ هيٺين گهرجن لاءِ ڇڏيو وڃي.

(1) سمنڊ جي پاڻيءَ جي چڙهي اچڻ کي روڪڻ لاءِ.
(2) ماحولياتي جنداري لاءِ.
(3) دريائي پيٽ کي چست رکڻ لاءِ.

خريف ۾ 1.8 ربيع ۾ 1.8 ڪل 3.6 ملين ايڪڙ فوٽ ڪوٽ.

(2) ڪوٽ وارن سالن ۾ مٺيان انگ آبپاشي جي ڪوٽ مطابق گهٽائي سگهجن ٿا.

(3) 5 سالن ۾ ڪل 25 ملين ايڪڙ فوٽ ڇڏڻ کپي ته جيئن، (1) سمنڊ جي ڪناري جي ڪاٽ روڪڻ لاءِ لٽ ڊيلٽا ۾ ويندي رهي. (2) درياءَ کي زنده رکي سگهجي. (3) جتادار ٻيلن جي واڌ ٿئي.

پارلياماني ڪاميٽي، فني ڪاميٽي ۽ ڪونٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن جا اڀياس انهيءَ لاءِ ڪرايا ويا ته جيئن پاڻي جا مامرا ختم ڪري صوبن ۾ ويڇا گهٽائي ۽ ڀائيچارو پيدا ڪري سگهي. پر سيني ڳالهين جو فيصلو ڪرڻ بدران صدر صاحب 17 جنوري 2006ع تي پنج ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو، جيڪي سال 2016 ۾ پورا ڪيا ويندا. پر ٻين مامرن جو ڇا ٿيندو؟ ڇا پاڻيءَ جي ورهاست صحيح ٿيندي. ڇا منگلا ائين ڀريو ويندو؟ ڇا لنڪ ڪينال ائين ئي هلايا ويندا، ڇا آڳاٽي خريف ۾ اسان پاڻيءَ لاءِ سڪندا رهنداسين؟ ڇا ڪونٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي رڳو ٻوڏهن ڇڏيو ويندو جڏهن گهرجن کان وڌندو؟ جيستائين سڀني مامرن جو انصاف وارو فيصلو نه ٿيندو صوبن وچ ۾ ويڇا وڌندا رهندا، محبت ۽ هم آهنگي پيدا نه ٿيندي.

منهنجي صدر صاحب کي اپيل آهي ته پاڻيءَ جي سڀني مامرن جو انصاف وارو فيصلو ڪري ته جيئن صوبن ۾ محبت ۽ قرب وڌي ۽ پاڪستان مضبوط ۽ خوشحال ٿئي.

(روزانه ڪاوش 29 مارچ 2007)

# اچو تہ حقيقت پسند ٿيون!

صدر مشرف پنهنجي 13 سيپٽمبر واري قوم کي خطاب ۾ [illegible] [illegible] [illegible] [illegible] ڪيون:

(1) پاڻي ٺاهہ جي معاهدي ۾ پنجاب [illegible] ڏني [illegible] ۽ ان جو پاڻي 2 سيڪڙو گهٽايو ويو آهي ۽ سنڌ جو 1.2 سيڪڙو وڌايو ويو آهي.

(2) پاڻي ٺاهہ جي شق 13 موجب ارسا جو هيڊ ڪوارٽر مقرر ٿيڻو هو جيڪو لاهور ۾ مقرر ٿيو. مان سنڌ جو اعتماد بحال ڪرڻ لاءِ اهو لاهور کان اسلام آباد منتقل ڪيو.

(3) 1994ع وارو فيصلو ٺاهہ جي پيڪڙي آهي پر معاهدي تي مڪمل عمل ٿيڻ گهرجي ۽ ڊيم تعمير ڪرڻ واري نڪتي تي بہ عمل ٿيڻ گهرجي.

(4) معاهدي مطابق ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت آهي جنهن لاءِ اسٽڊي ڪرائيندا سين پر پاڻي هيٺ تڏهن ڇڏي سگهندا سين جڏهن ڊيم ٺهندا.

(5) ٿل ريٽي ۽ ڪچي ڪينال ٻوڏ جو پاڻي کڻندا ۽ 75 کان 90 ڏينهن هلندا.

(6) ٿل ڪينال جي بنا منظوري اڏاوت وارا افواهہ غلط آهن.

(7) ڊيم ٺاهڻ سنڌ جي مفاد ۾ آهي.

(8) ڊيم ٺاهڻ تي اعتراض ڪرڻ وارا متبادل ٻڌائين.

(9) ماضي ۾ سنڌ سان زيادتيون ٿيون آهن پر منهنجي دور ۾ سنڌ سان زيادتي نہ ٿي آهي. سيني صوبن سان انصاف ڪيو ويو آهي، مان ما[illegible]يءَ جي تلخين تي معافي ٿو وٺان.

اچو تہ صدر صاحب جي ڪيل ڳالهين جو حقيقت جي نظر سان جائزو وٺون ۽ ڏسون تہ سچ ڇا آهي ۽ ڪوڙ ڇا آهي؟

1- پنجاب جي قرباني: سنڌ طاس معاهدي دوران هندوستان کان وڏيڪ حصو وٺڻ لاءِ پاڪستان پاڻيءَ جي انگن اکرن تي جيڪا پوزيشن ورتي سا سنڌ سان ٿيل ماضيءَ جي معاهدن مطابق نہ هئي. جنهن تي سنڌ اعتراض ڪيو تہ انهيءَ جي هڪڙي مرڪزي سيڪريٽري مسٽر خليلي سنڌ کي لکت ۾ خاطري

ڏني تہ انهيءَ ڪرڻ ڪري سنڌ جي اعتراضن جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪميٽي يا ڪميشن ناهي ويندي. پنجاب مٿين پر هجڻ ڪري پنهنجو واهپو وڌائيندو ويو. انهيءَ ڪان پوءِ مختلف ڪميشن ٺهيا ۽ جڏهن 1991ع ۾ ٺاهہ تي ڳالهيون ٿين پيون تہ پنجاب جو واهپو 39، 54 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌ جو واهپو 7. 43 ملين ايڪڙ فوٽ هو. ٺاهہ ۾ پنجاب کي 55.91 م ا ف پاڻي مليو ۽ سنڌ کي 48.76 م ا ف. پنجاب جو پاڻي واهپي کان 2.8 سيڪڙو وڌيو ۽ سنڌ جو واهپي کان 11.6 سيڪڙو وڌيو تہ اهو چوڻ تہ پنجاب جو پاڻي 2 سيڪڙو گهٽيو. صحيح ناهي ۽ هونئن بہ پنجاب جو وڌيل استعمال انهيءَ جو حق نہ هو. تنهنڪري پنجاب ٺاهہ ٿيڻ ۾ قرباني نہ ڏني هئي ۽ کيس استعمال کان گهٽ پاڻي نہ مليو.

2- اعتماد جي بحالي: ڇا سنڌ جو اعتماد رڳو هيڊ ڪوارٽر تبديل ڪرڻ سان ئي بحال ٿي ويو آهي. اها رڳو هڪڙي نمائشي تبديلي آهي. اعتماد بحال ڪرڻ واريون جيڪي ڳالهيون آهن تن تي تہ عمل ئي نٿو ڪيو وڃي تہ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڏنو ٿو وڃي ۽ نہ ئي اپياس ڪرايو ٿو وڃي، نہ وري ٺاهہ جي ڏهاڪن مطابق پاڻي ورهايو ٿو وڃي. ڪوٽ واري وقت ۾ منگلا ڊيم ۾ پاڻي ذخيرو ڪيو ٿو وڃي ۽ سنڌ جي پيٽ ۾ سرحد ۽ بلوچستان سان امتيازي سلوڪ ڪيو ٿو وڃي. سنڌ جو اعتماد تہ بحال نہ ٿيو آهي. پوءِ صدر صاحب ڪهڙي اعتماد جي بحاليءَ جي ڳالهہ ٿو ڪري.

3- ٺاهہ جي پيچڪڙي: صدر صاحب اعتراف ڪيو آهي تہ 1994 واري فيصلي مطابق ورهاست ٺاهہ جي پيچڪڙي آهي. پوءِ صدر صاحب انهيءَ پيچڪڙي کي ختم ڪري ٺاهہ ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ورهاست نٿو ڪرائي. برابر ڊيم ٺاهڻ واري نڪتي تي بہ جيڪڏهن اهي Feasible آهن تہ عمل ٿيڻ کپي. پر پاڻيءَ جي ٺاهہ مطابق ورهاست کي ڊيم ٺاهڻ سان ڳنڍڻ ڪيئن مناسب آهي؟ ٺاهہ ۾ تہ اهو لکيل ڪونهي تہ جيستائين ڊيم نہ ٺاهيا ويندا. صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست ٺاهہ مطابق نہ ڪئي ويندي.

4- ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ: صدر صاحب ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ کي ڊيم ٺاهڻ سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سان غلط ڳالهہ آهي، ڇا نوان ڊيم ٺاهڻ کان اڳ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي نٿو ڇڏي سگهجي. ڊيم جو پريل پاڻي ربيع ۾ استعمال ٿئي ٿو. اسان تہ خريف ۾ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ڳالهہ ڪيون ٿا. انهيءَ جو ڊيم ٺاهڻ سان ڪو واسطو ڪونهي. تنهنڪري ڊيم

ناھڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کي پاڻي ڏيڻ وارو دليل صحيح ناهي.

5- فلڊ واٽر ڪينال: صدر صاحب فرمايو تہ ٿل، ڪچي ۽ ريٽي ڪينال ھوڏ جو پاڻي ڪٽندا ۽ 75 کان 90 ڏينهن وهندا انهن تنهي ڪينالن لاءِ جيڪو انهن جي پي سي ون ۾ پاڻي ڏيڪاريل آهي سو مان ڏهاڪي مطابق ڏيان ٿو.

| ڏهاڪو | ٿل | ڪچي | ريٽي |
|---|---|---|---|
| اپريل پھريو | 4600 | 1663 | 0 |
| اپريل ٻيو | 3400 | 1374 | 0 |
| اپريون ٽيون | 4900 | 1212 | 3110 |
| مئي پھريون | 5400 | 1210 | 2546 |
| مئي ٻيو | 5500 | 2038 | 3091 |
| مئي ٽيون | 5500 | 3126 | 3448 |
| جون پھريون | 8500 | 4280 | 3785 |
| جون ٻيو | 8500 | 4974 | 4635 |
| جون ٽيون | 8500 | 5804 | 5155 |
| جولاءِ پھريون | 8500 | 5692 | 5155 |
| جولاءِ ٻيو | 8500 | 5499 | 5155 |
| جولاءِ ٽيون | 8500 | 5911 | 5155 |
| اگسٽ پھريون | 8500 | 5483 | 5155 |
| اگسٽ ٻيو | 8500 | 5712 | 5155 |
| اگسٽ ٽيون | 8500 | 5281 | 5155 |
| سيپٽمبر پھريون | 8500 | 4452 | 5155 |
| سيپٽمبر ٻيو | 5800 | 3731 | 2883 |
| سيپٽمبر ٽيون | 5500 | 3018 | 1559 |

مٿي ڏنل انگ اکر موجب ڪوبہ ڪينال فلڊ ڪينال ڪونهي، جيڪو رڳو 75 کان 90 ڏينهن پاڻي ڪٽندو هجي. ٿل ۽ ڪچي سڄو خريف پاڻي ڪٽندا ۽ ريٽي اپريل جي پھرين 20 ڏينهن کان سواءِ سڄو خريف پاڻي ڪٽندو.

6- ٿل ڪينال جي بنا منظوري اڏاوت: صدر صاحب فرمايو تہ ٿل ڪينال جي بنا منظوري اڏاوت وارا افواھ غلط آهن. ڪنهن منصوبي جي منظوري واري اڏاوت شروع ڪرڻ لاءِ پھرين انهيءَ جي فيزيبلٽي ناهبي آهي. پاڻيءَ جي

دستيابي جو سرٽيفڪيٽ ارسا کان ونبو آهي، پي سي ون ناهي انهيءَ جي منظوري ۽ Cdwp ۽ Ecnec کان ونبي آهي. ايڊمنسٽريٽو منظوري ونبي آهي. ۽ پوءِ پئسا رليز ٿيڻ کان پوءِ ڪم شروع ڪبو آهي. ٿل ڪينال جو ڪم 16 آگسٽ 2001ع ۾ انهيءَ جو پيڙهه جو پٿر صدر صاحب کان رکرائڻ کان پوءِ شروع ڪيو ويو. فيزيبلٽي نه ناهي وئي. C D W P اسڪ 2002ع. 8.2 تي ڪليئر ڪئي. 2002ECNECع. 28.2 تي منظوري ڏني. ارسا پاڻيءَ جي دستيابي جو سرٽيفڪيٽ 7 مئي 2002ع تي ڏنو. اهي سڀ منظوريون ڪم شروع ڪرڻ کان 6 8 مهينا پوءِ ورتيون ويون. پوءِ به صدر صاحب چوي ٿو ته بنا منظوري اڏاوت شرع ڪرڻ جا افواهه غلط آهن. مٿين حقيقتن مان چٽي طرح واضح آهي ته اهي افواهه نه بلڪ ٺوس سچ آهي ته ٿل ڪينال جو ڪم بنا منظوريءَ جي شروع ڪيو ويو.

7- سنڌ جو مفاد: صدر صاحب فرمايو ته ڊيم ناهڻ سنڌ جي مفاد ۾ آهي. ڳالهه ته صحيح آهي، جيڪڏهن ڊيم ٺهڻ ڪري سنڌ تي انهيءَ جي ٿيندڙ نقصانن جو ازالو ڪيو وڃي. پهرين ته ڊيم جن سالن ۾ واڌو پاڻي آهي تڏهن ڀريا وڃن يعني Carry over dam ناهيا وڃن. ٻيو انهن کي اهڙي هنڌ ناهيو وڃي جتان واهه نه نڪري سگهن ۽ ٽيون ته انهن کي آبپاشي جي ترجيح لاءِ استعمال ڪيو وڃي نه ڪي بجلي پيدا ڪرڻ جي ترجيلح لاءِ ۽ چوٿين ۽ مکيه ڳالهه ته ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏڻ جي خاطري ٿئي.

8- ڊيم جا متبادل: نوان ڊيم ناهڻ ڪا خراب ڳالهه ڪانهي، پر جيڪڏهن مٿي ڏسيل ڳالهين کي نظر ۾ رکيو وڃي ته. پر ائين به ڪونهي ته ڊيم نه ٺهڻ ڪري ترقي رڪجي ويندي ۽ انهيءَ جا متبادل ڪونهن. ڊيم اسان وٽ بجلي ۽ پاڻيءَ لاءِ ناهيا وڃن ٿا. بجلي لاءِ "وهندڙ درياءَ" (Run of the River) ڊيم ناهي سگهجن ٿا. جيئن غازي برٿا ناهيو ويو آهي. ٿر واري ڪوئلي مان تمام گهڻي بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. پاڻيءَ لاءِ ڪيري اوور ڊيم يا ننڍا ڊيم ناهي سگهجن ٿا. واٽر ڪورسن کي پڪو ڪري گهربل پاڻي وڌائي سگهجي ٿو. واراسين علائقن ۾ واهن کي پڪو ڪري پاڻي بچائي سگهجي ٿو. پاڻيءَ جي صحيح استعمال (Water Management) سان گهربل پاڻي حاصل ڪري سگهجي ٿو. يعني جيڪڏهن ارادو ۽ نيت آهي ته سڀ ڪجهه ڪري سگهجي ٿو. انگريزي ۾ چوندا آهن ته: Where there is a will, there is a way

9- سنڌ سان زيادتيون: صدر صاحب چوي ٿو ته منهنجي دور ۾ سنڌ سان زيادتيون نه ٿيون آهن. ڇا دائود پوٽو صاحب، گورنر سنڌ ۽ اي اين جي عباسي صاحب وزير آبپاشي ڪان سندس دور ۾ استعيفائون نه ڏياريون ويون. ڇا پاڻيءَ جي ورهاست سندس دور ۾ غلط نه پئي ٿي، ڇا ٿل ڪينال بنا منظوريءَ جي سندس دور ۾ شروع نه ڪيو ويو. اها لسٽ ڊگهي ٿي سگهي ٿي. پر مان رڳو چند مثال ڏنا. وري چوي ٿو ته مان ماضيءَ جي تلخين تي معافي ٿو وٺان ڇا رڳو معافي ڪافي آهي. غلطين کي درست ڪرڻ جي ضرورت ناهي؟

مون صدر صاحب جي ڪيل ڳالهين جي حقيقت سنڌ واسين سامهون پيش ڪري ڇڏي آهي، هاڻي هو پاڻ فيصلو ڪن ته اهي ڳالهيون ڪيتري قدر سچيون آهن ۽ انهن تي ڪيترو اعتبار ڪري سگهجي ٿو.

(روزانه ڪاوش: 24 سيپٽمبر 2003ع)

# ميڊيا مهم ۽ پاڻيءَ جون اصل حقيقتون

25 آگسٽ 2003ع تي صدر پرويز مشرف جي ڊيمن جي حمايت ۾ هلايل تحريڪ کان پوءِ ميڊيا مهم هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. انهيءَ ڏس ۾ حڪومت هڪڙو پمفليٽ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڇاپيو آهي، جنهن جو عنوان آهي "پاڻي جو مسئلو ۽ حقيقتون" انهيءَ پمفليٽ جي پڇاڙيءَ ۾ لکيل آهي ته "مٿي ڏنل عام فهم سمجهاڻي مان ثابت ٿيو ته مفاد پرستن غير ضروري طور مسئلي کي سياسي بڻائي ڇڏيو آهي. سنڌ صوبو پاڻي جي هر ترقياتي پروجيڪٽ جو وڏو مخالف آهي ۽ ان کي ٿي وڏيڪ تڪليف برداشت ڪرڻي پوندي. اسان کي پنهنجي سوچ ايندڙ نسلن لاءِ صحيح ڪرڻي پوندي ۽ وڏي واڪي ترقياتي پراجيڪٽن جي حمايت ڪرڻ پوندي." اچو ته انهيءَ پمفلٽ ۾ ڏنل سرڪاري حقيتن جو جائزو وٺون ته اهي ڪيتري قدر ٺيڪ آهن ۽ اصل حقيقتون ڇا آهن. انهيءَ پمفلٽ ۾ هيٺين ڳالهين تي بحث ڪيو ويو آهي.

(1) پاڻي جي ورهاست ۽ ان جا حصا.

(2) ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻيءَ جو وهڪرو.

(3) گريٽر ٿل ڪينال جي اڏاوت

(4) پاڻيءَ جي ذخيرن جي اڏاوت

اچو ته هر هڪ جو تفصيلي جائزو وٺون.

## (1) پاڻيءَ جي ورهاست ۽ ان جا حصا:

(1) پمفليٽ موجب: 1991ع تائين پاڻي 82-1977ع واري ورهاست مطابق ڏنو ويندو هو ۽ صوبن جو حصو هيٺين ريت هو.

پنجاب 51.61 سيڪڙو.

سنڌ 41.44 سيڪڙو

سرحد 5.08 سيڪڙو

بلوچستان 1.87 سيڪڙو

اصل حقيقت: 1991ع تائين پاڻي هر سال عارضي ورهاست مطابق ورهايو

ويو هو ڪنهن بہ صوبي جو مقرر حصو نہ هو. گهٽي پاڻي اها ورهاست هيٺين ريت هئي.

سرحد: پوري گهرج

بلوچستان: پوري گهرج

پنجاب خريف: جهلم ۽ چناب جو پورو پاڻي ۽ سنڌو مان 33 سيڪڙو.

سنڌ اڳواٽ خريف ۾: 50 سيڪڙو

سنڌ ربيع ۾: سنڌو مان 67 سيڪڙو

(2) پمفليٽ موجب: 1991ع واري ٺاهہ ۾ پنجاب جو حصو 2.7 سيڪڙو گهٽيو ۽ سنڌ جو 1.2 سيڪڙو وڌيو. اهڙيءَ ريت پنجاب گهاٽي ۾ ۽ سنڌ فائدي ۾ رهيو. (اها ڳالهہ سرڪاري پمفليٽ جي آهي).

اصل حقيقت: پنجاب منڍ ۾ هجڻ ڪري پنهنجو واهپو وڌائيندو ويو. 82-1977ع ۾ ان جو واهپو 54.39 ملين ايڪڙ فوٽ هو ۽ ٺاهہ ۾ انهن کي 55.94 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڏنو ويو. يعني 2.8 سيڪڙو وڌ. سنڌ جو واهپو مٿئين وقت ۾ 43.7 ملين ايڪڙو فوٽ هو ۽ ٺاهہ ۾ پاڻي ڏنو ويو. 48.76 مليں ايڪڙ فوٽ يعني 11.60 سيڪڙو وڌيڪ. ان صورت ۾ اهو چوڻ تہ پنجاب کي هاجو ٿيو سا ڳالهہ بالڪل غلط آهي.

(3) پمفليٽ موجب: 1991ع واري ٺاهہ کان پوءِ ڪو ذخيرو نہ ٺاهيو ويو، تنهن ڪري 1994ع ۾ ورهاست وري اڳي واري تاريخي بنياد تي آندي وئي.

اصل حقيقت: ٺاهہ ۾ ڪٿي بہ لکيل ناهي تہ ذخيرو ٺاهڻ کان پوءِ ورهاست ٺاهہ مطابق ٿيندي. 1994ع وارو فيصلو ڏاڍ مڙسي سان ڪيو ويو جو ان وقت جو صدر فاروق لغاري ۽ وفاقي پاڻي بجلي واري وزير غلام مصطفيٰ کر کي تونسا مان نڪرندڙ واهن مان پاڻي کپندو هو ۽ ٻنهي کي انهيءَ فيصلي ڪرڻ ڪري پاڻي مليو.

## (2) ڪوٽڙي کان هيٺ وهڪرو:

(2) پمفليٽ موجب: ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن جو اپياس صوبن وچ اختلافن ڪري نہ ٿيو.

اصل حقيقت: اهي اپياس صوبن وچ ۾ اختلافن ڪري نہ، بلڪ هڪڙي صوبي جي اختلافن جي ڪري نہ ٿيا. اهو صوبو فيصلي مطابق اپياس ڪرائڻ

بدران ذڪر ڪيل گهرجي. تي اپياس ڪرائڻ چاهي ٿو. فيصلي ۾ گهرجن (Needs) ۽ اپياس (Studies) جو ذڪر آهي. اهو صوبو سيني گهرجن بجاءِ رڳو هڪڙي گهرج يعني سمنڊ جي پاڻ تي اپياس ڪرائڻ گهري ٿو.

(2) پمفليٽ موجب: جيڪڏهن سيلاب وارو پاڻي خشڪيءَ وارن سالن ۾ گڏ ڪيل هجي ها ته خشڪ سالي وارن مهينن ۾ گهٽ ۾ گهٽ پاڻيءَ جي فراهمي يقيني هجي ها.

اصل حقيقت: خشڪيءَ وارن سالن ۾ ڊيم ڀرجي ئي نه سگهجن ها، ته ڪيئن پاڻي بين مهينن ۾ فراهم ٿي سگهي ها ۽ جيڪڏهن ڊيم ڀرجن ها ته ڀرڻ واري وقت تي سنڌ کي پورو پاڻي نه ملي ها.

(3) پمفليٽ موجب: سراسري 28 سالن ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 35 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سمنڊ ۾ ويو.

اصل حقيقت: اهو صحيح آهي، پر ڊيم ٺاهڻ لاءِ سراسري وهڪري وارو جواز صحيح ناهي، پوين ٽن سالن ۾ سمنڊ ۾ ويل پاڻي 0.77، 1.93 ۽ 2.37 ملين ايڪڙ فوٽ هو جيڪڏهن ڊيم ٺهيل هجي ها ۽ ڊيم ڀرڻ لاءِ 6.1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪن ها ته سنڌ جو ڪهڙو حشر ٿئي ها.

## (3) گريٽر ٿل ڪئنال

پمفليٽ موجب: گريٽر ٿل ڪينال بلوچستان جي ڪڇي ۽ سنڌ جي ريٽي ڪينالن وانگر سيلابي ڪينال آهي.

اصل حقيقت: انهن ٽنهي ڪينالن تي ڪم بنا اپياس ڪرائي شروع ڪيو ويو. ريٽي ڪينال جو مطالبو سنڌ وارن نه ڪيو هو پر انهيءَ تي ڪم انهيءَ ڪري شروع ڪيو ويو ته جيئن گريٽر ٿل ڪئنال تي ڪم شروع ڪرڻ جو جواز پيدا ٿي سگهي.

(iii) پمفليٽ موجب: گريٽر ٿل ڪينال ٿل علائقي جي خوشاب ليه، بکر ۽ جهنگ ضلعن جون باراني زمينون آباد ڪندو.

اصل حقيقت: اهو برابر آهي، پر اهو به ته ٻڌائين ته انهيءَ ۾ پاڻي ڪٽڻ جي ڪري سنڌ جي ڪهڙن ضلعن جي زمين غير آباد ٿيندي؟ نوان واهه ناهي، نيون زمينون آباد ڪري آباد ٿيل زمينون سڪائڻ ڪٿان جي سياڻپ آهي؟

(iv) پمفليٽ موجب: اهو واهه خريف جي موسم ۾ رڳو 75 کان 90 ڏينهن

وهندو.

اصل حقيقت: اهو بہ تہ ٻڌائين تہ 90 ڏينهن پاڻي ڏئي کهڙو فصل اپائي سگهبو؟ جنهن مان ظاهر آهي تہ لازمي طور 90 ڏينهن کان وڌيڪ ڏينهن پاڻي ڪٽندا ۽ سنڌ جو پاڻي کٽائيندا.

(v) پمفليٽ موجب: گريٽر ٿل ڪينال 1991ع واري ناهہ ۾ شامل آهي ۽ ان جي منظوري ECNEC ڏني آهي ۽ پاڻ ارسا مئي 2002ع ۾ انهيءَ جي منظوري ڏني آهي.

اصل حقيقت: انهيءَ جو ڪم 16 آگسٽ 2001ع تي شروع ڪيو ويو. ECNEC 28 فيبروري 2002ع تي منظوري ڏني ۽ ارسا 8 مئي 2002ع تي منظوري ڏني اهو بہ تہ ٻڌائن تہ جڏهن منظوري نہ هئي تہ ڪم اڳ ۾ ڇو شروع ڪيائون.

(4) پمفليٽ موجب: سمنڊ ۾ ويندڙ سراسري پاڻي 35 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. گريٽر ٿل، ڪڇي ۽ ريٽي ڪينال لاءِ 6 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کپي تہ گهريل سيلابي پاڻي تہ موجود آهي.

اصل حقيقت: پوين ٽن سالن ۾ سمنڊ ۾ ويل پاڻي هن ريت هو.

سال 01- 2000ع ۾ 0.77 مليز ايڪڙ فوٽ.

سال 02- 2001ع ۾ 1.93 ملين ايڪڙ وٽ.

سال 03- 2002ع ۾ 2.37 ملين ايڪڙ فوٽ.

اهي واهہ ناهڻ کان پوءِ ڇا انهن سالن ۾ اهي واهہ بند رکي سگهجن ها؟ ۽ جيڪڏهن هلائجن ها تہ ڪنهن جو پاڻي ڪٽي ها؟ ظاهر آهي سنڌ جو.

## (4) پاڻيءَ جي ذخيرن جي اڏاوت:

پمفليٽ موجب: لتجڻ ڪري ڊيمن جي گنجائش گهٽجي پئي ۽ ٻين ايراضين لاءِ پاڻي کپي، تنهن ڪري ڊيم ناهڻ جي ضروري آهي ۽ هڪ کان وڌيڪ ڊيم ناهڻ جي ضرورت آهي. سمنڊ ۾ سراسري 35 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڃي ٿو ۽ اسان وٽ هينئين حساب ڪتاب مطابق 13 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچي ٿو.

سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻي 35 ملين ايڪڙ فوٽ.

ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهرج 10 ملين ايڪڙ فوٽ.

اولهندين ندين تي هندوستان جو حق 2 ملين ايڪڙ فوٽ.

اوپر وارين ندين تي حق 4.6 ملين ايڪڙ فوٽ..
اڻ ڏٺل حالتن لاءِ 5 ملين ايڪڙ فوٽ.
بچيل پاڻي 13.4 ملين ايڪڙ فوٽ.
اهو ڪالاباغ ۽ ٻاشا ڊيم ٺاهڻ لاءِ ڪافي آهي.

اصل حقيقت: گذريل 28 سالن ۾ سراسري طرح هيٺ سمنڊ ۾ ويندڙ 35.2 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. سراسري طرح اوپر وارين ندين جو 188، 8 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي پاڪستان ۾ اچي ٿو. هندوستان کي انهن ندين جي پاڻيءَ تي مڪمل حق آهي. اهو پاڻي اڳتي نہ ايندو. اولهہ وارين ندين تي هندوستان جو اِراضي آباد ڪرڻ لاءِ 4.6 ملين ايڪڙ فوٽ جو حق آهي. ڪابل تي افغانستان وارا ڊيم ٺاهڻ جو رٿيا سوچن سو 8 ملين ايڪڙ فوٽ اهي ڪٽي ويندا. ورهايل پاڻيءَ ۾ هينئر واهپو 12 ملين ايڪڙ فوٽ گهٽ آهي. 10 ملين ايڪڙ فوٽ ڊيلٽا لاءِ کپي. اهو ڪل 43 ملين ايڪڙ فوٽ ٿئي ٿو. ان حساب سان پاڻي اڳ ئي کٽل آهي، تنهن ڪري ڊيم ٺاهڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. مون پمفليٽ ۾ ڏنل سڀني ڳالهين جو تجزيو سنڌ واسين سامهون انگن اکرن ۽ اصل حقيقتن مطابق پيش ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي هو پاڻ فيصلو ڪن تہ ڇا سرڪار جي پنهنجي پمفليٽ ۾ ڏنل ڏيئيون ڳالهيون صحيح آهن.

(i) مفاد پرستن غير ضروري طور مسئلي کي سياسي بڻائي ڇڏيو آهي.
(ii) سنڌ صوبو پاڻيءَ جي هر ترقياتي پراجيڪٽ جو وڏو مخالف آهي.
(iii) اسان کي پنهنجي سوچ ايندڙ نسان لاءِ صحيح ڪرڻي پوندي.

بنيادي مسئلو هيءُ آهي تہ ترقياتي پراجيڪٽ مان هر صوبي کي فائدو پهچڻ گهرجي. جڏهن هينئر بہ مٽين جي صحيح سوچ ڪري سنڌ کي پنهنجو حق نٿو ملي تہ اسان پنهنجو حق ڇڏي پنهنجي سوچ هنن جي "صحيح سوچ" مطابق ڪئين ڪيون؟

(روزڪانہ ڪاوش: 10 جنوري 4002ع)

# ڊيم پرڻ وارو سوال ۽ پاڻيءَ جي

## وهڪرن جي حقيقت

هر سال خريف جي مند شروع ٿيڻ کان اڳ ارسا جي صلاحڪاري ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿيندي آهي جنهن ۾ سڀني صوبن جا زراعت ۽ آبپاشي کاتن جا سيڪريٽري واپڊا ۽ وفاقي پاڻي ۽ بجليءَ واري وزارت جا نمائندا شريڪ ٿيندا آهن. انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ پاڻيءَ جي صورتحال جو جائزو وٺڻ کان پوءِ ايندڙ خريف ۾ پاڻيءَ جي اچڻ جي اڳڪٿي ڪبي آهي. پوءِ زراعت لاءِ پاڻيءَ جو حصو رکڻ بعد ڊيم ڀرڻ جو پروگرام طي ٿيندو آهي، هن سال به اها گڏجاڻي ٿي ۽ خريف لاءِ هيٺيون اڳڪٿيون ڪيون ويون.

(1) درياهن ۾ وهڪرا ايترا سٺا نه رهندا، جنهنڪري پاڻي گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ هيٺين ريت ايندو.

سنڌو درياءَ: گهٽ ۾ گهٽ وهڪرو 46.48 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وڌ ۾ 51.87 ملين ايڪڙ فوٽ رهندو.

ڪابل درياءَ: گهٽ ۾ گهٽ وهڪرو 12.14 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 14.83 ايڪڙ فوٽ وهڪرو هوندو.

جهلم ندي: گهٽ ۾گهٽ پاڻيءَ جو وهڪرو 15.73 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 18.78 ملين ايڪڙ فوٽ وهڪرو هوندو.

چناب ندي: گهٽ ۾ گهٽ 17.49 ۽ وڌ ۾ وڌ 19.90 ملين ايڪڙ فوٽ وهڪرو هجڻ جا امڪان آهن.

ائين جيڪڏهن حساب ڪجي ته پاڻيءَ جو ڪل گهٽ ۾ گهٽ وهڪرو 91.98 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 105.38 ملين ايڪڙ فوٽ ٿئي ٿو.

(2) تربيلا ڊيم گهٽ ۾ گهٽ آيل پاڻي مطابق اگسٽ جي پڇاڙي واري ڏهاڪي ۾ ڀربو (1550 فوٽ ليول ماڻيندو) ۽ هن جي ليول هيٺين ريت وڌائبي.

| مهيني جي پڇاڙي | ليول ٿيندي |
|---|---|
| مئي | 1370 فٽ (ڊيڊ ليول) |
| جون | 1436 فٽ |

| | |
|---|---|
| جولائي | 1520 فٽ |
| آگسٽ | 1550 فٽ |

(3) منگلا ڊيم ڳهڻ ۾ گهٽ آيل پاڻي مطابق آگسٽ جي پڇاڙي واري ڏهاڪي ۾ پريو (1202 فوٽ ليول ماڻيندو) ۽ هن جي ليول هيٺين ريت وڌائبي.

| مهيني جي پڇاڙي | ليول ٿيندي |
|---|---|
| مئي | 1141 فٽ |
| جون | 1173 فٽ |
| جولائي | 1185 فٽ |
| آگسٽ | 1202 فٽ |

(4) سيپٽمبر واري مهيني ۾ درياهن ۾ وهڪرا گهٽجي وڃڻ ڪري ڊيمن مان پاڻي ڪڍبو. جنهن ڪري 30 سيپٽمبر تي تربيلا ڊيم جي پاڻيءَ واري سطح ٿي ويندي 1535 فوٽ. يعني فل سطح کان 15 فوٽ گهٽ ۽ منگلا جي سطح ٿي ويندي 1189 يعني فل سطح کان 13 فوٽ گهٽ.

اڳڪٿي انهيءَ بنياد تي ڪبي آهي ته هن سال مارچ واري مهيني ۾ وهڪرا ڪهڙي پوزيشن ۾ رهيا؟ ۽ جن به گذريل سالن ۾ ان سطح جا وهڪرا آيا. تن سالن ۾ خريف واري مند ۾ درياهن ۾ پاڻيءَ جي ڇا پوزيشن هئي، يا ان لاءِ ڪهڙن امڪانن (Probability) تي يقين ڪيو ويو؟ هن سال به ايندڙ پاڻيءَ جو ڪاٿو ان فارمولا تحت ساڳين امڪانن تي لڳائجي. مان ڪجهه ممڪنات / امڪانن بابت ٻڌائيندو هلان ته جيئن اڳتي هلي ڳالهه سمجهه ۾ اچي. واپڊا وارن هر هڪ درياءَ جا ڏهاڪي وارا وهڪرا 41 سالن جا هٿ ڪيا آهن ۽ 41 سالن جي هر ڏهاڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ پاڻيءَ جو مقدار ڪيوسڪ ۾ ڪڍيو آهي. جيڪو مقدار 41 سالن ۾ هر سال آيو. ان جي اچڻ جي ممڪنات (Pro-bability) کي انهن 100 سيڪڙو سڏيو. يعني اهو پاڻي هر سال آيو. وري جيڪو پاڻيءَ جو مقدار 41 سالن مان اٽڪل 20 سال آيو. تنهن جي ممڪنات کي پنجاهه سيڪڙو سڏيو. جيڪو پاڻي 10 سال آيو. تنهن جي ممڪنات کي 25 سيڪڙو سڏيائون يعني جيئن ممڪنات جو سيڪڙو وڌيڪ ته آيل پاڻي گهٽ. جيئن ممڪنات جو سيڪڙو گهٽ ته آيل پاڻي وڌيڪ. 90 يا 95 سيڪڙو ممڪنات معنيٰ تمام گهٽ وهڪرا ۽ 5 سيڪڙو ممڪنات معنيٰ تمام سنا ۽ گهڻا وهڪرا. هنن انهيءَ بنياد تي ڏهاڪي لاءِ جدول ناهيو آهي. مثال طور مان سنڌو درياءَ جي جولاءِ جي پڇاڙي واري ڏهاڪي جو جدول ڏسان ٿو ته 100

سيڪڙو ممڪنات تي 1،76،400 ڪيوسڪ پاڻي ايندو ۽ 5 سيڪڙو ممڪنات تي 3،50،460 ڪيوسڪ پاڻي ايندو. ارسا وارن مارچ ۾ آيل پاڻيءَ جي بنياد تي خريف لاءِ پاڻي اچڻ جا امڪان هيٺين ريت ڏيکاريا هئا.

سنڌو: 45 کان 65 سيڪڙو
ڪابل: 65 کان 80 سيڪڙو
جهلم: 40 کان 60 سيڪڙو
چناب: 50 کان 70 سيڪڙو

جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته هنن کو سنا وهڪرا ڪونه ورتا هئا. پر موسمي ڦير گهير برساتن جو درياهن جي پاڻي ڏيڻ وارن جبلن تي نه پوڻ ڪري گرمي پد گهٽ هجڻ ڪري يا جهڙالي هجڻ ڪري برف ۽ گليشيئر صحيح نه رجيا. جنهن ڪري وهڪرا ڪاٿي کان گهٽ رهيا. مان 20 آگسٽ تائين گهٽ ۾ گهٽ ڪاٿي وارو پاڻي ۽ آيل پاڻيءَ جو تقابلي خاڪو هيٺ ڏيان ٿو.

## تربيلا ڊيم

| مهيني جي پڇاڙي | ڪاٿي واري ليول | حاصل ٿيل ليول | گهٽ |
|---|---|---|---|
| مئي | 1370 | 1365 | 5 فٽ |
| جون | 1436 | 1412 | 24 فٽ |
| جولائي | 1520 | 1420 | 100 فٽ |
| 20 آگسٽ تي | 1540 | 1476 | 64 فٽ |

## منگلا ڊيم

| مهيني جي پڇاڙي | ڪاٿي واري ليول | حاصل ٿيل ليول | گهٽ |
|---|---|---|---|
| مئي | 1141 | 1122 | 19 فٽ |
| جون | 1173 | 1139 | 34 فٽ |
| جولائي | 1185 | 1156 | 29 فٽ |
| 20 آگسٽ تي | 1196 | 1167 | 29 فٽ |

سنڌو درياءَ ۾ پاڻي اچڻ جو ڪاٿو 36.87 ڪيوسڪ لڳايو ويو هو. جڏهن ته پاڻي 10 سيڪڙو گهٽ يعني 33.50 ڪيوسڪ پهتو. ائين ئي ڪابل نديءَ لاءِ ڪاٿو لڳايو ويو هو ته 10.73 ڪيوسڪ پاڻي ايندو. جيڪو 9.80 ڪيوسڪ آيو يعني اهو ڪاٿي کان 9 سيڪڙو گهٽ پاڻي هو. جهلم ۾ پاڻي اچڻ جو ڪاٿو 14.20 ڪيوسڪ لڳايو ويو هو. جيڪو 10.50 پهتو. يعني ڪاٿي کان 26 سيڪڙو گهٽ، ائين ئي چناب ۾ پاڻي وهڪري جو ڪاٿو 14.00 ڪيوسڪ لڳايو

ويو. اهو به 15 سيڪڙو گهٽ معنيٰ ته 11.90 ڪيوسڪ تائين پهتو.

گهٽ پاڻي اچڻ ڪري آبپاشي جي پاڻيءَ جي ڪوٽ ۽ ڊيمن ۾ به سوچيل پروگرام موجب پاڻي نه پرجي سگهيو. مان هنهي ڊيمن جي ڪاٽي واري ليول ۽ حاصل ٿيل ليول مٿي ڏني آهي.

تربيلا ڊيم جي ڊيزائين استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ جي گنجائش 9.3 ملين ايڪڙ فوٽ هئي. هوريان هوريان لٽ اچڻ ڪري ڊيم جي سامهون اٽڪل 10 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هڪ "واريءَ جو دڙو" جنهن کي "ڊيلٽا" چون ٿا ٺهي ويو آهي. انهيءَ ڊيلٽا کي ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ ڊيم جي گهٽ ۾ گهٽ سطح (Dead Level) ڊيزائن واري 1300 فوٽ رکڻ بدران 69 فوٽ مٿي، يعني 1369 فوٽ تي رکي وڃي ٿي، جنهن ڪري استعمال جوڳو (Live Storage) پاڻي 7.16 ملين ايڪڙ فوٽ رهجي ويو آهي. يعني 69 فوٽ گهٽ. اهو به تڏهن، جڏهن 1550 فوٽن تائين پرجي سگهي. 26 آگسٽ تي انهيءَ جي سطح 1490 فوٽ هئي، جيڪا سراسري طور آگسٽ ۾ 2.5 فوٽ في ڏينهن وڌي. آگسٽ جي باقي 5 ڏينهن ۾ اها 10 فوٽ کن وڌندي جو وهڪرا گهٽجڻ پيا. آگسٽ جي پڇاڙي تائين اها سطح 1550 فوٽن تائين پهچندي. جڏهن ته پرجڻ جي سطح 1550 فوٽ آهي. تربيلا ڊيم جي تاريخ ۾ هي پهريون ڀيرو ٿيندو ته ڊيم نه پرجي سگهندو. منگلا ڊيم جي استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ جي ڊزائين ٿيل گنجائش 5.4 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. لٽ جمع ٿيڻ ڪري هاڻي اها گنجائش 4.56 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. يعني 16 سيڪڙو گهٽ. 26 آگسٽ تي منگلا جي ليول 1168.65 فوٽ هئي، يعني فل 1202 فوٽ ليول کان 33 فوٽ گهٽ.

آگسٽ جي پهرين ڏهاڪي ۾ واڌ 4.9 فوٽ، ٻئي ڏهاڪي ۾ واڌ 4.5 ۽ 21 کان 26 آگسٽ تائين واڌ رڳو 1.35 فوٽ ٿي. آگسٽ جي باقي 5 ڏينهن ۾ وڌ ۾ وڌ 3 فوٽ پاڻي وڌندو يعني اٽڪل 1172 فوٽ ٿي ويندو. معنيٰ ته فل ليول کان 30 فوٽ گهٽ رهندو. منگلا ڊيم اڳي به ڪجهه سالن ۾ نه پريو آهي ۽ هن سال به پرجي نه سگهندو.

## نتيجو

هن سال تربيلا ۽ منگلا ڊيم فل نه پرجي سگهندا. جنهنڪري ربيع ۾ ٻين سالن جي ڀيٽ ۾ پاڻيءَ جي تمام گهڻي ڪوٽ رهندي.

(روزانه ڪاوش: 30 آگسٽ 2004ع)

# اسان کي اڪوڙي ڊيم جي مخالفت

## ڇو ڪرڻ گهرجي؟

صدر پرويز مشرف پنهنجي 17 جنوري 2006 واري تقرير، جيڪا ٽي وي تان نشر ڪئي وئي هئي، ان ۾ وڏن ڊيمن جي ماهري تي قوم کي اهو ٻڌايو ته پاشا ڊيم جو فون ڪم شروع ڪيو ويندو ۽ اتفاق راءِ سان ٻيا ٻه چار ڊيم يعني ڪالاباغ، اڪوڙي منڊا ۽ ڪرم تنگي ٻسال 2016ع تائين مڪمل ڪيا ويندا. انهن مان ڪالاباغ سڌو سنڌوءَ درياءَ تي، اڪوڙي درياءَ ڪان پري سنڌوءَ جي پاٽيءَ مان، منڊا سوات درياءَ تي ۽ ڪرم تنگي ڪرم نئين تي ٺاهڻو آهي. منڊا ۽ ڪرم تنگي ننڍا ڊيم آهن. جڏهن ته ڪالاباغ ۽ اڪوڙي وڏا ڊيم آهن. ڪالاباغ ڊيم بابت سنڌ واسين کي ڪافي ڄاڻ آهي، پر اڪوڙي بابت گهٽ خبر آهي، تازو سي ڊي ڊبليو پي جي ميٽنگ ۾ جڏهن ان جي فيزيبلٽي ڪان پوءِ ان جي ڊيزائين ڪرڻ جو پي سي 2 بحث لاءِ آيو ته پريس انهيءَ تي ڪافي ڪجهه لکيو، ۽ چون ٿا ته سنڌ جي نمائندي انهيءَ تي پنهنجا اعتراض واريا، جنهن جي نتيجي ۾ اها پي سي 2 منظور نه ٿي سگهي. اچو ته انهيءَ ڊيم بابت ڪجهه ڄاڻ وٺون.

### ٺهڻ جي جاءِ

اڪوڙي ڊيم پنجاب صوبي جي ضلعي اٽڪ جي ٻن شهرن فتح جنگ ۽ سنجوال وچ ۾ ٺاهڻو آهي، اتي جبلن جي وچ ۾ هڪ وڏي ڍنڍ آهي، جيڪا 250 چورس ڪلو ميٽرن ۾ پکڙيل آهي. جبلن وچ ۾ ٽي جايون اهڙيون آهن، جتان پاڻي ڍنڍ مان وهي سگهي ٿو، انهن ٽن هنڌن تي ڊيم ٺاهڻا آهن، هن جي ذخيري ڪرڻ واري ايراضي درياءَ ڪان پري هجڻ ڪري هن کي درياءَ ڪان پري وارو ذخيرو (Off Channel) چئجي ٿو. (ڏسو نقشو)

ڊيم کي ڀرڻ لاءِ تربيلا ڊيم مان 60,000 ڪيوسڪ گنجائش وارو هڪ واهه ڪڍيو جيڪو 37 ڪلوميٽر هوندو ۽ پڪو هوندو. اهو هري پور، حسن ابدال ويجهو وهندو جي ٽي روڊ، موٽر وي M-1 هيرو نئين کي ڪٽيندو اڪوڙي ڍنڍ جي اتر اويرين ڪنڌ تي وڃي ڍنڍ ۾ ڪرندو انهيءَ واهه جي تربيلا وٽ ليول تربيلا

ڊيم جي چنڊڻ جي ليول تي رکي وئي آهي. جيڪا 1492 فوٽ آهي، جيڪا تربيلا ڊيم جي ڀرڻ واري ليول 1550 فوٽ کان 58 فوٽ هيٺ آهي. اهو واهه تربيلا ڊيم جي ليول 1492 فوٽ ٿيڻ کان پوءِ هلندو ۽ 60 کان 70 ڏينهن ۾ اکوڙي جي ذخيري کي فُل ڪندو.

## ڊيم ڀرڻ لاءِ پاڻيءَ جو هجڻ

اکوڙي ڊيم جي پي سي 2 ۾ لکيل آهي ته کوٽڙيءَ کان هيٺ تربيلا ڊيم ٺهڻ کان پوءِ هيٺ ويل پاڻيءَ جي تجزئي مان اها خبر پوي ٿي ته سنڌو آبپاشي نظام جي مستقبل جي ترقي وٺائڻ لاءِ 25.4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود آهي، مختلف سالن ۾ سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻي کوٽڙيءَ کان هيٺ جي گهرجن ۽ ڪالاباغ ۽ ڀاشا ڊيم ڀرڻ کان پوءِ به ڪافي وڏيڪ هجي ٿو، اها ڳالهه طيءِ ٿيل آهي ته ڪالاباغ، ڀاشا ۽ اکوڙي ڊيم ڀرڻ لا ءِ پاڻيءَ جو مناسب مقدار موجود آهي. ٽنهي ڊيمن جي گڏيل ڀرڻ واري ايپاس مان پتو پوي ٿو ته اکوڙي ڊيم لاءِ پاڻي 7.3 ملين ايڪڙ فوٽ کان مٿي ملي ٿو.

## ڊيم لٽجڻ

منگلا ۽ تربيلا ڊيم جي پيٽ ۾ اکوڙي ڊيم جي حياتي گهٽي ٿيندي، جو منگلا ۽ تربيلا ڊيم درياءَ تي آهن، جتي سڌي لٽ اچي ٿي، جڏهن ته اکوڙي ڊيم درياءَ کان پري آهي ۽ مٿين ليول تان پاڻي کٽي ٿو تنهنکري ڪري ان ۾ تمام گهٽ لٽ گڏ ٿيندي، ڪاٿو لڳايو ويو آهي ته 100 سالن ۾ ڊيم جي پاڻي گڏ ڪرڻ جي صلاحيت رڳو 1.12 ملين ايڪ فوٽ گهٽجي يعني رڳو 16 سيڪڙو.

## ڊيم جا ڪجهه تفصيل

ڊنڊ ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ٽي ڊيم ٺاهيا ويندا. جن مان مکيه ڊيم جو عمق 400 فوٽ ۽ اٽڪل ٽي ميل ڊگهو هوندو، وچولي ڊيم جو عمق 213 فوٽ ۽ اٽڪل 5 ميل ڊگهو هوندو ۽ ننڍو ڊيم عمق ۾ 130 فوٽ ۽ ميل جو چوٿون حصو ڊگهو هوندو. ڊنڊ ڪل 7.6 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ استعمال جوڳو 6.0 ملين ايڪڙ پاڻي گڏ ڪري سگهندي، ڊيم جي پاڻي ڀرڻ جي ليول 1445 فوٽ هوندي. ياد

رهي ته تربيلا ڊيم جي پرحڻ جي ليول 15 سئو 50 فٽ آهي، ڊيم مان پاڻي ڪڍڻ جا ٽي نمونا آهن. بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ 30 فوٽ قطر واريون ٻه سرنگهون آهن، ۽ جڏهن بجلي پيدا نه ڪئي وڃي ته آبپاشيءَ لاءِ پاڻ ڪڍڻ لاءِ 33 فوٽ قطر جي ٽئين سرنگهه آهي. ڊيم جي فل ليول ٽيڻ کان پوءِ واڌو پاڻي کي ڪڍڻ لاءِ سائفن نموني واري چنبڻ آهي. بجلي پيدا ڪرڻ پڻ بجلي وارين سرنگهن تي ٽي سئو ميگا واٽ وارا پاور پلانٽ هنيا ويندا جن وسيلي 600 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهبي، ياد رهي ته ڀاشا ڊيم مان 4500 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهبي. ۽ ڪالاباغ ڊيم مان شروع ۾ 2400 ۾ پڇاڙي مرحلي ۾ 3600 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهبي. ماحولياتي گهرجن، ۽ ٻيهر آباد ڪاري بابت ٻي شيءِ 2 ۾ ڏنل آهي ته 9270 گهر پاڻيءَ هيٺ ايندا، ۽ 4780 ماڻهو ٻه دربدر ٿيندا. اهي پنجاب جي اٽڪ ضلعي جي تعلقن اٽڪ، فتح جنگ ۽ حسن ابدال، راولپنڊيءَ جي تعلقن ٽيڪسيلا ۽ واهه ڪينٽ ۽ سرحد جي هريپور ضلعي جي تعلي هريپور مان هوندا. ماحولياتي ۽ ٻيهر آبادڪاري جي ضرورتن لاءِ 43 ارب روپيا رکيا ويا آهن، ڊيم تي ڪل خرچ هيٺين ريت ٿيندو.

انجنيئرنگ: 115 ارب روپيا.

ماحول ۽ آباد ڪاري: 43 ارب روپيا.

اوچتا خرچ: 8 ارب روپيا.

انتظامي خرچ: 8 ارب روپيا:

مهانگائي: 43 ارب روپيا.

موڙيءَ تي وياج: 43 ارب روپيا.

ڪل: 264 ارب روپيا.

ڊيم مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ جي قيمت هڪ روپيو 42 پئسا في يونٽ ۽ ڊيم جي ڊزائين واري پي سي 2 جي قيمت 82 ڪروڙ روپيا ٻڌائي وئي آهي، ۽ اهو ڪم ادائي سالن ۾ پورو ڪرڻو آهي.

اترين علائقن ۾ سنڌوءَ جو پاڻي ڊيم ٺاهي ذخيري ڪرڻ جو سڌو سنئون اثر سيني کان وڌيڪ هيٺين حصي داريعني سنڌ تي پوندو ٻين صوبن ۾ سنڌوءَ کان سواءِ ٻين درياهن جو پاڻي ٻه آهي، جر جو پاڻي ٻه گهٽي پاڳي مٺو آهي، ۽ مينهن ٻه جام پون ٿا، سنڌ جو مڪمل دارومدار سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي آهي، جو جر گهٽي پاڳي کارو آهي ۽ مينهن ٻه تمام گهٽ پون ٿا، تنهنڪري اسان کي مٿي

ٺهندڙ هر ڪنهن ڊيم يا آبپاشي جي منصوبي کي چڱي طرح نظر ۾ رکٽو آهي، ۽ تجزيو ڪري انهيءَ جي پوندڙ اثرن کان پاڻ بچائڻو آهي. اڄو ته ڏسون ته سنڌ تي انهيءَ ڊيم جا ڪهڙا اثر ٿيندا. ۽ ڪيئن انهن کان بچاءُ ڪري سگهجي.

## ڊيم ڀرڻ لاءِ پاڻيءَ جو هجڻ

فيزيبلٽي واري اپياس ۾ اهو چيو ويو آهي ته ڊيم ٺاهڻ لاءِ 25.4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي آهي، جيڪو ٽنهي ڊيمن، يعني ڀاشا، ڪالا باغ ڊيم ۽ اکوڙي لاءِ ڪافي آهي، صدر پاران جوڙيل فني ڪاميٽي جو چيئرمين جناب اي اين جي عباسي صاحب پنهنجي رپورٽ ۾ ڊيمن لاءِ واڌو پاڻي هجڻ بابت هيٺيون ڳالهيون لکيون آهن.

(1) سراسري بنياد تي ڊيم ڀرڻ لاءِ هر سال واڌو پاڻي ڪونهي.

(2) ڪجهه ٻوڏ وارن سالن ۾ تمام گهڻو پاڻي اچي ٿو. جنهن کي ذخيرو ڪرڻ لاءِ 6 ملين ايڪڙ فوٽ وارا ڊيم ناڪافي آهن. اهو پاڻي هڪ وڏي گنجائش واري ڊيم ۾ گڏ ڪري گهٽ وهڪري وارن سالن ۾ استعمال ڪرڻ کپي.

(2) جيڪڏهن 6 ملين ايڪڙ فوٽ گنجائش وارا هڪ يا ٻه ڊيم ٺاهيا ويا ته اهي هر سال نه ڀرڻ ڪري سراسري طرح رڳو 2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڏيئي سگهندا.

مان سولي نموني ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ٽن سالن ۾ ساندهه ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويل پاڻيءَ جو مقدار ڏيان ٿو.

سال 01-2000ع ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ويو 0.77 ملين ايڪڙ فوٽ.

سال 02-2001 ۾ 1.93 ملين ايڪڙ فوٽ.

سال 03-2002 ۾ 2.32 ملين ايڪڙ فوٽ.

اهو پاڻي اچا به گهٽبو جڏهن هندوستان ۽ افغانستان مٿين علائقن ۾ پنهنجي حصي جو نه ڪنيل پاڻي ڪٽندا. ۽ منگلا ڊيم ليول وڌڻ ڪري ۽ نوان واهه يعني گريٽر ٿل ڪينال، ڪڇي ڪينال ۽ رٽي ڪينال ٺهڻ ڪري وڌيڪ پاڻي ڪٽندا. پر سمجهو ته مٿي ڄاڻايل پاڻي ئي دستياب آهي. پهرين ته موجوده اپياسن مطابق ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 8.6 ملين ايڪڙ پاڻي ڇڏڻو آهي، جيڪڏهن اهوئي پاڻي ڏيڻو پيو ته ڪنهن به ڊيم ڀرڻ لاءِ ساندهه ٽي سال ته پاڻي ڪونه هوندو پوءِ ڊيم ڪٿان ڀريندا سين؟ جيڪو پاڻي آهي، انهيءَ مان ڊيم ڀريو ته اثر

سڀني کان هيٺين حصي دار يعني سنڌ تي پوندو. جيئن هينئر منگلا ڊيم ٺهڻ ڪري سنڌ تي اثر پوي ٿو. نتيجو اهو نڪتو ته اڪوڙي ڊيم ٺهڻ لاءِ هر سال واڌو پاڻي ۽ اهو سنڌ جي پاڻي جي قيمت تي ڀريو ويندو.

## ڊيم مان واهه ڪڍڻ

"مٽيان" ڊيم ٺاهڻ لاءِ تڏهن راضي ٿيندا، جڏهن ان مان واهه ڪڍي نيون زمينون آباد ڪري سگهن، يا انهيءَ جو پاڻي منگلا جي ڪمانڊ ۾ ڪٽي وڃي سگهجي. هينئر ٿيل اپياس ۾ اهي ٻئي ڳالهيون ڪونهن، پر ڊيزائن مهل اهي اٿاري سگهجن ٿيون. ڪالاباغ ڊيم ۾ به پهريون واهه ڪڍڻ واري ڳالهه ڪونه هئي، پر پوءِ شامل ڪئي وئي، ڊيم ۾ گڏ ڪيل پاڻي 1991ع واري پاڻي ٺاهه جي ڪنل پاڻيءَ جي پورائي لاءِ به ناڪافي آهي، واهن لاءِ پاڻي ڪٿان ڏيندو.

## بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش

اڪوڙي ڊيم جي بجلي پيدا ڪرڻ جي صلاحيت رکو 600 ميگا واٽ آهي، جيڪا تمام گهٽ آهي، ڊيم مان مکيه اپت بجليءَ مان ٿئي ٿي، ڊيم جي قيمت 264 ارب روپيا آهي. منهنجي خيال ۾ هي فائدي ۽ خرچ واري ڪاٿي ۾ اقتصادي طور فائدي مند نه ٿي سگهندو.

## تت

ڊيم ۾ پاڻي ڀرڻ دوران ڪجهه سال ڊيم ڀرڻ لاءِ پاڻي نه هوندو ۽ ڊيم ڀرجي نه سگهندو، پر پاڻي نه هوندي به ڊيم ڀريو ويندو، جنهنڪري سنڌ ۾ خريف واري مند ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ٿيندي، تنهنڪري اسان کي ان ڊيم ٺاهڻ جي مخالفت ڪرڻ کپي.

(روزانه ڪاوش: 24 آگسٽ 2006ع)


سنڌو درياهه
تربيلا
ڊيم
هري پور
سنڌو درياهه
ڪابل درياهه
تربيلا ڊيم
مان نڪرندڙ واهه
حسن ابدال
ڊيم
جبل
سنجوال
ٽيڪسيلا
جبل
سنڌو درياهه
ڊيم
اڪوڙي ڊيم
جي ڊنڊ
مٿاهين
زمين
گهڙيالا
جبل
فتح جنگ

# ڪالاباغ ڊيم

## ۽ صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جا مسئلا

"سال 2002ع کان جون 2006ع تائين مون "ڪاوش" اخبار ۾ سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلن ۽ ڊيمن تي ڪجھ مضمون لکيا. انهن جو انگ 101 ٿئي ٿو. سنڌ وارن اهي مضمون تمام شوق سان پڙهيا ۽ ڪيترن انهن جون ڪٽنگس به پاڻ وٽ رکيون. ڪن دوستن مون کي وقت بوقت شڪايت ڪئي ته انهن کان ڪيترا مضمون گڏڻ ڪرڻ کان رهجي ويا. ۽ مشورو ڏنو ته جيڪڏهن اهي مضمون ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿي وڃن ته اهو ڪتاب سنڌ جي پاڻي ڪيس جو مڪمل رڪارڊ ٿيندو. انهن جي مٿين صلاح کي نظر ۾ رکندي. مون انهن 101 مضمونن مان 65 تمام اهم مضمون ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايا آهن ۽ اهو ڪتاب سنڌ واسين جي خدمت ۾ پيش آهي. مون انهن مضمونن کي هيڊنگ ڏيئي، ترتيب سان ستن بابن ۾ ورهايو آهي ته جيئن موضوع جو تسلسل قائم رهي.

چون ٿا ته هڪڙو بدو بغداد شهر جي ويجهو رڻ واري علائقي ۾ رهندو هو. جتي پيئڻ جو پاڻي تمام مشڪل سان پئي مليو ۽ اهو به ٻاڙو هو. هو انهيءَ ٻاڙي پاڻيءَ کي پيئڻ تي هريل هو. هڪڙي دفعي اتفاق سان اهڙي کوهه وٽ پهتو جنهن جو پاڻي ڪجھ منو هو. دل ۾ خيال آيس ته اهو پاڻي تحفي طور شهنشاهه کي پيش ڪري انعام وصول ڪريان. هو اهو پاڻي کڻي بغداد پهتو ۽ بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. بادشاهه ڪو نهايت رحمدل، همدرد ۽ نيڪ هو. جنهن هن کي انعام سان نوازيو. بدوءَ جي وڃڻ وقت بادشاهه پنهنجن ماڻهن کي رازداريءَ سان چيو ته هن کي اهڙي رستي تان موٽايو. جيڪو دجله درياءَ کان پري هجي، ائين نه ٿئي جو هي دجله درياءَ جو منو پاڻي پي شرمندو ٿئي.

منهنجي حالت به انهيءَ رڻ واري بدوءَ جهڙي آهي، محبت جي ميڙيل سيڙيل گلن جو ابتو سبتو گلدستو ٿاهي سنڌ واسين آڏو کڻي آيو آهيان ته جيئن قبول پوي، انهيءَ ۾ منهنجي اوڻاين ۽ خامين کي نه ڏسن. مان نه اديب آهيان، نه ليکڪ، نه دانشور، لفظن جي چاشني منهنجي مضمونن ۾ ناپيد آهي، ادب جي الف کان به اڻ ڄاڻ آهيان، عقل ۽ دانش جي سطح کان گهڻو هيٺ آهيان پر انهيءَ هوندي به هنن مضمونن جي گلدستي ۾ جيڪا شيءَ چمڪي ٿي، سا آهي سنڌ

واسين سان محبت ۽ خلوص. مٿين خامين ۽ اوڻاين کان ڊچندي به مان خلوص جي بنياد تي اميد رکان ٿو ته سنڌ واسي منهنجو هي تحفو قبول ڪندا. شاهه صاحب فرمايو آهي:

ڪت به ڪنب به، اڳيان توريندڙ تڪا،
اگهي ته پاءُ، نه ته مٿن ڪي به موٽ ٿي

مٿيون سٽون مهاڳ آهن انهيءَ ڪتاب جو، جيڪو مون سنڌ واسين جي فرمائش تي هن مضمون جي سرخيءَ واري عنوان سان ڇپرايو آهي، هن ڪتاب ۾ ڪل ست باب آهن. جن جو سناءُ هن ريت آهي ته، باب پهريون سنڌ جي پاڻي ڪيس جي پوئواري ڇو؟ باب ٻيو: وهندڙ ۽ ذخيرو ٿيل پاڻيءَ جا يونٽ، باب ٽيون: ڊيمن جي عالمي ڪميشن باب چوٿون: ڪالاباغ ڊيم. باب پنجون: پارلياماني ڪاميٽي، باب ڇهون: فني ڪاميٽي، باب ستون: ڀاشا ڊيم.

باب پهرين ۾ ٻه مضمون آهن. پهرين مضمون ۾ ٻڌايو ويو آهي ته مان سنڌ جي پاڻي ڪيس جي پوئواري جو ڇو ٿو ڪريان؟ ان سوال جو جواب مون پنهنجي مضمون ۾ هن ريت ڏنو آهي ته، "انهيءَ ۾ ٻه جذبا ڪم ڪن ٿا، هڪڙو محبت ۽ ٻيو مظلوم جي حمايت. مان پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ ۾ آباد ٿيس. پنهنجي ٻالڪپڻ کان وٺي سنڌ ۾ رهيس، پڙهيس، وڏو ٿيس، نوڪري ڪيم، سڀ واسطا، دوستيون ۽ محبتون سنڌ جي حوالي سان رهيون. سنڌ ۾ رهڻ سان مون ڪي سڀ ڪجهه مليو مون ڪي سنڌ سان ۽ سنڌ وارن سان محبت آهي. ٻئي پاسي آبپاشي کاتي جي نوڪري دوران مون محسوس ڪيو ته پاڻيءَ جي باري ۾ سنڌ سان زيادتي ٿئي ٿي...."

ٻئي مضمون، جو عنوان آهي "اختيارن جي لوڀ ۽ ڌرتيءَ جو قرض" ان ۾ مان سنڌ ڌرتيءَ جي قرض بابت هي ڳالهيون لکان ٿو ته، "انسان برابر ڪمزور آهي، دنيا جون ضرورتون ۽ عيش ان ڪي ڊاهي وجهن ٿيون، پر جنهن ڌرتيءَ ان ڪي جنم ڏنو آهي، جنهن جي گهٽين ۾ هو وڏو ٿيو آهي، جنهن جي جر جو مٺو پاڻي پي هن فيض ورتو آهي، جن جي ٻنين ۽ ٻارن ۾ هو گهميو ڦريو آهي، جن جي وڻن ۽ باغن جا مٺا ميوا هن کاڌا آهن. انهيءَ ڌرتيءَ جو به ان تي ڪجهه حق آهي. پاور ۽ اقتدار جي ڪرسي ڀلي سنڀالي مان ۽ مرتبو ڀلي ماڻي، عيش آرا ڀلي ڪري، پر اهڙو ڪم ته نه ڪري جو انهيءَ ڌرتيءَ ڪي ئي برباد ڪرڻ، اجاڙڻ ۽ سڪائڻ ۾ حصي دار ٿئي، اقتدار جي ڪرسي ته عارضي آهي. اڄ آهي سڀاڻي نه هوندي،

جيئن هڪ شاعر چيو آهي تہ:

دربدر سر جھکائے پھرتا ہے
آدمی اقتدار کی خاطر
کتنا مجبور ہو کے جیتا ہے
آدمی اختیار کی خاطر

باب ٻئي ۾ پاڻيءَ جي ماپي جو ذڪر آهي، جنهن ۾ ڪيوسڪ ۽ ملين ايڪڙ فوٽ اچي وڃن ٿا. بابت ٽئين ۾ ڏھ مضمون آهن، جن ۾ ڊيمن جا مامرا اٿڻ ڪان اڳ منهن ڏيڻ لاءِ "ڊيمن بابت عالمي ڪميشن" جي رپورٽ جو مختصر احوال آهي، باب چوٿين ۾ ڪالاباغ ڊيم بابت ٽيھ مضمون آهن، جيڪي هينئر تائين ٿيل سيني ڳالهين يعني حڪومت جي لابنگ، سنڌ لاءِ فائدن جو ٻڌائڻ، آچن ۽ آسرن جو ڏيڻ. صدر صاحب جو 17 هين جنوري 2006ع جو پنج ڊيم ٺاهڻ بابت اعلان وغيره کي ڪور ڪن ٿا، بابت پنجين ۾ پنج مضمون آهن، جيڪي پارلياماني ڪاميٽي جي ٿيل اجلاسن جو حال احوال ڏين ٿا.

باب ڇهين ۾ 15 مضمون آهن. جن ۾ فني ڪاميٽيءَ جي اجلاسن، انهيءَ جي چيئرمين جي رپورٽ جو جامع، پر مختصر حال احوال ۽ پڇاڙيءَ ۾ هڪڙي ٿي مضمون ۾ انهيءَ جي رپورٽ جو تت ڏنل آهي.

باب ستين ۾ پاشا ڊيم بابت ٻہ مضمون آهن، هن ڪتاب جي مضمونن ۾ پاڻي بابت تمام گهڻي معلومات ڏنل آهي، جنهن جي ڄاڻ سنڌ واسين کي وٺڻ تمام ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو اسان جو جياپو سنڌو جي جياپي سان ڳنڍيل آهي، جنهن جو بچاءُ سنڌ جو بچاءُ آهي ۽ اهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن اسان کي ڄاڻ هوندي تہ جيئن هر ڪنهن فورم تي پنهنجي حق لاءِ وڙهي سگهون. اهو ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊمي (ٽرسٽ) 400 بي لطيف نمبر 4 حيدرآباد جي سهڪار سان ڇپجي چڪو آهي. پڇاڙيءَ ۾ مان اهو چوڻ ضروري سمجهان ٿو تہ اها ناانصافي ٿيندي جيڪڏهن مان "ڪاوش" اخبار ۽ ان جي ايڊيٽوري سيڪشن جو ٿورو نہ مڃان. "ڪاوش" اخبار منهنجا خيال سنڌ جي گهر گهر تائين پهچايا، ڀهراڙين ۽ شهرن ۾ اهي هڪ ئي وقت صبح سان پهتا. ايڊيٽوريل سيڪشن منهنجي ڪچن ۽ اڻ گهڙيل مضمونن کي پنهنجي درستين ۽ مناسب سرخيون ڏيڻ سان معياري ٺاهي ڇڏيو، جيئن هڪ ماهر جوهري ڪاڻ مان نڪتل پٿرن کي چمڪائي قيمتي هيرو بنائي ڇڏيندو آهي.

(روزانہ ڪاوش 29 2006ع)

# پنجين موسم!

سال ۾ ڪل ٻارهن مهينا هوندا آهن، پر اتر سنڌ ۾ تيرهون مهينو به هوندو آهي، جنهن جو خاص مدو مقرر ناهي، پر جڏهن بازار ۾ ڏنڊو ڏاڙي گهمڻ هجي. دڪاندار سڄو ڏينهن وينا مکيون مارين ۽ وکرو نه ٿئي. يعني ڪاروبار ٺپ ٿي وڃي ته اهڙي وقت کي تيرهون مهينو چوندا آهن. اهو سال جي ڪنهن به مهيني ۾ ٿي سگهي ٿو ساڳي نموني سال ۾ چار منديون ٿينديون آهن. يعني اونهارو سيارو بهار ۽ سرءُ، پر پاڪستان ۾ هڪ پنجين مند به ٿيندي آهي. اها آهي ڪالاباغ ڊيم جي مامري کي جيارڻ جي مند، انهيءَ مند لاءِ به ڳالهيون ضروري آهن. هڪڙي اها ته پنجاب وارا هر صورت ۾ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ چاهين ٿا، ۽ ٻي اها ته وفاقي حڪومت تي اهڙو ڏکيو وقت اچي وڃي جو انهيءَ مسئلي تان ڌيان هٽي پاسي ڪرڻ يا سولي سنڌي ۾، خيال مٽائڻ لاءِ ڪالاباغ ڊيم وارو مامرو اٿارجي، سنڌ وارن کي جاڙ هجي ته اها مند شروع ٿي وئي آهي.

صدر صاحب 17 جنوري 2006ع تي ڀاشا ڊيم فوري طور ۽ ٻيا چار ڊيم يعني اکوڙي، ڪالاباغ، منڊا ۽ ڪرم تنگي سال 2016ع تائين ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. ڪالاباغ ڊيم لاءِ چيائين ته اهو اتفاق راءِ ٺاهڻ کان پوءِ ٺاهبو. انهيءَ اعلان کان پوءِ ڊيمن جي ڦوڪٽي مان هوا نڪري وئي ۽ ڪجهه ٺاپر ٿي وئي، پر واپڊا وارا ڪٿي ٿا چپ ڪري ويهن، ڪجهه وقت اڳي واپڊا وارا ڀاشا، اکوڙي، ۽ ڪالاباغ ڊيمن لاءِ زمين خريد ڪرڻ جو پي سي ٽو سي ڊي ڊبليو پي ۾ ڪٺي آيا، ٿيڻ ته ائين کپندو هو ته رڳو ڀاشا ڊيم لاءِ زمين وٺڻ لاءِ پي سي ٽو ڪٺي اچن ها، جو انهيءَ کي ٺاهڻ جو اعلان صدر صاحب ڪيو هو. پر اکوڙي ۽ ڪالاباغ ڊيم لاءِ اهو ڪٺي اچڻ بلڪل غلط هو جو انهن ٻنهي تي صوبن کي اعتراض آهن ۽ اتفاق راءِ نه ٿيو آهي، اڄ جيڪڏهن انهن ٻنهي ڊيمن لاءِ زمين وٺڻ تي راضي ٿي وڃون ته پوءِ چوندا ته زمين وٺڻ تي اوهان راضي هئا ته هاڻي ٺهڻ تي ڇوٿا اعتراض ڪريو؟ زمين ڊيم ٺاهڻ لاءِ ئي ته ورتي وئي هئي، سنڌ ۽ سرحد صوبن جي اعتراضن تي ڪنهن ڊيم لاءِ زمين وٺڻ جي منظوري نه ڏني وئي ۽ پاڻي ۽ بجلي جي وفاقي سيڪريٽري جي سربراهيءَ ۾ ڇئني صوبن جي منصوبا بندي وارن کاتن جي چڱن مڙسن جي ڪاميٽي جوڙي وئي آهي، جيڪا پنهنجي رپورٽ

30 نومبر تي ڏيندي.

هئي پاسي واپڊا جي چيئرمين طارق حميد قومي اسيمبليءَ جي اسٽينڊنگ ڪاميٽيءَ کي بريفنگ ڏيندي چيو ته ڪالاباغ ڊيم ٺهندو ته ملڪ جي قسمت بدلجي ويندي. حڪومت جڏهن به ڪالاباغ ڊيم جي تعمير جو فيصلو ڪيو ته ان جي ڇهن سالن اندر ڊيم جي تعمير مڪمل ٿي ويندي. ڪالاباغ جا ٽينڊر ڊاڪيومينٽيشن تيار آهن. هن وڌيڪ چيو ته سرحد ۽ بلوچستان کي پنهنجي حصي جو پورو پاڻي نٿو ملي. ڪالاباغ ڊيم بابت سنڌ جي تحفظات بابت هن چيو ته، هو ڪجهه نه ڳالهائيندو. سمنڊ ۾ هر سال 24 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي فالتو وڃي رهيو آهي، سڄي دنيا ۾ پاڻي ذخيرو ڪرڻ جو سراسري انگ 40 سيڪڙو آهي، پر اسان رڳو 13 سيڪڙو پاڻي ذخيرو ڪري رهيا آهيون. پهرين اها گنجائش 18 سيڪڙو هئي، پر ڊيمن ۾ لٽ پوڻ ڪري اها گنجائش 13 سيڪڙو رهجي وئي آهي. هن ٻڌايو ته ڀارت 35 سيڪڙو پاڻي ذخيرو ڪري ٿو. 24 ملين ايڪڙ فوٽ واڌو پاڻي جا تفصيل ٻڌائيندي هن چيو ته، سراسري هر سال 35.2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سمنڊ ۾ وڃي ٿو تازو اپياسن ۽ پينل آف ايڪسپرٽس جي رپورٽ مطابق ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سڄو سال 5000 ڪيوسڪ پاڻي وڃڻ کپي ۽ پنجن سالن ۾ 25 ملين ايڪڙ فوٽ جدا وڃڻ کپي. يعني هر سال سراسري 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڃڻ کپي. هينئر 35.2 ملين ايڪڙ فوٽ هر سال سمنڊ ڏي ويندڙ پاڻيءَ مان 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ ڪوٽڙيءَ کي بچائڻ لاءِ 12- 12 ملين ايڪڙ فوٽ جا ميگا ڊيم يا 6- 6 ملين ايڪڙ فوٽ جا رواجي وڏا ڊيم ٺاهي سگهجن ٿا. هن چيو ته پهرين جيڪو وڏو ڊيم ٺهندو اهو اسان جي پاڻيءَ جي گهٽجي ويل گنجائش جو پورائو ڪندو. جيڪڏهن اوهان وڌيڪ پاڻي چاهيو ٿا ته پوءِ هڪ کان وڌيڪ ڊيم ٺاهڻا پوندا. هن چيو ته ڪالاباغ ڊيم جي ڊيزائن ۾ ڪو ڪينال ڪونهي. هن چيو ته ڪالاباغ ۽ ڀاشا ڊيم جي ٺهڻ ڪري آبپاشي جو ڪوبه مسئلو پيدا نه ٿيندو.

مٿيون ڳالهيون ڪي نيون ناهن. واپڊا وارا اڳي به ساڳيون ڳالهيون ڪندا رهيا آهن ۽ اسان انهن جو وقت بوقت جواب ڏيندا رهيا آهيون. مون پنهنجي تازي سنڌي ڪتاب جنهن جو نالو آهي. "ڪالاباغ ڊيم ۽ صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جا مسئلا" ۾ رڳو ڪالاباغ ڊيم تي 30 مضمون شامل ڪيا آهن، جن ۾

متين سيٺي ڳالهين تي سنڌ جو موقف واضح طرح ڏنل آهي، اتر سنڌ ۾ هي ڪتاب سابق ميمبر ارسا جناب نور محمد بلوچ کان سکر ۾ ٽيليفون نمبر 5630977 تي ڳالهائي وٺي سگهجي ٿو. ۽ لاڙ ۾ حيدرآباد پبلشر سنڌ نيشنل اڪيڊمي (ٽرسٽ) کان فون نمبر 3861864 تي معلوم ڪري وٺي سگهجي ٿو پر جن اهو ڪتاب نہ پڙهيو آهي، تن جي ڄاڻ لاءِ چيرمين واپڊا جي ڳالهين جي وضاحت هيٺ ڪجي ٿي.

## (1) ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ ڪري ملڪ جي قسمت بدلجي ويندي:

ملڪ جي قسمت تہ ڪو نہ بدلبي، پر جن صوبن لاءِ واهہ نڪرندا، ۽ جيڪي اهو پاڻي کڻندا انهن جي قسمت ضرور بدلبي، پر اها سنڌ وارن جي برباديءَ جي قيمت تي. انڊس ڊيلٽا جي ختم ٿيڻ جي قيمت تي. ڪڇي جي ماروئڙن ۽ جهانگيئڙن جي روزگار تي لت ڏئي.

## (2) ڊيم ڇهن سالن ۾ تعمير ڪندا:

اهو انهيءَ ڪري ممڪن ناهي، جو اڃا انهيءَ جي پراڻي اي‍پياس کي نئون ڪرڻ جي ضرورت آهي، پاڻي جي دستيابي 1991ع واري ناهہ کان اڳ جي نڪتل آهي. هاڻي حالتون تبديل ٿي ويون آهن. ماحولياتي اي‍پياس ڊيم کان هيٺ ٿيل ٺي ناهن. جيڪو اي‍پياس ڪرڻ کان سواءِ ڪوبہ مالي ادارو پئسا نہ ڏيندو گذريل سال آيل زلزلي کان پوءِ ان کي زلزلي پروف ڪرڻ لاءِ ان جي ڊيزائين بہ تبديل ڪرڻي پوندي.

## (3) سرحد ۽ بلوچستان کي پنهنجي حصي جو پورو پاڻي نٿو ملي:

سرحد ۽ بلوچستان کي پنهنجي حصي کان وڌيڪ پاڻي پيو ملي، ارسا هنن کي ڪوٽ کان آجو ڪري ڇڏيو آهي، بين ڀاڱي ڀائيوارن جيان هنن کي بہ ڪوٽ کڻڻ کپي، جڏهن هو ڪوٽ کڻڻ بدران فل پاڻي کڻن ٿا تہ ڪيئن ٿا چون تہ انهن کي پورو پاڻي نٿو ملي.

## (4) ڪالاباغ ڊيم بابت سنڌ جي تحفظات تي ڪجھ نہ ڳالھائبو:

جو نہ ڳالھائبو ڇا انهن جو جواب توهان وٽ آهي، توهان انهيءَ ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جي ڳالهين ڪي بہ نتا مڃو جيڪا پاڪستان جي صدر صاحب جوڙي هئي.

## (5) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ جي گهرجن ڪان پوءِ 24 ملين ايڪڙ فوٽ واڌو پاڻي:

ڇا اهو 24 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي هيٺيون ڳالهيون ڏيڻ ڪان پوءِ بہ بچندو؟ هندستان اولهندي درياهن تي ڪٽندون 2 ملين ايڪڙ فوٽ، افغانستان ڪابل تي ڪٽندو، 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ ٿهنڊڙ ڪچي ڪينال ڪٽدو 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ. ٿهنڊڙ ريٽي ڪينال ڪٽندو، 1.1 ملين ايڪڙ فوٽ، گريٽر ٿل ڪينال ڪٽندو 2.5 ملين ايڪڙ فوٽ، ٿهنڊڙ گومل زم ڊيم ذخيرو ڪندو 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ. ٿهنڊڙ پٽ ڪينال ڪٽندو 0.1 ملين ايڪڙ فوٽ. منگلاڊيم وڌيڪ ڪٽندو 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ. ايل بي او ڊي لاءِ ڏبو 2.2 ملين ايڪڙ فوٽ. اپرندي درياهن مان اڳتي نہ ايندو، 8.0 ملين ايڪڙ فوٽ، ناهہ جو ڪتل پاڻي پورو ڪبو 11.24 فوٽ.

توهان جو بچيل پاڻي سراسري بنياد تي 24 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. پر پاڻي ڪٽندو 32.54 ملين ايڪڙ فوٽ، پوءِ ڊيم لاءِ ڪٿي پاڻي بچندو؟ بلڪ ان مان تہ اسان جون آبپاشيءَ جون موجوده گهرجون بہ پوريون نہ ٿينديون.

## (6) ذخيرو ڪرڻ جي گنجائش رڳو 13 سيڪڙو:

هر ڪنهن ملڪ ۽ درياءَ جي جدا جدا پوزيشن آهي، سراسريءَ جو مطلب ئي اهو آهي تہ ڪٿي انهيءَ ڪان مٿي ذخيرو ڪجي ٿو. ڪٿي ان ڪان گهٽ، اهو هر ڪنهن درياءَ جي حالت تي مدار رکي ٿو. ڀلا جتي ذخيرو ڪرڻ لاءِ واڌو پاڻي نہ هجي، اتي سراسري تي پهچڻ ضروري آهي ڇا؟

## (7) هڪ کان وڌيڪ ڊيم ٺاهڻ جي ضرورت:

عباسي صاحب جي رپورٽ مطابق هر سال واڌو پاڻي ڪونهي، جو ڊيم ٺاهجي، پر ٻوڏ وارن سالن ۾ تمام گهڻو پاڻي اچي ٿو، جنهن کي انهيءَ وقت ۾ ٻري ڪوٽ وارن سالن ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو ۽ اها جاءِ اسڪردو يا، ڪٽزارا وٽ آهي. عباسي صاحب چوي ٿو تہ ڪيترا عام رواجي ڊيم هڪڙي وڏي گنجائش واري ڊيم جا متبادل نٿا ٿي سگهن.

(8) هڪڙو وڏو ڊيم رڳو پاڻيءَ جي گهڻجي ويل گنجائش پوري ڪندو:

اهو صحيح ناهي، اسان وٽ ٺاهہ جو ڪٽل پاڻي 11.24 ملين ايڪڙ فوٽ آهي جڏهن تہ عام رواجي وڏو ڊيم 6 کان 7 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪندو، پر عباسي صاحب جي رپورٽ مطابق هر سال گهٽ وڌ پاڻي اچڻ ڪري انهيءَ ڊيم مان سراسري طرح رڳو ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ملي سگهندو.

(9) واپڊا جي ڊيزائين ۾ ڪالاباغ مان ڪو واهہ نٿو نڪري:

واپڊا وارن جو مٿيون موقف ائين آهي، جيئن رڳو هڪڙو پيرو اٺ کي عرب بدوءَ جي خيمي ۾ سسي اندر ڪرڻ ڏيو، باقي ڪم اٺ پاڻهي ڪندو ۽ پوءِ اٺ اندر هوندو ۽ بدو ٻاهر. ڊيم جو ڪم شروع ڪرڻ کان پوءِ انهيءَ مان واهہ ويهن سالن کان پوءِ نڪري سگهن ٿا. جيئن هاڻي پيهور ڪينال تربيلا ڊيم مان 30 سالن کان پوءِ ڪڍيو ويو. رڳو انهيءَ وقت ڊيم مان ان جا منهن (Stub tunnel) ٺاهيا ويا. ساڳيو ڪم ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ مهل بہ ڪري سگهجي ٿو.

مٿين ڳالهين مان خبر پئي تہ ڪالابا ڊيم واري مامري کي وري جياريڻ جي مند شروع ٿي وئي آهي تہ اسان جي بہ هوشيار ٿيڻ جي مند شروع ٿيڻ کپي. عباسي صاحب جي رپورٽ اچڻ کان پوءِ تہ اسان جو ڪيس وڌيڪ مضبوط ٿيو آهي. ضرورت انهيءَ جي آهي تہ جاڪوڙ ۽ جدوجهد جاري رهڻ کپي. جيئن شاهہ صاحب چيو آهي تہ:

تتي ٿڌي ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي
متان ٿئي اونداهہ، پيرن لهين پرينءَ جو

(روزانہ ڪاوش 19 نومبر 2006ع)

# ڪالاباغ ڊيم مامري کي جيئارڻ

## جي ڪوشش ڇو پئي ٿئي؟

مون پنهنجي مضمون جيڪو "ڪاوش" ۾ 19 نومبر 2006ع تي "پنجين موسم" جي عنوان هيٺ شايع ٿيو هو ان ۾ ٻڌايو هيم ته ڪالاباغ ڊيم جي مامري کي وري جيارڻ جي موسم اچي وئي آهي، جنهن جا ٻه ڪارڻ ٿي سگهن ٿا. هڪ اهو ته پنجاب وارن جو زور هو جو هر قيمت تي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ چاهين ٿا ته جيئن ان مان واڌ ڪيل نيون زمينون آباد ڪري سگهن ۽ ٻيو اهو ته سرڪار ان مسئلي کي تڏهن ڪڍندي آهي. جڏهن ڪنهن اهڙي مسئلي ۾ ڦاسندي آهي، جنهن تان ڌيان هٽائڻ لاءِ ڪالاباغ واري مامري کي ڇيڙڻ، هن لاءِ ضروري ٿي پوي. اسلام آباد مان منهنجي هڪڙي دوست، جيڪو خاموشيءَ سان ويهي سنڌ جي هر طرح مدد ڪري ٿو ۽ جنهن جو نالو هڪڙي صحافيءَ "گمنام مجاهد" رکي ڇڏيو آهي. تنهن ڪالاباغ ڊيم مامري کي جيارڻ لاءِ "پنجين موسم" جي اصطلاح تي اعتراض ڪيو، هن جو چوڻ آهي ته، "پنجين موسم ته پيار جي ٿيندي آهي." منهنجو خيال آهي ته پيار جي موسم ته سڄو سال ٿئي ٿي، رڳو انهيءَ لاءِ ماڻهوءَ کي واندڪائي ۽ خوشحالي کپي. پر جنهن ماڻهوءَ جي چيله غمن ۽ ڳڻتين ٻيجي وڌي هجي، سو ڪهڙي پيار جي موسم لاءِ سوچيندو جنهن کي اڳيان سور ڏسڻ ۾ اچن، سو ڇا پيار جي موسم لاءِ سوچيندو؟ انهن حالتن کي ئي نظر ۾ رکي ملڪ ترنم نورجهان پنهنجي سريلي ۽ دلڪش آواز ۾ فيض احمد جو هيٺيون شعر ڇيو آهي:

اور بھی غم ہیں زمانے میں محبت کی سوا<br>
راحتیں اور بھی ہیں وصل کی راحت کی سوا<br>
مجھ سے پہلی سی محبت میری محبوب نہ مانگ

جڏهن سنڌ تي ڊيم اڏي ان کي گهٽو ڏيڻ جا سانباهه ٿيندا هجن، جنهنڪري سنڌ جو جياپو ئي خطري ۾ هجي ته ماڻهو پيار جي ڪهڙي موسم جون ڳالهيون ڪن. مون پنهنجي مضمون ۾ اهو به ٻڌايو هو ته واپڊا وارا ڀاشا، ڪالاباغ ۽ اکوڙي ڊيمن لاءِ زمين وٺڻ جا پي سي ٿو ڪٽي آيا هئا، جنهن تي سنڌ

۽ سرحد صوبن جي اعتراضن کان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ پاڻي ۽ بجليءَ جي وفاقي سيڪريٽريءَ جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي جوڙي وڃي. جنهن ۾ چئني صوبن جي منصوبابندي کاتن جا سربراهہ ميمبر هوندا. اها ڪاميٽي ڊيمن لاءِ زمين ونڊ بابت پنهنجي رپورٽ 30 نومبر 2006ع تائين ڏي. تنهن کان پوءِ انهيءَ مسئلي تي ٻيهر ويچاريو. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي اجا هڪ بہ گڏجاڻي نہ ٿي آهي، ۽ "ڪاوش" جي هڪ خبر مطابق واپڊا وارن ٻيو بم اچلائي ڇڏيو آهي. "ڪاوش" مطابق واپڊاوارا وفاقي سرڪار وٽ انهن ٽنهي ڊيمن لاءِ عالمي مالياتي ادارن کان قرض ونڊ لاءِ Concept Clearance proforma کڻي آيا آهن، جيڪي سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽيءَ جي گڏجاڻيءَ ۾ 28 نومبر 2006ع تي زير بحث ايندا. انهن جي منظوريءَ کان پوءِ وفاقي سرڪار جي Economic Affairs Division عالمي مالياتي ادارن کي انهن ڊيمن جا تفصيل ٻڌائي، انهن کان انهن جي ٺاهڻ لا قرض گهرندي.

عام طرح مالي امداد گهرڻ وارا پروفارما تڏهن منظوري لاءِ موڪلبا آهن. جڏهن منصوبو تعمير لاءِ تيار هجي ۽ انهيءَ کي ٺاهڻو هجي. صدر صاحب پنهنجي 17 جنوري 2016ع واري تقرير ۾ ڀاشا ڊيم يڪدم ۽ اکوڙي، ڪالاباغ، ڪرم تنگي ۽ منڊا ڊيم سال 2015 تائين ٺاهڻ لاءِ چيو هو. ڪالاباغ ڊيم لاءِ چيائين تہ اهو اتفاق راءِ ٿيڻ کان پوءِ ٺاهبو پوءِ صدر صاحب ڀاشا ڊيم جي پيڙهہ جو پٿر 26 اپريل 2006ع ۾ هڪ زوردار ڌماڪو ڪري رکيو. منهنجي خيال ۾ واپڊا جو مالياتي ادارن کان ٽن ڊيم ٺاهڻ لاءِ پروفارما منظور ڪرائڻ وارو عمل پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا لاهڻ واري عمل برابر آهي. ٿيڻ تہ اهو کپندو هو تہ وڏ ۾ واپڊ وارا صدر صاحب جي ڀاشا ڊيم ٺاهڻ جي اعلان کان پوءِ ڀاشا ڊيم لاءِ Concept Clearance proforma کڻي اچن ها. جيتوڻيڪ انهيءَ جو بہ انهيءَ ڪري جواز ڪونهي، جو ڀاشا ڊيم وارو منصوبو اجا تيار ناهي. انهيءَ جي فيزيبلٽي ٿيل آهي، پر ڊيزائن ٺٿي پئي جيڪا مارچ 2007ع ۾ پوري ٿيڻي هئي. پر تازو واپڊا جي چيئرمين قومي اسيمبليءَ جي اسٽينڊنگ ڪاميٽيءَ کي ٻڌايو تہ ڊيزائين ۾ سال وڌيڪ لڳندو ۽ اها ڊيزائين هاڻ مارچ 2008ع ۾ پوري ٿيندي. انهيءَ کان پوءِ اها خبر آئي تہ عالمي بينڪ جرمن ڪمپني ليمار کي (جيڪا ڪمپني ڀاشا ڊيم کي ڊيزائن پئي ڪري) آفريڪا ۾ ڪنهن ڪم تي بدعنواني ۽ رشوت ڏيڻ جي بنياد تي بليڪ لسٽ ڪري ڇڏيو آهي. هتي اها ڳالهہ ياد رکڻ

گهرجي تہ جنهن ڪمپنيءَ کي عالمي بينڪ بليڪ لسٽ ڪيو هجي. انهيءَ جي ڊيزائن ڪيل منصوبي کي هو قرض ڏيڻ لاءِ بہ مناسب نہ سمجهندا. وڏي ۾ وڏو عالمي قرض ڏيندڙ ادارو عالمي بينڪ آهي. ٻيا مالياتي ادارا يعني ايشين ڊيولپمينٽ بينڪ، اسلامي ڊيولپمينٽ بينڪ وغيره بہ عالمي بينڪ جي فيصلي کي مان ڏيندا ۽ انهيءَ بليڪ لسٽ ٿيل ڪمپنيءَ جي ڊيزائن ٿيل منصوبي لاءِ قرض نہ ڏيندا. جڏهن اها صورتحال آهي تہ مالي امداد وٺڻ وارا پروفورما پاس ڪرائڻ مان ڇا ٿيندو؟

ٻئي پاسي پاشا ڊيم جي فيزيبلٽي اسٽڊي ۾ ڊيم لاءِ واڌو پاڻي هجڻ تي سوال اٿن ٿا. ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويندڙ پاڻيءَ جي بنياد تي هو چون ٿا تہ ٻهرين جون کان ڏهين سيپٽمبر تائين 26 ملين ايڪڙ فوٽ واڌو پاڻي هوندو ۽ پنج ملين ايڪڙ فوٽ موجود ڊيمن ۾ لٽ پوڻ ڪري پرجڻ کان رهجي بچي ويندو. معنيٰ تہ 31 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي واڌو ٿيندو انهيءَ مان هيٺين ريت پاڻي کڻبو:

ٿاهر جو ڪئنل پاڻي 12 ملين ايڪڙ فوٽ، وڏا ايل منگلاڊيم ۾ پريو 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ، واپڊا مطابق هندستان کڻندو 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ، واپڊا مطابق افغانستان کڻدو 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ، نوان نهندڙ واهہ کڻندا 7.8 ملين ايڪڙ فوٽ، ڪوٽڙيءَ کان هيٺ کپي، 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ، گومل زم ڏيم کڻندو. 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ اهو ڪل پاڻي ٿيندو 32 ملين ايڪڙ فوٽ، تہ پوءِ نوان ڊيم ڀرڻ لاءِ پاڻي ڪيئن بچيو؟

اڇو اڪوڙي ڊيم تي، انهيءَ جي فيزيبلٽي ٿي وئي آهي، پر اڃا ڊيزائين نہ ٿي آهي. هي ڊيم سنڌو درياءَ تي ٿهڻ بدران، سنڌو کان پري هڪ ڍنڍ ۾ ذخيرو ڪري ٺاهڻو آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ماحولياتي ۽ معاشرتي مسئلا ڪڙا ٿيندا. ڊيم مان رڳو 600 ميگاواٽ بجلي پيدا ٿي سگهندي. جيڪا تمام گهٽ آهي. انهيءَ کي ڀرڻ لاءِ بہ پاڻيءَ جو هجڻ شڪ ۾ آهي. انهيءَ ڊيم کي ڀرڻ بابت فيزيبلٽي رپورٽ ۾ آهي تہ اپريل کان جون وارن ڏهاڪن ۾ هيٺين ريت پاڻي کڻبو:

اپريل جي پهرين ڏهاڪي ۾ 407 ڪيوسڪ، اپريل جي ٻئي ڏهاڪي ۾ 1181 ڪيوسڪ، اپريل جي ٽئين ڏهاڪي ۾ 1425 ڪيوسڪ، مئي جي پهرين ڏهاڪي ۾ 1771 ڪيوسڪ، مئي جي ٻئي ڏهاڪي ۾ 2648 ڪيوسڪ، مئي

جي ٽئين ڏهاڪي ۾ 3462 ڪيوسڪ، جون جي پهرين ڏهاڪي ۾ 4522 ڪيوسڪ، جون جي ٻئي ڏهاڪي ۾ 8636 ڪيوسڪ، جون جي ٽئين ڏهاڪي ۾ 17298 ڪيوسڪ.

آڳاٽي خريف وارن ڏهاڪن ۾ سنڌوءَ ۾ واڌو پاڻي هجڻ بدران ڪوٽ هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تربيلا ڊيم مان ڇڏيل پاڻي هيٺ ڇڏيو ويندو آهي.

ڪالاباغ ڊيم تہ وري سيني ڪان وڌيڪ جهيڙي وارو ڊيم آهي، سياسي طرح ٽن صوبن جون اسيمبليون انهيءَ کي ناهڻ خلاف قرار دادون پاس ڪري چڪيون آهن. ان مان واهہ ڪڍي نيون زمينون آباد ڪرڻ وارو ڪم سنڌ جي لاءِ موت آهي. انهيءَ جي ڊيزائين 1984ع ڪان 1988 وچ ۾ ڪئي وئي هي اهو وقت آهي، جڏهن پاڻي ناهہ نہ تيل هو. ڊيم ڪان هيٺ ماحولياتي اثرن جو اپياس بہ نہ ڪيو ويو آهي. جنهن ڪان سواءِ ڪوئي بہ مالياتي ادارو ان لاءِ پئسا نہ ڏئي سگهندو. تنهنڪري پهرين ان جي فيزيبلٽي کي نئين ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ڇا مٿين ڪوتاهين هوندي بہ ڪو عالمي مالياتي ادارو انهن ٽنهي ڊيمن لاءِ قرض ڏيئي سگهي ٿو. قرض ڏيڻ وارا اسان ڪان تمام گهڻا سياڻا آهن، هو بہ سمجهن ٿا تہ سيڙپڪار بہ انهيءَ پڪيءَ وانگر آهن، جيڪو اتي لهي ٿو، جتي ماحول پرسڪون ۽ امن وارو هوندو آهي، ۽ جتي ڪجهہ کائڻ لاءِ بہ ملي سگهي. جتي گوڙ گهمسان هجي. اتي پکي نہ لهندو، جيڪڏهن سيڙپڪارن کي پيسي ٻڏڻ جو خوف هوندو تہ هو قرض ڇو ڏيندا؟ اهڙي صورتحال ۾ واپڊا وارن انهن ٽنهي ڊيمن لاءِ مالي امداد حاصل ڪرڻ وارا پروفارما ڇو موڪليا آهن؟ وڏي صوبي وارن کي خوش ڪرڻ لاءِ؟ يا وفاقي حڪومت تان ٻين سنگين مسئلن جو دٻاءُ گهٽائڻ لاءِ؟ حقيقت ڇا آهي، اهو مستقبل ئي ٻڌائيندو.

(روزانہ ڪاوش 14 نومبر 2006ع)

# عالمي مالياتي ادارا ۽ وڏا ڊيم

"ڪاوش" ۾ لکيل پنهنجي هڪ مضمون ۾، جيڪو 19 نومبر 2006ع تي "پنجين موسم" جي عنوان هيٺ ڇپيو. مون اهو ٻڌايو هو ته ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ واري مامري کي جيئارڻ جي موسم اچي وئي آهي. جنهن جا ٻه ڪارڻ ٿي سگهن ٿا: هڪڙو پنجاب وارن جو زور ته ڊيم ٺاهي واهه ڪڍي نيون زمينون آباد ڪجن ۽ ٻيو ڪنهن اهم مسئلي تان ڌيان هٽائڻ لاءِ هن پراڻي مسئلي کي سامهون آڻڻ. اصل حقيقت ڇا آهي. اهو وقت ئي ٻڌائيندو. وري 24 نومبر 2006ع تي منهنجو ٻيو مضمون "ڪاوش" ۾ ڇپيو. جنهن جو عنوان هو. "ڪالاباغ ڊيم مامري کي جيئارڻ جي ڪوشش ڇو پئي ٿي؟" انهيءَ ۾ مون ٻڌايو هو ته واپڊا وارا اکوڙي، ڀاشا ۽ ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ عالمي مالياتي ادارن کان قرض وٺڻ لاءِ "مالي قرض وٺڻ وارو پروفارما" جنهن کي Concept Clearance proforma چئبو آهي، سينٽرل ڊولپمينٽ ورڪنگ پارٽيءَ وٽ کڻي آيا هئا. جنهن جي گڏجاڻي 28 نومبر 2006ع تي رکيل هئي. اها گڏجاڻي 28 نومبر بدران 27 نومبر تي ٿي، جنهن تي سنڌ ۽ سرحد صوبن اعتراض ڪيا ۽ گڏجاڻيءَ کان پوءِ منصوبہ بندي ڪميشن جي هڪ نمائندي پريس وارن کي ٻڌايو ته، مالي قرض وٺڻ وارو ڪم ہ انهيءَ ڪاميٽيءَ کي ڏنو ويو آهي. جنهن کي انهن ڊيمن لاءِ زمين وٺڻ وارو معاملو حوالي ڪيو ويو هو. ياد رهي ته جڏهن انهن ٽنهي ڊيمن (ڪالا باغ، اکوڙي ۽ ڀاشا ڊيم) کي ٺاهڻ لاءِ زمين وٺڻ وارو معاملو سينٽرل ڊولپمينٽ ورڪنگ پارٽيءَ سامهون آيو هو ته صوبن جي اعتراض تي انهيءَ تي غور ڪرڻ لاءِ وفاقي سيڪريٽري پاڻي ۽ بجلي جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي ٺاهي وئي. جنهن جا ٻيا چار ميمبر چئني صوبن جي منصوبہ بندي کاتي جا سربراهه هئا. انهيءَ ڪاميٽيءَ کي پنهنجي رپورٽ 30 نومبر 2006ع تي ڏيڻي هئي، ڪاميٽيءَ کي پنهنجي رپورٽ "ڊيمن جي ماحولياتي اثرن، انهن جي ٺاهڻ جي ترتيب، انهن جي زمين وٺڻ، انهن کي ٺاهڻ لاءِ پئسا ڪٿان ايندا ۽ انهن کي ٺاهڻ جي حڪمت علي ڇا ٿيڻ گهرجي؟" ڏيڻي هئي، انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ٻهرين

ڳنڍجاڻي ڪالهہ ٿي آهي. انهيءَ تي هڪ انگريزي اخبار 30 نومبر 2006ع تي ايڊيٽوريل لکيو ۽ مالي قرض ونڻ واري معاملي کي ڪاميٽيءَ جي حوالي ڪرڻ واري ڪم کي ساراهيو ۽ چيو تہ اهو هڪ عقل وارو ڪم آهي ۽ انهيءَ جي آجيان ڪرڻ کپي. ان اخبار وڌيڪ لکيو آهي تہ، "ڪالاباغ ڀاشا ۽ اکوڙي ڊيمن جي سياسي اثرن ۽ رد عمل کي نظر ۾ رکي ۽ انهن کي ناهڻ لاءِ گهربل تمام گهڻي رقم يعني 1027 ارب روپين جي گهرج سبب سرڪار کي کپي تہ انهيءَ تي خاص ڌيان ڏئي، خاص طرح انهن جي فني ڳالهين تي. انهن ڊيمن تي ننڍن صوبن، خاص طرح سنڌ ۽ سرحد کي زبردست اعتراض آهي. جنهن ڪري اهو سياسي طرح تمام سياڻپ وارو ڪم هوندو تہ انهن کي ناهڻ لاءِ قومي اتفاق راءِ پيدا ٿئي."

اڃا اها ساراهہ هلي پئي تہ 30 نومبر تي وزيراعظم شوڪت عزيز جي صدارت هيٺ ٿيل ايڪنڪ جي اجلاس کان پوءِ منصوبہ بندي ڪميشن جي ڊپٽي چيئرمين اڪرم شيخ وري ابتڙ ڳالهہ ڪئي، هن صاحب چيو تہ ڪالاباغ ۽ اکوڙي جي صدر ۽ ڪابينا پاران منظوري ڏيڻ بعد ٻين ادارن جي مشاورت ضروري ناهي. جڏهن هن صاحب کان پڇيو ويو تہ، سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽيءَ جي ڳنڍجاڻيءَ ۾ مالي قرض ونڻ وارا پروفارما هڪ هڪ ڪري زير غور نہ آيا، تہ انهن جي منظوري ڪيئن ٿي؟ تہ هن سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽي جي ڳنڍجاڻي، جنهن جي صدارت هن صاحب پاڻ ڪئي هئي، تنهن جا منٽس پڙهيا، جن ۾ لکيل هو تہ، "ڪابينا ڊيمن جو فيصلو ڪري چڪي آهي، صدر صاحب بہ اعلان ڪيو آهي تہ 2016ع تائين 5 ڊيم تعمير ٿيندا. صدر مشرف انهن ڊيمن لاءِ قوم کي بہ اعتماد ۾ وٺي چڪو آهي. سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽي، اقتصادي معاملن واري ڊويزن، پاڻي ۽ بجلي واري وزارت توڙي ٻيا اعليٰ سطحي فورم وفاقي ڪابينا ۽ صدر جي اعلان تي عملدار آمد ڪرڻ لاءِ پابند آهن. سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽي پاران پاڻي ۽ بجلي واري وفاقي سيڪريٽري اشفاق محمود جي سربراهي ۾ جوڙيل ڪاميٽي ڊيمن جي تعمير واري فيصلي تي عملدرآمد لاءِ ايڪشن پلان تيار ڪري رهي آهي. ڪاميٽي جي رپورٽ ملڻ کان پوءِ سمري غور ۽ فيصلي لاءِ ايڪنيڪ جي ايندڙ اجلاس ۾ پيش ڪئي ويندي تہ جيئن ڊيمن جي اڏاوت تي عملدرآمد واري

ايڪشن پلان تي غور ۽ فيصلو ڪري سگهجي." موصوف جي اهڙي انڪشاف بعد هن کان ٻه سوال پڇيا ويا: پهريون ته، "ڇا سينٽرل ڊيولپمينٽ ورڪنگ پارٽي مالي قرض ونڻ وارن پروفارما جي منظوري ڏني آهي؟" ٻيو ته "ڇا ڪالاباغ ڊيم تي اتفاق راءِ ٿي چڪو آهي؟" هن انهن ٻنهي جا گول مول جواب ڏنا. پهرين سوال جي جواب ۾ چيائين ته، ايڪشن پلان ڪابينا جي فيصلي مطابق تيار ٿيندو جڏهن ڪابينا فيصلو ڪيو آهي ته اسان انهيءَ فيصلي تي عملدرآمد جا پابند آهيون. فيصلن کان پوءِ ڪير پنهنجي مرضي هلائيندو ته مسئلو ٿيندو. ٻئي سوال جي جواب ۾ چيائين ته، "مون کي خبر آهي ته توهان ڇا ٿا چورائڻ چاهيو سي ڊي ڊبليو پي جي اجلاس ۾ اهو فيصلو ٿيو ته جڏهن وفاقي ڪابينا ۽ صدر فيصلو ڪيو ته عملدآمد ٿئي. آئون چوان ٿو ته پوءِ ان تي سمورا منصوبا ٿيهي وڃن ۽ انهن ۾ رڪاوٽ نه ٿئي."

جيستائين ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي اتفاق راءِ جو سوال آهي ته واضح هجي ته انهيءَ تي اتفاق راءِ نه ٿيو آهي، صدر صاحب پاڻ جڏهن 17 جنوري 2006ع تي 5 ڊيم سال 2016ع تائين ٺاهڻ جو اعلان ڪيو هو ته اهو به چيو هيائين ته ڪالاباغ ڊيم اتفاق راءِ کان پوءِ ٺاهبو. شيخ اڪرم جي بيان کان پوءِ سرحد صوبي جي چيف منسٽر اڪرم دراني بيان ڏنو ته ڪالاباغ ڊيم سرحد صوبي لاءِ هاڃيڪار آهي، جو انهيءَ جي ٺهڻ ڪري مردان اسڪارپ منصوبو ختم ٿي ويندو. پشاور واري ماٿري تائين اثر پهچندا ۽ اونهاري ۾ ٻوڏن سبب ملڪ ٻڏندو. وري اي اين پي وارن چيو آهي ته هو ڪالاباغ ڊيم ڪڏهن به ٺهڻ نه ڏيندا. انهن جي پارٽي جنرل سيڪريٽري ميان افتخار حسين چيو آهي ته پنجاب جا مفاد پاڪستان جا مفاد نه آهن. رڳو پنجاب جا حاڪم ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ چاهين ٿا. جڏهن ته سنڌ ۽ سرحد صوبي لاءِ هي موت ۽ زندگيءَ جو مسئلو آهي. سنڌ جي چيف منسٽر، جيڪو اڳ به ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت ڪري چڪو آهي، چيو آهي ته سنڌ حڪومت ڪالاباغ ڊيم جي حمايت ناهي ڪئي ۽ نه ئي تازو ٿيل سي ڊي ڊبليوپي جي ٿيل گڏجاڻيءَ ۾ انهيءَ جي حمايت جي ڳالهه ڪئي آهي. مٿيون ڳالهيون ته "ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي اتفاق نه ٿيو آهي" صوبن جا رايا هئا. انهن جي تصديق صدرپاڪستان جي پهرين ڊسمبر جي بيان مان به ٿئي ٿي. جنهن ۾ هن چيو آهي ته، "ڪالاباغ تي اتفاق راءِ لاءِ ڪوشش جاري رکي ويندي. عوام

مسئلي کي سمجهڻ لڳو آهي، ڊيم مان ڪينال نہ ڪڍڻ بعد اميد تہ مخالفت گهٽ ٿيندي."

هاڻي اچون ٿا ٿنهي ڊيمن جي مالي قرض ونڻ واري پروفارما تي، انهيءَ جو بنياد اهو دستاويز آهي، جيڪو عالمي بينڪ وارن "پاڪستان جي گهٽجندڙ آبي اقتصاديات" (Pakistan,s Economy Running Dry) جي نالي سان شايع ڪيو ۽ پاڪستان وارن سان شيئر ڪيو. انهيءَ ۾ هنن پاڻيءَ جي شعبي ۾ هڪ ارب ڊالر قرض ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي پر ڊيمن لاءِ پئسا نہ رکيا هئا. ۽ انهيءَ لاءِ هيٺيون نوٽ لکيو ويو:

"هڪ اهم معاملو جيڪو مٿي ڄاڻايل پروگرام ۾ ڪونهي، سو اهو آهي تہ مٿين پروگرام هلڻ دوران جيڪڏهن پاڪستان سرڪار پاڻي ۽ بجليءَ جي ضرورت لاءِ ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو ڪري تہ عالمي بينڪ انهيءَ لاءِ مدد ڪندي. پاڪستان سرڪار سان ڳالهيون ڪرڻ مهل اهو مڃيو ويو آهي تہ جيڪڏهن ڊيم جي اقتصادي، فني، معاشرتي، ماحولياتي، ادارتي، مالي ۽ تجارتي فيزيبلٽي ٿي وڃي ٿي ۽ انهيءَ سان گڏ سڌارا بہ ڪيا وڃن ٿا ۽ سيڙپڪاري صوبائي سطح تي واهن جي ڪمانڊ ۽ ٻنين جي سطح تي ڪئي ويندي تہ جيئن پاڻيءَ جو استعمال صحيح ٿي سگهي، تہ پوءِ بينڪ ڊيم ٺاهڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ اچي سگهي."

عالمي بينڪ جو مٿيون ٻڌايل رخ ڏسي پاڪستان سرڪار جي مالي صلاحڪار سلمان شاهہ 10 مئي 2006ع تي عالمي بينڪ جي نائب صدر، اسلامي ترقياتي بينڪ جي صدر ۽ ايشين ترقياتي بينڪ جي ڊائريڪٽر جنرل سان هڪ گڏجاڻي ڪئي. هنن ٽنهي ڊيمن لاءِ قرض ڏيڻ لاءِ هيٺين شرطن تي راضپو ڏيکاريو:

## عالمي بينڪ:

پاڻي ۽ بجلي جي ترقي وترائڻ لاءِ ايندڙ ڏهن کان پندرهن سالن لاءِ واپاري ترقياتي پلان Business Developmant plan جوڙيو وڃي. ڀاشا ڊيم سبب بي گهر ٿيندڙ ماڻهن جي ڀيهر آبادڪاري وارو پلان ڊيم تي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ ٺاهيو ۽ منظور ڪيو وڃي، ماڻهن جي زمين ونڻ جي اگهہ جو تعين ڪيو وڃي، بجلي وڪري لاءِ بجلي واري ڪمپنين سان ڳالهہ ٻولهہ ڪجي ۽ ٻاهرين

ملڪن جي پئسن جي سيڪورٽي لاءِ ناٽي جي خطري جو بہ حساب لڳايو وڃي،
واپاري ترقياتي پلان سال اندر ناهيو وڃي.

## ايشيائي ترقياتي بينڪ:

معاشرتي بچاءَ جا بندوبست، ماحولياتي گهرجن، سُڌ سماءَ واري حڪمت عملي هلائڻ لاءِ قاعدي قانونن جي ناهڻ، قانون بندوبست ۾ عوام ۾ سرڪاري شرڪت ڪرائڻ جي خاطري ڏني وڃي.

## اسلامي ترقياتي بينڪ کي خاص شرط نہ وڏا:

اڃو انهيءَ سوال تي تہ ڇا عالمي مالياتي ادارا انهن تنهي ڍيمن جي ناهڻ لاءِ قرض ڏيندا يا نہ؟ مالياتي ادارا قرض ڏيندڙ ماڻهن وانگر آهن. اهي قرض ڏيڻ ۾ تمام خوش ٿيندا تہ جيئن سندن پئسا وڏن ۾ وياج وارو ڏنڌو هلندو هلي پر جتي پئسا ٻڏڻ جو خطرو هجي، اتي اهي قرض ڏيڻ لاءِ ڏهہ دفعا سوچيندا. ڪالاباغ ۾ اڪوڙي تي اتفاق راءِ ڪونهي ۾ ٿيڻ بہ مشڪل آهي. انهن تي قرض ملڻ ڏکيو آهي، ڀاشا تي قرض ملي سگهي ٿو پر "متيان" اڪيلي ڀاشا ڍير کي ڪالاباغ ڍير ناهڻ کان سواءِ نهڻ نہ ڏيندا ۾ موجوده صورتحال Status quo قائم رهندو.

(روزانہ ڪاوش 5 ڊسمبر 2006ع)

# ايندڙ اليڪشني مهم ۾

## ڪالاباغ ڊيم اشو جي اهميت!

مون پنهنجي مضمون "پنجين موسم" جيڪو ڪاوش ۾ 19 هين نومبر تي ڇپيو هو ته: پاڪستان ۾ چئن موسمن ڪان علاوه پنجين موسم به ٿيندي آهي. جنهن ۾ ڪالاباغ ڊيم واري مامري کي ورجايو ويندو آهي ۽ اها موسم شروع ٿي وئي آهي. انهيءَ جو ڪجهه احوال مون پنهنجي ٻئي مضمون جيڪو ڪاوش ۾ "ڪالاباغ ڊيم مامري کي جيئارڻ جي ڪوشش ڇو پئي ٿئي!" جيڪو 24 نومبر تي ڇپيو هو، تنهن ۾ ڏنو هو. هر ڪو سياستدان، جيڪو ڪالاباغ ڊيم سان واسطو رکي ٿو، يا نه ٿو رکي انهيءَ جو سهارو وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پوءِ پلي پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪرڻ لاءِ يا وقتي طور ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ يا ٻين سياستدانن جي ڳالهين جو مناسب ۽ ترت جواب ڏيڻ لاءِ، انهيءَ ٿيل بيان بازي جو ڪجهه احوال هيٺ ڏيان ٿو:

صدر پرويز مشرف: خانيوال ۾ هڪڙو جسلي کيٰ خطاب ڪندي صدر صاحب چيو ته، ڪالاباغ ڊيم کي تعمير ٿيڻ کان ڪير به روڪي نه ٿو سگهي. واعدو ٿو ڪريان ته سال 2016ع تائين ڊيم ڏرتيءَ تي نظر ايندو. وزيراعظم شوڪت عزيز: پاڪستان ۾ بجلي جي ڪوت ٿي وئي آهي. ڪالاباغ ڊيم سوڌو وڏا ڊيم انتهائي ضروري آهن، نه ته گذارو نه ٿيندو.

شيخ رشيد احمد وفاقي وزير ريلوي: جيڪڏهن اسان کي معاشي طور زنده رهڻو آهي ته پوءِ ڪالاباغ ڊيم ضرور ٺاهڻو پوندو ۽ ان لاءِ پنجاب کي سنڌ جا سخت شرط تسليم ڪرڻا پون ته اهي به تسليم ڪيا وڃن، پر ڪالا باغ ڊيم ڊيم ضرور ٺاهيو وڃي، هن وڌيڪ چيو ته ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ بابت سنڌ جا خدشا ختم ڪيا وڃن. پنجاب وڏي ڀاءُ جي حيثيت ۾ قربانيون ڏيندو رهيو آهي ۽ هاڻي به هو قرباني ڏي ۽ ڊيم ٺاهڻ لاءِ سنڌ جا ڪڙا ۽ سخت شرط تسليم ڪيا وڃن.

مخدوم امين فهيم: اسان کي فيصلو ڪرڻو پوندو ته اسان کي ڪالاباغ ڊيم کپي يا پاڪستان؟

اچو ته مٿين بيانن تي ڪجهه خيالن جي ڏي وٺ ڪريون.

(1) صدر صاحب جو بيان: ياد رهي تہ اهو بيان صدر صاحب خانيوال ۾ ڏنو هو، جنهن جو مقصد پنجاب وارن کي خوش ڪرڻ هو، جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي تہ انهيءَ کي ٺاهڻ جو اعلان صدر صاحب پنهنجي 17 جنوري 2006ع واري ٽيلويزن تقرير ۾ ڇو نہ ڪيو؟ هو ملڪ جو سربراهہ آهي. فوجي وردي ۾ هجڻ ڪري هن کي مڪمل اختيار آهن، جيڪو وٺي ڪري سگهي پيو پوءِ هن کي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪرڻ کان ڪنهن روڪيو؟ اڇو وري واعدي تي، صدر صاحب اعلان ڪيو هو تہ ڊسمبر 2004ع ۾ وردي لاهيندو پر هو صاحب اڄا وردي ۾ صدر آهي. شاعر چوندا آهن "وہ وعدہ ہی کیا جو وفا ہو گیا" صدر صاحب واعدو ڪيو آهي سال 2015ع، يعني اڄ کان 9 سال پوءِ جو دنيا جنهن تيز رفتاريءَ سان پئي هلي، ڪنهن کي خبر آهي تہ 9 سالن کان پوءِ ڇا ٿيندو؟ ڪير اقتدار ۾ رهندا ڪير هليا ويندا. يا ڪن جي حياتي ايستائين ساٿ ڏيندي؟ غالب جو شعر آهي تہ:

آہ کو چاہیے اک عمر اثر ہونے تک
کون جیتا ہے تیری زلف کے سر ہونے تک

(2) وزيراعظم جو بيان: موصوف جي بيان مان ائين ٿو لڳي تہ ڄڻ بجلي وڏن ڊيمن وسيلي ئي ملي سگهي ٿي ۽ بجلي پيدا ڪرڻ جا ٻيا ذريعي ڪونهن، يا اهي ذريعا پاڪستان ۾ موجود نہ آهن. بجلي پيدا ڪرڻ جا ذريعا آهن ڪوئلو، تيل، قدرتي گيس، ايٽمي ريڪٽر، هوا، سج جي روشني وغيره. مان ٻن وڏن ذريعن جو ذڪر ڪندس. پاڪستان ۾ 25 هنڌن تي وهندڙ پاڻيءَ مان بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. جن کي Run of river منصوبا چئبو آهي. واپڊا وارن انهن کي ممڪن بنائڻ جا اپياس ڪرايا آهن. انهن مان هڪڙو سنڌو درياءَ تي ٻنجي واري هنڌ تي آهي. جتان 5400 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. پاڪستان جي جيالاجيڪل سروي مطابق سنڌ ۾ ٿر ۾ 22، ارب ٽن ڪوئلي جا ذخيرا آهن. جتان پاڪستان جي بجلي جو ضرورتون پوري ڪري سگهجن ٿيون. رڳو سچي دل سان ڪم ڪجي، جيئن انگريزي چوڻي آهي تہ:

Where there is a will there is a way

وزيراعظم صاحب چوي ٿو تہ وڏن ڊيمن کان سوا گذارو نہ ٿي سگهندو ڀلا جن ملڪن ۾ درياءَ ڪونهن ۽ وڏا ڊيم نٿا ٺهي سگهن، انهن جو گذارو ڪيئن ٿو ٿئي، انهن جي بجلي ڪٿان ٿي اچي!

(3) شيخ رشيد جو بيان: وفاقي وزير ريلويز جو ڊيمن سان ڪهڙو واسطو؟ وزير موصوف پنهنجي کاتي جو خيال ڇو نہ ڪيو، ان کاتي جي غفلت ڪري برسات ۾ رڻ پٽياڻي پل وهي وڃڻ ڪري مهيني تائين گاڏين جي اچ وڃ ڪراچي تائين بند رهي. هن سنڌ جا خدشا دور ڪرڻ ۽ پنجاب کي سنڌ جا ڪڙا ۽ سخت شرط مڃي قرباني ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي، سنڌ جا خدشا آهن تہ ڊيم پرڻ لاءِ هر سال واڌو پاڻي ڪونهي. ڪالاباغ ڊيم مان واهہ ڪڍيا ويندا، گهٽ پاڻي وارن سالن ۾ ڊيم پريو ويندو ۽ واهہ وهايا ويندا. جنهنڪري سنڌ کي زراعت لاءِ گهربل پاڻي نہ ملندو. ڊيم ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ سان ڪچي واري علائقي جي زراعت برباد ٿيندي. ڊيلٽا ختم ٿي ويندو. سمنڊ پائيندو سنڌ جي ماڻهن جي حالت خراب ٿيندي. اهي خدشا نہ بلڪہ حقيقتون آهن. ڪجهہ سال اڳ نيپا لاهور جي آفيسرن فرضي طور ڪالاباغ ٺاهي حقيقتون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، بعد ۾ انهن هيٺيون سفارشون ڪيون:

(1) وفاقي حڪومت هڪ غيرجانبدار ريفري جو ڪم ڪري.

(2) وفاقي حڪومت ڊيم ٺاهڻ بابت فيصلي کان پوءِ ان تي عمل ڪرائڻ جي گارنٽي ڏي.

(3) عباسي صاحب واري ڪاميٽي پهرين پاڻي جي هجڻ جو فيصلو ڪري.

(4) پنجاب ڊيم مان ڪينال نہ ڪڍي.

(5) جيڪڏهن سنڌ رواجي ڊيم تي راضي نہ ٿئي تہ ڪيري اوور ڊيم ٺاهيو وڃي.

(6) اهو تاثر دور ڪرڻ کپي تہ فيصلا پنجاب Dominated شهري ۽ نان سولين جي ڳٺ جوڙ سان پيا ٿين.

سنڌ تہ مٿين رپورٽ کي اهميت ئي نٿي ڏئي، پر ڇا وفاقي حڪومت مٿين ڳالهين تي عمل ڪري سگهي ٿي؟ ڇا پنجاب ڊيم مان واهہ نہ ڪڍڻ تي راضي ٿيندو؟ عباسي صاحب جي رپورٽ اچي وئي آهي، هن رپورٽ مطابق عام رواجي ڊيمن لاءِ واڌو پاڻي ڪونهي، تنهنڪري عام رواجي ڊيم بدران اسڪردو تي ڪيري اوور ڊيم ٺاهيو وڃي. پوءِ انهيءَ رپورٽ تي عمل ڇو نٿو ڪيو وڃي ۽ ڇو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ وارو رينگٽ جاري رکيو پيو وڃي.

شيخ رشيد پنجاب کي وڏي ڀاءُ جي حيثيت ۾ قرباني ڏيڻ لاءِ چيو آهي تہ

جيئن ڊيم ٺهي سگهي، سنڌ ته ڪا قرباني گهري ئي ڪونه ٿي. سنڌ ته ٺهيل جڙيل زراعت جو بچاءُ گهري ٿي. جيڪڏهن پنجاب قرباني ڏيڻ تي ئي ضد ہڏي ويٺو آهي ته ڪالاباغ ڊيم نه ٺاهڻ تي راضي ٿيڻ جي قرباني ڏي.

مخدوم امين فهيم جو بيان: مخدوم صاحب چيو آهي ته جيڪڏهن پاڪستان کي قائم رکڻ گهرو ٿا ته ڪالاباغ ڊيم جي ڳالهه ڇڏي ڏيو نه ته پاڪستان نه رهندو. ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ جي عوام ۾ ايتري نفرت آهي، جو جيڪڏهن ڪنهن سان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جي ڳالهه ڪجي ٿي همراهه ائين چڙي ٿو وڃي، ڄڻ ڪنهن هن کي گار ڏني هجي. سرحد ۾ به ماڻهوءَ انهيءَ خلاف آهن. سال 2000ع ۾ واپڊا جي چيئرمين جنرل ذوالفقار بدين ۾ هڪ سيمينار ڪرايو ته جيئن سنڌ جي ماڻهن کي انهيءَ بابت قائل ڪري سگهجي. بدين وارن انهيءَ جي سخت مخالف ڪئي. تنهن هوندي به ٻيو سيمينار نواب شاهه ۾ رکيو ويو. پر اتي گوڙ ٿيڻ جي انديشي ڪري اهو سيمينار نه ڪيو ويو.

مستقبل ۾ ڪالاباغ ڊيم ٺهندو يا نه اها خبر خدا کي، پر ايندڙ اليڪشن کان اڳ سياستدان ان جو پورو فائدو وٺندا ۽ ٿي سگهي ٿو ته ايندڙ حڪومت انهيءَ جي حمايت يا مخالفت جي بنياد تي ٺهي.

(روزانه ڪاوش 6 جنوري 2007ع)

# بغليار ۽ ڪالاباغ ڊيم جي ڀيٽ

عالمي بينڪ جي مقرر ڪيل غير جانبدار ماهر جناب ريمنڊ لفتي سومر 12 فيبروري 2007ع تي پاڪستان ۽ هندوستان وچ ۾ چناب درياءَ تي ٺهندڙ بغليار ڊيم بابت اٺاريل پاڪستان جي اعتراضن تي پنهنجو فيصلو ڏيئي ڇڏيو آهي. جناب ريمنڊ جو تعلق يورپ جي ملڪ سوئٽزرلينڊ سان آهي ۽ هو صاحب اتي هڪ پروفيسر آهي. پاڪستان جو پهريون اعتراض اهو هو ته ڊيم جو فري بورڊ گهرج کان مٿي رکيو ويو هو. جنهنڪري هندوستان کي مصنوعي طور پاڻيءَ جي ليول وڌائڻ جي صلاحيت حاصل ٿي ويندي. تنهنڪري انهيءَ جي سطح 4.5 ميٽرن (15 فوٽ) مان گهٽائي 3 ميٽر (10 فوٽ) ڪئي وڃي. اهڙي ڳالهه اڻ ڌرئي ماهر مڃي. ٻيو اعتراض پاڻي ڪٽڻ جي سطح بابت هو. جنهن کي انگريزيءَ ۾ Dead Storage Level چئبو آهي. پاڪستان چيو هو ته، اها سطح مٿي رکي وڃي يعنى 818 ميٽرن (2683 فوٽ) بدران 821 ميٽر (2693 فوٽ) يعني 10 فوٽ مٿي رکي وڃي. اهڙي ڳالهه به مڃي وئي. ٽيون، اعتراض ڊنڊ ۾ ذخيرو ڪرڻ بابت هو. هنن مطابق ڊنڊ جي ذخيري ڪرڻ جي صلاحيت، جيڪا 37.722 ملين ڪيوبڪ ميٽر (30310 ايڪڙ فوٽ) هئي. سا تمام گهٽي هئي. اها گهٽائي 32.56 ملين ڪيوبڪ ميٽر (26.162 فوٽ) ڪئي وڃي. اها ڳالهه به هن مڃي. چوٿون اعتراض اٿل واهه (Spillway) ۾ گيٽ هڻڻ بابت هو. پاڪستان ان بابت چيو هو ته اٿل واهه ۾ گيٽ نه لڳڻ کپن. پر ماهر اها ڳالهه نه مڃي ۽ چيائين ته دنيا ۾ هر هنڌ اٿل واهن کي گيٽ لڳل آهن. تنهنڪري هتي به گيٽ لڳڻ کپن. مطلب ته پاڪستان جون چئن مان ٽي ڳالهيون مڃيون ويون ۽ هندوستان جي هڪڙي ٻنهي ملڪن انهيءَ فيصلي کي پنهنجي پنهنجي ڪاميابي قرار ڏنو آهي. مطلب اهو ته هندوستان کي بغليار ڊيم ٺاهڻ جي اجازت ملي پر ڊيم ٺاهڻ ۾ مٿين ڳالهين تي عمل ڪرڻ جي شرط سان يعني هندوستان جيڪڏهن مٿيون ٽي ڳالهيون ڪري ته عالمي بينڪ جي ماهر مطابق هو ڊيم ٺاهي سگهي ٿو.

کن ماڻهن انهيءَ ڊيم ٺاهڻ جي اجازت کي پاڪستان ۾ ٺهندڙ ڊيم خاص طرح ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. يعني جيئن ڪجهه شرطن سان هندوستان کي بغليار ڊيم ٺاهڻ جي اجازت ملي آهي، تيئن ڪجهه شرطن سان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جي به اجازت ملي سگهي ٿي. انهيءَ ڳالهه تي خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ کان اڳ اچو ته سنڌ طاس معاهدي جو ڪجهه ذڪر ڪريون، جنهن مطابق معاون درياهن تي بجلي پيدا ڪرڻ وارا ڊيم ٺاهڻ جي اجازت مليل آهي.

## سنڌ طاس معاهدو

1948ع ۾ هندستان اپرنديءَ ٽن درياهن جو پاڪستان ۾ ايندڙ پاڻي بند ڪري ڇڏيو هو. تنهن کان پوءِ عالمي بينڪ جي سهڪار سان ٻنهي ملڪن وچ ۾ درياهن بابت هڪ معاهدو ٿيو جنهن کي 1960ع وارو سنڌ طاس معاهدو چئجي ٿو. انهيءَ معاهدي مطابق ٽي اپرندا درياءَ يعني ستلج، بياس، ۽ راوي مڪمل طور هندوستان کي ڏنا ويا ۽ ٽي الهندا درياءَ يعني چناب، جهلم ۽ سنڌو پاڪستان کي ڏنا ويا پر مڪمل طور تي نه. پر انهن درياهن تي هندوستان کي ڪجهه حق ڏنا ويا، جيڪي پيئڻ جي پاڻي، نه کپائيندڙ استعمال يعني (Non Consumption use) زراعت لاءِ پاڻي ۽ پن بجلي پيدا ڪرڻ وارا حق هئا. مٿين معاهدي ۾ درياهن جو پاڻي ورهائڻ بدران درياءَ وراهايا ويا ته جيئن پوءِ اٿندڙ مامرا گهٽ کان گهٽ ٿي سگهن. جن درياهن تي هڪڙي ملڪ جو حق مڃيو ويو. اتي ڪو مامرو ڪونهي، پر جتي ٻنهي ملڪن کي حق ڏنا ويا، اتي مامرا اٿيا آهن ۽ اهي الهندي درياهن تي پن بجلي پيدا ڪرڻ واري هندستان جي حق جي ڪري پيدا ٿيا آهن. معاهدي ۾ پن بجلي گهر ٺاهڻ لاءِ هيٺيان شرط رکيا ويا آهن.

بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ وهندڙ پاڻيءَ تي هلندڙ بجلي گهر يعني (Run-of-river) منصوبا ٺاهيا وڃن، جيڪي هيٺين معيارن مطابق هئڻ کپن.

(1) انهن بجلي گهرن ۾ پاڻيءَ جي سطح هٽرادو نموني نه وڌائڻ گهرجي ۽ ڊيزائن ۾ ڏنل سطح مطابق هئڻ کپي.

(2) استعمال جوڳي پاڻي جي ليول (Dead Storage Level) کان

هيٺ لٽ کيڏڻ يا ٻئي ڪنهن فني سبب ڪان سواءِ ڪو ماڊول (Outlet) نہ هجڻ گهرجي. اهو ماڊول بہ گهٽ ۾ گهٽ سائز جو ۽ مٿي ڪان مٿين سطح تي هجڻ کپي ۽ هلائڻ جي لحاظ ڪان اقتصادي طور مناسب هجڻ کپي.

(3) جيڪڏهن دروازن وارو اٿل واهہ (Spllway) ٺاهڻ ضروري هجي تہ دروازن جي هيٺين سطح مٿي ڪان مٿي رکڻ کپي.

(4) بجي گهرن ڏي پاڻي ڪٽي ويندڙ سرنگ جي سطح مٿي ڪان مٿي رکڻ کپي تہ جيئن هو "رن آف رور" واري اصول تي ڪم ڪن ۽ ٺاهڻ ۽ هلائڻ ۽ اقتصادي طور مناسب هجن.

پاڪستان سرڪار جي اطمينان لاءِ تہ پن بجلي گهر مٿين معيارن مطابق ٺاهيو ويندو. هندوستان اڏاوت شروع ڪرڻ ڪان ڇهہ مهينا اڳ انهيءَ جي ڊزائين پاڪستان کي ڏيندو جيڪو ٽن مهينن اندر پنهنجا اعتراض موڪليندو جيڪڏهن پاڪستان ٽن مهينن اندر پنهنجا اعتراض نٿو موڪلي تہ ائين سمجهيو ويندو تہ انهيءَ کي ڪوبہ اعتراض ڪونهي. جيڪڏهن ٻئي ڌريون ڪنهن ڳالهہ جو فيصلو پاڻ نہ ڪري سگهن تہ پوءِ يا تہ اهو معاملو غير جانبدار ڄاڻو ماڻهو (Neutral Expert) کي ڏنو ويندو. يا ڪنهن فيصلي ڪرائيندڙ (Negotiator) جون خدمتون ورتيون ويندين يا فيصلي ڪرائڻ واري عدالت (Arbitration Court) کي موڪليو ويندو. معاهدي ٿيڻ ڪان پوءِ چار وڏا مامرا ٿيا آهن. اهي آهن وولر بيراج، ڪشن گنگا ڊل هستي ۽ بغليار وارا مامرا.

## بغليار ڊيم وارو مامرو

هي ڊيم چناب درياءَ تي سلال ڊيم ڪان 80 ڪلوميٽر مٿي ٺاهيو پيو وڃي. هن بابت پاڪستان کي 1992ع ۾ ٻڌايو ويو هو تہ هن ۾ 3،21،000 ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهجي ٿو ۽ 2،95،000 ايڪڙ فوٽ پاڻي ڊيڊ اسٽوريج ليول تائين روڪبو. مٿين صلاحيت سبب هندوستان 26 ڏينهن تائين درياءَ جو پاڻي بند ڪري سگهندو جنهنڪري پاڪستان جي مرالا بيراج مان نڪرندڙ واهن تي اثر پوندو.

مٿين بندوبست سان دفاعي طرح (Defence point view) هندوستان

هڪ دفاعي روڪ (Barrier) ٺاهي سگهي ٿو جنهن جي ذريعي هو هيٺين سطح جي سلوسن جي مدد سان 30 ڏينهن تائين پاڻي روڪي سگهي ٿو. مٿين ڳالهين کي نظر ۾ رکي معاهدي مطابق پاڪستان عالمي بينڪ کي غير جانبدار ماهر رکڻ جو چيو. جيڪو سال 2005ع ۾ مقرر ٿيو ۽ هن پنهنجو فيصلو ڏنو آهي.

## فيصلي جو تجزيو

پاڪستان جا چار اٺاريل اعتراض سنڌ طاس معاهدي جي عين مطابق هئا ۽ چئني جو فيصلو پاڪستان جي حق ۾ ٿيڻ کپندو هو. پر ٽن اعتراضن جو فيصلو پاڪستان جي حق ۾ ٿيو ۽ چوٿين جو هندوستان جي حق ۾ ٿيو. جيڪڏهن فيصلو سنڌ طاس معاهدن جي شقن مطابق ٿئي ها ته اهو به پاڪستان جي حق ۾ ٿئي ها. پر ماهر ٻين ملڪن ۾ ٺهندڙ بجلي گهرن جو مثال سامهون رکي. اهو فيصلو هندوستان جي حق ۾ ڏنو. اها ڳالهه نظر ۾ رکڻ کپندي هئي ته ٻين ملڪن ۾ جتي اهي بجلي گهر ٺهن ٿا. اتي به سدائين تڪرار ۾ آيل ملڪ ڪونهن، تنهنڪري اسپل وي ۾ هيٺ گيٽ وجهڻ ڪري ڪنهن ٻئي ملڪ تي اثر نٿو پوي، پر هندوستان جي ڊيم ۾ اها گنجائش رکڻ سان پاڪستان تي اثر پوندو. منهنجي خيال ۾ فيصلو پاڪستان جي حق ۾ ٿي آهي ۽ انهيءَ لاءِ مان انڊس واٽر ڪشمنر سيد جماعت علي شاهه کي جس ڏيندس. جنهن انهيءَ معاملي تي ڏاڍي محنت ڪئي. مان ذاتي طرح شاهه صاحب کي سڃاڻان ٿو. جو مان به انهيءَ جي اڳواٽيءَ ۾ انڊس واٽر ڪميشن جي هڪ گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿي دهلي ويو هوس. هو هڪ ايماندار، نيڪ، محنتي ۽ چاڙو ماڻهو آهي.

## فيصلي تي عمل

سنڌ طاس معاهدي جي ضميمي (Annexure) F مطابق غير جانبدار ماهر جو فيصلو فائنل آهي ۽ ڏريون انهيءَ تي عمل ڪرڻ جون پابند آهن. مان انهيءَ جي شق 11 جو انگريزي متن هيٺ ڏيان ٿو.

It, The Decision of Neutral Expert on all matters within his Competance Shall be final and binding, in respect of the

particular matter on which decision is made upon parties and upon any court of arbitiration established under the provisions of Article ix (5)

غير جانبدار ماهر عالمي بينڪ طرفان مقرر ڪيو هو. تنهنڪري انهيءَ فيصلي تي عمل ڪرائڻ جي ذميواري عالمي بينڪ جي آهي.

## بغليار ڊيم ٺاهڻ جو فيصلي جو ڪالاباغ ڊيم تي اثر

بغليار ڊيم ٺاهڻ جي فيصلي جو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ سان ڪو تعلق يا واسطو ڪونهي. بغليار ڊيم جو واسطو ٻن ملڪن سان آهي، جن وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيل آهي، جنهن جي خاطري ڏيندڙ عالمي بينڪ آهي. اهو ڊيم رڳو بجلي پيدا ڪندو يعني رن آف رور منصوبو آهي. جنهن ۾ پاڻي ذخيرو نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ تي اٿندڙ مامرن کي منهن ڏيڻ جو بندوبست (Mechanism) ٻڌايل آهي. ڪالاباغ ڊيم ٻن ملڪن بدران رڳو هڪ ملڪ پاڪستان جو معاملو آهي. انهيءَ جي ٺاهڻ جو ڪو معاهدو ڪونهي. پاڻي ٺاهه ۾ هڪ عام شق آهي ته جتي به Feasible هجي. ڊيم ٺاهڻ کپن. جيڪڏهن ڊيم پرڻ لاءِ پاڻيءَ جي موجودگيءَ تي اختلاف هجن ته اهو ڪيئن Feasible ٿيو؟ جڏهن ته صوبن جو عوام اسيمبلين ذريعي انهيءَ رٿا خلاف ٺهراءَ به پاس ڪري وينا آهن. انهيءَ معاملي کي عام مفادن واري ڪائونسل ۾ اٿاري سگهجي ٿو. جيڪا ڏيکارڻ لاءِ جڙيل آهي، پر ڪم نٿي ڪري. انهيءَ مان واهه ڪڍي نيون آباديون ڪرڻ جو پروگرام آهي. جڏهن ته سنڌ ۾ ٺهيل بيراجن ۾ انهن مان نڪرندڙ واهن تي رکيل ايراضي لاءِ به هينئر پاڻي ڪونهي. انهيءَ کي مشروط نموني ٺاهڻ به ممڪن نه آهي جو شرطون تڏهن قبول ڪبيون آهن، جڏهن ڪجهه ڏي وٺ ٿي سگهي، جڏهن رڳو ڏيڻ ئي هجي ته ڪير شرطون قبول ڪندو.

ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو بغليار ڊيم ٺاهڻ واري فيصلي سان ڪو واسطو ناهي ۽ منهنجي خيال ۾ سنڌ وارا انهيءَ جي ٺاهڻ تي ڪڏهن به راضي نه ٿيندا.

(روزانه ڪاوش 14 فروري 2007ع)

# ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ

## عالمي بينڪ جي نئين چرپر

واشنگٽن مان منهنجي همدرد ۽ سنڌ دوست جي اي ميل آئي آهي. جنهن جو انگريزي متن هيٺ ڏجي ٿو:

**Subject:** Kalabagh being repackaged. It has come to my attention that Kalabagh is being repackaged. the idea will be that Sindh will be given part Onwership of Kalabagh-say 40% As an owner, Sindh will supposedly have share in royalty and operations of kalabagh. In practice how will sindh exercise its operation control over a long period of time, is not clear. I understand that certain people and agencies are very excited about this approach and are pushing it. A donor delegation scheduled to visit pakistan in early March will push for this solution.

I also undersland that certain objections to Basha dam by India, may also be used as an argument for supporting repackaged kalabagh. what should be done? your input and help towards development of sindh is always welcome.

(منهنجي ڌيان ۾ اها ڳالهه آئي آهي ته ڪالا باغ ڊيم جو نئون پيڪيج ٺاهيو پيو وڃي انهيءَ مطابق سنڌ کي ڪالا باغ ڊيم جي جزوي مالڪي ڏني ويندي. سمجهو ته 40 سيڪڙو مالڪ هئڻ جي حيثيت ۾ سمجهيو وڃي ٿو ته سنڌ انهيءَ جي رائلٽي ۽ هلائڻ ۾ پائيوار هوندي. عملي طور اها ڳالهه واضح نه آهي ته سنڌ گهڻي وقت تائين اهو ڪنٽرول پاڻ وٽ رکندي. مان سمجهان ٿو ته ڪجهه ماڻهو ۽ ادارا انهيءَ پيڪيج ٺاهڻ بابت تمام جذباتي آهن ۽ انهيءَ کي

اڳتي پيا وڌائن. پنسا ڏينڊڙن جو هڪ وفد مارچ جي شروع ۾ پاڪستان ايندو تہ جيئن انهيءَ معاملي کي اڳتي وڌائي. مان اهو پڻ سمجهان ٿو تہ هندستان پاران پاشا ڊيم تي ڪجهہ اعتراضن کي دليل بنائي ڪالا باغ ڊيم کي نئين پيڪيج مطابق ڪرڻ واري ڳالهہ کي هٿي وٺائي ويندي. پوءِ ڇا ڪرڻ کپي؟ سنڌ جي ترقي لاءِ اوهان جي مدد ۽ سهڪار جو هميشہ وانگر آڌرڀاءُ ڪندس).

مون کي پنهنجي همدرد ۽ سنڌ دوست جي ڳڻتي جو احساس آهي. مان چاهيندس تہ ان جي ڳڻتي لاهيان ۽ سنڌ وارن کي بہ آگاهہ ڪريان تہ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ پردي پٺيان ڇا پيو ٿئي ۽ اسان کي پنهنجي جياپي لاءِ ڪيئن هوشيار رهڻ گهرجي. اچو تہ پهريون اهو ڏسون تہ اسان جا اعتراض ڇا آهن ۽ ڇا اهي اعتراض عالمي بينڪ جي ڏنل پيڪيج ڪري دور ٿي سگهندا.

## سنڌ جا ڪالاباغ ٺاهڻ تي اعتراض

(1) درياءَ جا وهڪرا ڦرندڙ گهرندڙ ۽ سال بہ سال گهٽجندڙ آهن. ماضيءَ جو ريڪارڊ بہ ٻڌائي ٿو تہ هر سال ڊيم ڀرڻ لاءِ واڌو پاڻي ڪونهي.

(2) جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم، جنهن جي قيمت اٽڪل 15 ارب ڊالر هوندي، سو ٺاهيو ويو تہ انهيءَ کي هر سال ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي، جن سالن ۾ پاڻي گهٽ هوندو ۽ ڊيم ڀرڻ لاءِ واڌو پاڻي نہ هوندو تہ بہ ڊيم ڀريو ويندو انهيءَ ڪري خريف جي مند ۾ سنڌ جي آبپاشيءَ جون ضرورتون پوريون نہ ٿينديون ۽ سنڌ جي زراعت تي اثر پوندو.

(3) ڊيم جي پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش 6.1 ملين ايڪڙ فوٽ رکي وئي آهي پر ان مٿان چار چار ملين ايڪڙ فوٽ جا واهہ ڪڍڻ جو پروگرام آهي. انهن واهن ۾ پاڻي ڪٽڻ سبب سنڌ جو پاڻي گهٽبو.

(4) ڊيم ۾ 6.1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪرڻ سان سنڌ ۾ ايندڙ وهڪرا گهٽبا. جنهنڪري هيٺان اثر پوندا.

(1) درياءَ جي ڪچي ۾ اٽل تي آباد ٿيندڙ ايراضي، جيڪا اڳ ئي گهٽجي وئي آهي، سا وڌيڪ گهٽبي.

(2) انڊس ڊيلٽا ۽ تمر جا ٻيلا سڪي ويندا.

(3) مڇيون، جهينگا ۽ گهانگهٽ گهٽجي ويندا، پلو جيڪو هينئر ئي صفا گهٽجي ويو آهي، سو ناپيد ٿي ويندو.

(4) انڊس ڊيلٽا ۾ چوپايو مال صفا ختم ٿي ويندو.

(5) جيت پکي پڻ ۽ ٻين آبي جانورن جو نسل ناپيد ٿيڻ جو خطرو آهي.

(6) ماڻهن کي پيئڻ جو پاڻي ملڻ ڏکيو ٿي ويندو.

(7) درياءَ ۾ اٿل تي آباد ٿيندڙ ٻيلا ختم اٿي ويندا.

(8) سمنڊ چڙهي ايندو جنهنڪري آباد ٿيندڙ ايراضيون ختم ٿي وينديون

(9) درياءَ جو پيٽ سوڙهو ٿي ويندو جنهنڪري ٻوڏ وارن سالن ۾ پاڻي اٿلڻ ڪري ڪنڌ پوندا.

(10) درياءَ جي پاڻيءَ تي هلندڙ ڪڇي جا ٽيوب ويل ڪارا ٿي ويندا.

(11) ماڻهن جي روزگار جا ذريعا ختم ٿيڻ ڪري غربت وڌندي ۽ ڏوهه وڌندا.

مٿين آيل اي ميل مان ٻه ڳالهيون سامهون اچن ٿيون، هڪ رائلٽي ۽ ٻي ڪالاباغ ڊيم کي هلائڻ لاءِ ڪنٽرول. آئين مطابق رائلٽي انهيءَ صوبي کي ملدي، جتي بجلي گهر ٺاهيو ويندو. ڪالا باغ جو بجلي گهر پنجاب صوبي ۾ ٺهندو تنهنڪري ته آئين مطابق رائلٽي پنجاب جو حق آهي. جيڪڏهن رائلٽيءَ جو 40 سيڪڙو سنڌ کي ڏنو ويندو ته آئين ۾ ترميم ڪرڻي پوندي، پر انهيءَ تي ٻيا صوبا اعتراض ڪندا. وري سوال ٿو اڀري ته ڇا سنڌ رائلٽي وٺڻ کان پوءِ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي راضي ٿي ويندي؟ منهنجي خيال ۾ اهو ائين آهي. جيئن ڪو ماڻهو مون کي چوي ته "ته مان توکي مارڻ ٿو چاهيان ٻڌاءِ گهڻا پئسا ڪبن؟" سنڌوءَ جو پاڻي سنڌ لاءِ جيئڻ ۽ مرڻ جو مسئلو آهي. مان سمجهان ٿو ته سنڌ وارا رائلٽي وٺي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي ڪڏهن به راضي نه ٿيندا. هاڻي اچو ڊيم هلائڻ جو ڪنٽرول سنڌ کي ڏيڻ واري ڳالهه تي.

پهريون ته اهو ٻڌايان ته ڊيم مان واهه نڪرندا يا نه. جيڪڏهن نڪرندا ته سنڌ کي هلائڻ جو ڪنٽرول ڏيڻ سان ڇا ٿيندو. واهه نڪرندا ته پاڻي به ڪٽندا. پاڻي ڪٽندا، معنيٰ ڊيم ڀريو ويندو ۽ انهن سالن ۾ به ڀريو ويندو جن ۾ درياءَ ۾ وهڪرا گهٽ هوندا. يعني ڊيم ڀرڻ وقت سنڌ جو پاڻي خريف ۾ گهٽ ٿيندو. جيڪڏهن ڊيم نه ڀرندا ته بجلي به پيدا نه ٿيندي. جيڪڏهن ائين ٿئي ٿو ته پوءِ

بجليءَ تي ٺهندڙ ڪارخانا ڇا تي هلندا؟ وري ڪنٽرول ڊيٽ تي ڪهڙو اعتبار. ڊيم ٺاهڻ لاءِ ڪنٽرول ڊيٽ تي راضپي ڪان پوءِ جيڪڏهن ڊيم ٺهڻ ڪان پوءِ ڪنٽرول ڊيٽ واري ڳالهه تان ڦري ويندا ته ڇا ڪنداسين. ٿي سگهي ٿو ته عالمي بينڪ انهيءَ جي گارنٽي ڏي، پر عالمي بينڪ به پنهنجن مفادن خاطر ڪم ڪري ٿي ۽ ڏٺو ويو آهي ته هو به گهڻو ڪري طاقتور ڌر جو پاسو ڪٽي ٿي. اندس بيسن معاهدو ڪرائڻ ۾ عالمي بينڪ ٽياڪڙيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو هو. پر هو ثالث طور غير جانبدار نه هئا. واپڊا جي هڪ ريٽائرڊ ٽيل ملازم جناب بي اي ملڪ، جيڪو سنڌ طاس منصوبي جي ڳالهين ۾ شامل هو، تنهن پنهنجي ڪتاب Indus Waters Treaty in Retrospect ۾ عالمي بينڪ جي جانبدار ڪردار تي هيٺين ريت روشني وڌي آهي:

"1947ع ۾ چين جي ڪميونسٽ ٿيڻ ڪان پوءِ آمريڪا اها پاليسي ٺاهي ته هندستان سان دوستي وڌائجي ته جيئن چين کي به ڦهلاءَ ڪان روڪيو وڃي ۽ هندوستان کي به چين جي اثر ڪان بچائجي. انهيءَ زماني ۾ هندستان جو جهيڙو پاڪستان سان درياهن جي پاڻيءَ بابت هو. انهيءَ ڏس ۾ پهريون مسٽر Lilien-thal کي موڪليو ويو. جنهن اندس نظام کي هڪ يونٽ طور ترقي وٺرائڻ جي سفارش ڪئي. انهيءَ ڪان پوءِ عالمي بينڪ اچي وئي، جنهن اوپر وارا ٽي درياءَ هندستان کي ڏيڻ جو چيو ۽ دليل اهو ڏنائون ته درياهن جي پاڻيءَ جي ورهاست ۾ جهيڙن کي ختم ڪرڻ لاءِ پاڻي ورهائڻ بدران درياءَ ورهايا وڃن. پر اهو دليل اولهه وارن درياهن تي به لاڳو ڪيو ڪيندو هو ۽ انهن تي پاڪستان جو مڪمل حق هئڻ ڪيندو هو پر چيائون ته هندستان کي انهن درياهن تي والاريل ڪشمير ۾ آبپاشي ۽ پن بجلي گهر ٺاهڻ جو حق هو. پاڪستان اها ڳالهه نه پيو مڃي ته عالمي بينڪ ڳالهيون فيل ٿيڻ جو خوف ڏياري، زوري اها ڳالهه معاهدي ۾ شامل ڪرائي. نتيجي ۾ پاڪستان ۽ هندستان جو پاڻيءَ واري معاملي تي تڪرار اچا پيو هلي. ڪڏهن وولر بيراج جو تڪرار آهي ته ڪڏهن وري بغليار ڊيم جو مامرو پيو هلي. هاڻي جڏهن پس منظر ۾ ڏسجي ٿو ته اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته عالمي بينڪ جهڙي غير سياسي اداري اهڙي سختيءَ سان مهم ڇو هلائي ته پاڪستان الهندي درياهن تي هندستان جي ڊيم ٺاهڻ واري غير منصفانه ڳالهه هجي؟ انهيءَ مان اها ڳالهه ظاهر هئي ته هاڻي بينڪ هر طريقي سان هندستان کي ريجهائڻ پيو

چاهي ۽ انهيءَ ۾ ان کي پنهنجي ڪردار مشڪوڪ ٿيڻ جي به پرواهه نه هئي. عالمي بينڪ ڏيتي ليتي، وهنوار ۽ شرافت جون سڀ حدون لنگهي وئي. اها ڳالهه اخلاقي، اداراتي، اصولي ۽ عملي طرح غلط هئي.“

مٿين حوالي مان صاف ظاهر آهي ته عالمي بينڪ جي گارنٽي تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي. تنهنڪري هينئر چوڻ سان ته ڪنٽرول پاڪستان کي ڏينداسين، مستقبل ۾ انهيءَ تي عمل ڏکيو ٿيندو. ماضي ۽ حال جو ڪردار مستقبل جي لاڙي جي خبر ڏئي ٿو. لکت ۾ انجام ڪيا وڃن ٿا، پر انهن کي پاڙيو نٿو وڃي، مان ڪجهه مثال ڏيندس.

(1) 1945ع واري سنڌ، پنجاب معاهدي تي صحيحون ڪيائون پر مالي معاملن جي نه طئي ٿيڻ جو بهانو ڪري ڦري ويا.

(2) 1973ع ۾ چشما، جهلم ڪونڙي کان هيٺ پاڻي وڃڻ جي حالت ۾ هلائڻ جو معاهدو ڪيو ويو، پر جڏهن ڪونڙيءَ کان هيٺ پاڻي نه ويو تڏهن به چشما، جهلم لنڪ هلايو ويو.

(3) 1991ع ۾ پاڻي ٺاهه ٿيو، پر انهيءَ تي صحيح نموني ۾ علم نٿو ڪيو وڃي، جنهن جون خاص ڳالهيون هي آهن.

(1) ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن مطابق ورهاست نٿي ٿئي.

(2) سرحد ۽ بلوچستان صوبن کي ڪوٽ واري وقت ۾ ڪوٽ کان آجو ڪيو ٿو وڃي.

(3) منگلا ڊيم سنڌ ۾ ڪوٽ واري وقت ۾ ڀريو ٿو وڃي.

(4) سنڌ ۾ ڪوٽ واري وقت ۾ لنڪ ڪينال هلايا ٿا وڃن.

(5) ڪڏهن ڪڏهن ڊيم آبپاشيءَ جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ بجاءِ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ هلايا وڃن ٿا.

وري اچو هندستان پاران پاشا ڊيم ٺاهڻ تي اعتراض واري ڳالهه تي، ته انهن اعتراضن جي بنياد تي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي زور ڏنو ويندو. هندستان جي اعتراضن جي ڪا حيثيت ناهي، نه پاڪستان کي آزاد ڪشمير ۾ ڪنهن ترقياتي عمل کان روڪيو ويو آهي، نه هندستان کي والاريل ڪشمير ۾ ڪنهن ترقياتي عمل کان روڪيو ويو آهي، بلڪ هندستان کي ته اسان کي ڏنل ٽن درياهن تي پن بجلي وارا ڊيم ٺاهڻ جي اجازت سنڌ طاس معاهدي ۾ ڏنل آهي. الهندا درياهه

پاڪستان کي ملڻيل آهن ۽ اسان انهن تي جيڪا ترقي چاهيون ڪري سگهون ٿا.

منهنجي خيال ۾ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ عالمي بينڪ جي تازي چرير جنهن ۾ مالي آڇون ۽ ڊيم هلائڻ جو ڪنٽرول سنڌ کي ڏيڻ وارو آسرو شامل آهن. سي ڳالهيون سنڌ وارن کي ليائي نہ سگهنديون، ۽ نہ ئي وري هو ڪالاباغ ڊيم بابت پنهنجي موقف ۾ ڪا تبديلي آڻيندا. ڇاڪاڻ جو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ سان سنڌ جو پاڻي گهٽبو ۽ سنڌ جو جياپو سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان آهي. ڪوبہ سياڻو ماڻهو پنهنجي حياتي مالي آڇ ۽ مستقبل جي آسري تي داءَ تي لڳائڻ لاءِ تيار نہ ٿيندو.

(روزانہ ڪاوش 9 مارچ 2007ع)

# سنڌ جي مرندڙ ڊيلٽا کي جياپو ڪيئن ملي سگهندو؟

گذريل خريف ۾ جڏهن سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ هئي، تڏهن ڪجهه ڏينهن لاءِ ضرورت کان وڌيڪ پاڻي ڇڏيو ويو ۽ نتيجي ۾ ڪجهه پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سمنڊ ۾ وهي ويو. انهيءَ تي مٿين علائقي/ منڊ وارن گوڙ ڪيو ته سنڌ پاڻيءَ جو زيان ڪيو ۽ اجايو پاڻي سمنڊ ۾ ڇڏيو ويو. انهيءَ اعتراض مان ائين لڳو ته ڄڻ کوٽ واري وقت تي ٿورو پاڻي به ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ڇڏڻ پاڻيءَ جو زيان آهي! تازو ورلڊ وائلڊ لائف فنڊ (WWF) وارن پاران ڪراچيءَ ۾ "سنڌو درياءَ ۾ پاڻي گهٽجڻ ڪري سنڌ ڊيلٽا تي اثر" جي موضوع تي هڪ سيمينار ڪرايو ويو. انهيءَ سيمينار ۾ جن ماڻهن به شرڪت ڪئي، تن پاران انهيءَ ڳالهه تي ڳڻتيءَ جو اظهار ٿيو ته حڪومت کي ڊيلٽا جي تباهيءَ جو ڪوبه فڪر ناهي، ايتري حد تائين جو صدر ۽ وزيرن جي سطح وارن ماڻهن وٽ به ڊيلٽائي علائقن جي اهميت جو احساس ۽ ادراڪ ڪونهي، شايد ان ڪري ئي هو وري وري اهو پيا ورجائن ته ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ ويندڙ پاڻي اجايو آهي ۽ ان سان پاڻيءَ جو زيان ٿي رهيو آهي.

انهيءَ سيمينار ۾ مقررن ٻڌايو ته سنڌوءَ ۾ پاڻي گهٽجڻ ڪري تمر جي ٻيلن کي تمام گهڻو نقصان ٿيو آهي. جنهنڪري انهن ۾ پلجندڙ جهينگا، گهانگهٽ، مڇيون ۽ ٻي سامونڊي خوراڪ واري جيوت جي نسل ڪشي ٿي رهي آهي. تمر جي ٻيلن جون پاڙون سمنڊ جي ڪناري کي مضبوط ڪيون بيٺيون هيون، انهن جي گهٽجڻ ڪري سامونڊي ڪپر ڪمزور ٿي ويو آهي. مٺو پاڻي جيڪو سمنڊ جي کاري پاڻيءَ کي روڪي بيٺو هو، انهيءَ جي گهٽجڻ ڪري سمنڊ چڙهي آيو آهي ۽ ڪيتري ئي زرعي زمين کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي. پاڻيءَ جي کوٽ ڪري جهنگلي جيوت جا ڪيترائي قسم ناپيد ٿي ويا آهن ۽ ڊيلٽا جي انساني زندگي توڙي Ecology تي تمام گهڻو اثر پيو آهي. پاڻيءَ جي اڻاٺ تي آباد ٿيندڙ ايراضي گهٽجي وئي آهي. اتي نه رڳو هاڻي کا اپت نٽي ٽئي، پر ڪڇي ۾ آباد گهاٽا ٻيلا سڪي ويا آهن. ماحوليات ۽ پاڻيءَ جي اهميت توڙي سمنڊ جي فطرت کان باخبر ماڻهن کي اهو ادراڪ اڳ ئي هو ته جيڪڏهن ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جو وهڪرو نه ٿيو ته اتان جي سڄي ڊيلٽا واري زندگي

سخت متاثر ٿيندي، جنهن ۾ انسانن سان گڏ جهنگلي جيوت پکي پکڻ، جيت جڙيا ۽ جانور موت جي منهن ۾ ڌڪجي ويندا. نه رڳو ايترو پر آباد زمين کي به سمنڊ ڳهي ويندو. اڄ جڏهن اسان اهي سڀ شيون پنهنجي اکين سان ڏسون ٿا ته اهو احساس ٿئي ٿو ته ماحولياتي سائنس جي ماڻهن جي اها سوچ قطعي به غلط نه هئي، اهو ساڳيو ادراڪ ئي هو، جنهنجي ڪري جڏهن 1991ع وارو پاڻيءَ جو ناهه ٿي رهيو هو ته مٿي نقصانن کي نظر ۾ رکي سنڌ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 10 ملين ايڪڙ فوٽ (ايم اي ايف) پاڻيءَ جي وهڪري جي گهر ڪئي. پر چڱن مڙسن نه مڃيو ۽ فيصلو ڪيائون ته ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي ضرورتن لاءِ اڀياس ڪرايا وڃن. پاڻيءَ جي ناهه ۾ انهيءَ لاءِ هڪ خاص شق رکي وئي، جيڪا هن ريت آهي:

The need of certain minimum escapeages to sea below Kotri to check sea intrusion was recognised. Sindh held the view that the optimum level was 10 MAF, Which was Discussed at lengh, while other studies indicated lower/higher figures. It was therefore decided that further studies would be undertaken to establish the minimum escapege needs down stream kotri.

ترجمو: (سمنڊ جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو ته انهيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جي ضرورت هئي. جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو بڌايو ويو ته ٻين اڀياسن مطابق اها ضرورت ڪٿي انهيءَ گهر کان گهٽ هئي ۽ ڪٿي انهيءَ کان مٿي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته انهن ضرورتن لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ پاڻيءَ جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اڀياس ڪرايا وڃن).

انهيءَ اڀياس لاءِ تمام تفصيل سان اڀياس جا نڪتا يعني (Terms of reference) ناهيا ويا، جن ۾ ماحولياتي گهرجن جو خيال رکيو ويو. يو اين ڊي پي (UNDP) انهيءَ اڀياس لاءِ پئسا ڏيڻ جو واعدو ڪيو پر "چڱن مڙسن" چيو ته ايتري تفصيل سان اڀياس ڪرائڻ بدران رڳو انهيءَ نڪتي تي اڀياس ڪرايو ته "سمنڊ کي روڪڻ لاءِ ڪيترو پاڻي کپي." يعني رڳو هڪڙي نڪتي جو اڀياس ڪرايو وڃي. سنڌ "چڱن مڙسن" جي انهيءَ تجويز تي اعتراض ڪيو UNDP

وارن به اها ڳالهه نه مڃي ۽ اپياس لاءِ پئسا ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائون. رڳو هڪڙي نڪتي تي اپياس ڪرائڻ تي "چڳن مڙسن" جو زور انهيءَ ڪري هو ته جيئن پاڻيءَ جي گهرج گهٽ ۾ گهٽ ٿئي ۽ ذخيري ڪرڻ لاءِ وڌيڪ پاڻي بچي ته جيئن ڪين گهربل ڊيم ٺهي سگهي. انهن سمجهيو پئي ته جيڪڏهن سيني ڳالهين جو اپياس ڪرايو ويو ته ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي ضرورت ايتري ٿيندي جو ڪين گهربل نئين ڊيمن لاءِ پاڻي نه بچندو ۽ انهن "چڳن مڙسن" جو گهربل ڊيم نه ٺهي سگهندو.

هڪڙي نڪتي تي اپياس ڪرائڻ لاءِ اهو دليل ڏنائون ته سنڌ رڳو سمنڊ جي پائڻ (Sea Intrusion) کي روڪڻ لاءِ پاڻي گهريو هو. ائين برابر آهي ته مٿي ڏنل پاڻيءَ جي ٺاهه جي شق جي شروع ۾ رڳو سمنڊ جي پائڻ جو ذڪر آهي، پر اها رڳو بحث واري ڳالهه آهي ۽ هر ڪو ڄاڻي ٿو ته جڏهن بحث ٿيندو آهي ته ڪيترين ئي ڳالهيون به بحث هيٺ اينديون آهن ۽ انهن بحثن کان پوءِ جيڪي فيصلا ٿيندا آهن، انهن تي عمل ٿيندو آهي. فيصلي واري حصي ۾ جمع جا اکر استعمال ٿيا آهن، يعني گهرجون (Needs) ۽ اپياس (Studies) انهيءَ جي معنيٰ آهي ته پاڻي گهٽجڻ جي ڪري جيڪي به ضرورتو ن آهن، تن سيني جا اپياس ڪرايا وڃن ۽ انهن ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جو ڪاٿو لڳايو وڃي.

ڪنهن به دريائي نظام تي ماحولياتي ضرورتن لاءِ گهربل وهڪري کي (Minimum environmental flow requirment) چئبو آهي. "ورلڊ ڪميش فارڊيمس" جي رپورٽ ڊيمس اينڊ ڊيولپمينٽ ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي ته دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ انهيءَ لاءِ ڪل وهڪري جو ڏهه سيڪڙو پاڻي ضروري سمجهيو وڃي ٿو. ورلڊ ڪميشن جي انهيءَ رپورٽ جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن اسان معاملي جو جائزو وٺون ته اهو نظر ايندو ته سنڌ جي دريائي نظام جو وهڪرو 147 (ايم اي ايف) آهي. انهيءَ جو ڏهه سيڪڙو 14.7 ايم اي ايف ٿئي ٿو. عالمي ماحولياتي اداري (I.U.C.N) انهيءَ وهڪري لاءِ جدا اپياس ڪرايو. انهن جي رپورٽ مطابق اها گهرج 27 ايم اي ايف آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته سنڌ پاران ٿيندڙ 10 ايم اي ايف گهر ڪيتري نه مناسب ۽ پوري پُني آهي ۽ هڪ عالمي اداري پاران ڪرايل اپياس واري گهرج کان ڪيترو نه گهٽ واري پاسي لاڙو رکي ٿي. اهڙي زميني حقيقتن جي باوجود هڪڙي پاسي اها گهر نٿي مڃي

وڃي ته بئي پاسي ماحولياتي گھرجن لاءِ جيڪي اپياس ڪرائڻا آهن، اهي به نئا ڪرايا وڃن. يعني ”چڱن مڙسن“ جي مرضيءَ مطابق هڪڙي نڪتي (سمنڊ پائنٽ) تي اپياس ڪرايو ته ڪرڻ ڏينداسين نه ته نه ڪرڻ ڏينداسين. اها ڏاڍي عجيب ڳالهه آهي. پاڻيءَ جي ٺاهه کي 11 سال ٿي ويا آهن، پر اجا تائين اهو اپياس نه ٿيو آهي ۽ نه ئي مستقبل قريب ۾ انهيءَ جي ٿيڻ جي اميد آهي. رڳو اپياس جي نڪتن تي بحث مباحثو پيو هلي. انهيءَ جي نتيجي ۾ حالت اتي پهتي آهي ته ٿورو پاڻي به ڪوٽڙيءَ کان هيٺ وڃڻ پاڻيءَ جو زيان سمجهيو وڃي ٿو ۽ سنڌ کان پڇاڻو ٿئي ٿو ته اهو پاڻي هيٺ ڇو ڇڏيو ويو؟ توڙي جو سڄي ساڃاهه وند دنيا اها شاهدي ڏيندي ته جنهن ڳالهه کي پاڻيءَ جو زيان سمجهيو ٿو وڃي، سا دراصل انساني ۽ جهنگلي جيوت جي جياپي سان ڳنڍيل آهي.

سنڌ اندر پاڻيءَ جي کوٽ، پاڻي جي ورڇ صحيح نموني نه ٿيڻ، ٺاهه تي عمل کان انڪار ڪرڻ توڙي منڍ ۾ پاڻيءَ جا ذخيرا تعمير ڪرڻ وارن سمورن معاملن جي پس منظر ۾ سنڌ جي ڊيلٽا جي جياپي لاءِ سخت جاکوڙ ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ جيڪڏهن انهيءَ لاءِ جدوجهد نه ڪبي ته اهو تباهه ٿي ويندو. مٿين صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي هيٺيان اپاءَ وٺڻ گھرجن.

(1) وقت بوقت انڊس ڊيلٽا جي جياپي لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت جي موضوع تي سيمينار/ ورڪشاپ ڪرايا وڃن.

(2) وفاقي سرڪار تي زور پريو وڃي ته اپياس جي نڪتن تي اجايا اعتراض ختم ڪيا وڃن.

(3) جيڪڏهن وفاقي حڪومت انهيءَ جو مثبت ۽ صحيح فيصلو نه ڪري ته اهو مسئلو گڏيل مفادات جي ڪائونسل جوڙائي انهيءَ آڏو رکيو وڃي.

(4) پاڻيءَ جي ٺاهه جي شق نمبر 7 مطابق ضروري اپياس ڪرائي سنڌ ڊيلٽا جي پاڻيءَ جي ضرورت مقرر ڪرائي هر سال اهو پاڻي ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ ڇڏرايو وڃي ته جيئن سنڌ ڊيلٽا جي جياپي جو بندوبست ٿي سگھي.

(روزانه ڪاوش: 9 جنوري 2003ع)

# ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پاڻيءَ جي گھرجن جون حقيقتون

ڳالهه ڪندا آهن تہ هڪڙي ماڻهوءَ ڪان جيڪو نانگ مارڻ لاءِ نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو هو، ڪنهن پڇيو تہ "تنهنجو نالو ڇا آهي؟" ورندي ڏنائين "الله بچايو" پڇڻ واري چيو تہ "پوءِ تون بہ بچين."

وڏي ڪوشش سان مون ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ مختلف گھرجن لاءِ پاڻيءَ جي مقدار بابت پنجاب سرڪار جي هڪ خفيہ اپياس جي Executive Summary هٿ ڪئي آهي، جيڪا مان سنڌ واسين سان ونڊڻ چاهيان ٿو. پاڻيءَ جي ناهہ جي ستين شق مطابق جنهن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو، مختلف گھرجن لاءِ پاڻيءَ جو مقدار اپياسن ذريعي معلوم ڪرڻو آهي:

7- سمنڊ جي پاڻي ڪي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو تہ انهيءَ لاءِ گھٽ ۾ گھٽ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جي ضرورت هئي، جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو ٻڌايو ويو تہ ٻين اپياسن مطابق اها ضرورت ڪٿي، انهيءَ گھرڪان گھٽ هئي ۽ ڪٿي انهيءَ گھر ڪان مٿي، انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو تہ سيني گھرجن لاءِ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ گھٽ ۾ گھٽ پاڻيءَ جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اپياس ڪرايا وڃن.

نين ڊيمن جو ٺهڻ انهيءَ مقدار تي منحصر آهي، اصل ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن اهو مقدار اٽڪل 10 ملين ايڪڙ فوٽ ڪان وڌيڪ آهي تہ ڪوبہ نئون ڊيم ٺهي نہ سگھندو پر جيڪڏهن اهو مقدار 5 ملين ايڪڙ فوٽ ڪان گھٽ آهي تہ ڊيم ٺهي سگھندا.

ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پاڻيءَ جون گھرجون هيٺين شين لاءِ آهن:

(1) سمنڊ جي چڙهي اچڻ ڪان روڪڻ لاءِ
(2) تمر جي ٻيلن جي بچاءَ لاءِ
(3) پلي جو نسل بچائڻ ۽ ان جي مٿي اچڻ لاءِ
(4) پيئڻ لاءِ
(5) دريائي ٻيلن لاءِ
(6) زرعي آباديءَ لاءِ
(7) دريائي پيٽ کي زنده رکڻ لاءِ

(8) زير زمين ڪاري پاڻيءَ کي مٺي ڪرڻ لاءِ.

ماحوليات جي بين الاقوامي اداري (I.U.C.N) وارن هڪڙي ماهر مسٽر Meynel ڪان تمر جيءَ ٻيلن جي ضرورتن جو اڀياس ڪرايو جنهن پنهنجي رپورٽ ۾ اهو مقدار 27 ملين ايڪڙ فوٽ ٻڌايو آهي. پنجاب وارو اڀياس هيٺين چند فرمن گڏجي 1997ع ۾ مڪمل ڪيو:

(1) National Development Consultants Lahore.

(2) Binnine, Partners, Surrey, England.

(3) Planning and Development Consultants Lahore.

(4) National ICE-Pak-Lahore.

انهيءَ اڀياس ۾ هيٺيون چرڪائيندڙ ڳالهيون آهن ته:

(1) بند ٿهڻ کان اڳ انڊس ڊيلٽا 1525930 ايڪڙ هو بند ٿهڻ کان پوءِ اهو گهٽجي 294244 ايڪڙ بچيو آهي. يعني اٽڪل 20 سيڪڙو.

(2) انڊس جي چوڙ وٽ تمر جي ٻيلن جي حالت ايتري سٺي ناهي، جيتري انهن هنڌن تي جتي انڊس جو پاڻي نٿو پهچي.

(3) انڊس جي پاڻي گهٽجڻ ڪري سمنڊ جي چڙهي اچڻ (Sea Intru-sion) جو ڪو سوال ڪونهي.

(4) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ زير زمين پاڻي ڪارو آهي، جنهن تي سمنڊ جي چڙهي اچڻ جو ڪو اثر ڪونهي.

(5) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ زرعي آبادي 6528 ايڪڙن تي 83 پمپن ذريعي ٿئي ٿي.

(6) تمر جي ٻيلن جي ڪل ايراضي 321510 آهي، جڏهن ته چست (Ac-tive) ڊيلٽا ۾ اها ايراضي رڳو 7400 ايڪڙ آهي.

(7) سنڌوءَ جو پاڻي گهٽجڻ ڪري مڇين جي پيداوار (Production) تي ڪو اثر نه پيو آهي.

(8) پلن جي گهٽجڻ جو مکيه سبب ڪوٽڙي بيراج جو ٺهڻ آهي، جنهن ڪري پلو مٿي نٿو وڃي سگهي.

(9) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ رڳو 120000 ماڻهو رهن ٿا، جنهن مان چوڙ واري هنڌ رڳو 10000 ماڻهو رهن ٿا.

(10) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ اٽڪل 200 ڦوٽ آهن.

انهيءَ اپياس مطابق ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ جدا جدا گهرجن لاءِ هي مقدار ڪيپي:

(1) سمنڊ جي پاڻڻ کي روڪڻ لاءِ ٻڙي.

(2) تمر جي ٻيلن لاءِ ٻڙي.

(3) دريائي ٻيلن، 0.64 ايم اي ايف.

(4) زير زمين کاري پاڻي کي ڇٽي (Dilute) ڪرڻ لاءِ، 0.08 ايم اي ايف.

(5) زرعي آباديءَ لاءِ 0.31 ايم اي ايف.

(6) پلي جي نسل لاءِ 1.79 ايم اي ايف.

(7) پيئڻ لاءِ ٻڙي ايم اي ايف.

ڪل گهرج 2.82 ايم اي ايف.

انهيءَ رپورٽ ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته سنڌ 2.82 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي پنهنجي ڏنل حصي مان بندوبست ڪري، ڇوته پاڻيءَ جي ناهه ۾ سنڌ جي گهرج سمنڊ جي چڙهي اچڻ کي روڪڻ لاءِ هئي، جڏهن ته انهيءَ لاءِ مٺي پاڻيءَ جي ڪا ضرورت ناهي، انهيءَ ڪري پاڻي قومي اثاثي مان نٿو ڏيئي سگهجي. تنهنڪري پنهنجي حصي مان اهو پاڻي ڏي. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته سنڌ جي 10 ملين ايڪڙ فوٽ جي گهر اجائي آهي ۽ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ ويندڙ سڄو پاڻي ڊيمن ۾ ذخيرو ڪري سگهجي ٿو. جڻ ته اها رپورٽ ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻين ڊيمن ٺاهڻ لاءِ راه داري ويزا آهي.

جيتوڻيڪ انهيءَ رپورٽ تي ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ گهرجن جي مقدار جو فيصلو نه ٿيندو ۽ انهيءَ لاءِ وفاقي حڪومت کي غير جانبدار عالمي ماهرن کان اهو اپياس ڪرائڻو آهي، (جنهن کي 11 سال گذري ويا آهن) پر اجا اهو اپياس نه ٿيو آهي، تنهن هوندي به رپورٽ سنڌ واسين کي بليڪ ميل ڪرڻ ۽ انهن جو حوصلو پست ڪرڻ ۾ انهن ڌرين کي مدد ڏيندي، جيڪي ڌريون ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پاڻي نه ڇڏڻ ۽ مهڙ ۾ نوان پاڻيءَ جا ذخيره تعمير ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن.

## اهڙي صورتحال کان پوءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

انهيءَ لاءِ منهنجا هيٺان مشورا آهن ته:

(1) اسان کي سنڌ جي چاڻو پرخلوص ۽ دلير ماڻهن جي هڪ ڪاميٽي ٺاهڻ کپي، جيڪا اصل رپورٽ هٿ ڪري انهيءَ جو چڱي طرح مطالعو ڪري ۽ معاملي جو نوڙ ڪڍي ته جيئن هر ڪنهن فورم تي اثرائتو جواب ڏيئي سگهجي.

(2) وفاقي حڪومت تي زور ڀرڻ کپي ته پاڻيءَ جي ٺاهه جي شق 7 مطابق ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻيءَ جي سيني گهرجن جو اڀياس غير جانبدار عالمي ماهرن کان جلد ڪرائي.

(روزانه ڪاوش: 25 جولاءِ 2003ع)

# سمنڊ پائڻ جي حقيقت ۽ اوهان جي "لکن" واري ڳالهه!

پاڻي ٺاهه جي ستين شق ۾ سمنڊ جي پائڻ يعني (Sea Intrusion) جو هيٺين ريت ذڪر آهي:

"سمنڊ جي پائڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو ته انهيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ملين ايڪڙ فٽ پاڻيءَ جي ضرورت هئي. جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو ٺڳايو ويو ته ٻين اڀياسن مطابق اها ضرورت ڪتي انهيءَ گهر کان گهٽ هئي ۽ ڪتي انهيءَ گهر کان مٿي هئي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته انهن گهرجن لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اڀياس ڪرايا وڃن".

پنجاب جي آبپاشي کاتي پنهنجي خرچ تي مقامي ۽ بين الاقوامي ڪنسلٽنٽس کان هڪ خفيہ اڀياس ڪرايو آهي ته سمنڊ جي پائڻ کي روڪڻ لاءِ گهٽي پاڻيءَ جي ضرورت آهي. انهيءَ اڀياس جو تت هن ريت آهي:

"سمنڊ جو پائڻ هاڻي پنهنجي انتها (Limit) کي پهچي ويو آهي ۽ انسان، جيوت ۽ انهيءَ سان واسطو رکندڙ جاين (Habitats) ۾ استحڪام اچي ويو آهي ۽ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي گهٽجڻ ڪري انهن تي ڪو خراب اثر نہ پوندو تنهن ڪري سمنڊ جي پائڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ نہ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت آهي ۽ نہ ئي چوگزو کان هيٺ ڪنهن بيراج ٺاهڻ جي".

آئي يو سي اين پارا ڪرايل هڪ سيمينار ۾ جيڪو هري پور ۾ 29 ڊسمبر 2003ع تي ٿيو بلوچستان جي هڪ نمائندي چيو ته مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته سنڌ وارا ڇو سمنڊ جي پائڻ جو ذڪر ڪن ٿا. سنڌ کان وڌيڪ ساحل (Coast) ته بلوچستان ۾ آهي. اسان وٽ ته سمنڊ نٿو پائي ته پوءِ سنڌ ۾ ڇو ٿو پائي ۽ سنڌ وارن کي ڇو ان لاءِ پاڻي گهرجي؟

وري هڪڙي ماڻهو اهو دليل ڏنو ته ڪراچي وٽ سمنڊ هوريان هوريان پوئتي پيو ٿئي جنهن جو ثبوت اهو آهي ته جيڪي تاريخي جايون سمنڊ جي ساحل تي ٺاهيون ويون هيون، جيئن ڪوناري پريڊ اُتان سمنڊ هاڻي گهڻو پرتي

ٿي ويو آهي. پوءِ ڪيئن ٿا چون تہ ٺٽو ۽ بدين ضلعن ۾ سمنڊ زمين ڳڙڪائي ڇيو. ٻئي پاسي اها هڪ حقيقت آهي تہ بدين ۽ ٺٽو ضلعن جي مختلف تعلقن ۾ سمنڊ اٽڪل 12 لک ايڪڙ ايراضي پائي ويو آهي، جنهن جا تفصيل هي آهن:

| | |
|---|---|
| تعلقو گهوڙا ٻاڙي | 13،490 |
| تعلقو شاهہ بندر | 59000 |
| تعلقو ڪارو ڇاڻ | 11782 |
| تعلقو ميرپور ساڪرو | 601733 |
| تعلقو جاتي | 222663 |
| تعلقو ڪيٽي بندر | 1،13،900 |
| تعلقو گولاڙچي | 30،625 |
| تعلقو بدين | 49،179 |

حقيقت ڇا آهي؟ اچو تہ جائزو وٺون.

## ڊيلٽا جو نهڻ:

درياهہ جو وهڪرو پاڻي سان گڏ لٽ بہ آڻي ٿو. اهو لٽ وارو پاڻي هزارن لکن سالن ۾ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ ۽ هوريان هوريان لٽ وهڻ ڪري رستو ناهي ٿو ۽ سمنڊ ۾ زمين ابري ٿي، جنهن کي ڊيلٽا چون ٿا. ائين سمجهو تہ لٽ سمنڊ ۾ گهڙي وڃي ٿي ۽ زمين سمنڊ ۾ وڌي ٿي يعني زمين سمنڊ کي پائي ٿي ( Earth Intrusion). سمنڊ ۾ زمين نهي ٿي، جنهن کي ڊيلٽا چون ٿا. جيڪڏهن پاڻي جو وهڪرو گهٽجڻ ڪري لٽ جو اچڻ بہ گهٽجي وڃي ٿو تہ ابتو طريقو ( Reverse Process) شروع ٿئي ٿو. يعني نهيل ڊيلٽا جو ڊهڻ، اهو طريقو رڳو سنڌو درياهہ سان لاڳو ناهي بلڪ ٻين ملڪن ۾ بہ جتي ڊيم ناهڻ ڪري وهڪري گهٽجڻ جي نتيجي ۾ لٽ جو مقدار گهٽجي ٿو تہ انهن ملڪن ۾ بہ سمنڊ پائي ٿو. مان ڪجهہ ملڪن جا مثال ڏيندس.

مصر: 1968ع ۾ نيل درياهہ تي ڊيلٽا بيراج ناهي وئي، جنهن ڪري ڊيلٽا وڌڻ بدران گهٽجڻ لڳو. هوريان هوريان ٻين ڊيمن ڪري وهڪرو تہ گهٽبو ويو ۽ لٽ جو مقدار بہ گهٽبو ويو. وري وڏي اسوان ڊيم نهڻ ڪري تہ وهڪرو صفا بند ٿي ويو ۽ لٽ اچڻ بہ صفا بند ٿي وئي. انهيءَ جو اهو اثر ٿيو آهي تہ نيل درياهہ جو ڊيلٽا ختم ٿي ويو آهي. سال 1900ع کان 1991ع تائين سمنڊ ڇهہ ڪلوميٽر

پاڻي ويو. جنهن ڪري هڪڙو لائٽ هائوس ۽ ڪيتريون جايون ڪري پيون ۽ ڪيترا ساحلي ڳوٺ ٻڏي ويا. هينئر اهو پاڻڻ پنج ڪان اٺ ميٽر هر سال آهي.

آمريڪا: آمريڪا جو مُک درياهه مِسپي آهي جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ ٻوڏ 22 لک ڪيوسڪ اچي چڪي آهي ۽ ٻوڏ ڪان بچاءَ وارا بند ۽ پليون 30 لک ڪيوسڪ لاءِ ڊيزائن ٿيل آهن. مسپي درياهه تي ته ڪو ڊيم ڪونهي، پر هن جي هڪ مک ملندڙ درياهه مسوري تي ڪيترا ڊيم ٺاهيا ويا. جنهن ڪري مسپي ۾ وهڪرو ۽ لٽ گهٽجي ويا. انهيءَ ۽ ٻين ڪجهه سببن ڪري رياست لوسيانا جي اٽڪل 25 هزار ايڪڙ زمين سمنڊ پاڻي ويو آهي.

سال 1900ع ڪان هينئر تائين ڊيمن جي ٺهڻ ڪري ڏکڻ ڪيليفورنيا جي ساحل تي رڳو 20 سيڪڙو لٽ پهچي ٿي، جنهن ڪري اتي ساحلن (Beaches) تي تمام گهٽو اثر پيو. آمريڪا وارن لاءِ ساحل تمام اهم آهي ۽ انهن کي ماڻهن جي استعمال قابل رکڻ تمام ضروري آهي. انهيءَ لاءِ ملڪ اندران مشينن ذريعي واري ڪڍي آندي وڃي ٿي، جنهن تي تمام گهٽو خرچ اچي ٿو.

سمنڊ جي پاڻڻ ڪري سينٽ ڊيگو شهر جي اتر ۾ سمنڊ 90 ڪلو ميٽر ڏگهي ساحل کي پاڻي ويو. جنهن ڪري ڪروڙن ڊالرن جون ملڪيتون ختم ٿيون ۽ روڊن کي نقصان پهتو.

گهانا: ڊيمن ٺهڻ ڪري وڏو نقصان وولٽا درياهه جي چوڙ ويجهو ٿيو. اتي اڪوسومبو ڊيم ٺهڻ ڪري وولٽا درياهه جي چوڙ واري هنڌ لٽ اچڻ ذري گهٽ ختم ٿي وئي. اتي ٽوگو ۽ بينن جي ساحل تي سمنڊ جي پاڻڻ جي رفتار هر سال 10 ڪان 15 ميٽر آهي. 1984ع واري طوفان ۾ سمنڊ 20 ميٽر اڳتي وڌي آيو جنهن ڪري اتي جي مکيه روڊ کي نقصان ٿيو. ٽوگوليز جي ساحل کي بچائڻ لاءِ پٿرءِ جڪ ورڪ ڪيو ويو. جنهن تي 35 لک ڊالر هڪڙي ڪلو ميٽر ٺاهڻ تي خرچ آيو. اچو ته هاڻي سنڌو درياهه جي وهڪري گهٽجڻ ۽ لٽ گهٽجڻ جو جائزو وٺون.

1947ع ڪان 1991ع تائين ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ سراسري وهڪرو 73 ملين ايڪڙ فوٽ ڪان مٿي هو ۽ لٽ 225 ملين ٽن هئي. 1947ع ڪان 1961ع تائين ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ سراسري وهڪرو ذري گهٽ 225 ملين ايڪڙ فٽ هو. پر لٽ گهٽجي اٽڪل 100 ملين ٽن ٿي وئي.

1961ع ڪان 1991ع تائين وهڪرو 50 ملين ايڪڙ فٽ ڪان گهٽ ٿي ويو ۽ لٽ 50 ملين ٽن ٿي وئي. 1991ع ڪا ن2003ع تائين ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وهڪرو

اٽڪل 35 ملين فوٽ هو ۽ لٽ اٽڪل 36 ملين ٽن ٿي وئي. سال 2001ع، 2002ع ۽ 2003ع ۾ وري رڳو سراسري ڏيڍ ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ويو ۽ چڻ لٽ ته وئي ئي ڪونه.

مٿين مثالن مان معلوم ٿئي ٿو ته جتي به ڊيم ناهڻ ڪري درياهي وهڪرا گهٽبا آهن، لٽ به گهٽبي آهي ۽ ڊيلٽا تي اثر پيو آهي. انهن هنڌن تي سمنڊ جي پائڻ جو عمل جاري آهي ۽ اوستائين جاري رهندو جيستائين يا ته وهڪرا بحال ڪجن يا ڊيلٽا ئي ختم ٿي وڃي. تاريخدان چون ٿا ته سنڌ جو ڊيلٽا ملتان تائين پکڙيل آهي.

حڪمران هاڻي پاڻ سوچين ته سمنڊ جي چڙهي اچڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي ڪان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت آهي يا نه؟ مٿيان ته چون ٿا ته سمنڊ جي پائڻ کي روڪڻ لاءِ پاڻي ڇڏڻ جي ڪائي به ضرورت ناهي. اوهان جي ان ڳالھ تي اسان سواءِ هن شعر جي بيو ڪهڙو تبصرو ڪريون ته:

*آپ کہتے ہیں تو پھر ٹھیک ہی کہتے ہوں گے*

(روزانه ڪاوش: 19 جنوري 2004ع)

# سنڌ طاس معاهدو ۽ نئون اڀياس

8- جنوري جي ڪاوش ۾ پنجاب جي نمائندن جي حوالي سان هڪڙي خبر ڇپي هئي، جن ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ ٻن اڀياسن، يعني سمنڊ جي پاڻڻ ۽ ماحولياتي اثرڪان علاوه ٽئين اڀياس ڪرڻ تي زور ڏنو ويو ۽ هيٺيون ڳالهيون ڪيون ويون: (1) 1960ع واري سنڌ طاس معاهدي ۾ هندوستان ڏانهن ويل ٽن دريائن يعني ستلج، بياس ۽ راوي جي پاڪستاني علائقن ۾ پيئڻ جو پاڻي بہ ڪونهي. (2) ستلج، بياس ۽ راوي ندين جي ڪمانڊ ايريا ۽ جهلم جي پڇڙين وارن علائقن تي خراب اثرپيا آهن. (3) انهن خراب اثرن کي دور ڪرڻ لاءِ سنڌو دريا مان چئن نون لنڪ ڪينالن ذريعي پاڻي ڏيڻ لاءِ اڀياس ڪرايا وڃن. پنجاب انهن اڀياسن جا مول متا وفاقي سرڪارکي ڏئي ڇڏيا آهن. (4) جيستائين وفاقي سرڪار اڀياس شروع ڪري، پنجاب پاڻمرادو اڀياس شروع ڪري ڏنا آهن، تہ جيئن وفاق پاران اڀياس بعد منصوبا شروع ڪرڻ ۾ دير نہ ٿئي. (5) انهن خراب اثرن جي تدارڪ ڪرڻ لاءِ اٽڪل 50 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کپي، جڏهن تہ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ رڳو 10 ملين ايڪڙ فوٽ گهرجي ٿو.

پنجاب سرڪار جيڪي مول متا وفاقي سرڪارکي موڪليا آهن، تن ۾ هيٺيون ڳالهيون آهن:

عنوان: سنڌ طاس معاهدي ڪان پوءِ پنجاب جي ندين ۾ ماحولياتي اثرن لاءِ پاڻيءَ جي گهرجن جا اڀياس.

مقصد: اڀياسن جو خاص مقصد سنڌ طاس جي پاڻي ءَجو گهٽ ۾ گهٽ گهربل مقدار معلوم ڪرڻ، جيڪو جهلم، چناب، راوي ۽ ستلج ندين جي سڪل حصن ۾ وهڻ کپي ۽ انهيءَ جي سڄي سال ۾ ورهاست، تہ جيئن پنجاب صوبي جي ميداني علائقن جي ماحول ۽ جهنگلي جيوت جو بچاءُ ڪري سگهجي.

## ڪرڻو ڇا ڇا آهي؟

سڀئي رپورٽون هٿ ڪرڻ. اهڙا نقشا ۽ سيٽلائيٽ تصويرون هٿ ڪرڻ، جيڪي انهن ندين تي معاهدي ڪان اڳ ۽ پوءِ جي ماحولياتي حالت ڏيکارين، ماضي، حال ۽ مستقبل ۾ ٿيندڙ اهڙين ڳالهين جي باري ۾ معلومات هٿ ڪرڻ،

جن جي ڪري انهن ندين تي پاڻيءَ جي وهڪري ۽ ڪوالٽيءَ تي اثر پيو هجي. ايپاس واري ايراضيءَ ۾ آدمشماريءَ جي ڦير گهير بابت انگ اکر گڏ ڪرڻ، انهن جي رهڻ جي جاين بابت معلومات هٿ ڪرڻ، شهري ۽ صنعتي گدلاڻ جي ماحول تي اثر بابت پتو لڳائڻ. جيڪو پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽجڻ ڪري ٿيو. دريائي علائقن ۾ پيدا ٿيندڙ فصلن ۽ ڳاهن جي صحت ۽ واڌ تي اثرن جي سڃاڻپ. ماضي ۽ حال ۾ پاڻيءَ جو اچڻ ۽ پمپن ذريعي پاڻي نڪرڻ جو علائقي جي زراعت تي اثر معلوم ڪرڻ. جهلم، چناب، راوي ۽ ستلج ندين جي جدا جدا حصن ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽجڻ يا صفا بند ٿيڻ ڪري اٿل تي ٿيندڙ آباديءَ تي اثر زير زمين جو "ري چارج" ٿيڻ ۽ جهنگلي، آبي ۽ نباتاتي جيوت تي پيل اثر معلوم ڪرڻ. زير زمين "ري چارج" ايترو وڌائڻ ته جيئن پاڻي جمع ٿيڻ ۽ ڪڍڻ ۾ توازن قائم رهي. انهن زهرن يا Pollutant بابت معلوم ڪرڻ، جيڪي مختلف ذريعن ڪان دريا ۾ اچن ٿا ۽ انهن لاءِ اهڙا اُپاءَ وٺڻ، ته جيئن انهن جو تدارڪ ٿي سگهي يا انهن زهرن ڪي قبوليت جي حد تائين چڙو ڪرڻ. ايپاس واري ايراضيءَ ۾ مستقبل جي آبپاشي، شهري ۽ ٻهراڙين واري آباديءَ جي پيئڻ جي پاڻيءَ جو مقدار معلوم ڪرڻ ۽ انهن ضروري ڪمن جا تفصيل معلوم ڪرڻ. ايپاس واري ايراضيءَ ۾ جهنگلي جيوت ڪي بچائڻ لاءِ اهڙا قبوليت جوڳا متبادل تجويز ڪرڻ، ته جيئن هو پائيدار نموني ۾ رهي سگهن، يعني ترقي ڪري سگهن. ماحول ۽ زير زمين پاڻي ڏيڻ لاءِ هڪڙي دريا مان ٻئي دريا ۾ پاڻي ڪٽي وڃڻ جي ضروت ۽ اثرن جو ايپاس ڪرڻ ۽ ڪاٿو لڳائڻ. چئني ندين ۾ پاڻي گهٽجڻ ڪري ٿيندڙ ڦير گهير، انهن جي پاڻي کڻڻ جي صلاحيت تي اثر جو ايپاس ڪرڻ ۽ انهن ڦيرين گهيرين بابت معلوم ڪرڻ.

مٿين ڳالهين ڪي سمجهڻ لاءِ اچو ته ڏسون ته سنڌ طاس معاهدو ڇا آهي ۽ انهيءَ جا ڪهڙا اثر ٿي سگهن ٿا ۽ هر ڪنهن ڪي ڪهڙو نقصان يا فائدو ٿيو.

## سنڌ طاس معاهدو:

انهيءَ معاهدي جي ڪري ٽي اوڀر وارا دريا، يعني ستلج، بياس ۽ راوي هندوستان ڏانهن هليا ويا، ٽي اولهه وارا دريا، يعني سنڌو جهلم ۽ چناب پاڪستان ڪي مليا ۽ هندوستان پاڪستان ڪي 62 ملين پائونڊ معاوضي طور ڏنا. معاهدي جو يڪدم اثر اهو ٿيو ته پاڪستان ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽجي

ويو.

**سنڌ تي اثر:** (1) پنجند کان ايندڙ پاڻي ختم ٿي ويو. اهو سراسري طرح ربيع ۾ 1.92 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 29.36 ملين ايڪڙ فوٽ هو. (2) سنڌوءَ مان لنڪ ڪينالن ذريعي معاون درياهن ڏانهن پاڻي ڪٽي وڃڻ ڪري سنڌ جو پاڻي گهٽجي ويو. (3) ربيع جي مند ۾ سکر کان هيٺ ٻيهر پيدا ٿيندڙ پاڻي (Regenerated water) گهٽجي ويو. (4) پاڻي گهٽجڻ ڪري اٽل تي آباد ٿيندڙ ايراضي گهٽجي وئي. (5) دريائي ۽ ساموندي ٻيلا گهٽجي ويا يا ختم ٿي ويا. (6) سمنڊ پاڻڻ لڳو. (7) پلن جو اچڻ گهٽو گهٽجي ويو. (8) سکر کان هيٺ پاڻي گهٽجڻ يا صاف بند ٿيڻ ڪري ٻيڙين جي چرپر (Navigation) ختم ٿي وئي. (9) ڊيلٽا جي ختم ٿيڻ جو عمل شروع ٿي ويو.

**پنجاب تي اثر:** ڀارت ڏانهن ٽن درياهن جي وڃڻ ڪري پنجاب ۾ انهن دريائن ۾ وهڪرا بند ٿي ويا. پر انهن کي چناب ۽ جهلم مان ڪئنيل پاڻي ڏيڻ لاءِ هينيان فنڊ مليا.

گرانٽ: آسٽريليا: 7 ملين آسٽريلوي پائونڊ. ڪئناڊا: 22 ملين ڪئنيڊين ڊالر. جرمني: 126 ملين جرمن مارڪ. نيوزيليند: 1 ملين نيوزيليندي پائونڊ. انگلستان: 21 ملين پائونڊ. آمريڪا: 177 ملين ڊالر. جڏهن ته آمريڪا طرفان ڏنل قرض: 150 ملين ڊالر.

اهي سڀ پئسا پنجاب ۽ سرحد ۾ خرچ ٿيا. انهن پئسن مان هينيان ڪم ٿيا:

(1) رسول بيراج. (2) قادر آباد بيراج (3) نئي سنڌنائي بيراج (4) چشما بيراج (5) رسول-قادر آباد لنڪ ڪينال (6) قادر آباد- بلوڪي لنڪ ڪينال (7) بلوڪي- سليمانڪي لنڪ ڪينال (8) بي آر بي ڊي لنڪ ڪينال (9) ترمو- اسلام لنڪ ڪينال (10) چشما- جهلم لنڪ ڪينال (11) تونسه- پنجند لنڪ ڪينال (12) منگلا ڊيم (13) تربيلا ڊيم.

**پنجاب کي پهتل فائدا:** (1) نوان بيراج، لنڪ ڪينال ۽ ڊيم ٺهڻ ڪري وقتائتو پاڻي ملڻ لڳو جڏهن ته اڳ منداءتو ۽ غير گهربل وقت ۾ پاڻي ملندو هو. (2) منگلا ڊيم جي بجليءَ جي ڪري مٺي پاڻيءَ جا ٽيوب ويل هلڻ لڳا، جنهن ڪري سم ٻه ڪنٽرول ٿي وئي ۽ آباديءَ لاءِ ٻه پاڻي مليو. (3) تمام گهٽي رقم پنجاب ۾ خرچ ٿي، جنهن ڪري آبپاشي ڪمن کان علاوه ڪيترا روڊ

۽ ڪالونيون ٺهيون ۽ ماڻهن کي روزگا مليو.

**سرحد صوبو:** هنن جو سڄو نهري نظام رم اسٽيشن کان مٿي هجڻ ڪري ڪو نقصان نہ ٿيو. سنڌوءَ تي چشما بيراج ٺهڻ ڪري CRBC يعني چشما رائٽ بينڪ ڪينال کي پڪو منهن مليو. ساڳئي نموني پيهور ڪينال کي بہ تربيلا ڊيم مان نئون ۽ پڪو منهن مليو. سڀني کان وڏي ڳالهہ تہ هنن کي تربيلا مان رائلٽي ملي، جيڪا هر سال ڪروڙين رپيا ٿئي ٿي.

**بلوچستان صوبو:** بلوچستان کي پٽ فيڊر واهہ مليو.

هاڻي اچون ٿا پنجاب جي نئي اپياس واري مطالبي تي. سنڌ طاس معاهدي کان پوءِ جڏهن صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جي تڪرارن کي نيبرن لاءِ ڪميشن ٺهيا تہ پنجاب وارن ٽڏهن راوي، ستلج ۽ جهلم تي ماحولياتي ضرورتن جو ذڪر ئي نہ ڪيو. جڏهن تہ 10 يا 11 ملين ايڪڙ فوٽن جو ذڪر هڪڙي روسي ايڪسپرٽ مسٽر ڪاريوف جي حوالي سان ملي ٿو. وري 1991ع واري ٺاهہ ٿيڻ کان اڳ ڳالهين ٻولهين ۾ بہ هنن ڪنهن ماحولياتي اپياس جي گهرج جو سوال نہ اٿاريو پر اهو سوال سنڌ اٿاريو، جنهن ڪري پاڻي ٺاهہ ۾ سٽين شق انهيءَ لاءِ رکي وئي. پوءِ اهو سوال هينئر ڇو ٿو اٿاريو وڃي؟

حقيقت اها آهي تہ هو ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ماحولياتي ۽ ڊيلٽائي گهرجن لاءِ پاڻي قومي پول مان نٿا ڏيڻ چاهين ۽ چاهين ٿا تہ سنڌ اهو پاڻي پنهنجي حصي مان ڪٽي. اهوئي سبب آهي تہ هنن ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهرجن جو اپياس 13 سالن تائين نہ ٿيڻ ڏنو آهي، پر جڏهن ڏٺائون تہ صدر پاڪستان ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو انگ مڃيو آهي، تہ انهيءَ جو بندوبست اهو ڪيائون تہ نئين اپياس جو مامرو ڪڙو ڪري ڇڏيائون، تہ جيئن سنڌ انهن نئي گهرجن لاءِ گهربل پاڻيءَ جو ٻڌي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهربل پاڻيءَ تان ئي هٿ کڻي وڃي.

ڀلي هو اهي اپياس ڪرائين، پر انهن اپياسن جي 1991ع واري پاڻي ٺاهہ ۾ ڪا گنجائش نہ آهي، قانوني ۽ اخلاقي طرح بہ انهيءَ جي ڪا اهميت ناهي پر جيڪڏهن طاقت جي زور تي انهيءَ اپياس جي نتيجي ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ مختلف، گهرجن لاءِ پاڻي قومي پول مان نہ ڏنو ويو. تہ مسئلا گهٽجڻ بدران ويتر وڌندا ۽ انهيءَ جا نتيجا سٺا نہ نڪرندا.

(روزانہ ڪاوش: 29 جنوري 2004ع)

# انڊس ڊيلٽا جي جياپي

## لاءِ گهربل پاڻي

ڪنهن بہ درياءَ کي جيڪو هڪ کان وڌيڪ ملڪن يا هڪ ئي ملڪ جي هڪ کان وڌيڪ صوبن مان وهي ٿو، ان کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙو هيٺيون حصو (lower reach) ۽ ٻيو مٿيون حصو (upper reach). مان مٿيون حصو درياهہ جي انهي ڊيگهہ کي چوندس جتان درياهہ جبلن ۽ ماٿرين مان لنگهي ٿو ۽ اُتي ڊيم ٺاهي سگهجن ٿا ۽ هيٺيون حصو انهيءَ ڊيگهہ کي چوندس، جتي درياهہ ميداني علائقن مان لنگهي ٿو ۽ سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو، يعني ڊيلٽا.

تهذيبن درياهہ جي ڪناري تي جنم ورتو آهي، ڇاڪاڻ جو ماڻهن کي هوا کان پوءِ ٻئي نمبر تي پيئڻ جي پاڻي جي ضرورت هجي ٿي، جيڪا ضرورت درياهہ مان فراهم ٿيندڙ پاڻيءَ مان ئي پوري ٿئي ٿي. قديم تهذيب سنڌو جي ڪناري موهن جي دڙي وٽ هئي. مصر جي تهذيب نيل نديءَ جي ڪناري تي ترقي ورتي، جيڪا حضرت يوسف عليہ السلام ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني ۾ اوج تي هئي. ميسوپوٽميا جي تهذيب فرات ۽ دجلہ ندين جي ڪناري ترقي ورتي. انهيءَ زماني ۾ درياهہ آزاد ۽ مست وهندا هئا ۽ آباديون توڙي خوشحالي درياهہ جي پاڻي سان وابستہ هيون. جتان درياهہ رخ مٽائي ويندو هو، اهو علائقو برباد ٿي ويندو هو، ۽ جتي درياهہ نئين علائقي ۾ وهڻ لڳندو هو، اتي خوشحالي ۽ شادابي اچي ويندي هئي.

جيئن آباديون وڌنديون ويون، انساني ضرورتون بہ وڌنديون ويون. پيئڻ لاءِ، آبپاشي لاءِ، ٻوڏن کي منهن ڏيڻ ۽ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ درياهن سان هٿ چراند ڪئي وئي. اُنهن جي آزادي ۽ موج مستي ختم ڪئي وئي. ڊيمن، بيراجن ۽ واهہ کڻڻ سبب مٿين علائقن ۾ پاڻي جو استعمال وڌندو ويو، ۽ هيٺين علائقن ۾ پاڻي جو وهڪرو گهٽبو ويو. هڪڙي اهڙي وچ واري حد آئي، جنهن سان مٿين ۽ هيٺين جون سڀئي ضرورتون پوريون ٿيون. انهيءَ حد تي نہ مٿين کي ڪو نقصان هو، ۽ نہ هيٺين کي ڪا تڪليف.. اها هڪ بيلنس صورتحال هئي.

انسان جي هوس جي ڪاحد ناهي. حديث شريف ۾ آهي تہ: جيڪڏهن ماڻهو کي هڪڙي سون سان ڀريل ماٽري ڏني وڃي تہ هو ٻي ماٽريءَ جي بہ گهر ڪندو. چوندا آهن تہ انسان جو پيٽ قبر جي مٽيءَ ئي ڀريندي. درياهہ جي مٿين علائقن واريون ڌريون ڊيمن، بيراجن ۽ واهن تي زور ڏينديون رهيون آهن، ۽ هيٺين علائقن، خاص طرح ڊيلٽا جو پاڻي گهٽبو ويو ۽ اُتي غربت ۽ افلاس جا راڪاس گهمڻ لڳا. حياتي جيڪا پاڻيءَ سان مشروط آهي، سا مفلوج ٿي وئي ۽ ماڻهن جو جيئڻ جنجال ٿي ويو. انهيءَ جي پيٽ ۾ مٿيان علائقا سکيا ۽ خوشحال ٿيندا ويا. سنڌو درياهہ جي پس منظر ۾ ٻڌائيندو هلان تہ سال 1880ع کان 1890ع تائين سنڌو ۾ 150 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ايندو هو، جيڪو ڊيلٽا مان لنگهي سمنڊ ۾ ويندو هو. انهيءَ ۾ 400 ملين ٽن لٽ ايندي هئي، جنهن ڪري ڊيلٽا سمنڊ ۾ 25 ميلن تائين وڌي ويو. هوريان هوريان بيراج، ڊيم ۽ واهہ ٺهڻ ڪري 1955ع کان 1965ع تائين اهو پاڻي 80 ملين ايڪڙ فٽ ٿيو. 1966ع کان 1976ع تائين 46 ملين ايڪڙ فٽ ۽ 1977 کان 1998ع تائين 39 ملين ايڪڙ فٽ ۽ 1999ع کان 2005ع تائين 6.31 ملين ايڪڙ ٿي ويو. ساڳي نموني سان لٽ بہ گهٽجي ذري گهٽ ٻڙي ٿي وئي آهي، جنهن ڪري ڊيلٽا وڌڻ بدران سسي پيو ۽ سمنڊ زمين پائي پيو. پاڻي ۽ لٽ گهٽجڻ ڪري ڊيلٽا تي جيڪو اثر ٿيو آهي، انهيءَ جي دردناڪ تصوير سڪندر بروهي پنهنجي انگريزي ڪتاب (Deg-radation of Indus delta and its impact on local communtion) ۾ هيٺين ريت ڏني آهي:

- 66 سيڪڙو ماڻهو غربت جي لڪير کان هيٺ هليا ويا آهن.
- چوپايو مال مويشي 50 سيڪڙو گهٽجي ويو آهي.
- سمنڊ 12،20،360 ايڪڙ ايراضي پائي ويو آهي.
- 120 ڳوٺ پاڻي هيٺ اچي ويا آهن.
- 90 هزار ماڻهو بي گهر ٿي ويا آهن.
- 1993ع ۾ 348688 ميٽرڪ ٽن مڇي مرندي هئي، جيڪا سال 2000ع ۾ گهٽجي 64،400 ميٽرڪ ٽن رهجي وئي.
- 1990ع ۽ 1997ع جي عرصي ۾ تمر جا ٻيلا 40 سيڪڙو گهٽجي ويا آهن.

سڄي دنيا خاص طرح آمريڪي درياهن جي، ڊيلٽا ۾ وهڪرا گهٽجڻ ڪري

اهو محسوس ڪيو ويو آهي ته اهو نظام جتادار ناهي ۽ ڊيلٽا کي زنده رکڻ لاءِ ڪجهه وهڪري جي ضرورت آهي ۽ انهيءَ کي انگريزي ۾ ماحولياتي وهڪرو Environmental flow سڏيو وڃي ٿو. اهو يقيني بڻائڻ لاءِ ته ماحوليات لاءِ ڪجهه پاڻي ڪپي، مٿين علائقن ۾ ڊيم، بيراج ۽ واهه حساب ڪتاب سان ٺاهيا وڃن ٿا ته جيئن ڊيلٽا کي زنده رکڻ لاءِ گهربل پاڻي هر سال ملي سگهي. ورلڊ ڪميشن آن ڊيمس جي رپورٽ مطابق دُنيا ۾ 29 ملڪ ماحولياتي وهڪرا هر سال دريائن ۾ ڇڏين ٿا ته جيئن هيٺين ۽ مٿين گهرجن ۾ توازن قائم رکي سگهجي. دنيا ۾ 11 ملڪ انهيءَ وهڪري کي ڇڏڻ بابت سوچي رهيا آهن. اسپين ۾ انهيءَ مقصد لاءِ ساليانو سراسري وهڪري جو 10 سيڪڙو ڇڏيو وڃي ٿو. آسٽريليا ۾ ٻه صوبائي حڪومتون Snowy درياهه تي 21 سيڪڙو پاڻي ڇڏڻ تي راضي ٿي ويون آهن. اڳتي هلي 27 سيڪڙو تائين پاڻي ڇڏڻ لاءِ معاهدو ڪيو اٿن.

هر هڪ درياهه جي ڊيلٽا جون ماحولياتيون گهرجون جدا جدا آهن، تنهنڪري هر هڪ لاءِ هڪ مقرر سيڪڙو رکڻ ڏکيو آهي. اهو هر هڪ درياهه لاءِ اپياسن ۽ تجزين سان ئي معلوم ڪري سگهجي ٿو. اسان وٽ ٻه سنڌو تي اهو معلوم ڪرڻ جي ضرورت هئي ۽ پاڻي ٺاهه ۾ ستين هيٺين شق سنڌ وارن وجهرائي:

"سمنڊ جي پاڻڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوٽري کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو ته انهيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 10 ملين ايڪڙ فٽ جي ضرورت هئي، جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو ٻڌايو ويو ته ٻين اپياسن مطابق اها ضرورت ڪٿي انهيءَ کان گهٽ هئي ۽ ڪٿي انهيءَ کان مٿي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته انهن ضرورتن لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اپياس ڪرايا وڃن."

ٺاهه 1991ع ۾ ٿيو. پر اهي اپياس مول متن تي اعتراضن سبب 12 سال نه ڪرايا ويا. مٿين جو چوڻ هو ته اپياس رڳو Sea intrusion يعني "سمنڊ جي پاڻڻ" تي ڪرايا وڃن، جاڪاڻ جو سنڌ انهيءَ لاءِ پاڻي گهريو هو. ڏاڍن مڙسن کي گهڻو سمجهايو سين ته پائو جيڪو پچاڙي ۾ فيصلو ٿيو آهي، انهيءَ مطابق اپياس ڪرايو. گهڻي گهل کان پوءِ فيصلو اهو ٿيو ته ٻه اپياس ڪوٽڙي کان هيٺ سمنڊ پاڻڻ ۽ ماحولياتي ضرورتن لاءِ ۽ هڪ وڌيڪ اپياس ملڪ ۾ ٻين

گهرجن لاءِ جهڙوڪ هندستان ڪي وڪرو ٿيل درياهن جي سڪل ٽڪرن لاءِ پاڻي جي گهرج، جهلم ۽ چناب جي ڇڏيل اڻ وهندڙ ٽڪرن لاءِ ڪرايو وڃي. اهي ٽئي اڀياس گذريل سال سيپٽمبر ۾ شروع ڪرايا ويا آهن، جن جي عارضي رپورٽن تي هينئر تازو 17، 18 آگسٽ تي بحث مباحثو ٿيو، جنهن جو ڪجهه حال احوال تازو ڪاوش ۾ به ڇپيو. اهي اڀياس 23 سيپٽمبر تي مڪمل ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي، جنهن ڪان پوءِ انهن تي بحث ٿيندا ۽ 31 آڪٽوبر تي آخري رپورٽ (Final Re-port) ڏني ويندي.

اڀياسن جا نتيجا اچڻ ڪان پوءِ خبر پوندي ته انڊس ڊيلٽا جي جياپي لاءِ گهڻو پاڻي ڪپي ۽ اهو سڄي سال ۾ ڪيئن ورهايو ويندو. جيڪڏهن اهي اڀياس صحيح ٿين ٿا ۽ اڀياس وارو پاڻي سنڌ کي ڏنو ويندو ته انڊس ڊيلٽا زنده رهندي نه ته انهيءَ جو زوال هلندو رهندو ۽ هڪ ڏينهن اها ختم ٿي ويندي.

(روزانه ڪاوش: 22 - آگسٽ 2005ع)

# ڪالا باغ ڊيم، فني ڪاميٽي ۽

## ڊائون اسٽريم وارو اڀياس!

اي اين جي عباسي صاحب جي ڊنل رپورٽ اچا عوام آڏو پڌري نہ ٿي آهي ۽ حڪومتي ايوانن ۾ پئي ڦري، جتي وفاقي حڪومت پاڻي ۽ بجلي جي ريٽائرڊ ٿيل اسپيشل سيڪريٽري ۽ پنجاب جي اڳوڻي آبپاشي سيڪريٽري رياض احمد خان کي 4لک روپين جي ماهوار پيڪيج تي صلاحڪار مقرر ڪيو آهي تہ جيئن ڊيم ٺاهڻ لاءِ راهہ هموار ڪرڻ ۾ مدد ڏي. ياد رهي تہ 1994ع وارو تاريخي استعمال وارو ورهاست جو فيصلو مٿئين صاحب جي سيڪريٽري آبپاشي پنجاب جي زماني ۾ ٿيو هو. مان اڳي بہ چئي چڪو آهيان تہ مون عباسي صاحب واري رپورٽ نہ ڏٺي آهي، پر ہ جوڙ ہ برابر چار جي اصول مطابق خاطري سان چئي سگهان ٿو تہ انهيءَ ۾ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جي سفارش نہ ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ صدر صاحب ڪڏهوڪو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو ٽي وي تي اعلان ڪري ڇڏي ها ۽ پاڻ عباسي صاحب کي ٽي وي تي آڻي رپورٽ جا تفصيل ٻڌائي ها. انهيءَ ڳالهہ کي رپورٽ پڌري ٿيڻ تائين اتي ڇڏي اچو تہ هڪ ٻئي مکيہ مسئلي بابت ڇاڻ وٺون.

وفاقي حڪومت اجڪلهہ ٽي اڀياس ڪرائي پئي. ہ ڪوٽڙي کان هيٺ سمنڊ پاڻڻ ۽ ماحولياتي گهرجن لاءِ ۽ هڪ ڪوٽڙي کان مٿي سڄي پاڪستان جي ماحولياتي گهرجن بابت. انهن جا انگريزي نالا هي آهن.

Study_1

Study on water Escapage below kotri Barrage to check sea water Intrusion.

(پهريون اڀياس: سمنڊ جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ گهربل پاڻي وجڻ بابت اڀياس)

Study_2

water Escapage down stream kotri barrage to address environmental concems.

(ٻيو اپياس: ماحولياتي خدشن کي منهن ڏيڻ بابت ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ گهربل پاڻي ڇڏڻ بابت اپياس.)

Study_3

Study on Environmental concerns of all four provinces (Excluding areas covered by srudy i and 2

(ٽيون اپياس: چئني صوبن جي ماحولياتي خدشن کي منهن ڏيڻ لاءِ اپياس (انهيءَ ۾ اپياس پهريون ۽ ٻيو شامل ناهن).

"مٿيان" جيڪو ڪجهه سوچين ٿا. انهيءَ تي عمل ڪرڻ لاءِ هر سطح تي جاکوڙ ڪن ٿا. پلي انهيءَ ۾ ڪيترو به وقت لڳي. 1991ع واري پاڻي ٺاهه ٿيڻ کان اڳ ۾ ۽ ڳالهين دوران انهن ٻن ڳالهين تي زور پئي ڏنو. هڪڙو گريٽر ٿل ڪينال ۽ ٻيو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي، پر اهي ڪامياب ٿي نه سگهيا. 16مارچ 1991ع تي سنڌ جي اڳواٽي وزير اعليٰ ڄام صادق علي جي گڏري واري جاءِ تي ٽن پنن واري پاڻيءَ جي معاهدي تي سيني صوبن جي نمائندن جون صحيحون ٿيون ۽ 21 مارچ 1991ع تي گڏيل مفادن جي ڪائونسل انهيءَ جي منظوري ڏني، جنهن ڪانپوءِ ان کي پاڻي ٺاهه جو درجو مليو. انهي ٺاهه ۾ نه گريٽر ٿل ڪينال جو ذڪر آهي، نه ڪالاباغ ڊيم جو. انهيءَ ٺاهه ۾ صوبن جو خريف ۽ ربيع جو ڪل پاڻي ڏنل آهي. سنڌ زور پريو هو ته اهو پاڻي ڏهاڪن ۾ ورهايو وڃي. اهو انهيءَ وقت ڪرڻ ممڪن نه هو جو ٺاهه ڪرڻ جي جلدي هئي، تنهنڪري انهيءَ ٺاهه ۾ 14 شق انهيءَ مقصد لاءِ وڌي وئي. مٿيان پنهنجي واهن جي ڏهاڪي واري ورهاست نه پيا ڏين، جو ٺاهه ۾ نه گريٽر ٿل ڪينال جو نالو آيو هو نه ڪالاباغ ڊيم جو. انهن اها ورهاست تمام دير سان ڏني ۽ انهيءَ ۾ به هڪ نئين واهه يعني گريٽر ٿل ڪينال جو نالو وجهي ڇڏيائون. جڏهن ته ڏهاڪي واري ورهاست به انهي وقت موجود يا ٺهندڙ ڪينالن لاءِ هئي، ٻين سيني صوبن رڳو پنهنجي موجود يا ٺهندڙ ڪينالن جا نالا وڌا هئا. سنڌ وارن لکت ۾اعتراض ڪيو. پر گڏيل مفادن واري ڪائونسل 16 سيپٽمبر 1991ع تي انهيءَ جي منظوري ڏئي ڇڏي. اهو ٻڌائيندو هلان ته انهيءَ ڏهاڪي واري ورهاست ۾ ڪنهن به صوبي جي نمائندي جي صحيح ناهي ۽ انهيءَ ۾ ڪيترا انگ ڪٽي لکيا ويا آهن. اهو ٿيو گريٽر ٿل ڪينال بابت، وري ڪالاباغ ڊيم بابت هنن پنهنجو موقف گڏيل مفادن جي ڪائونسل جي منٽس ۾ هيٺين ريت ريڪارڊ

ڪرايو.

"پاڻي ٺاهه هڪ جامع پيڪيج آهي ۽ ڪنهن به هڪ شق کي اڪيلي سر نه ونڻ کپي. ڏهاڪي واري ورهاست تي انهيءَ وقت تائين عمل نه ٿيڻ کپي، جيستائين موجوده واهپي جو بچاءُ نه ڪجي ۽ مستقبل جي ذخيرن بابت فيصلو نه ڪجي. ربيع ۽ اڳاٽي ۽ پاڇاٽي خريف جي ڪجهه خاص وقتن ۾ موجوده واهپي ۾ اضافو ڊيم ٺاهڻ کان سواءِ ممڪن نه هو. انهيءَ ڪوٽ واري وقت ۾ هلندڙ ورهاست وارو طريقو ڪارهلائڻ کپي."

ڊيم ٺاهڻ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ سنڌ وارن هيٺين ستين شق وجهرائي.

شق 7: سمنڊ جي پائڻ (Sea Intrusion) کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو ته، انهيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 10 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي جي ضرورت هئي، جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو ٻڌايو ويو ته ٻين اڀياسن مطابق اها ضرورت ڪٿي انهيءَ کان گهٽ هئي ۽ ڪٿي انهيءَ کان مٿي هئي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته سيني ضرورتن لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اڀياس ڪرايا وڃن.

مٿين شق تي عمل ڪرڻ سان سنڌ کي گهربل پاڻي ڏيڻو پوي ها ۽ ڊيم نه ٺهي سگهي ها.تنهنڪري مول متن تي ڦڏو ڪڙو ڪري انهيءَ اڀياس يا اڀياسن کي روڪيو ويو. ڪنهن به غيرجانبدار ماڻهو کان انهيءَ شق جي تشريح ڪرايو ته هو چوندو ته جيڪو فيصلو ٿيو. انهيءَ تي عمل ٿيڻ کپي، پر ڏاڍن مڙسن پنهنجو مطلب ڪڍيو ته سنڌ وارن سمنڊ جي پائڻ (Sea Intrusion) کي روڪڻ لاءِ پاڻي گهريو هو. تنهن ڪري اڀياس رڳو هڪڙي مول مٿي يعني (Sea Intrusion) تي ٿيڻ کپي. انهيءَ ۾ ٻارنهن سال گذاري ڇڏيائون. نه ئي 10 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ڏنائون، نه ئي اڀياس ڪرڻ ڏنائون، پر پاڻ خفيه طور مقامي ڪنسلٽنٽس کان سال 1997ع ۾ اڀياس ڪرايون، جن انهن جي مرضيءَ مطابق ڪل گهرج 2.82 ملين ايڪڙ فٽ ڪڍي جنهن ۾(Sea Intrusion) لاءِ ٻڙي، تمر جي ٻيلن لاءِ ٻڙي، دريائي ٻيلن لاءِ 0.64، سمنڊ جي پاڻي کي ڇڏي ڪرڻ لاءِ 0.08، آبپاشي لاءِ 0.31، پلي لاءِ 1.79 ۽ پيئڻ لاءِ ٻڙي ٻڌائي وئي.

جڏهن پارلياماني ڪميٽي زور پريو ته اهي اڀياس ٿيڻ کپن ته نئون منطق پيش ڪيائون ته هندستان ڏي ويل ٽن درياهن ۽ جهلم ۽ چناب دريائن جي سڪل ٽڪرن ۾ به ماحولياتي مسئلا پيدا ٿيا آهن. تنهن ڪري انهن لاءِ به اڀياس ٿين

ڪين. حالانڪ اهو معاملو هنن ڪڏهن به اڳي نه اٿاريو هو ڳالهه ڪي نبيرن لاءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته اهو اڀياس به ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري هاڻي نئي اڀياس ٿين پيا. ڏاڍن مڙسن جي ڪوشش آهي ته (Sea Intrusion) لاءِ پاڻي نه نڪري. انهيءَ لاءِ مول متن جي مقصد واري شق کي ختم ڪيو ويو آهي. پي سي ٿو ۾ هيٺين شق پيل هئي.

Study objectives: the objective is that the minimum escapage needs to Sea below kotri barrage may be established as study_1 and study_2 namely.

(1) To check sea intrusion and.

(2) To meet other ecological_ environ mental needs.

پر جڏهن ڪنسلٽنس سان معاهدو ڪيو ويو ته مٿين شق انهن جي مول متن ۾ شامل نه ڪئي وئي ته جيئن اڀياس sea water intrustion تي ڪرايو وڃي. مان هتي ٻنهي ڳالهين ۾ فرق سمجهايان ٿو. پهرين مان ٻين ڳالهين سان گڏ سمنڊ جو چڙهي اچڻ يا پائڻ مراد آهي، سمنڊ جي حد زمين ڏانهن وڌي اچڻ. اهو ئي سبب آهي ته سمنڊ اٽڪل 12 لک ايڪڙ زمين پائي ويو آهي، يعني سمنڊ جي حد زمين ڏانهن وڌي رهي آهي. ٻئي ۾ رڳو سمنڊ جو پاڻي جو درياهه جي خالي پيٽ ۾ مٿي چڙهي اچڻ ڪري زمين ۾ لوڻياٺ وڌڻ جو اثر ڏنو ٿو وڃي. جڏهن انهيءَ اڀياس جي شروعات (Inception) رپورٽ تي بحث ٿيو هو تڏهن اسان انهيءَ تي اعتراض ڪيو بلڪ سڪندر بروهي ته انٽرنيٽ تان هيٺين تعريف لکت ۾ به ڏني هئي.

Sea intrusion means erosion of delta Lands. surface salinity of fertile lands, ground water aquifer salinity as well as inundation of lands as a result of sea high tides.

پر جڏهن اگسٽ ۾ عارضي (Interim) رپورٽ تي بحث ٿيو ته اها ڳالهه وري به ڇڏي ڏنائون. مون انهيءَ اتي اٿي ٻيهي اعتراض ڪيو جنهن تي انهيءَ کي آخري (final) رپورٽ ۾ شامل ڪرڻ تي راضپو ٿيو. فائنل رپورٽ 23 سيپٽمبر تي پيش ڪندا. مان سنڌ وارن کي انهيءَ جي اهميت ٻڌائڻ ٿو چاهيان. :يعر نهڻ انهيءَ ڳالهه تي مدار رکي ٿو ته ڪوٽڙي کان هيٺ گهٽو پاڻي کپي. اهو پاڻي گهٽ نڪري ته ڊيم لاءِ واڌو پاڻي نڪري سگهي ٿو پر جيڪڏهن اهو وڌيڪ

نڪري ته ڊيم ٺهڻ جو جواز نٿو نڪري، عباسي صاحب جي رپورٽ ۾ اهو مقدار 10 ملين ايڪٽ فٽ ورتو ويو هوندو. چاڪاڻ جو سنڌ ايترو ئي گهريو هو ۽ صدر صاحب به هڪ ٽي وي انٽرويو ۾ اهو ئي انگ ٻڌايو هو. پر جيڪڏهن اهو ٻڙي ٿو نڪري ۽ مٿيان رڳو اهو ڏيڻ جو ضد ڪن ٿا ته 10 ملين ايڪڙ فٽ مان ڊيم ٺاهڻ جو جواز پيدا ڪري سگهجي ٿو.

اسان ڪي ڏسڻ ڪبي ته ڪوٽڙي کان هيٺ ٽيندڙ ٻئي اپياس صحيح نموني ۾ ٽين ۽ جيڪا ڪوٽڙي کان هيٺ واريون ضرورتون آهن، جن ۾ ڊيلٽا جون ضرورتون به شامل آهن، سي پوريون ٽين ته جيئن سنڌو درياءُ زنده رهي سگهي. منهنجي خيال ۾ عباسي صاحب واري رپورٽ انهيءَ وقت تائين پڌري نه ڪندا، جيستائين ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻيءَ جي گهرجن جو تعين نٿو ٿئي. اها ڪوشش ڪئي ويندي ته اهو پاڻي گهٽ کان گهٽ طئي ڪجي ته جيئن ڊيم ٺاهڻ جو جواز پيدا ڪري سگهجي.

(روزانه ڪاوش 7 سيپٽمبر2005ع)

# ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ ٽيندڙ

## اپياس ۽ سنڌ جا جائز خدشا

سنڌ واسين جي جاٺ ۾ آهي تہ وفاقي سرڪار وفاقي ٻوڏ ڪميشن جي معرفت ٻاهرين ملڪن جي ڪنسلٽنٽس ڪان ٽي اپياس ڪرائي رهي آهي، جن مان ٻہ پاڻي ٺاهہ جي شق 7 مطابق ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ سمنڊ جي پائڻ ڪي روڪڻ ۽ ٻين ماحولياتي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت معلوم ڪرڻ ۽ ٽيون سڄي پاڪستان ۾ ماحولياتي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت معلوم ڪرڻ آهي. انهن اپياسن جي جانچ لاءِ عالمي سطح جا ٽي ماهر رکيا ويا آهن، جيئن انهن جي نظرداريءَ هيٺ اپياس صحيح نموني ۾ هلن ۽ جيڪڏهن هيڏي هوڏي ٿڙن تہ انهن کي صحيح رخ ڏيکارين.

پهريون اپياس جيڪو سمنڊ جي پاڻيءَ جي چڙهي اچڻ کي روڪڻ لاءِ آهي، اهو هڪ آمريڪي ڪمپني (Montgomery Watson Harza) کي ڏنل آهي، جنهن جي مدد لاءِ ٻہ پاڪستاني ڪمپنيون ACE ۽ NESPAK آهن. ٻيو اپياس جيڪو ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ ٻين ماحولياتي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جو مقدار معلوم ڪرڻ لاءِ آهي، سو هڪ جرمن ڪمپني ( Lahmeyer International Gmbh Germany) کي ڏنل آهي، جنهن سان پنج پاڪستاني ڪمپنيون مدد لاءِ آهن ۽ انهن ۾ سنڌ جي مهر علي شاهہ جي ڪمپني PACE بہ شامل آهي. ٽيون اپياس سڄي پاڪستان جي ماحولياتي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جو مقدار معلوم ڪرڻ لاءِ آهي. اهو هڪ ڪمپني (AAB Pvt. Ltd.) کي ڏنل آهي، جنهن سان هالينڊ جي هڪ ٻاهرين ڪمپني ۽ هڪ پاڪستاني ڪمپني سهڪار ۾ آهن. عالمي ماهر جيڪي انهن اپياسن جي جانچ لاءِ آهن، انهن مان هڪڙو ميڪسيڪو جو آهي، جنهن جو نالو (Fernando Gongalez) آهي. ٻيو ڏکڻ آفريڪا جو آهي، جنهن جو نالو (Thinus Basson) آهي ۽ ٽيون هالينڊ جو آهي، جنهن جو نالو (Bartschultz) آهي.

اپياسن جو مدو هڪ سال آهي، جنهن ۾ اپياس ڪندڙ فرمن کي چار رپورٽون ڏيڻيون هيون. پهرين شروعاتي رپورٽ (Inception Report)، ٻي

عارضي رپورٽ (Interim Report)، ٽين ڪچي حتمي رپورٽ ( Draft final report) ۽ پڇاڙيءَ ۾ حتمي رپورٽ (Final Report). پهرين ۽ ٻي رپورٽ تي اڳ ۾ بحث ٿي چڪا آهن. ٽين رپورٽ تي اسلام آباد ۾ 12 ۽ 13 آڪٽوبر تي وفاقي ٻوڏ ڪميشن جي چيئرمين آئي بي شيخ، جنهن جو تعلق سنڌ جي شهر شهدادڪوٽ سان آهي، تنهن جي صدارت هيٺ بحث ٿيا. انهيءَ گڏجاڻي ۾ پنجاب مان پنج ڄڻا شامل ٿيا يعني پنجاب جي آبپاشي کاتي جو صلاحڪار چوڌري مظهر علي، ٽي چيف انجنيئر عبدالحفيظ گوندل، يونس انصاري، باغ علي ۽ پنجاب واٽر ڪائونسل جو حامد ملهي. ياد رهي ته هي اهو ساڳيو حامد ملهي آهي، جيڪو سنڌ خلاف ڪيترا ئي اعتراض جوڳا بيان ڏئي چڪو آهي. سنڌ مان آبپاشي جو سيڪريٽري جناب شجاع احمد جوڻيجو، اڳيون سينيٽر قاضي عبدالمجيد، پاڻي وسيلن بابت فني ڪاميٽيءَ جو سنڌ جو ميمبر سردار احمد مغل، ڊيلٽائي علائقن بابت معاشي ماهر سڪندر بروهي ۽ مان شامل هئاسين. سرحد ۽ بلوچستان مان هڪڙو هڪڙو ماڻهو شامل ٿيو. انهن کان علاوه ڪيترن وفاقي ادارن جا ميمبر ۽ ارسا جو چيئرمين شامل هو.

پنجاب ڪيمپ جي حڪمت عملي اها هئي ته سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻيءَ مان ڍير ناهي، نيون زمينون آباد ڪيون وڃن ۽ وڌندڙ آباديءَ لاءِ کاڌي خوراڪ جو بندوبست ڪيو وڃي. هاڻي ڊيلٽا کي پاڻي ڏيڻ لاءِ نهيل ڍير. بيراج ۽ واهه ته ڪو نه ڊاهبا! ماڻهن جون ضرورتون ڊيلٽا کي پاڻي ڏيڻ کان وڌيڪ اهم هيون. سنڌ ڪيمپ جي حڪمت عملي اها هئي ته پهرين ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ٿيل نقصان کي روڪجي، ڊيلٽا کي زنده رکجي يعني نين آبادين کي ترقي ونرائڻ بدران ٿيندڙ نقصان کي روڪجي ۽ ٿيل نقصان جو ازالو ڪجي. پهرين اپياس وارن ڪنسلٽنٽ ٻڌايو ته هنن رڳو سمنڊ جي پاڻيءَ جو درياهه جي پيٽ ۾ چڙهي اچڻ ۽ انهيءَ جي لوٽيائي اثرن بابت اپياس ڪيو آهي، جو سمنڊ جو چڙهي اچڻ (Sea intru-sion) انهن جي مول متن ۾ ڪونهي. اهو ٻڌائيندو هلان ته انهيءَ اپياس جي P.C-II ۾ اهو شامل هو، پر جڏهن ڪنسلٽنٽس سان معاهدو ڪيو ويو ته اهو اکر جاڻي ٻجهي مول متن ۾ شامل نه ڪيو ويو، جنهن تي سنڌ سرڪار اعتراض ڪيو آهي ۽ گڏجاڻيءَ ۾ به اعتراض ڪيو ويو. اعتراض ٻڌو ته ويو پر ان جي جواب ۾ ڪجهه به نه چيو ويو. يعني لفٽ ئي نه ڏنائون. عارضي رپورٽ ۾ شيرازي بندر تي بيراج ناهڻ جو چيو ويو هو. سنڌ سخت اعتراض ڪيو ته توهان

بيراج ڏاهڻ بدران پاڻيءَ جي گهرج ڪئي. هن ميٽنگ ۾ اها ڳالهه مڃي وئي. ڇو ته بيراج ڏاهڻ ڪو سنو متبادل نہ هو ۽ سمنڊ جي چڙهڻ کي روڪڻ پاڻيءَ کي هيٺ ڇڏڻ سان ئي ممڪن هو. وري هنن عارضي رپورٽ ۾ ٽي وهڪرا ٻڌايا هئا يعني سنن وهڪرن وارن سالن ۾ 7 ملين ايڪڙ فٽ. سراسري سالن ۾ 5 ملين ايڪڙ فٽ ۽ سوڪهڙي وارن سالن ۾ 3 ملين ايڪڙ فوٽ- اسان اعتراض ڪيو ته ڊيلٽا جي گهرج وهڪرن جي ڦير گهير تي مدار نٿي رکي، تنهن ڪري اها گهرج ٽن بدران هڪ هجڻ کپي. اها ڳالهه بہ هنن مڃي. ڪنسلٽنٽس وڌيڪ ٻڌايو ته سمنڊ جي پاڻيءَ جو سجاول تائين چڙهي اچڻ ڪري پر وارين زرعي زمينن تي ڪو اثر نہ هو، جو زير زمين پاڻيءَ جو وهڪرو واهن کان درياهہ ڏي هو.

اپياس ہئي واري ڪنسلٽنٽس ٻڌايو ته هنن جي رپورٽ ۾ تمر جي ٻيلن لاءِ 15 ملين ايڪڙ فٽ وارو انگ غلط هو. اهو 15 بدران رڳو 5.4 ملين ايڪڙ فٽ هو. سيني انهيءَ تي سخت اعتراض ڪيو ۽ ڪنسلٽنٽس کي پنهنجي رپورٽ بيهر ڏاهڻ لاءِ چيو ويو. اپياس ٽئين وارن ڪنسلٽنٽس ٻڌايو ته درياهن جا وهڪرا گهٽجڻ ڪري يا صفا بند ٿيڻ ڪري انهن جي ڪجهہ ٽڪرن ۾ خراب ماحولياتي اثر ٿيا آهن، جن لاءِ وڌيڪ پاڻي ڏيڻ جي گهرج آهي. وري ٽيوب ويل گهڻو هلڻ ڪري پاڻيءَ جي ليول تمام هيٺ لهي وئي آهي ۽ ڪن علائقن ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ جو مسئلو ٿي ويو آهي.

ٽنهي ڪنسلٽنٽس جي پريزنٽيشن ۽ بحث مباحثي کان پوءِ عالمي ماهرن سڄي صورتحال جو ڏ.ينئين نموني جائزو ورتو:

(1) ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ هيٺين ڳالهين لاءِ ضروري آهي:

- ساموندي لوڻيات جو درياهہ ۽ ساموندي پٽيءَ ۾ چڙهي اچڻ کي روڪڻ.
- سمنڊ جي پاڻڻ کي روڪڻ.
- جڻادار ماحول.
- مڇي.
- سنڌ طاس مان لوڻيات ڪڍڻ.
- درياهہ جي ٻيلن، زراعت، پيئڻ جي پاڻي ۽ گدلاڻ کي روڪڻ.

(2) سمنڊ جي پاڻڻ جا هيٺيان مکيہ ڪارڻ آهن:

- سنڌو درياهہ ۾ لٽ جو گهٽجڻ.
- تمر جي ٻيلن جي ايراضيءَ جو گهٽجڻ.

- بند ٺهڻ ڪري پوڌ واري ايراضيءَ جو گهٽجڻ.
- موسمي ڦيرگهير ڪري موسم جو انتها تي پهچڻ.

(3) پهرين ڊيلٽا ۾ 40 ڪروڙ ٽن لٽ ساليانو ايندي هئي، جنهن ڪري ڊيلٽا هر سال 30 ميٽر وڌندو هو. تربيلا ڊيم ٺهڻ کان پوءِ اها گهٽجي اڍائي ڪروڙ ٽن رهجي وئي آهي. جنهن ڪري ڊيلٽا جو وڌڻ بند ٿي ويو آهي ۽ سمنڊ جو پائڻ شروع ٿي ويو آهي. انهيءَ لاءِ وقفي وقفي سان وڏا وهڪرا ڇڏڻ ضروري آهن ته جيئن لٽ سامونڊي ڪنارن تي جمع ٿي سگهي.

(4) تمر جي ٻيلن کي بچائڻ ضروري آهي، جو اهي ماحولياتي توڙي اقتصادي ٻنهي نموني ضروري آهن. تمر جي ٻيلن جي پٽي سامونڊي ڪناري جي کاڌ کي روڪي ٿي. اسان جي خيال ۾ سامونڊي ڪناري جي بقا ۽ تمر جي ٻيلن جو بچاءُ قومي ذميواري ٿيڻ کپي. مٿين ڳالهين کي نظر ۾ رکي، هنن ٻن نمونن ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڏيڻ لاءِ چيو.

پهريون بنيادي وهڪرو: جتي ڪوٽڙي بيراج جا بند ختم ٿين ٿا، اتي سڄو سال 5000 ڪيوسڪ پاڻي پهچڻ کپي. گهٽ وهڪرن وارن سالن ۾ اهو مقدار ايترو گهٽايو وڃي، جيتري ڪوٽ هجي.

ٻيو وقتائتو وڏو وهڪرو: جن سالن ۾ درياهه ۾ وڌيڪ پاڻي هجي، ته جولاءِ، آگسٽ ۽ سيپٽمبر ۾ وڏن وهڪرن جا (Doses) ڇڏيا وڃن، ته جيئن لٽ وارو پاڻي ڊيلٽا کي ملي. اهو پنجن سالن ۾ ڪل 25 ملين ايڪڙ فٽ هجڻ کپي. يلي هڪڙي سال ۾ 25 ملين ايڪڙ فٽ ڇڏيو وڃي يا پنجن سالن ۾ هر سال پنج ملين ايڪڙ فٽ ڇڏيو وڃي. جيڪڏهن سراسري ساليانو مقدار ڪڍيو وڃي، ته ڪل هيٺينءَ ريٽ ٿيندو.

| | |
|---|---|
| بنيادي وهڪرو | 3.6 ملين ايڪڙ فٽ |
| وقتائتو وهڪرو | 5.0 ملين ايڪڙ فٽ |
| ڪل ساليانو سراسري | 8.6 ملين ايڪڙ فٽ |

هُنن وڌيڪ ٻڌايو ته مٿين وهڪرن جا وڌيڪ تفصيل هو جلد پنهنجيءَ رپورٽ ۾ ڏيندا. جيڪا ڪچي صورت ۾ 16 آڪٽوبر تي پيش ڪئي ويندي ۽ جنهن تي صوبن جا رايا معلوم ڪري، حتمي رپورٽ 31 آڪٽوبر تي ڏني ويندي.

جيستائين عالمي ماهر پنهنجي حتمي رپورٽ ڏين، اسان اهو ٿا سمجهون ته هنن ساليانو 8.6 ملين ايڪڙ فٽ ڏنو آهي. اسان جو خيال آهي ته

مٽيون مقدار گهٽ آهي. اسان جي خيال ۾ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پنجاهه هزارن ڪان
تي لک ڪيوسڪن جا ٻوزز ڇڏڻ کپن ۽ ڪل مقدار 15 ملين ايڪڙ فٽ هجڻ
کپي. سنڌ سرڪار مٿيون رايو چيئرمين وفاقي بورڊ ڪميشن ۽ عالمي ماهرن کي
موڪلي ڇڏيو آهي. ڏسون ته اڳتي ڇا ٿو ٿئي.

(روزانه ڪاوش: 22- آڪٽوبر 2005ع)

# ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ رهندڙن

## ڪي به جيئڻ جو حق ڏيو!

23 مئي 2006ع انگريزي اخبار ڊان جي هڪ خبر مطابق ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پيئڻ لائق پاڻي ڪونهي. خبر مطابق سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊاڪٽر ايم وائي کهاوڙ چيو آهي ته، ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وارو پاڻي انساني واهپي لائق ڪونهي. هن صاحب چيو ته ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ واري پاڻي جي ڪوالٽي تمام تڪڙي خراب ٿي وئي آهي ۽ حسين آباد ۽ لطيف آباد وارن پمپنگ اسٽيشنن تي ڪل نمڪيات (Total Dissolved Salts) ترتيب وار 986 ۽ 1212 پارٽ پر ملين (PPM) واري ليول تي پهتو آهي. اها ليول عالمي صحت واري اداري (WHO) واري رکيل ليول ڪان مٿي آهي، جيڪا 500 PPM آهي. انهيءَ جي بنياد تي انهيءَ ليول واري پاڻي ڪي انساني واهپي لاءِ نقصانڪار ڪوٺي سگهجي ٿو. ان وڌيڪ چيو ته، هُن پنجن هنڌن يعني ڪوٽڙي بئراج، ڄامشورو حيدرآباد پل، حيدرآباد پمپنگ اسٽيشن، لطيف آباد نمبر 12 پمپنگ اسٽيشن ۽ لطيف آباد واري ورهاستي پمپنگ اسٽيشن تان پاڻيءَ جا نمونا ورتا. ڪوٽڙي بيراج تي نمڪيات جي ليول 212 PPM هئي، جيڪا عالمي صحت واري اداري جي 500 PPM واري حد اندر هئي.

مٿئين خبر مان صاف ظاهر آهي ته ڪوٽڙي بيراج ڪان مٿئين پر نمڪيات جي ليول ٺيڪ آهي، پر هيٺ ٺيڪ ناهي ۽ جيڪڏهن ڪوٽڙي بيراج ڪان هيٺ پاڻي ڇڏيو وڃي ته هيٺ به نمڪيات جي ليول ٺيڪ ٿي سگهي ٿي، ۽ پوءِ اهو پاڻي انساني واهپي لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو. پوءِ ڪوٽڙيءَ بئراج ڪان هيٺ پاڻي ڇو نٿو ڇڏيو وڃي؟ ڇا اسان انهيءَ انتظار ۾ آهيون ته اهو پاڻي پي ڪجهه ماڻهو پيٽ جي خرابيءَ جي مرض ۾ مرن ته پوءِ پاڻي ڇڏيون!؟ ياد ڏيارڻ لاءِ عرض هجي ته گذريل سال ڪيترائي ماڻهو حيدرآباد ۾ پيٽ جي بيماري سبب زندگيون وڃائي ويٺا هئا، جنهن بيماريءَ جو سبب به خراب پاڻي ٿي هو. هينئر به هيءَ وبا فيصل آباد ۾ هلي پئي..

ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ پاڻي ڇڏڻ وارو مسئلو 1991ع واري پاڻي ٺاهه سان

ڳنڍيل آهي. متي نوان ڊيم ۽ بئراج ٺهڻ ڪري ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويندڙ پاڻي گھٽبو ويو ۽ وڌيڪ گھٽجڻ جو خطرو هو. انهيءَ ڪري سنڌ ڪوٽڙي کان هيٺ گھرجن لاءِ ۽ سمنڊ جي ڪاهي اچڻ (Sea Intrusion) کي روڪڻ لاءِ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گھريو هو، جنهن جو مطلب هو ته هڪ لک ڪيوسڪ 50 ڏينهن هلي. پر "متين" اها ڳالهه نه مڃي ۽ چيائون ته انهيءَ لاءِ وڌيڪ اڀياس ڪرايا وڃن. انهيءَ لاءِ پاڻي ٺاهه ۾ هڪ شق ڏني وئي، جنهن جو انگريزي متن هيئين ريت آهي ته:

The need for certain minimum escapage to see below Kotri to check sea intrusion was recoginized. Sindh held view that the optimum level was 10-MAF which was dis-ussed at length,while other studies indicated lower / higher figures .It was, therefore, decided that further studies would be undertaken to establish the minimal escapage needs down stream Kotri.

(سمنڊ جي پائڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ جي ضرورت مڃي وئي. سنڌ چيو ته انهيءَ لاءِ گھٽ ۾ گھٽ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جي ضرورت هئي. جنهن تي تفصيلي بحث ٿيو. اهو ٻڌايو ويو ته ٻين اڀياسن مطابق اها ضرورت ڪٿي انهيءَ گھر کان گھٽ هئي ۽ ڪٿي انهيءَ کان متي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته انهن ضرورتن لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ گھٽ ۾ گھٽ پاڻي جو مقدار مقرر ڪرڻ لاءِ وڌيڪ اڀياس ڪرايا وڃن.)

اهو ٺاهه 1991ع ۾ ٿيو. پر اڀياس تيرنهن سالن تائين نه ڪرايا ويا. ان جو سبب اهو هو ته اڀياس جي مول متي تي اجايا اعتراض اُٿاريا ويا ته اهو رڳو هڪ مول متي يعني "سمنڊ جي پائڻ" تي ڪرايا وڃن. گھڻو ئي سمجھايوسين ته انهيءَ شق ۾ فيصلي وارو راڪي ڏسو. انهيءَ ۾ ڪٿي به "سمنڊ جي پائڻ" جي ڳالهه ناهي. انهيءَ ۾ Needs جو اکر آهي، جيڪو اکر واحد بدران جمع جو ڏس ڏئي ٿو. Needs ۾ نه رڳو "سمنڊ جو پائڻ"، پر ٻيون گھرجون به اچن ٿيون، جيئن مڇين لاءِ پاڻي، تمر جي ٻيلن لاءِ پاڻي، جهنگلي جيوت ۽ انسانن لاءِ پاڻي، ٻيلن لاءِ پاڻي، آباديءَ لاءِ پاڻي وغيره. نيٺ اڀياس ڪرائڻ تي سال 2004ع ۾ راضي ٿيا. اهو به انهيءَ شرط تي ته ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گھرجن لاءِ اڀياس سان گڏ

هندستان ڏي ويل درياهن جي پاڪستان ۾ بچيل ٽڪرن ۾ ہين گهرجن لاءِ ٽيون اپياس ڪرايو وڃي. نيٺ ٽي اپياس سال 2004ع ۾ شروع ڪرايا ويا. پهريون Study on water escapage below Kotri barage to check sea water intrusion. يعني سمنڊ جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ گهربل پاڻي وڃڻ بابت اپياس. ٻيو اپياس Water escapage down stream Kotri barage to address environmental concerns يعني ماحولياتي خدشن کي منهن ڏيڻ بابت ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ گهربل پاڻي ڇڏڻ بابت اپياس. ٽئين اپياس جو عنوان هو Study on environmental con-cerns of all four provinces excluding above two studies يعني مٿين ٻن اپياسن کي ڇڏي چئني صوبن جي ماحولياتي خدشن کي منهن ڏيڻ لاءِ اپياس.

سنڌ سان گهٽو واسطو رکندڙ پهريان ٻه اپياس آهن. اچو ڏسون ته انهن جي اپياس وارا ڪنسلٽنٽ ڇا ٿا چون؟

پهريون اپياس Sea Water Intrusion يعني سمنڊ جو پاڻي مٿي چڙهي اچڻ بابت آهي. ياد رهي ته ٺاهه ۾ سمنڊ جو پاڻڻ Sea Intrusion وارا اکر آهن. اپياس وارن چيو ته سمنڊ جي پاڻي کي سمنڊ کان 35 ڪلوميٽر مٿي ڊنڊي يا شيرازي بندر تي روڪڻ جي ضرورت هئي، جنهن لاءِ سڄو سال ڏهه هزار ڪيوسڪ پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ڇڏڻ کپي.

ٻيو اپياس سڀني ماحولياتي ضرورتن بابت هو. سيپٽمبر 2005ع ۾ هنن مختلف گهرجن لاءِ هيٺيون مقدار ڪڍيو.

- عام ٻيلن لاءِ 1105 ڪيوسڪ
- تمر جي ٻيلن لاءِ 15 ملين ايڪڙ فوٽ
- زراعت لاءِ 9.62 ملين ايڪڙ فوٽ
- مڇين لاءِ 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ
- پاڻي ڇڊي ڪرڻ لاءِ 0.14 ملين ايڪڙ فوٽ
- پيئڻ لاءِ 0.91 ملين ايڪڙ فوٽ

مٿيان ڪنسلٽنٽ پوءِ تمر جي ٻيلن لاءِ 15 ملين ايڪڙ فوٽ واري انگ کان ڦري ويا ته انهيءَ ۾ انهن کان غلطي ٿي هئي. انهن اپياس ڪرڻ وارن مٿان عالمي شهرت وارا ڇاٽو ماڻهو به رکي ويا. هنن ٻنهي اپياسن جي ڪنسلٽنٽس

جون رپورٽون ڏسڻ کان پوءِ پنهنجي رپورٽ ڏني، جنهن جو تت هيٺين ريت آهي.

بنيادي وهڪرو: ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ سڄو سال 5000 ڪيوسڪ پاڻي ڇڏڻ کپي.

وقتائتو وهڪرو: پنجن سالن ۾ ڪل 25 ملين ايڪڙ فوٽ سمنڊ ۾ وڃڻ گهرجي، چاهي اهو هڪڙي سال ۾ وڃي يا وڌيڪ سالن ۾. فرض ڪريو هڪڙي سال ۾ وڃي ٿو 10 ملين ايڪڙ فوٽ ته باقي چئن سالن ۾ 15 ملين ايڪڙ فوٽ ضرور وڃڻ کپي. جيڪڏهن مٿين سفارش جو ساليانو مقدار ڪڍجي ته 5000 ڪيوسڪ جا ٿين ٿا 3.6 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 25 ملين ايڪڙ فوٽ 5 سالن جو سال ۾ ٿئي ٿو 5 ملين ايڪڙ فوٽ يعني ساليانو سراسري مقدار ٿيو 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ. جڏهن ته سنڌ پاران ناهه وقت گهريو ويو هو 10 ملين ايڪڙ فوٽ.

ارسا وارن اجا ناهه جي شق 7 موجب ڪوٽڙيءَ کان هيٺ وارين گهرجن لاءِ پاڻي نه ڏنو آهي، پر جڏهن به درياهن ۾ زراعت جي گهرجن کان مٿي پاڻي اچي ٿو ته اهو هيٺ ڇڏيو وڃي ٿو. هن سال ارسا جي صلاحڪار ڪاميٽي آڳاٽي خريف لاءِ يعني اپريل کان 10 جون تائين ڪوٽڙيءَ جي گهرجن لاءِ 1.5 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي رکيو آهي. اجا تائين ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي نه ڇڏيو ويو آهي. 10 جون تائين اٽڪل 15 ڏينهن بچيا آهن. يعني 1.5 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي تڏهن پورو ٿيندو جڏهن باقي پندرنهن ڏينهن ۾ 5000 ڪيوسڪ روز پاڻي ڇڏيو وڃي.

ڪوٽڙيءَ کان هيٺ نمڪيات وارو پاڻي ڇڏو ڪري استعمال جي قابل بڻائي سگهجي ٿو. گرميئن ۾ جهولا هلن ٿا پيا. نمڪيات وارو پاڻي پيئڻ ڪري پيٽ جون بيماريون وڌي ماڻهن جي موت جو ڪارڻ ٿي سگهن ٿيون، چا اسان اهو قدم تڏهن کڻنداسين، جڏهن ماڻهو مرندا ۽ وبائي صورتحال پيدا ٿيندي.

منهنجي سنڌ جي وزير اعليٰ ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم کي اپيل آهي ته هو وفاقي وزير پاڻي ۽ بجلي جي مدد سان ارسا کان 5000 ڪيوسڪ پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ڇڏڻ جي تڪڙي بنيادن تي اجازت وٺي، پاڻي هيٺ ڇڏرائي ته جيئن ڪوٽڙيءَ کان هيٺ وارا ماڻهو به زنده رهي سگهن ۽ اهي به پاڻ کي سنڌ جو حصو سمجهن.

(روزانه ڪاوش: 27 - مئي 2006ع)

# انڊس ڊيلٽا جو جياپو ڪيئن ممڪن آهي؟

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ الله وارو بزرگ ماڻهو ڪم ڪٽي ڪنهن بادشاهه وٽ ويندو هو، جيڪو سندس معتقد هو. بادشاهه بزرگ جي ڪري ماڻهن جا ڪم ڪري ڇڏيندو هو، پر چاهيندو هو ته بزرگ سندس دربار ۾ نه اچي، جو بادشاهه شرمندو ٿيندو هو ته اهڙي شان وارو بزرگ سندس دربار ۾ ڇو ٿو اچي. هڪڙي ڀيري بادشاهه بزرگ کي عرض ڪيو ته، "سائين اوهان مون وٽ اڳتي نه ايندا ڪيو، جو مان شرمندو ٿو ٿيان." بزرگ انجام ڪيو ته اڳتي هو بادشاهه وٽ نه ايندو، پر اجا هڪڙو ڏينهن ئي مس گذريو ته بزرگ وري ماڻهن جا ڪم ڪٽي بادشاهه جي دربار ۾ پهتو. بادشاهه پڇيو ته "سائين اوهان انجام ڪيو هو ته اڳتي منهنجي دربار ۾ تڪليف نه ڪندا پر اجا هڪڙو ڏينهن ئي مس گذريو آهي ته اوهان وري اچي ويا آهيو." بزرگ وراڻيو ته، "جيستائين مظلوم مون وٽ ايندا رهندا ته مان خلق خدا جا ڏک سور ختم ڪرائڻ لاءِ اوهان وٽ اچڻ کان ڪيئن انڪار ڪري سگهان ٿو. منهنجي بزرگي پنهنجي جاءِ تي پر خلق خدا جا ڏک سور بزرگي کان وڌيڪ آهين."

ڪجهه اهڙي ئي حالت منهنجي هئي، جڏهن پاڪستان فشر فوڪ فورم جي چيئرمين سيد محمد علي شاهه مون کي ڪارو ڇاڻ ۾ پاڻي اچڻ جي خوشيءَ ۾ انڊس ڊيلٽا جو جشن ملهائڻ واري تقريب ۾ جمعي 22 سيپٽمبر تي شامل ٿيڻ جو سڏ ڏنو، مان بزرگ ناهيان، هڪ دنيا دار ماڻهو آهيان، جيڪڏهن ننهن وڏي ماڻهو يا اعليٰ عملدار جي دعوت هجي ها ته يڪدم ها ڪري ڇڏيان ها، پر شاهه صاحب جي انهيءَ ڪارو ڇاڻ واري پري واري پروگرام تي مان سوچ ۾ پئجي ويس ته ڪراچيءَ کان ايترو پري ڪارو ڇاڻ جهڙي هنڌ وڃي ڇا ڪندس. پر پوءِ اهو جذبو "طاقت وارن ۽ سرندي وارن جي دعوت تي هميشه وڃبو آهي، ڇو نه مظلوم ۽ ڏتڙيل جي دعوت ۾ شريڪ ٿجي." مون تي غالب اچي ويو ۽ مان شاهه صاحب سان ها ڪري ڇڏي.

تقريب جي حال احوال کان اڳ اچو ته ڀهرين ڊيلٽا ۽ انڊس ڊيلٽا بابت ڄاڻ

وڻون.

ڊيلٽا ڇا کي چئجي ٿو:

هڪڙي اردو واري شاعر چيو آهي ته:

ڪون ڪهتا هے ڪه موت آئي تو مرجاؤن گا
مين تو دريا هون مين اتر جاؤن گا

درياءَ سمنڊ ۾ ڪرڻ کان اڳ ڇاڙن ۾ ورهائجي وڃي ٿو جيڪي درياءَ جي اڻ ورهايل وهڪري واري هنڌ کان پري وڃي سمنڊ ۾ ڪرن ٿيون. انهن ڇاڙن ڪري هڪڙي ٽڪنڊي شڪل ٺهي ٿي، جنهن کي ڊيلٽا چئجي ٿو. ڊيلٽا ڪيئن ٿي ٺهي؟

درياءَ جو وهڪرو پاڻيءَ سان گڏ لٽ به آڻي ٿو سمنڊ ۾ ڪرڻ کان اڳ درياءَ جي رفتار جهڪي ٿي وڃي، هوريان هوريان درياءَ لٽ ڇڏي ٿو ۽ باقي سمنڊ ۾ ڪري ٿي، صدين جي وهڪري کان پوءِ اها ڪرنڊ لٽ سمنڊ ۾ رستو ٺاهي ٿي ۽ ڊيلٽا جي ٺهڻ، ترقي وٺڻ ۽ وڌڻ جو عمل جاري رهي ٿو.

## سنڌو ڊيلٽا جو ٺهڻ:

سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ جهڻ واري ايراضي اٽڪل ڏهه لک چورس ڪلو ميٽر آهي. انهيءَ جو پاڻي پاڻ سان تمام گهڻي لٽ آڻيندو هو جنهن مان ڪجهه رستي تي رڪجي ويندي هئي. ۽ گهڻي سمنڊ ۾ وڃي پوندي هئي. ڪنهن زماني ۾ سنڌو 40 ڪروڙ ٽن ڪن ساليانو ڪٽي ايندو هو، جيڪا سمنڊ ۾ پوندي هئي، ان ڪري ڊيلٽا جي ايراضي وڌندي ويندي هئي. ليمبرڪ مطابق سال 1873ع کان 1904ع تائين 250 چورس ڪلوميٽر نئين زمين ۾ سمنڊ ۾ ٺهي. ساموندي ساحلن بابت قومي اداري National Institute of Oceanography وارا چون ٿا گذريل 5000 سالن ۾ انڊس ڊيلٽا سراسري طرح 4 کان 30 ميٽر هر سال وڌيو آهي.

## سنڌ ڊيلٽا جي بربادي:

ڊيمن، بيراجن ۽ واهن نڪرڻ ڪري درياءَ جا وهڪرا گهٽجي ويا آهن. ۽ لٽ

اڄڻ ذري گهٽ ختم ٿي وئي آهي، تنهنڪري نہ رڳو ڊيلٽا جو وڌڻ بند ٿي ويو آهي، بلڪ ڊهڻ جو ابتو نمونو شروع ٿي ويو آهي. يعني ڊيلٽا وڌڻ بدران سسڻ پيو. انهيءَ جا مکيہ سبب پاڻيءَ جو گهٽجڻ ۽ ڊيمن ۾ بيراجن تي لٽ جو رڪجڻ آهن. ڪنهن زماني ۾ 186 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ايندو هو ۽ 40 ڪروڙ ٽن لٽ ايندي هئي، هاڻي سراسري پاڻي 35 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ لٽ سراسري 3 ٽنن کان بہ گهٽ اچي ٿي. ڪجهہ سالن ۾ وري وهڪرو رڳو اٽڪل هڪ ملين ايڪڙ فٽ ۽ لٽ ذري گهٽ ٻڙي اچي ٿي. مٿين ڳالهين ڪري ڊيلٽا جي ماڻهن کي ۽ علائقي ۾ هينان نقصان ٿيا آهن.

روزگار جا ذريعا ختم ٿيڻ ڪري 66 سيڪڙو ماڻهو غربت جي لڪير کان هيٺ هليا ويا آهن.

چوپايو مال متاع 50 سيڪڙو گهٽجي ويو آهي.

سمنڊ اٽڪل 12 لک ايڪڙ ايراضي پائي ويو آهي.

120 ڳوٺ پاڻي هيٺ اچي ويا آهن.

90 هزار ماڻهو دربدر ٿي ويا آهن.

مڇي مرڻ جو تعداد گهٽجي ويو آهي.

تمر جا ٻيلا گهٽجي ويا آهن.

## ڊيلٽا جو جياپو:

هن سال گهڻيون برساتون پوڻ ڪري ڊيلٽا ۾ تمام سٺو پاڻي آيو آهي، پاڻيءَ سان انسانن ۽ جاندارن جو جياپو آهي، انهيءَ پاڻي اچڻ تي ڊيلٽا جا ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا آهن. انهيءَ خوشيءَ کي گڏجي ملهائڻ لاءِ فشر فوڪ فورم وارن ڪاروڇاڻ ۾ تقريب جو بندوبست ڪيو. جنهن جو ڪجهہ مختصر احوال هيٺين ريت آهي. مان بہ ٻين صحافين واري گاڏيءَ ۾، جيڪا ڪراچي پريس ڪلب وٽان هلي، چئين بجي شام جو ڪاروڇاڻ پهتس، تقريب جو بندوبست ٻيٽ تي ڪيو ويو هو جتي هوڙن تي چڙهي پنجين وڳي پهتاسون. هوڙن تي چڙهڻ جو منهنجو هي پهريون تجربو هو سچ لئي ڏاري ڊيلٽا جي عورتن ۽ مردن ڏيا ٻاري درياءَ ۾ گلن جي ورڪا ڪئي. تنهن کان پوءِ تقريرون ٿيون، جنهن ۾ مون بہ حصو ورتو. جلسي ۾

حصو ونندڙ سيني ماڻهن ۽ عورتن جا چهرا خوشيءَ ڪان ٻهڪي رهيا هئا. ٽيبلوز پيش ڪيا ويا، ۽ رات جو دير تائين راڳ جي محل هلي. مون کي واپس ڪراچي موٽڻو هو تنهنڪري مان رات جو ائين بجي روانو ٿي 12 وڳي گهر پهتس. اچڻ وڃڻ ۽ هوڙن جو سفر تمام ٿاڪئينڊڙ هو پر ڊيلٽا جي ماڻهن جي خوشيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ سان جيڪو سڪون مليو انهيءَ جي پيٽ ۾ ٿڪ عارضي هو. جيڪو رات جو سمهڻ سان لهي ويو پر سڪون ۽ خوشي اڃا باقي آهي.

منهنجي دعا آهي ته سنڌوءَ ۾ هر سال ائين پاڻي ايندو رهي، ڀيئن هن سال آيو ۽ ڊيلٽا وارا هر سال خوش ٿين، جيئن هن سال خوش ٿيا آهن. آمين.

(روزانه ڪاوش 3 آڪٽومبر 2006ع)

# انڊس ڊيلٽا بچائڻ لاءِ

## پاڪستان فشر فوڪ فورم جي جدوجهد

سنڌو درياءَ جي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ واري علائقي انڊس ڊيلٽا ۾ گذريل 10 سالن کان پاڻيءَ جي مسلسل کوٽ ۽ ان جي نتيجي ۾ انڊس ڊيلٽا ۾ ٿيندڙ تباهين ماڻهن جي لڏ پلاڻ واري صورتحال کان پوءِ هڪ طرف حڪومتي سطح تي خانا پوريءَ تحت ڪارروائي ٿيندي رهي ته ٻئي طرف رڳو اخبارن ۽ مختلف ادارن طرفان سطحي تحقيقات ڪري ڪاغذ پريا پئي ويا. پر پاڪستان فشر فوڪ فورم پنهنجي جنم ڏينهن کان وٺي انڊس ڊيلٽا جو ڪيس انتهائي مدلل طريقي ۽ عوامي سطح تائين کڻڻ جون جيڪي ڪوششون ڪيون تنهنجا نتيجا مثبت نظر اچي رهيا آهن. پاڪستان فشر فوڪ فورم عوامي سطح تي انڊس ڊيلٽا جي نه رڳو سجاڳ ڪرائي پر جذباتي، علمي ۽ تحقيقاتي بنيادن تي عوام ۾ شعور پيدا ڪري ڊيلٽا ڪي بچائڻ لاءِ ڀرپور مهم هلائي. ان کان علاوه حڪومتي ادارن، ماهرن، اين جي اوز ۽ ٻين شخصيتن سان ملاقاتون ڪري ڪين ڊيلٽا جي حقيقي صورتحال کان آگاهه ڪيو ۽ اهڙو ماحول جوڙيو جو نه صرف ڊيلٽا جو عوام اٿي کڙو ٿيو پر سڄي سنڌ جي سياسي ۽ سماجي ڌرين، اديبن ۽ ماهرن منظم انداز ۾ ڳالهائڻ ۽ انڊس ڊيلٽا جو ڪيس وڙهڻ شروع ڪيو.

پاڪستان فشر فوڪ فورم انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي سڀ کان پهريان ڊيلٽائي عوام ۾ سجاڳي آڻڻ، ڪين باشعور ڪرڻ، منظم ۽ متحد ڪري ڪين ڊيلٽا جي مڪمل ڄاڻ ڏيڻ ۽ ڪوٽڙي ڊائون اسٽريم ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ باقاعده جدوجهد جي شروعات ڪئي. هونءَ ته پاڪستان فشر فوڪ فورم 1998ع کان باقاعدگي سان انڊس ڊيلٽا تي ڪم ڪري رهي آهي، پر 2004ع ۾ عوامي سطح تي عملي طرح جدوجهدن جي شروعات ڪئي وئي، جنهن ۾ مڪلي کان ٺٽي پريس ڪلب تائين هزارين ماڻهن تي ٻڌل هڪ وڏي ريلي ڪڍي وئي، جنهن ۾ شريڪ عورتن، ننڍڙن ٻارن ۽ مردن ساحلي پٽيءَ جي آبادين ڪي بنيادي سهولتون ڏيڻ ۽ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏي انڊس ڊيلٽا ڪي بچائڻ جا مطالبا ڪيا. ان ريلي کان پوءِ سنڌو درياءَ جي دولهه درياءَ خان پل تي ڌرڻو هنيو ويو، جتي مظاهرو

ڪندڙ انڊس ڊيلٽا کي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ پاڻيءَ جي گهُر ڪندا رهيا.

ساڳي سال ۾ ڪوٽڙي بيراج تي هزارين مهاڻن پاڪستان فشر فوڪ فورم جي سڏ تي ڌرڻو هنيو ۽ حيدرآباد پريس ڪلب تائين وڏي ريلي ڪڍي حڪومت کان مطالبو ڪيو تہ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏي سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي کي تباهي کان بچايو وڃي.

سال 2005ع ۾ 6 جنوري تي انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي ميڊيا ڪيمپين هلائي وئي، جنهن تحت ٺٽي جي صحافين کي ڪيٽي بندر ۽ ڪاروڇاڻ سميت ڊيلٽا جي مختلف علائقن جو دورو ڪرائي صورتحال جو اپياس ڪرايو ويو.

12 جنوري تي جيو ٽي وي تي انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي مذاڪرو ڪرايو ويو جنهن ۾ ماهرن کان علاوه پاڪستان فشر فوڪ فورم جي مرڪزي چيئرمين محمد علي شاھ پڻ شرڪت ڪئي.

11 مارچ تي پاڪستان فشر فوڪ فورم جي هڪ وفد انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي همدرديون وڏائڻ ۽ مختلف صوبن ۽ ضلعن جي ماڻهن طرفان آواز اٿارڻ لاءِ لاهور ۽ اوڪاڙا سميت پنجاب جي مختلف علائقن جو دورو ڪيو.

22 مارچ تي ٺٽي ۾ سنڌو درياءَ جي ڪناري ورلڊ واٽر ڊي ملهائي اتي موجود سوين مهاڻن سنڌوءَ ۾ پاڻي ڇڏڻ ۽ ڊيلٽا کي آباد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو.

15 سيپٽمبر تي بدين ۾ انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي سيمينار ڪيو ويو جنهن ۾ ساحلي پٽيءَ جي ماڻهن کان سواءِ بدين جي ساڃھ وند ڌرين وڏي پيماني تي شرڪت ڪري انڊس ڊيلٽا ۾ پاڻيءَ جي اهميت تي ڳالهائيندي حڪومت تي زور ڀريو تہ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏي انڊس ڊيلٽا کي بچايو وڃي.

13 آڪٽوبر تي ٺٽي ۾ انڊس ڊيلٽا ۾ پاڻيءَ جي کوٽ خلاف بک هڙتالن جو سلسلو شروع ڪيو ويو.

16 آڪٽوبر تي انڊس ڊيلٽا جي سمورن علائقن تي ٻڌل معززين جو ٺٽي پريس ڪلب ۾ راجوڻي ڪٺ گهرائي حڪومت کان مطالبو ڪيو ويو تہ ڪوٽڙي کان هيٺ 35 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏي ڊيلٽا کي بچايو وڃي ۽ ٿيل نقصان جو ازالو ڪيو وڃي.

13 نومبر تي ٺٽي ۾ انڊس ڊيلٽا پيپلز الائينس قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. هن اجلاس ۾ ڊيلٽا جي معززين، سياسي ۽ سماجي ڌرين، سي بي اوز

۽ اين جي اوز جي نمائندن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

24 ڊسمبر تي ٺٽي ۾ انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي سيمينار ڪيو ويو، جنهن ۾ علائقي جي ماڻهن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

25 ڊسمبر تي انڊس ڊيلٽا جو ڪيس کڻي پاڪستان فشر فوڪ فورم جي 50 ڄڻن تي ٻڌل وفد اسلام آباد پهتو.

28 ڊسمبر تي اسلام آباد جي هڪ هوٽل ۾ رٿيل انڊس ڊيلٽا جي مسئلي تي ڪانفرنس ڪرڻ کان انتظاميا زبردستي روڪي ڇڏيو جنهن بعد احتجاج ڪندي هوٽل کان ٻاهر ڪانفرنس ڪئي وئي.

29 ڊسمبر تي عالمي بينڪ ۽ ايشين ڊويلپمينٽ بينڪ جي آفيسن اڳيان وڏن منصوبن، جنهن ذريعي سنڌوءَ ۾ پاڻي روڪڻ جي سازش رٿي وئي خلاف احتجاجي مظاهرو ڪيو ويو.

سال 2006ع ۾ 9 سيپٽمبر تي پرڏيهي ماهر پيٽر بوس هارڊ انڊس ڊيلٽا جي معلومات لاءِ دورو ڪيو. جنهن کي پاڪستان فشر فوڪ فورم جي اڳواڻن بريفنگ ڏني.

22 سيپٽمبر تي سنڌوءَ واري ڇوڙ جي ڀيٽ ڪاروڇاڻ ۾ سنڌو درياءَ جي پاڻي پهچڻ جي خوشي ۾ جشن انڊس ڊيلٽا جي رنگا رنگ تقريب ملهائي وئي، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان ماهرن، اديبن، شاعرن، سياسي ۽ سماجي اڳواڻن ۽ انڊس ڊيلٽا جي متاثرين وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

انڊس ڊيلٽا ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ۽ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي پهچائڻ لاءِ حڪومت تي دٻاءُ وجهڻ جو سلسلو جاري آهي. حڪومت جي ان موقف ته ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ پاڻيءَ جو زيان آهي کي پاڪستان فشر فوڪ فورم، ماهرن ۽ ڊيلٽا جي ماڻهن مڪمل طور رد ڪندي ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي زيان نه پر ضرورت آهي تي زور ڀريو آهي.

پاڪستان فشر فوڪ فورم جي مسلسل جدوجهد جي نتيجي ۾ ملڪ جي صدر جنرل پرويز مشرف ٻيهرين ڀيرو ان ڳالهه جو اعتراف ڪيو آهي ته ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ ضروري آهي، جنهن لاءِ ويچاريو وڃي پيو. ان سلسلي ۾ حڪومت معاملي ۾ دير ڪرڻ لاءِ تحقيقاتي ابياس ڪرڻ جو اڻ کٽ سلسلو شروع ڪري ڇڏيو آهي. اسين سمجهون ٿا ته جيستائين سنڌ جا سمورا ساڃهه وند ماڻهو ايماندار ۽ بااصول پاڻي ماهر ۽ سول سوسائٽي جون تنظيمون پاڪستان

فشر فوڪ فورم سان گڏجي جدوجهد کي وڌيڪ مضبوط ڪنديون ته اهو ڏينهن پري ناهي جڏهن نه رڳو ڪوٽڙي ڪان هيٺ پاڻي ڇڏيو ويندو پر ماضيءَ جو خوشحال ۽ سرسبز علائقي انڊس ڊيلٽا اجڙڻ کان بچي وري آباد ٿي ويندو.

انڊس ڊيلٽا جي معززين جو راجوڻي ڪٺ

پاڪستان فشر فوڪ فورم جي ميزباني هيٺ 16 آڪٽوبر 2005ع پريس ڪلب ٺٽو ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڊيلٽا جي متاثر ماڻهن ۽ مختلف راڄن جي چڱن مڙسن جي گهرايل ڪٺ ۾ وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ڊيلٽا جي رهواسين جي هن ڪٺ ۾ شريڪ معززين ۽ سماجي اڳواڻن کي سڀ کان اڳ ۾ پنهنجي ڊيلٽائي علائقن جو ڪيس رکڻ جي دعوت ڏني وئي ۽ آخر ۾ آيل مهمانن کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو ويو. سنڌ جي پاڻي ماهرن، دانشورن، اديبن، شاعرن، صحافين ۽ سڄاڻ حلقن توڙي سياسي ۽ سماجي تنظيمن جي اڳواڻن اڳيان ماضي جي ان شاهوڪار ماڳ ڊيلٽا جي علائقي سڄڻ واري جي نوجوان حنيف ڪارائي پنهنجي اندر جي دردن جو اظهار هن طرح ڪري ٿو ته حڪمران ڪوٽڙي ڪان هيٺ پاڻي ڇڏڻ زبان سڏي لڪين ڊيلٽا واسين جي زخمن تي لوڻ ٻُرڪي ڇڏيو آهي. ڇا اهي لڪين انساني زندگيون هن ملڪ جا شهري ناهن؟ هو چوي ٿو ته ڪوٽڙي ڪان هيٺ تازو پاڻي جي اچڻ سان ڊيلٽا جي مايوس ٿيل چهرن تي ٻيهر مُرڪون آٽي ڇڏيون آهن. ملاحن ٻيڙين کي درياءَ جي سيني ۾ لاهي ڇڏيو ۽ اهي ٻيهر پنهنجي ٻچن جي پيٽ گذر ۾ مصروف ٿي ويا آهن تن جو حال پاڻي جي بند ٿيڻ تي ڪهڙو ٿيندو سوچجي ته سهي!

ڪاروڇاڻ جو رهاڪو عبدالله مرگهر ٻڌائي ٿو ته ڊيلٽا جي علائقي ۾ پاڻي نه اچڻ سبب ڪيٽي بندر ۽ ڪاروڇاڻ جون هزارين ايڪڙ زمينون تباهه ٿي ويون آهن، ماڻهو پيئڻ جي پاڻي جي ڦڙي لاءِ تڙپي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو فوت ٿي وڃي ٿو ته ڊيلٽا واسي سمنڊ جو ڪارو پاڻي پري ميت کي ان مان غسل ڏين ٿا. هن چيو ته حڪمرانن پاران ڊيلٽا جو پاڻي بند ڪرڻ ۽ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪرڻ وارو عهد ناقابلِ برداشت آهي، جنهن لاءِ ڊيلٽا جي ماڻهن کي ميدان تي نڪرڻو پوندو.

امير بخش جت چيو ته هو حڪمرانن کان سوال ڪري ٿو ته شاهوڪار ۽ خوشحال ڊيلٽا جا ماڻهو اڄ ڪنگال ۽ ويران ڇو آهن. هن جو چوڻ هو ته ڊيلٽا کي بچائڻ لاءِ راجوڻي ڪميٽي ٺاهي جدوجهد هلائي وڃي.

شاهه بندر جي خان چانديو جو چوڻ هو ته راڄوڻي اتحاد ٺاهي ڊيلٽا جي ماڻهن جا ڪسيل حق کين ڏياريا وڃن.

ڪيٽي بندر جي عارب ملاح جو چوڻ هو ته ديهه باغ واري جتي اڳ ۾ باغن جا باغ هوندا هئا ۽ هتي چانورن جا سٺا فصل ٿيندا هئا. اسين پنجاب کان اهو پڇون ٿا ته ڊيلٽا جا سڪيا ماڻهو ۽ انهن جون آباد زمينون اڄ ڇو ويران ۽ بنجر بڻيل آهن؟

ڪيٽي بندر جي محمد حسن چيو ته ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي بند ڪري اسان کي تڙپائي مارڻ جو طريقو بند ڪيو وڃي. سماجي ڪارڪن غلام مصطفيٰ زنئور چيو ته اسان جي سياسي قيادتن ۽ چونڊيل نمائندن ڊيلٽا جي مسئلي تي آواز نه اٿاري ڊيلٽا جي لکين انساني زندگين سان ويساهه گهاتيون ڪيون آهن، جن جو به احتساب ٿيڻ گهرجي.

ڪاروڇاڻ جي سيد اسماعيل شاهه چيو ته حڪمران طبقو ان جو پاڻي بند ڪري رهيو آهي، جن سان هاڻ راڄوڻي پلاند ڪيو وڃي.

ڪيٽي بندر جي ابراهيم گلڙي دانهون ڪندي چيو ته پنجاب وارا اسان جي پُرامن احتجاجن ڏانهن ڪوبه ڌيان نه پيا ڏين، هاڻ حقن لاءِ مزاحمت ڪرڻي پوندي.

ان موقعي تي مشتاق ملاح، وڏيرو الهڏنو چانديو، عيسيٰ خان ممبراڻي، پير غلام علي شاهه، عيسيٰ خان پٽ حمزو ملاح، يونس ڳنڀير، الهه بخش ٽيمڙو، حسين پٽيل، علي محمد مانڌريو، ارشاد گندرو سميت ڪيترن ئي ماڻهن پنهنجا ويچار ونديا.

راڄوڻي ڪٺ کي پاڪستان فشر فوڪ فورم جي مرڪزي چيئرمين محمد علي شاهه خطاب ڪندي چيو ته گذريل ڪجهه ڏهاڪن ۾ جڏهن سنڌو درياءَ تي ڊيم ۽ بئراج ٺهڻ شروع ڪيا ويا ته سنڌ جو پوڇڙ وارو علائقو خاص طور تي ٺٽو ۽ بدين ضلعو سخت متاثر ٿيا آهن. هن چيو ته سرڪاري انگن اکرن موجب 20 لک ايڪڙ زرعي زمين سمنڊ جي کاري پاڻي جي ور چڙهي تباهه ٿي چڪي آهي، هزارين ايڪڙن تي مشتمل تمر جا ٻيلا ختم ٿي ويا آهن، جنهن ڪري ماحولياتي گدلاڻ وڌي وئي آهي. هن چيو ته پاڻي جي کوٽ جو بهانو بنائي ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي بند ڪيو ويو، اهو ڪٿان جو انصاف آهي .هن چيو ته ڪنهن زماني ۾ ڪيٽي بندر جي ميونسپل ڪميٽي ايڏي ته شاهوڪار هئي، جو ان ڪراچي جي

ميونيسپل ڪميٽي کي قرض ڏنو پر اڄ اهو ڪيٽي بندر اجڙي ويو آهي. هن چيو ته ڪيٽي بندر، ڪاروڇاڻ ۽ شاهه بندر جون سرسبز ۽ خوشحال زمينون جتي انبن ۽ ڪيلن جا وڏا باغ هوندا هئا اهي ويران ۽ بنجر بڻجي چڪيون آهن ۽ لکين ماڻهو لڏپلاڻ ڪري ٻين علائقن ڏانهن هليا ويا آهن. هن چيو ته حڪمران چون ٿا ته ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ زيان آهي، ته ڊيلٽا ۾ رهندڙ لکين انسان پاڪستان جا شهري نه آهن. هن چيو ته ڊيلٽا کي بچائڻ لاءِ گڏيل جدوجهد هلائڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ جي ناليواري پاڻي ماهر نذير ميمڻ خطاب ڪندي چيو ته مٿي وارا حڪمران ۽ پنجاب بي ايمان ۽ ڪمزور آهن. هن چيو ته ڊيلٽا صرف ٺٽي ۽ بدين جو نه پر سنڌ جو تاريخي علائقو آهي، ان جو پاڻي بند ڪرڻ سنڌي قوم جو پاڻي بند ڪرڻ آهي. هن چيو ته اسان چئون ٿا ته ڊيم نه ٺهڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته اهي سنڌ ان جي ڊيلٽا جي تباهي جا منصوبا آهن. سنڌو ۽ ڊيلٽا ختم ٿي ويو ته پوءِ سنڌ به نه رهندي. هن چيو ته 58 سالن کان وٺي گو پنجاب چوندو رهيو آهي ته ڊيم ٺاهيا وڃن. جهن ته ٽن صوبن سدائين ڊيمن جي مخالفت ڪندا رهيا آهن. هن چيو ته پنجاب پنهنجا اڳ ۾ ئي درياءَ وڪٽي ڇڏيا ۽ 83ع واري دور ۾ منگلا ۽ تربيلا ڊيم ٺاهي سنڌ جي حصي جو پاڻي چوري ڪيو ويو، جنهن سبب سنڌ ۾ وارا بندي جو سلسلو شروع ڪيو ويو. هن چيو ته دنيا جا وياج خور ادارا به وفاق ۽ پنجاب جو ڪم پيا ڪن. هن چيو ته حڪومت جي جوڙيل هٽرادو فني ۽ پارلياماني ڪميٽيون ۽ انهن جي رپورٽ سنڌين کي قبول نه آهي.

پاڻي بابت ذوالفقار هاليپوٽو چيو ته هاڻ دنيا ۾ اهو تصور سامهون اچي رهيو آهي ته پاڻي پيٽرول کان مهانگو ٿي ويندو. هن چيو ته پاڪستان جي حڪمران قانون ۽ آئين جي زبردستي لتاڙ ڪري اسان جي پاڻي تي ڌاڙا پيا هڻن. سنڌ جي ناليواري اديب ۽ محقق ڊاڪٽر محمد علي مانجهي خطاب ڪندي چيو ته اڄ جڏهن ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏيو ويو آهي ته جڻ زندگيون ۽ انهن جي حيات موٽي آئي آهي. هن چيو ته سنڌ ڌرتي جي هزارين سالن جي تهذيب ۽ تاريخ جو جياپو سنڌو درياءَ تي آهي، جيڪڏهن اهو ويران ٿي ويو ته سنڌ ۽ ان جي تاريخ به ختم ٿي ويندي. هن چيو ته سنڌ جا اديب، شاعر ۽ دانشور اهو چون ٿا ته ڪالاباغ ڊيم قبول ناهي.

لاڙ جي مشهور شاعره آپا مريم مجيدي خطاب ڪندي چيو ته افسوس

جهڙي ڳالهه آهي تہ اسان پنهنجي ڌرتيءَ تي اڄ ويڳاڻا ۽ بي وس بڻيل آهيون. هن چيو تہ پاڻي ڇوڙ ڪرڻ قدرت جو قانون آهي ۽ حڪمران اسان سان قدرت جي ان قانون تي بہ ناانصافي پيا ڪن. هن چيو تہ روزگار کان پاڻي جو مسئلو اهم آهي. هن چيو تہ وڏيرن پاڻي تي سودو ڪيو آهي، اهي قومي ڏوهاري آهن ۽ انهن جو گهيراءُ ڪيو وڃي.

ان موقعي تي اڳوڻي صوبائي وزير ۽ پ پ اڳواڻ ڊاڪٽر عبدالواحد سومرو خطاب ڪندي چيو تہ پ پ دور ۾ اسان ساموندي پٽي کي ترقي يافتہ بنائڻ لاءِ ڪيٽي بندر پراجيڪٽ جو منصوبو ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو، پر اسان جي حڪومت کي وقت کان اڳ ئي ختم ڪرڻ سان اهو منصوبو بہ ختم ڪيو ويو. هن چيو تہ موجوده حڪومت ۾ ويٺل ۽ چونڊيل اسيمبلي ميمبرن جو گهيراءُ ڪري ڪائن پڇيو وڃي تہ اهي ڪالاباغ ڊيم خلاف اسيمبلين ۾ ڇو نٿا ڳالهائين؟

جنهن بعد ڪٿ پاڪستان فشر فوڪ فورم جي چيئرمين محمد علي شاهہ انڊس ڊيلٽا جي رهواسين جو پيپلز الائنس ٺاهڻ جو اعلان ڪندي چيو تہ هو ڊيلٽا ۾ پاڻي نہ ڇڏڻ خلاف 25 جنوري تي ڪراچي ۾ ٺيڪيداري نظام ۽ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي نہ ڇڏڻ خلاف هڪ وڏي احتجاجي ريلي ڪڍي ويندي. نومبر ۾ ڊيلٽا جو ڪيس ڪٿي ٻاهرين ملڪن ۾ ڏانهون ڪنداسين. 25 نومبر تي ٺٽي ۾ ڊيلٽا جي متاثرن جي اسيمبلي گهرائي ويندي، جنهن ۾ سنڌ جي سيني پاڻي ماهرن، سياسي پارٽين ۽ سڄاڻ ڌرين کي دعوتون ڏنيون ويندڀون. 15 ڊسمبر تي اسلام آباد ۾ ڊيلٽا جي رهواسين طرفان مظاهرو ڪيو ويندو. جنوري ۾ ورلڊ سوشل فورم جي موقعي تي دنيا ڀر جي ماڻهن اڳيان ڊيلٽا جو ڪيس رکيو ويندو. آخر ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو تہ حڪومت پاران جوڙيل فني ۽ سروي ڪميٽيون ۽ انهن جي رپورٽ کي مڪمل طور تي هي ڪٿ رد ڪري ٿو. ڪوٽڙي کان هيٺ 35 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مستقل بنيادن تي ڇڏي وڃي. ڊيلٽا ۾ پاڻي نہ ڇڏڻ ڪري هيستائين ٿيل نقصان جو ازالو ڪيو وڃي. ٺٽي جي تاريخ ۾ پهريون ڪامياب ڪٿ بعد ماڻهن ۾ اطمينان ۽ خوشي جي لهر پکڙجي وئي ۽ آئندي جا سهڻا خواب اکين ۾ سجائي پنهنجي ماڳ موٽي ويا. جشن انڊس ڊيلٽا جي موقعي تي جاري ڪيل پڌرنامو.

ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ سنڌو درياءَ جي ڇوڙ واري علائقي انڊس ڊيلٽا ۾

10 سالن ڪان پوءِ پاڻي اچڻ جي خوشيءَ ۾ ڊيلٽائي عوام سان گڏجي پاڪستان فشر فوڪ فورم طرفان پاڻيءَ جي آجيان ۾ سنڌو درياءَ کي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ 22 سيپٽمبر جمعي ڏينهن سنڌوءَ ڪناري ڪاروچاڻ ٻيٽ ۾ رٿيل "جشن انڊس ڊيلٽا" واري تقريب ۾ شريڪ ڊيلٽا جي رهواسين سميت ملڪ جي ساڃهه وند سياسي اڳواڻن، اين جي اوز نمائندن، اديبن، دانشورن، شاعرن، صحافين، مهاڻن، هارين، مزدورن، شاگردن ۽ عورتن سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جي مسلسل کوٽ ۽ انڊس ڊيلٽا جي تباهي تي سخت احتجاج ڪندي جاري ڪيل پنهنجي گڏيل پڌرنامي ۾ چيو آهي ته ماضي جي شاهوڪار ۽ خوشحال انڊس ڊيلٽا واري علائقي جو ماحولياتي ۽ معاشي نظام 1947ع ڪان گهڻو اڳ ان وقت تباهه ٿيڻ شروع ٿي جڏهن ڪان سنڌوءَ جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ بند ٻڌا ويا ۽ بيراج تعمير ڪيا ويا. هن وقت اندازي موجب هر سال سنڌو درياءَ ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو اٽڪل 150 ايم اي ايف رهي ٿو تنهن مان ڊيلٽا لاءِ هڪ ملين پاڻي به نه ڇڏيو وڃي. اهڙيءَ هٺ ڄراند سبب سنڌو درياءَ جي تازي پاڻيءَ جو انڊس ڊيلٽا ۾ قدرتي وهڪرو آهستي آهستي ٿي ختم ٿي ويو.

جشن ۾ شريڪ اسان سمورا ماڻهو سمجهون ٿا ته پاڻيءَ جي مسلسل کوٽ سبب ڊيلٽائي علائقي ۾ ڏينهون ڏينهن حالت خراب ٿي. ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ 6 لک 30 هزار 786 ايڪڙن تي مستمل سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي انڊس ڊيلٽا جي 27 لک آبادي مان 5 لکن ڪان وڌيڪ ماڻهو بک ۽ بدحالي سبب لڏ پلاڻ ڪري ويا، هزارين ايڪڙن تي پکڙيل، تمر جا ٻيلا تباهه ٿيا، 22 لک ايڪڙ زمين سمنڊ ڳڙڪائي ڪلر ڪري ڇڏي، مال مويشي مري ويو مڇي خاص طور "پلو" مڇي ختم ٿي وئي ۽ ڊيلٽا جي ماحوليات کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. هڪڙو ڪارو ڏکر ڊيلٽا کي ويڙهي ويو. اهڙي خطرناڪ صورتحال ڪان پوءِ به حڪومت کي ڊيلٽا ۽ اتان جي عوام جي تباهي تي ڪابه ڳڻتي نه ٿي. سنڌوءَ ۾ پاڻي ڇڏڻ بدران ا نکي زيان قرار ڏنو ويو. هٺ ٺوڪيون اسٽيڊي ڪرايون ويون ۽ مرضي مطابق انگن اکرن سان هٺ ڄراند ڪئي وئي. ڊيلٽا جو عوام، علائقي جا مهاڻا، هاري، سياسي ۽ سماجي تنظيمون سنڌوءَ ۾ پاڻي جي کوٽ، ڊيلٽا جي تباهي ۽ سنڌوءَ تي بند ٻڌڻ واري عمل خلاف مسلسل احتجاج ڪري وڏي واڪي چوندا رهيا آهن ته انڊس ڊيلٽا ۾ اينڊڙ پاڻي زيان نه پر ضرورت آهي. پر حڪومت اڄ سوڌو پاڻي نه ڇڏڻ واري ضد تي قائم آهي.

تازو جڏهن برساتون پيون آهن ۽ سنڌوءَ جي مٿين علائقي ۾ ٻوڏ آئي آهي، تڏهن حڪومت ڪالا باغ ڊيم سميت ٻين بندن جي تعمير لاءِ ٻوڏ جي پروپيگنڊا ڪرڻ لاءِ خاص رٿابندي تحت گذريل 10 سالن جي وٿيءَ کان پوءِ ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي ڇڏڻ تي مجبور ٿي، تڏهن سنڌوءَ درياءَ جو سُڪل پيٽ پاڻيءَ سان ڀريو آهي، ڊيلٽا جون زمينون سايون ٿيون آهن. سالن کان بک، بيروزگاري، بيماري ۽ لڏ پلاڻ جو عذاب سهندڙ ڊيلٽا جي ماڻهن جي چهرن تي مُرڪون موٽي آيون آهن ۽ هنن خوشي وچان گلي ماي هڪٻئي کي مبارڪون ڏنيون آهن. اهڙي موقعي تي حڪومت ڊيلٽا لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت کي پورو ڪرڻ ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ بدران اهو واويلا ڪئي آهي ته پاڻي سمنڊ ۾ زيان ٿي رهيو آهي. ڊيلٽا جي 27 لک انسانن سميت سڄي سنڌ جا ماڻهو حڪومت جي ان منطق ۽ فلسفي تي حيران آهن ۽ احتجاج ڪري رهيا آهن. هن پڌرنامي ذريعي اجوڪي جشن ۾ شريڪ سڀ ڌريون ڊيلٽا ۾ پاڻي اچڻ کي زيان قرار ڏيڻ واري حڪومت جي ان موقف کي مڪمل رد ڪندي ان پاڻيءَ کي ڊيلٽا جي ضرورت قرار ڏيون ٿا ۽ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ مستقل بنيادن تي ساليانو گهربل 35 لک ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏڻ جو مطالبو ڪريون ٿا. ☆ اسان سمورا ماڻهون ڊيلٽا جي گهربل پاڻيءَ لاءِ قومي سطح تي قانوني، اخلاقي، انساني، آئيني ۽ جمهوري پُرامن جدوجهد هلائڻ ۽ جڏهن به ڊيلٽا ۾ پاڻي پهچندو تڏهن ان پاڻيءَ کي ڊيلٽا جي ضرورت قرار ڏيندي سنڌوءَ کي ڀيٽا ۽ پاڻيءَ جي آجيان لاءِ جشن ملهائڻ جو اعلان ڪريون ٿا. ☆ هن جشن ۾ شريڪ سمورا ماڻهو ڊيلٽا جي تباهيءَ کي هٽرادو سمجهندي ان تباهي لاءِ حڪمرانن کي ذميوار قرار ڏين ٿا، جن جي لاپرواهي، عدم دلچسپي ۽ مخصوص مفادن جي ڪري ڊيلٽا جو علائقو تباهي جي ڪنڌيءَ پهتو آهي، ماڻهن لڏپلاڻ ڪئي آهي زراعت ۽ ماحول تباهه ٿيو آهي. اسان يڪراءِ حڪومت کان مطالبو ٿا ڪريون ته ڊيلٽا ۾ آيل تباهيءَ جي اڻ ڏري اسٽيڊي ڪرائي ڊيلٽا جي ڀيهر بحالي لاءِ گهربل وڏيڪ پاڻي ڏنو وڃي ۽ هيسٽائين ٿيل نقصانن جو ڪاٿو لڳائي متاثر ماڻهن کي معاوضو ڏنو وڃي. ☆ اسان حڪومت کان مطالبون ڪريون ٿا ته سنڌوءَ جو پاڻي روڪڻ لاءِ ڪالاباغ ڊيم سميت ڪوبه ڊيم يا بيراج تعمير نه ڪيو وڃي. ☆ جشن ۾ شريڪ اسان سمورا سياسي، سماجي اڳواڻ ۽ ڊيلٽا جا ماڻو مطالبو ٿا ڪريون ته جهڙي ريت سنڌوءَ تي تعمير ڪيل بندن ۽ بيراجن تي آباد ماڻهن کي متاثرين قرار ڏنو ويو

ٺهڙيءَ ريت پاڻي روڪڻ ڪري تباهه ٿيندڙ ڊيلٽا واسين کي پڻ متاثرين قرار ڏئي سندن قانوني، اخلاقي، مالي ۽ آئيني مدد ڪئي وڃي.

(پاڪستان فشر فوڪ فورم)

## جشن انڊس ڊيلٽا جي تقريب

پاڪستان فشر فوڪ فورم طرفان 22 سيپٽمبر 2006ع تي ڪاروڇاڻ ۾ جشن ملهايو ويو ۽ هن جشن ۾ هيڏي ساري تعداد ۾ ڊيلٽائي ماڻهن سان گڏ سنڌ جون اهي سڄاڻ ڏريون، سياسي، سماجي اڳواڻ، اديب، شاعر ۽ سنڌ جي پاڻي وار يحق لاءِ انگن اکرن ۽ وزنائتن دليلن سان جنگ وڙهندڙ پاڻي ماهر صحافي توڙي ٻاهرين ملڪن جي مهمانن پڻ شرڪت ڪئي.

جشن انڊس ڊيلٽا ۾ جتي سنڌ جا سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي تنظيمن جا اڳواڻ آيل هئا اتي ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽو، جاتي، ڳاڙهو، ميرپور ساڪرو، گهارو گجو، مڪلي، چوهڙ جمالي ۽ سجاول پريس ڪلبن سان تعلق رکندڙ اليڪٽرانڪ توڙي پرنٽ ميڊيا جي صحافين جي پڻ هڪ جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي.

سڀ ڪان پهرين پاڪستان فشر فوڪ فورم جي ڪلچر گروپ ٽيبلوز پيش ڪيا. جنهن ۾ سوين ماهيگير عورتن هٿن ۾ ڏيئا ٻاري ۽ گل ڪٽي سنڌ جي خوشحاليءَ لاءِ ڪيس پيتا ڏيڻ لاءِ پنهنجي پيرن جي قدمن کي اڳتي وڌايو. محمد علي شاهه، حاجي شفيع محمد ڄاموٽ، قادر رانٽو، ادريس راجپوت، آپا مريم مجيد، طاهره علي شاهه، عزيز جعفراڻي، رسول بخش تميمي، منصور ٿلهو، يار محمد جلالاڻي ۽ ٻين سنڌوءَ جي ڪناري تي ويهي ڏيئن کي سنڌوءَ ۾ اريو. جڏهن ته ماهيگير عورتن گلن سان سنڌوءَ کي پيتا ڏني ۽ سنڌو توڙي ڊيلٽا جي خوشحالي ۽ سلامتي لاءِ اجتماعي طور تي دعائون گهرڻ بعد منايون پڻ ورهايون. جنهن بعد سمورا مهمان ۽ ماهيگير پنڊال ۾ پهتا.

سامي ميمڻ ڪارروائي کي اڳتي وڌائيندي پاڪستان فشر فوڪ فورم ضلعي ٺٽي جي صدر گلاب شاهه کي آيل مهمانن جي آجيان لاءِ اسٽيج تي گهرايو. جنهن سيني ايندڙ مهمانن کي پليڪار چيو. اهڙي طرح پاڪستان فشر فوڪ فورم جي چيئرمين محمد علي شاهه کي ڊيلٽائي علائقي م پاڻي نه ڇڏڻ سبب ٿيل نقصانن بابت بريفنگ ڏيڻ لاءِ گهرايو ويو.

ان موقعي تي محمد علي شاهه خطاب ڪندي چيو ته سنڌ جو ڊيلٽا دنيا جو ڇهون نمبر وڏو ڊيلٽا آهي. هن ڊيلٽا کي ٺاهڻ ۾ سنڌو درياءَ جو وڏو ڪردار آهي، جنهن کي هاڻي تباهه ڪرڻ جي ساز ڪئي وئي آهي. هن چيو ته حڪمران چون ٿا ته سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻي زيان آهي، پر اسين اهو ثابت ڪنداسين ته سمنڊ ۾ پاڻي ڇڏڻ زيان نه پر ضرورت آهي. هن چيو ته پاڻي جي نه اچڻ ڪري هي سرسبز علائقو ويران ٿي ويو آهي خود ڪاروڇاڻ شهر جتان چانورن جا جهاز ڀرجي ويندا هئا، اڄ اتان جا ماڻهو مٺي ماڻي جي ڦڙيءَ لا سڪي رهيا آهن. هتان هزارين خاندان لڏ پلاڻ ڪري ٻين علائقن ڏانهن هليا ويا آهن. اسان جي تاريخي شهر ڪيٽي بندر، ڪاروڇاڻ ۽ شاهبندر اجڙي ويران ٿي ويا آهن. هن چيو ته هن سڄي تباهي جا ذميوار اسان جا رياستي ادارا آهن. هن چيو ته سرڪار پاران ڪرايل سروي ۾ 35 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏڻ جي سفارش ڪئي وئي آهي پر ان تي عمل نه ٿي سگهيو آهي. هن مطالبو ڪندي چيو ته ڪوٽڙي ڪان هيٺ سنڌو درياءَ ۾ پاڻي نه ڇڏڻ ڪري ٿيل تباهي جي حڪمت ذميواري قبول ڪندي لڏي ويل ماڻهن جي ٻيهر بحالي لاءِ انڊس ڊيولپمينٽ پيڪيج جو اعلان ڪيو وڃي.

ان موقعي تي سنڌ جي ناليواري پاڻي ماهر ادريس راجپوت خطاب ڪندي چيو ته سنڌ جي خوشحالي جو دارومدار سنڌو درياءَ جي پاڻي تي آهي. هن چيو ته گذريل 10 سالن کان سنڌوءَ کي سُڪايو ويو، جنهن سبب سنڌ جي معيشت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. هن چيو ته اسين اهو نٿا چئون ته ڊيم نه ٺاهجن، پر اهو ضرور چئون ٿا ته پاڻي تي پهرين انهن جو حق آهي، جيڪي استعمال ڪن ٿا. هن چيو ته سنڌ کي جاڻي واڻي پاڻي کان محروم رکيو ويو آهي. هن چيو ته هن سال به پاڻي جي تمام گهٽي ڪوٽ هئي، پر برساتن سبب اها ڪوٽ ختم ٿي وئي. هن چيو ته سنڌ کي قرباني جو ٻڪرو نه بڻايو وڃي. سنڌ جي ڊيلٽا کي پاڻي جي ضرورت آهي، جيڪڏهن پاڻي نه ڏنو ويو ته هي خوبصورت ڊيلٽا تباهه ٿي ويندو. هن چيو ته ڊيلٽائي علائقي ۾ اچي اهو محسوس ڪيو ته هتي وڏي تباهي آيل آهي.

ان موقعي تي عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ عبدالقادر رانتو خطاب ڪندي چيو ته جڏهن سنڌوءَ تي بيراج يا ڊيم ٺهيل نه هئا ته پوري سنڌ خوشحال هوندي هئي ۽ ڪڇي جا ٻيلا سرسبز هوندا هئا پر ڊيم ۽ بيراج ٺهڻ کان پوءِ سنڌو درياءَ جو پاڻي بند ڪيو ويو آهي. هن چيو ته سنڌ وفاق کي 80 سيڪڙو روينيو جي ند ۾ ڏئي ٿي، پر موٽ ۾ سنڌ کي ڪجهه به نٿو ملي. هن چيو ته هن سال ٿورو

پاڻي سنڌو ۾ آيو آهي ته حڪمرانن ٻوڏ جي واويلا مچائي ڇڏي آهي. هن چيو ته اهڙا واويلا ڪري ڊيمن لاءِ جواز پيدا ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي پئي وڃي، پر اسين سنڌ جا ماڻهو ان سازش کي ڪڏهن به ڪامياب ٿيڻ نه ڏينداسين.

ٺٽي جي ناليواري محقق ۽ اديب عزيز جعفراڻي خطاب ڪندي چيو ته سنڌ جو ٺٽي ڊيلٽا ماضيءَ جو تمام امير ۽ خوشحال علائقو هوندو هو، هتي جو ڪو به ماڻهو غريب يا ڪنگال نه هوندو هو. پر هن وقت هن ڊيلٽائي علائقي ۾ ويراني ۽ بربادي‍ءَ کان سواءِ ڪجهه به ناهي رهيو. هن چيو ته پاڻي ڊيلٽا جي ضرورت آهي، جيڪڏهن ان ضرورت کي پورو نه ڪيو ويو ته سنڌ جو هي شاندار ڊيلٽا ختم ٿي ويندو.

ان موقعي تي ناليواري اديب رسول بخش تميمي خطاب ڪندي چيو ته ڊيلٽا جي علائقن ۾ پاڻي نه ڇڏڻ سبب ضلعي ٺٽي جي لکين ايڪڙ زرعي زمين سمنڊ ڳڙڪائي ويو آهي.

جشن ڊيلٽا جي تقريب کي جمال مصطفيٰ شورو، محمد خان جمالي، آپا مريم مجيدي، احسان نهڙيو ۽ ٻين خطاب ڪيو. جڏهن ته پروگرام جي آخري نشست ۾ سنڌ جي ٻلوڙ راڳي احمد مغل پنهنجي خوبصورت آواز ۾ سُر وڪيري ڊيلٽائي ماڻهن کي جهومائي ڇڏيو. جڏهن ته انهيءَ کان پهرين فشر فوڪ فورم ٿيٽر گروپ خوبصورت ڊرامو "سنڌ" پيش ڪيو، جنهن کي پسند ڪيو ويو.

# سيدا (SIDA) کي سڄي سنڌ مان چو نہ تا ڪڍو!

سڄي دنيا بين الاقوامي مالياتي ادارن جي چنبي ۾ آهي. هو پنهنجن مفادن کي نظر ۾ رکي نئين حڪمت عملي ناهن ٿا ۽ قرض ڏيڻ جو ٺورو ڪري اهي پاليسيون زوري هلائن ٿا چاهي اهي پاليسيون قرض وٺڻ واري ملڪن کي وڻن يا نہ وڻن. پاڪستان جو آبپاشي نظام بہ زور آورن کي ڪکيو پئي. جنهن تي انهن جو ڪنٽرول نہ هو. انهيءَ جي ڪنٽرول حاصل ڪرڻ لاءِ پهرين اهڙا قرضا ڏنائون تہ انهيءَ کي هلائڻ جو خرچ وڌي. جڏهن خرچ وڌيو تہ واويلا ڪيائون تہ اهو جٽادار (Sustainable) نہ آهي جو انهيءَ کي هلائڻ جو خرچ اپت کان وڌيڪ هو. سال ١٩٧٣.٧٤ کان اڳ سنڌ ۾ آبياني مان اپت آبپاشي نظام کي هلائڻ واري خرچ کان وڌيڪ هئي. قرضن وسيلي ٽيوب ويل لڳا. ٽيوب ويل هلائڻ ڪري انهن تي بجليءَ جي بلن جو خرچ ايترو وڌي ويو تہ آبپاشي نظام کي هلائڻ وارو خرچ آبياني واري وصوليءَ کان وڌي ويو. انهيءَ ڳالهہ جو فائدو وٺندي عالمي بينڪ ۽ ايشيائي ترقياتي بينڪ اهو مشورو ڏنو تہ پاڪستان جي آبپاشي نظام کي زوال پذير ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ انهيءَ تي خرچ گهٽائڻ ۽ اپت وڌائڻ جي ضرورت آهي. خرچ ماٺهو گهٽائڻ سان ۽ اُپت آبيانو ۽ ڊرينج سيس (Drainage Cess) وڌائڻ سان وڌي سگهندو ۽ اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهندو جڏهن انهيءَ نظام کي حڪومت جي ڪنٽرول مان ڪڍي خانگي اداري واري نموني هلايو وڃي.

بنيادي فلسفو اهو هو تہ آبپاشي نظام کي هلائڻ وارو خرچ آبياني ۽ ڊرينج سيس مان نڪرڻ گهرجي ۽ آبادگارن کي انهيءَ نظام کي هلائڻ ۾ ڀاڱيوار ناهيو وڃي. انهيءَ تي عمل لاءِ عالمي بينڪ وارن هيٺين ڳالهيون تجويز ڪيون:

آبپاشي ۽ بجلي واري کاتي مان آبپاشي واري حصي کي جدا اداري جي شڪل ڏني وڃي جنهن جو نالو "صوبائي آبپاشي ۽ پاڻيءَ جي نڪاسي وارو ادارو" يعني:

"Provincial Irrigation and Drainage Authority"

رکيو وڃي.

هر ڪنهن ڪينال سرڪل ۾ ايريا واٽر بورڊ ناهيو وڃي.

هر ڪنهن ننڍڙي شاخ يعني ڊسٽري ۽ مائنر تي آبادگار تنظيم (Farner organisation) يعني F.O ناهي وڃي.

هر آبادگار تنظيم ( F . O ) پنهنجي شاخ ۽ انهيءَ ايريا ۾ پندرهن ڪيوسڪن کان گهٽ واري سر نالي کي هلائي. آبادگارن کان آبيانو ۽ ڊرينج سيس وٺي، انهيءَ انڪم مان شاخ ۽ سر ناليون هلائي ۽ ڪجهه پئسا بچائي ايريا واٽر بورڊ ۽ اٿارٽي کي ڏي.

انهن تي چئني صوبن طرفان ڏاڍا اعتراض ٿيا جن مان مکيه هي هئا:

اهو نظام پاڪستان ۾ هلي نه سگهندو جو انهيءَ کي هلائڻ لاءِ پڙهيل ماڻهو کپن، ۽ پاڪستان ۾ پڙهيل ماڻهن جو انگ گهٽ هو.

اهو ننڍڙي ايراضي لاءِ ٺيڪ هو پر اسان جي وڏن ۽ گڏيل سسٽمن لاءِ مناسب نه هو.

هتي پاڻي گهرج مطابق نه هو.

ماڻهو گهٽي پاڳي غريب هجڻ ڪري گهربل وسيلا ڪونهن.

ڪاتيدارن کي شاخ ۾ سر سنڀالڻ ڏکيو ٿيندو.

ڪاتيدارن کان وصول ڏکي ٿيندي.

پاڻيءَ جي ورهاست ۾ اجا خرابي ٿيندي.

عالمي بينڪ اها تبديلي آڻڻ لاءِ ٥٢٤٥ ڪروڙن ڊالرن جو قرضو N.D.P. (National Drainage Programme) جي اسڪيم جي صورت ۾ پيش ڪيو پر صوبن جي اعتراضن ڪري اهو منظور نه ٿي سگهيو. وفاقي حڪومت کي پنهنجي مالي پوزيشن مظبوط ڪرڻ لاءِ پئسن جي ضرورت هئي. انهيءَ ڪري اهو مسئلو صدر پاڪستان تائين ڪٽي ويا ۽ صدر پاڪستان جناب فاروق لغاري انهيءَ جي منظوري ڏني ۽ NDP جو پراجيڪٽ شروع ٿيو.

NDP جا مکيه ٻه حصا آهن (Institutional Reforms) "اداري جا سڌارا" ۽ (Investment) "اسڪيمن ۾ سيڙپ" امريڪي ٻوليءَ مطابق اها گجر (Carrot) ۽ (Stick) ڏنڊي واري حڪمت عملي چٽبي آهي. گڏه کي هلائڻ لاءِ گجر کارائڻ ضروري آهي، ۽ جيڪڏهن مرضي مطابق نه هلي ته ڏنڊو يا سوٽي ضروري آهي. اسڪيمن ۾ سيڙپ گجر جو ڪم ڏئي ٿو ۽ "اداري جا سڌارا" سوٽي: جيستائين آبپاشي ۾ سڌارن جي رفتار ٺيڪ نه هوندي سيڙپ جي

اسڪيمن لاءِ پئسا نہ ڏنا ويندا.

عالمي بينڪ جي پروگرام موجب چئني صوبن ۾ "صوبائي آبپاشي ۽ پاڻي جي نڪاسي واري اٿارٽيون" ناهيون ويون سنڌ ۾ انهيءَ جو نالو سيڊا (Sindh Irrigation and Drainage Authorty) رکيو ويو تجرباتي طور هڪڙي ڪينال سرڪل ۾ ايريا واٽر بورڊ ناهيو ويو. سنڌ ۾ اهو نارا سرڪل ۾ ناهيو ويو ۽ فيصلو اهو ٿيو تہ نئين نظام جي هڪڙي سرڪل ۾ ڪاميابي ڏسي اهو ٻين سرڪلن ۾ بہ لاڳو ڪيو ويندو. NDP جو پراجيڪٽ جنوري ١٩٩٨ کان شروع ٿيو آهي ۽ ساڍن ڇهن سالن يعني جون ٢٠٠٤ ۾ پورو ٿيڻو آهي. پنجن سالن ۾ انهيءَ جي ڪل پروگريس اٽڪل پنجويهہ سيڪڙو آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ اهو منصوبو صحيح نموني ۾ نہ پيو هلي. بلوچستان انهيءَ جي سخت شرطن ڪري انهيءَ مان نڪري ويو آهي. سرحد صوبو هوريان هوريا پيو هلي. پنجاب صوبي انهيءَ تي تمام سست رفتار رکي آهي ڇو جو اهو سمجهي ٿو تہ اها تبديلي ڪامياب ٿيڻ ڏکي آهي. سنڌ تڪڙيون وکون پيو کڻي. پنجاب ۽ سنڌ جي رفتار جو مقابلو هيٺين ريت آهي.

پنجاب وارن رڳو هڪڙي ڪينال سرڪل ۾ ايريا واٽر بورڊ (A.W.B) ناهيو آهي، سنڌ پنجن سرڪلن يعني نارا، ليفٽ، بينڪ، گهوٽڪي ويسٽرن ۽ بيگاري ۾ A.W.B ناهي چڪو آهي ۽ ٢٠٠٥ تائين سڀني سرڪلن ۾ A.W.B ناهڻ جو پروگرام آهي ۽ سيڊا آبپاشي کاتي کان صفا جدا ٿي ڪم ڪندي.

سنڌ "اداري جي سڌاري" لاءِ پنجهتر ڪروڙ روپين وارا ڪنسلٽنٽ رکيا آهن جڏهن تہ پنجاب ائين پيو ڪم هلائي.

پنجاب رڳو چند F.O. آبادگار تنظيمون ناهيون آهن جڏهن تہ سنڌ نارا سرڪل جي ١٦٣ مان ١١٣ ناهي چڪو آهي ۽ ٢٣ کي شاخون حوالي ڪري ڇڏيون آهن.

پنجاب ٻين سرڪلن ۾ تڏهن A W B ناهيندو جڏهن اهو نظام هڪڙي تجرباتي سرڪل ۾ ڪامياب ٿي ويندو. اهو منصوبو جون ٢٠٠٤ مان پورو ٿي ويندو ۽ پنجاب جو آبپاشي نظام جيئن آهي تيئن رهجي ويندو. سنڌ وارا تڪڙو پيا هلن. هنن انهيءَ لاءِ گورنر سنڌ جناب محمد ميان جي پچاڙي وارن ڏينهن ۾ جڏهن چوندون ٿي چڪي هيون "واٽر مينيجمنٽ" جي نالي سان هڪ آرڊيننس پاس ڪرايو جنهن مطابق جون ٢٠٠٤ تائين بنا نارا ڪينال جي تجرباتي AW

B جي ڪاميابي ڏسي اهو نظام گهٽي پاڳي سنڌ ۾ لاڳو ڪيو ويندو. انهيءَ جي ڪري اهڙي تبديلي ايندي جو اسان نہ هتي جا رهنداسين نہ هتي جا. ڏوبيءَ جو ڪتو نہ گهر جو نہ گهاٽ جو.

انهيءَ تبديليءَ ڪري سنڌ ۾ جيڪا بربادي ٿيندي تنهن جي هڪ جهلڪ هن ريت آهي.

1- نندين شاخن تي اٽڪل تيرهن هزار بيلدار، داروغا ۽ ٻيو عملو ڪم ڪري ٿو آبادگارن کي شاخون ڏيڻ سان اهي ماڻهو گهر وڃي وهندا. سنڌ ۾ اڳي بيروزگاريءَ ڪري آپگهات ڪرڻ وارن جو انگ ٻين صوبن کان وڌيڪ آهي. انهيءَ جو انگ وڌي ويندو.

2- پاڻيءَ جي ورهاست آبادگارن کي ڏيڻ ڪري جهيڙا وڌندا ۽ شڪايتون وڌنديون. تازو وفاقي وزير جناب لياقت علي جتوئي کي ٻيڻي ۾ ۽ چيف منسٽر سنڌ کي خانپُور ۾ ڪيترين ئي شڪايتون مليون ۽ ماڻهن اها گهر ڪئي تہ انهيءَ نظام کي ختم ڪيو وڃي.

3- آبادگار تنظيمون ماڻهن کان آبياني ۽ ڊرينج سيس جي پوري وصولي نہ ڪري سگهنديون. سنڌ حڪومت انهيءَ نظام کي هلائڻ لاءِ پئسا ڏيڻ بند ڪري ڇڏيندي. نتيجي ۾ انهيءَ نظام کي هلائڻ لاءِ گهربل پئسا نہ هوندا ۽ آبپاشي نظام جنهن تي سنڌ جي جياپي جو دارومدار آهي صحيح نموني ۾ هلي نہ سگهندو ۽ سنڌ وارن جي حالت جيڪا اڳي ئي خراب آهي وڌيڪ خراب ٿيندي.

4- آبپاشي آفيسرن جو حوصلو (Morale) گهٽجڻ ڪري نظام صحيح نموني ۾ هلي نہ سگهندو. ڇو ن ٿا تہ نئين نظام ۾ چيف انجنيئر جي پوسٽ ختم ٿي ويندي. جڏهن آفيسر جا ترقيءَ جا رستا ئي بند ٿي ويندا تہ هو دل لڳائي ڪم نہ ڪندا.

5- خرچ گهٽائڻ لاءِ کاتي ۾ (Down Sizing) يعني ڇانٽي ٿيندي. ڇو ن ٿا تہ کاتي جي موجوده اٽڪل ٽيهہ هزار ماڻهن مان رڳو ست سو رکيا ويندا. سنڌ جي اٽڪل ٽيهہ هزار گهرن ۾ ماتم ٿيندو.

6- آبياني جا اڳهہ ايترا وڌي ويندا جو کاتيدار ڏئي نہ سگهندا.

وڏي ۾ وڏو نقصان اهو ٿيندو تہ سيڊا جيڪو هڪ خانگي ادارو هوندو سنڌ جو پاڻيءَ جو حق نہ وٺي سگهندو. موجوده سرڪاري کاتي ۾ هوندي بہ سنڌ کي سندس جائز پاڻي نٿو ملي. خانگي ادارو ڪٿان پاڻي وٺي سگهندو ۽ سنڌ جي

حالت خراب ڪان خراب تر ٿي ويندي.

چون ٿا ته سنڌ جي چيف منسٽر ڪي گهوٽڪي فيڊر واري علائقي ۾ انهيءَ نظام ڪي لاڳو ڪرڻ خلاف ڍاڍيون شڪايتون پهتيون ۽ انهن جو نوٽس وٺندي هن آبپاشي عملدارن ڪي هدايت ڪئي ته "سيڊا ڪي منهنجي ايريا مان ڪڍو."

اسان جو عرض آهي ته سائين جيڪو نظام اوهان جي ايريا لاءِ هاڃيڪار آهي اهو سنڌ لاءِ ڪيئن سٺو ٿي سگهندو. اوهان گهوٽڪي ايريا جا خان نه آهيو پر سڄي سنڌ جا چيف منسٽر آهيو. سيڊا ڪي رڳو گهوٽڪي ايريا مان نه بلڪ سڄي سنڌ مان ڪڍو.

# سيڊا ڪي سنڌ مان ڪڍيو وڃي يا هلايو وڃي؟

مون سيڊا جي پس منظر ۽ نقصانن بابت ڪاوش ۾ هڪ مضمون "سيڊا ڪي سڄي سنڌ مان ڇو نتا ڪڍو؟" جي نالي سان لکيو هو. انهيءَ جي جواب ۾ بلڪ بچاءَ ۾، محترم نظير عيساڻي ڪاوش ۾ "سيڊا ڪي هلڻ ڇو نتا ڏيو؟" جي نالي سان پنهنجو نڪتهٔ نظر پيش ڪيو آهي جنهن ۾ ٽن خاص ڳالهين جو ذڪر آهي. پهرين مون تي ذاتي قسم جا الزام، ٻئي آبپاشي نظام ۾ سڌارن جي ضرورت ۽ ٽين منهنجي مضمون ۾ ڏنل ڪجهه نقصانن جي ترديد.

مان نومبر ۲۰۰۱ ۾ سٺ سال عمر ٿيڻ تي ريٽائر ٿي ويس ۽ هيئنر ٻاهٺين سال ۾ پيو هلان. مان عمر جي اهڙي منزل تي پهتل آهيان ته ڪڏهن به لوڏو آيو ته رب ڏانهن روانگي ٿي ويندي. هن حالت ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ غلط ڳالهيون لکڻ مان سواءِ پنهنجي قيامت ڪاري ڪرڻ جي مون کي ڇا ملندو. وري اهو به ٻڌايان ته سيڊا هلڻ يا نه هلڻ ڪري ذاتي طرح مون کي ڪو فرق نه پوندو جو مون وٽ هڪ ايڪڙ به زرعي زمين ناهي. سنڌ وارن مون کي جيڪو مان ۽ مرتبو ڏنو آهي تنهن جو حق مون تي اهو آهي ته پختي ۽ تجربه ڪار ٿيڻ ڪان پوءِ سنڌ واسين کي سڌو رستو ڏيکاريان ته جيئن هنن کي غلط رستي تي هلڻ ڪري نقصان نه ٿئي، جيئن انگريزي ٻولي جي شاعر لانگ فيلو چيو آهي ته:

> Lives of great men all remind us
> we can make our lives sublime
> and, departing, lea .e behind us
> footprints on the Sands of time,
> footprints Which perhaps another
> Sailing over lives troubled main
> Some forlorn & shipwrecked brother
> Seeing may take heart again.

**Longfellow.**

انهيءَ مان اهو غلط مطلب نه ڪڍيو وڃي ته مان ڪو وڏو ماڻهو آهيان. اهي شعر مون هڪ تجربه ڪار ماڻهوءَ جي تجربن مان فائدو وٺڻ لاءِ ٻڌايا آهن.

مان شروع کان سنڌ آبپاشي کاتي کي خود مختيار ادارو ناهڻ خلاف هوس ۽ پنهنجي وس آهر جتي موقعو مليو انهيءَ جي مخالفت ڪيم جو مون کي خبر هئي تہ انهيءَ نظام آڻڻ وارن جي نيت ٺيڪ نہ هئي ۽ رسول پاڪ ﷺ جو ارشاد آهي تہ: عملن جو دارو مدار نيتن تي آهي. جڏهن وفاقي حڪومت N.D.P. جي قرض وٺڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو تہ پلاننگ ڪميشن جي ڊپٽي چيئرمين قاضي عليم الله جي سربراهي ۾ هڪ ميٽنگ اسلام آباد ۾ ٿي جنهن ۾ مان سنڌ جي انهيءَ وقت جي ايڊيشنل چيف سيڪريٽري مرزا قمر بيگ سان گڏ ويس. مون ٻڌايو تہ N D P جي قرضن تحت سيڊا جو نظام سنڌ لاءِ ٺيڪ نہ ٿيندو ۽ اسان کي هر قرض نہ وٺڻ گهرجي. قاضي عليم الله مون کي دڙايو ۽ چيائين تہ: "تون اعتراض ڪرڻ وارو ڪير آهين، قرض وفاقي سرڪار پئي وٺي. جڏهن سنڌ سرڪار سڏو پاڻ قرض وٺي تہ پوءِ اعتراض ڪجائين."

فوجي حڪومت دوران، سنڌ سرڪار جي هڪ وزير، جيڪو عالمي بينڪ جو ملازم رهي چڪو هو، ۽ سنڌ ۾ عالمي مالياتي ادارن جي قرض واري سيڙپ وڌائڻ لاءِ رکيو ويو هو، مون کي ٻين ذميدار آفيسرن سامهون چيو تہ "سيڊا وارو ڪم سنڌ ۾ ٺيڪ نہ پيو هلي، مون کي ڪن سياڻن ٻڌايو آهي تہ تون هن کي سنڌ ۾ ڪامياب ڪري سگهين ٿو. تون ريٽائر ٿيڻ وارو آهين. اسان توکي ٽئن سالن لاءِ ڪانٽريڪٽ تي ايم. ڊي سيڊا رکي ڏيڻ کان ٻہ لک روپيا في مهينو پگهار ڏيڻ لاءِ تيار آهيون، جيڪڏهن توکي منظور هجي تہ ٻڌاءِ."

مون هن کي ٻڌائي ڇڏيو تہ اهو مون کي قبول نہ هو ڇو جو انهيءَ نظام ۾ مان سنڌ آبپاشي نظام جي بربادي ڏسان ٿو. ريٽائر ٿيڻ کان پوءِ مون کي سال کن نوڪري نہ ملي ۽ گهر ويهڻو پيو پر مون ڪڏهن بہ نہ پڇتايو تہ مون ٽئن سالن لاءِ ڏيڍ لک روپيا مهيني واري سيڊا جي ايم ڊي شپ ڇو قبول نہ ڪئي. جنهن نظام کي مون ٽيهہ سال واري نوڪري ۾ ناهڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي انهيءَ کي پئسي لاءِ پنهنجن هٿن سان جو خراب ڪيان.

انسان خطا جو پتلو آهي ۽ غلطي ڪرڻ انسان جي سرشت ۾ آهي. مان بہ ڪيترين غلطيون ڪيون هونديون پر ڪڏهن بہ سنڌ جي مفادن کي ڄاڻي ٻجهي ڇيهو نہ رسايو آهي ۽ جڏهن بہ سنڌ کي ڇيهي رسائڻ واري ڳالهہ نڪتي، مان انهيءَ جي مخالفت ڪئي. ان وقت جو آبپاشي وزير سيد علي مير شاهہ ۽ گورنر سنڌ محمد ميان سومرو شاهد آهن تہ ڪيئن مون واپڊا وارن جي مخالفت باوجود

RBOD اسڪيم جي چوڙ جو فيصلو ان وقت چيف ايگزڪيوٽو ڪان بحث مباحثي ڪان پوءِ سنڌ جي موافقت ۾ ڪرايو. هاڻي انهيءَ فيصلي جي نتيجي ۾ RBOD جو ڪارو پاڻي سيوهڻ شهر مٿان سنڌوءَ ۾ پوڻ بدران گهاري شهر وٽان سمنڊو ڪريڪ ۾ ويندو.

مون سوچيو تہ عيساڻي جن لڳايل ذاتي الزامن جو جواب بہ ڏيان. پر مان سمجهان ٿو تہ هي مضمون انهن مفاد پرستن، جيڪي انهيءَ جي ڪري سٽيپون نوڪريون سنڀالي ويٺا آهن ۽ وڏي قيمت وارن اپياسن جا مزا پيا ماڻن، عيساڻي کان لکرايو آهي، ۽ جيڪڏهن مان جواب نہ ڏيندس تہ هو سمجهندا تہ مون الزام قبول ڪري ورتا. مان بہ انهن تي ڪيترا الزام هڻي سگهان ٿو پر الزام اهو هڻندو آهي جنهن جو ڪيس ڪمزور هوندو آهي.

## لڳايل الزام:

١- مان ميڪسيڪو واري وفد ۾ شامل هوس.

٢- مان سيڊا واري نظام کي سنڌ ۾ متعارف ڪرايو.

٣- مان سيڊا ۾ ايم. ڊي رهيس.

٤- مان سيڊا واري نظام ڦليلي، گهوٽڪي، بيگاري ۽ ويسٽرن ڪينالن ۾ پهچايو.

٥- سڏارن کي جٽادار بنائڻ لاءِ مان تربيت لاءِ جنوبي ڪوريا جي شهر سول ويس.

٦- عالمي بينڪ وارن سان NDP وارو معاهدو مون ڪرايو ۽ مون صحيحون ڪيون.

٧- مون ٽي وي تي سڏارن جي خق ۾ انٽريو ڏنا.

## جواب

١- مان ميڪسيڪو واري وفد ۾ شامل نہ هوس، غلام مصطفيٰ ابڙو جيڪو هينئر سنڌ جي منصوبہ بندي واري کاتي ۾ ويهين گريڊ جو آفيسر آهي اهو ميڪسيڪو ويو هو. هن مون کي موٽي اچي ٻڌايو تہ اتي جا ماڻهو انهيءَ نظام اچڻ کان پوءِ خوش نہ هئا، اتي آبپاني جا اگهہ چارپنج سئو سيڪڙا وڌي ويا

هئا.

٢- مون انهيءَ نظام کي سنڌ ۾ متعارف ڪرڻ ڪرايو. سيڪريٽري آبپاشي هجڻ جي حيثيت ۾ مون انهن گڏجاڻين ۽ سيمينارن ۾ شرڪت ڪئي جيڪا منهنجي پوسٽ جي ضرورت هئي. مون انهيءَ جي ڪاميابي ڏکي ٿيڻ باري ۾ ميرپور خاص واري سيمينار ۾ هيٺيون شعر پڙهيو:

اب ہوائیں ہی کریں گی روشنی کا فیصلہ
جس دیے میں جان ہوگی وہ دیا رہ جائے گا

منهنجي انهيءَ شعر چوڻ تي عالمي بينڪ جو مسٽر بُنياسي ناراض ٿيو.

٣- مان برابر سيڊا جو ايم. ڊي رهيو آهيان پر اها اضافي چارج هئي جيڪا مون کي محڪمه آبپاشيءَ جو سيڪريٽري هجڻ جي حيثيت ۾ وٺڻي پئي. انهيءَ ۾ منهنجي مرضي يا وٺڻ يا نه وٺڻ جو دخل نه هو. پر مان هڪڙو ڏينهن به سيڊا جي ايم ڊي جي ڪرسيءَ تي نه ويٺس.

٤- سيڊا کي ڦليلي ۽ گهوٽڪي ڪنالن تي لاڳو ڪرڻ وارو فيصلو منهنجي وقت ۾ ٿيو پر مان انهيءَ جو مخالف هوس. گورنر جي انهيءَ فيصلي هوندي به، جيترو مون کي ياد آهي، مان انهيءَ فيصلي تي پنهنجي وقت ۾ عمل ٿيڻ نه ڏنو. هوندي به گورنر جو فيصلو منهنجو فيصلو نه هو ۽ نه ئي مان ان جي سفارش ڪئي.

٥- مان جنوبي ڪوريا جي شهر سول I.C.I.D جي گڏجاڻي ۾ ويو هوس. اتي مان سيڊا جي باري ۾ ڪا تربيت نه ورتي.

٦- مان NDP واري معاهدي ۾، جيترو مون کي ياد آهي، شامل نه هوس. پر جيڪڏهن سرڪار مون کي موڪلي ها ته مان ڪيئن انڪار ڪري ٿي سگهيس. انهيءَ ۾ منهنجي مرضي ضروري نه هئي.

٧- مون کي ياد ناهي ته مان ٽي وي تي سيڊا جي سڌارن جي حق ۾ انٽرويو ڏنو هو. ٿي سگهي ٿو ته مٿان ائين حڪم ٿيو هجي ته ائين ڪيو وڃي. سرڪاري ڪامورن کي ڪيترا دفعا اڻ وڻندڙ ڳالهيون به مجبوري تحت ڪرڻيون پونديون آهن. هڪڙي ڀيري ان وقت جي گورنر سنڌ جناب دائود پوٽي صاحب، مون کان سيڊا جي باري ۾ سيني جي سامهون منهنجي ذاتي راءِ پڇي جواب ۾ مون هي شعر ٻڌايو:

اک حادثہ ہے یہ بھی میری زندگی کے ساتھ
میں ہوں کسی کے ساتھ میرا دل کسی کے ساتھ

آبپاشي نظام ۾ سڌارن جي ضرورت کان ڪير بہ انڪار نٿو ڪري سگهي. پر انهن سڌارن ڪري فائدو ٿيڻ ڪپي نڪي نقصان. اسان جون حالتون ترقي يافتہ ملڪن کان مختلف آهن. اسان وٽ بي روزگاري هڪ وڏو مسئلو آهي، اسان کي اهڙا منصوبا ڪپن جن جي ڪري ماڻهن کي روزگار ملي، نڪي اهي جن جي ڪري چانٽي ٿئي. اسان جي ماڻهن جي مالي حالت تمام ڪمزور آهي، موجوده آبيانو بہ ڏيڻ ڏکيو آهي. جڏهن آبياني جا اگهہ پنجوٽا ٿيندا، ڪاتيدار ڪٿان ڏيندا. آبياني جي وصولي سرڪاري محڪما بہ پوري طرح وٺي نٿا سگهن. آبادگار تنظيمون خانگي طرح اهو ڪيئن وٺي سگهنديون. ڪاتيدار پنهنجو واٽر بہ ڏکيو سنڀالي سگهن ٿا ۽ اڪثر پاڻ ۾ وڙهندا رهن ٿا سي ننڍيون شاخون ۽ ننڍيون سر ناليون ڪيئن سنڀالي سگهندا. سڌار ڪپن پر اهڙا ڪپن جيڪي اسان جي حالتن مطابق اسان جي رضا خوشيءَ سان ٿين نہ ڪي اسان مٿان مڙهيا وڃن. انهن کي هلائڻ سولو ٿئي ۽ اهي ڪامياب ٿي سگهن.

آبپاشي نظام ۾ خرابيون آهن ۽ آفيسرن ۽ عملي ۾ ڪمزوريون آهن. پر اهي سڀني ڪاتن ۾ آهن، چا پوليس ۽ ريونيو ۾ گهٽ خرابيون آهن. مان آبپاشي کاتي جي پنيرائي نٿو ڪيان پر اها حقيقت آهي تہ ڏينهن رات جيڪا ڊڪ ڊوڙ اهي ڪن ٿا اوتري ٻيا ڪاتا نٿا ڪن. آخر سنڌ ۾ اها ساوڪ ۽ شادابي پاڻي ڀهچي ٿو تہ ٿئي ٿي ۽ اهو پاڻي آبپاشي ڪاتي وارا پهچائين ٿا. انهن جو قدر اهو ڪري سگهندو جنهن ڏکيو وقت ڏٺو هجي. مان هتي هڪڙي ماڻهوءَ جو مثال ڏيندس. مرحوم سردار غلام محمد مهر، سنڌ جي موجوده چيف منسٽر جو چاچو. هو صاحب آبپاشي عملدارن جو ايترو خيال رکندو هو جيڪو مون ڪنهن بہ زميندار ۾ نہ ڏٺو. هڪڙي دفعي مون پڇيو مانس تہ "سائين توهان وٽ اچي مان پاڻ کي تمام وڏو ماڻهو سمجهڻ لڳان ٿو آخر اوهان مون کي ايترو چوٽا ڏيو؟" مون کي چيائين، "راجپوت صاحب! مان اهو وقت ڏٺو آهي جڏهن گڊو براج نہ ٺهيو هو ۽ واهہ ڇهہ ماهي وهندا هئا. انهيءَ زماني ۾ هڪ انچ پاڻي وٺڻ لاءِ ڏاڍا ايلاز ڪرڻا پوندا هئا. هاڻي اسان اوهان آفيسرن جي مهربانيءَ سان ڇڙيو ٿا وهون. جتان سهولت ٿي اتان پاڻي ملي وڃي ٿو. اسان جي زميندار پاڻيءَ جي زور تي آهي، اوهان جي جيتري عزت ڪيون گهٽ آهي."

هاڻي مان انهن نقصانن تي وري روشني وجهندس جن کي منهنجو دوست حقيقتن جي ابتڙ سمجهي ٿو.

۱- ملازمن جي ڇانٽي: مان هن وقت جي ڳالهه نٿو ڪريان، ڏگهي عرصي وارو منصوبو ٻڌايان ٿو. NDP جي اسٽاف اپريزل رپورٽ (S.A.R) ۾ آهي ته خرچ گهٽائڻ لاءِ آبپاشي ۽ بجلي کاتي جي آبپاشي واري حصي کي هلائڻ لاءِ رڳو ست سئو ماڻهن جي ضرورت ٿيندي. ۽ باقي ماڻهو ڪڍيا ويندا. سنڌ ۾ آبپاشي ۽ بجلي کاتي ۾ اٽڪل چوڏهه هزار ماڻهو آهن. بجلي واري ۽ سيڪريٽريٽ ۾ جيڪڏهن چار هزار ماڻهو آهن ته باقي ڏهه هزار آبپاشي ۾ آهن جن مان رڳو ست سئو رکيا ويندا.

۲- پاڻيءَ جي ورهاست: اها صرف هاڻوڪي حالت نه ڏسو. وڏي عرصي جي اينڊڙ وقت ۾ ڏسو. هينئر رڳو زور وارا ۽ پئسي وارا ئي مادول پٽن ٿا. پوءِ آبادگار تنظيمن وارا به پٽندا ۽ پٽرائيندا. انهيءَ ڪري اهڙي معاشرتي تبديلي ايندي جنهن جي ڪري افراتفري ۽ گوڙ گهمسان وڌندو مختلف طبقن وچ ۾ جنگ واري حالت هوندي.

۳- آبياني ۽ ڊرينج سيس جي وصولي: منهنجي حاصل ڪيل معلومات موجب ڪنهن به آبادگار تنظيم پوري وصول نه ڪئي آهي ۽ هينئر وصولي ٻهجي وئي آهي جو ڪاتيدار پئسا نٿا ڏين.

۴- آفيسرن جو حوصلو (Morale): فوجي حڪمت عملي ۾ حوصلو وڏو ڪم ڪري ٿو. جنهن فوج جو حوصلو ڪريل هوندو آهي اها باوجود ساز و سامان ۽ هٿيارن تي ڪٽي نه سگهندي آهي. آبپاشي نظام کي هلائڻ لاءِ به آفيسرن ۽ عملي جو حوصلو ڪرڻ ڪري نظام صحيح نموني ۾ هلي نه سگهندو.

۵- عملي جي ڇانٽي باري ۾ مان مٿي ٻڌائي آيو آهيان.

۶- آبياني جا اگهه: ميڪسيڪو جو مثال اوهان جي سامهون آهي، ڇا ڪاتيدار پنجوڻ اگهه ڀري سگهندا، ابت ۽ خرچ هڪ جيترو ڪرڻ لاءِ ماڻهو ڪڍڻا پوندا ۽ آبياني جا اگهه وڌائڻا پوندا.

۷- پاڻيءَ جو حق: مان رڳو هڪڙو سوال ڪندس، ڇا نارا ڪينال ايريا واٽر بورڊ وارا سکر بيراج جي چيف انجنيئر کان پنهنجي حصي جو پاڻي وٺن ٿا. حالانڪ ٻئي ڏريون سنڌ ۾ آهن ۽ سنڌي آهن. نه سيڊا وارا پاڻي وٺڻ لاءِ ايترو زور ڀري سگهندا ۽ هي ڪمزور ٿيل ايريگيشن محڪمو مٿين کان پاڻي وٺي

سگهندو.

مون سنڌ جو درد دل ۾ رکندي، بنا ڪنهن ڊپ ۽ ڊاءُ جي، سڄي صورتحال واضح ڪري ڇڏي آهي، انهيءَ ۾ منهنجو ڪوبہ ذاتي مفاد ڪونهي جو مون وٽ هڪ ايڪڙ بہ زرعي زمين ڪونهي جيڪا سڪي ويندي يا برباد ٿيندي. جيڪو مان محسوس پيو ڪريان اهو اوهان کي ڏيکاري ڇڏيم. بقول علامہ اقبال:

کھول کر آنکھیں مرے آئینہ ایام میں
آنے والے دور کی دھندلی سی اک تصویر دیکھ

هاڻي سنڌ واسين تي آهي جيڪو مناسب سمجهن سو ڪن منهنجي ذاتي خيال ۾ سيڊا وارو نظام هلي نہ سگهندو ۽ جيڪڏهن زوري هلايو بہ ويو تہ سنڌ ۾ ڏک ۽ بربادي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آڻيندو.

# ڇا هن سال سنڌ ۾ ٻوڏ ايندي؟

سامونڊي طوفان، زلزلا ۽ ٻوڏون اهي قدرتي آفتون آهن، جيڪي وقت بہ وقت دنيا ۾ اينديون رهن ٿيون ۽ جن تي انسانن جو ڪو ڪنٽرول ڪونهي. تازو سونامي انڊونيشيا، سريلنڪا ۽ هندستان ۾ جيڪا تباهي ۽ بربادي آندي، سا سڀني کي ياد آهي. مئي 1999ع ۾ سنڌ جي ٻن ضلعن ٺٽي ۽ بدين ۾ سامونڊي طوفان جي تباهي جا نشان اڃان موجود آهن، ۽ ماڻهو اڃان سنوان نہ ٿيا آهن. ڪجھ سال اڳ آمريڪا جي شهر لاس اينجلس ۾ زلزلي جي ڪري وڏي تباهي آئي. جيتوڻيڪ آمريڪا وارا چنڊ تي پهچي چڪا آهن، پر انهي زلزلي جي نہ اڳ ڪٿي ڪري سگهيا ۽ نہ انهيءَ کان بچڻ جو بندوبست ڪري سگهيا. 1935ع جي زلزلي ڪوئٽہ شهر کي تهس نهس ڪري ڇڏيو. 1993ع ۾ آمريڪا ۾ وڏي ٻوڏ آئي، جنهن ۾ پنجاھ ماڻهو مري ويا، 2 ڪروڙ 30 لک ايڪڙ زمين ٻڏي وئي ۽ ڪل نقصان 10 ارب ڊالر ٻڌايو ويو هو. پاڪستان ۾ ٻوڏن جي ڪري 1950ع کان 2004ع تائين 6620 ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. 88,948 ڳوٺ ٻڏا ۽ 386 ارب رپين جو نقصان ٿيو.

هڪڙي پاسي ٻوڏ آهي تہ ٻئي پاسي سوڪهڙو. جهڙي طرح ٻوڏ جي ڪري نقصان ٿين ٿا، اهڙي طرح سوڪهڙي جي ڪري بہ نقصان ٿين ٿا. گذريل پنجن سالن کان سنڌ ۾ سوڪهڙي وارا سال رهيا آهن. اسان وٽ سپر فلڊ (خطرناڪ ٻوڏ) 9 لک ڪيوسڪ يا انهيءَ کان مٿي پاڻي اچڻ ڪري اچي ٿي. گذريل پنجن سالن ۾ گڊو وٽ چوٽي وارا وهڪرا (Peak Flood) هن ريت رهيا آهن. 2000ع ۾ 2 لک 7 هزار ڪيوسڪ، 2001ع ۾ 2 لک 62 هزار ڪيوسڪ، 2002ع ۾ 2 لک 84 هزار ڪيوسڪ، 2003ع ۾ 3 لک 96 هزار ڪيوسڪ ۽ 2004ع ۾ ٻوڏ جا اهي وهڪرا 1 لک 67 هزار ڪيوسڪ رهيا. سنڌ آبادگار بورڊ جي لڳايل اندازي موجب سوڪهڙي سبب سنڌ ۾ اربين رپين جو نقصان ٿيو. وري انهن پنجن سالن ۾ گذريل خريف واري مند ڪوٽ جي لحاظ کان تمام خراب رهي. ناھ ۾ ڏنل 33.94 ملين ايڪڙ فٽ جي مقابلي ۾ سنڌ جي واهن ڪل 25.65 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ڪنيو، جيڪو 25 سيڪڙو گهٽ هو. انهيءَ ۾ گهٽي ڪوٽ اپريل ۾ رهي، جنهن ۾ خريف وارا فصل جهڙوڪ ونئڻ پوکيا وڃن ٿا. خريف

جي ٽن ڏهاڪن ۾ اها ڪوٽ هيٺين ريت رهي:

| ڏهاڪو | ٽائم پر حصو | ڪئنال پاڻي | ڪوٽ |
|---|---|---|---|
| اپريل جو پهريون | 40،200 ڪيوسڪ | 17500 | 56 سيڪڙو |
| اپريل جو ٻيو | 41 ،300 ڪيوسڪ | 18200 | 56 سيڪڙو |
| اپريل جو ٽيون | 40،200 ڪيوسڪ | 20،300 | 50 سيڪڙو |

جڏهن ربيع شروع ٿي ته به ڪوٽ اٽڪل 50 سيڪڙو هئي، ۽ ڊيمن ۾ ڪل بچيل پاڻي 5.39 ملين ايڪڙ فوٽ هو. تربيلا ڊيم جي ليول 1470 فٽ هُئي ۽ بچيل پاڻي 3.1 ملين ايڪڙ فٽ هو. منگلا جي ليول 1156 فٽ ۽ بچيل پاڻي 2.29 ملين ايڪڙ فٽ هو. ياد رهي ته تربيلا جي ڊيزائن گنجائش 9.3 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ منگلا جي 5.3 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر ۾ وهڪرا تمام گهٽ رهيا، پر جنوري کان پوءِ سياري وارين برساتن سبب وهڪرا تمام گهٽا سڌري ويا، ايتري قدر جو تربيلا جي ليول سڄو ربيع استعمال ڪان پوءِ به 1470 فٽ مان گهٽجي 1454 رهي ۽ منگلا جي 1156 مان گهٽجي 1094 فٽ ٿي.

ربيع جي پڇاڙي ۾ سُنا وهڪرا هجڻ ڪري خريف لاءِ پاڻيءَ جو ڪاٿو به انهن سُٺن وهڪرن جي بنياد تي لڳايو ويو ۽ اهو ٻڌايو ويو ته خريف ۾ ناهه مطابق پاڻي ملندو ۽ انهيءَ ڪان علاوه 18 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ڪوٽڙي ڪان هيٺ سمنڊ ۾ به ويندو. تمام سُني اڳڪٿي آهي. الله ڪري ائين ٿئي. مستقبل ۾ ڇا ٿيندو انهيءَ جو اندازو ته لڳائي سگهجي ٿو، پر خاطري سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي. جيڪڏهن وهڪرا ائين رهيا، جيئن اڳڪٿي ڪئي وئي آهي ته تمام سٺو، پر جيڪڏهن انهن ۾ ڦيرگهير اچي وئي ته ڪوٽ به ٿي سگهي ٿي.

سوال ٿو اُٿي ته جيئن خريف جي مند شروع ٿيڻ سان ئي درياهي وهڪرا سُنا رهيا آهن ۽ ربيع ۾ جبلن تي برف به ڪافي گهٽي پئي آهي ته ڇا هن سال ٻوڏ ايندي؟ انهي سوال جو جواب ڏيڻ ڪان اڳ اڃو ته پهرين ڄاڻ وٺون ته ٻوڏ ڇا کي چئجي ٿو؟ ماضي ۾ ڪهڙيون ٻوڏون آيون آهن ۽ سنڌ ۾ ٻوڏ اچڻ جا ڪهڙا

سبب آهن؟

## ٻوڏ چاڪي ڇئجي ٿو

سنڌ جي آبپاشي وارن انجنيئرن گڊو بيراج تي وهڪري جي بنياد تي ٻوڏ جي هن ريت درجہ بندي ڪئي آهي تہ، جيڪڏهن اتي 2 لک ڪيوسڪ تائين پاڻي هجي تہ معنيٰ ڪا بہ ٻوڏ ڪونهي. 2 ڪان ساڍا 3 لک ڪيوسڪ تائين پاڻي معنيٰ هيٺئين درجي جي ٻوڏ. ساڍا 3 ڪان 5 لک ڪيوسڪ تائين پاڻي معنيٰ وچئين درجي جي ٻوڏ. 5 ڪان 7 لک ڪيوسڪ تائين پاڻي هوندو تہ اها مٿئين درجي جي ٻوڏ چئبي. 7 ڪان 9 لک ڪيوسڪ تائين پاڻيءَ جي موجودگي تمام مٿئين درجي جي ٻوڏ هوندي، ۽ 9 لک ڪيوسڪ يا ان ڪان مٿي پاڻي هجي تہ اها ٿي سپر ٻوڏ.

7 لک ڪيوسڪ تي سيني بندن کي پاڻي لڳي ٿو وڃي، تنهن ڪري 7 لکن تائين ٻوڏ اچي تہ ايترو خطرو ناهي ۽ ڪچا بہ ٻڏي وڃن ٿا. 7 لکن ڪان مٿي ٻوڏ مان خطرو رهي ٿو.

## ماضي ۾ آيل ٻوڏون

بندن جي سار سنڀال لهڻ، بندن کي ناهڻ ۽ ٻوڏن کي منهن ڏيڻ لاءِ "بند منيوئل" موجود آهي، جنهن کي "بندن جي بائيبل" چئي سگهجي ٿو. اهو ڪتاب هڪڙي انگريز جنهن جو نالو مسٽر ڊاسن هو، تنهن 1901ع ۾ آمريڪا جي درياهہ مسيپي ڏسڻ ۽ اتي جي تجربن ڏسڻ ڪان پوءِ لکيو هو. انهيءَ ۾ بندن جي هر مرض جو علاج ڏنل آهي. بند مينوئل ۾ ٻوڏن جي چوٽي وارن لڙهن ۽ پيل ڪندن بابت بہ ٻڌايل آهي. ستر واري ڏهاڪي ڪان پوءِ جيڪي وڏيون ٻوڏون سنڌ ۾ آيون، تن جا انگ اکر سال بسال هن ريت آهن. 73ع ۾ 10.83 لک ڪيوسڪ، 75ع ۾ 10.02 لک ڪيوسڪ، 76ع ۾ 12.00 لک ڪيوسڪ، 78ع ۾ 11.55 لک ڪيوسڪ، 86ع ۾ 11.73 لک ڪيوسڪ، 88ع ۾ 11.62 لک ڪيوسڪ، 89ع ۾ 9.44 لک ڪيوسڪ، 92ع ۾ 10.86 لک ڪيوسڪ، ۽ 95ع ۾ ٻوڏ جي صورتحال 9.88 لک ڪيوسڪ رهي.

## سنڌ ۾ ٻوڏ اچڻ جا سبب

بند مينوئل مطابق- درياهن ۾ وهڪرا هيٺين سببن ڪري پيدا ٿين ٿا.
(1) اونهاري ۾ برف ۽ گليشيئر جو رجڻ.
(2) پيل برف جو مينهن پوڻ ڪري رجڻ.
(3) ميداني علائقن ۾ مينهن پوڻ.
(4) بنگال مان هوائن جو جبلن تي تمام تيز مينهن وسائڻ يا هوا جو دٻاءُ گهٽ ٿيڻ يعني (Depression) پيدا ٿيڻ.

ٻوڏ وارا وهڪرا چوٿين سبب ڪري ٿين ٿا. وري سڀني درياهن يعني ستلج، راوي، چناب ۽ جهلم جو پاڻي مٺن ڪوٽ وٽ سنڌو ۾ ملي ٿو. جيڪڏهن درياهن جا چوٽي وارا وهڪرا ساڳي وقت ملن ٿا، جنهن کي انگريزي ۾ (Synchronisation) چئجي ٿو تہ تمام چوٽي واري ٻوڏ اچي سگهي ٿي. ٻوڏ جو چوٽي وارو وهڪرو سنڌ ۾ گهڻو ڪري آگسٽ مهيني ۾ ايندو آهي، پر ڪن سالن ۾ سيپٽمبر ۾ بہ آيو آهي. 1992ع ۾ آگسٽ مهينو پوري ٿيڻ تي اسان سمجهوسين تہ ٻوڏ جي مند پوري ٿي، پر 10 سيپٽمبر تي بنگال مان هوائون ڪڪر ڪٺي آيون ۽ ڊپريشن پيدا ٿيڻ ڪري جبلن تي تمام تيز مينهن پيا، جنهن ڪري درياهن ۾ هن ريت چوٽي وارا وهڪرا پيدا ٿيا. سنڌو ۾ 3.71 لک ڪيوسڪ، ڪابل ۾ 4.15 لک ڪيوسڪ، جهلم ۾ 6.08 لک ڪيوسڪ، چناب ۾ 5.76 لک ڪيوسڪ تائين وهڪرا رهيا. جيڪي ڪل 19.70 لک ڪيوسڪ ٿين ٿا. شڪر ٿيو جو اهي چوٽي وارا وهڪرا ساڳي وقت نہ مليا ۽ ڪجهہ پاڻي رستي تي ڦهلجي ويو، جنهن ڪري گڊو بيراج تي چوٽي وارو وهڪرو گهٽجي 10.86 ڪيوسڪ رهجي ويو ۽ سنڌ تمام خطرناڪ ٻوڏ کان بچي وئي.

هاڻي اچو هن سوال تي تہ ڇا هن سال سنڌ ۾ ٻوڏ ايندي؟ ٻوڏ ڪڏهن بہ برف يا گليشيئر رجڻ ڪري نہ آئي آهي، ۽ مون سون جي مند ۾ جبلن تي تمام گهڻي برسات پوڻ ۽ چوٽي وارن وهڪرن جو ساڳي وقت گڏجڻ ڪري ايندي آهي، جن جي هن وقت اڳڪٿي نٿي ڪري سگهجي. تنهن ڪري هن وقت اهو چوڻ تہ ٻوڏ ايندي يا نہ، سو ممڪن ناهي. ڀلا ڏسون تہ جيڪڏهن ٻوڏ اچي ٿي تہ ڪهڙي ٻوڏ سنڌ لاءِ فائديمند ٿي سگهندي؟ سنڌ جي لحاظ کان اُها ٻوڏ فائديمند آهي، جنهن ۾ ڪچا ٻڌن ۽ ڪنڌ نہ پون. ڪچا ٻڏڻ ڪري ڪچي ۾ فصل سٺا ٿيندا، يعني ٻڏي جا ٻيٽا ٿيندا ۽ ڪنڌ نہ پوڻ ڪري نقصان کان بچي وڃبو. اها ٻوڏ منهنجي خيال ۾ ست لک ڪيوسڪ آهي. دُعا ڪريو تہ ايتري ٻوڏ اچي ۽ خير ٿئي.

(روزانہ ڪاوش: 29- مئي 2005ع)

# سنڌ ۾ ايندڙ ٻوڏن کي

# ڪيئن مُنهن ڏجي؟

ڪابل نديءَ ۽ سنڌو درياهہ ۾ گرميءَ جي ڪري جبلن تي برف رجڻ ۽ برساتن پوڻ ڪري وهڪرا وڌي ويا آهن، جنهنڪري صوبي سرحد ۾ ٻوڏ واري صورتحال پيدا ٿي وئي آهي. ڪابل نديءَ ۾ وڌ ۾ وڌ وهڪرو 2 جولاءِ تي 168000 ڪيوسڪ ٿيو، جڏهن تہ سنڌو درياهہ ۾ تربيلا تي وڌ ۾ وڌ وهڪرو 347000 ڪيوسڪ ريڪارڊ ڪيو ويو. سنڌ ۾ وهڪرا اڃا ايترا گهٽ آهن، جو پاڻي آبپاشيءَ وارين ضرورتن لاءِ بہ پورو ناهي. اهو اٽڪل 2 لک ڪيوسڪ آهي، جيڪو ٻوڏ جي درجي بنديءَ ۾ نٿو اچي. ياد رهي تہ جيڪڏهن گڊو بيراج وٽ وهڪرا 2 کان ساڍا ٽي لک تائين هوندا تہ اها Low Flood يعني هيٺئين درجي واري ٻوڏ، جيڪڏهن ساڍا ٽي کان 5 لک تائين هوندا تہ Medium Flood يعني وچين درجي واري ٻوڏ، 5 کان 7 لکن تائين High Flood يعني مٿئين درجي واري ٻوڏ، 7 کان 9 لکن تائين Very High Flood يعني تمام مٿئين درجي واري ٻوڏ، جڏهن تہ 9 لکن کان مٿي وارن وهڪرن کي Super Flood يعني خطرناڪ ٻوڏ ليکيو ويندو آهي. جڏهن مٿين وڌيل وهڪرن جو اثر گڊو بيراج تي پهچندو تڏهن ئي سنڌ ۾ بہ ٻوڏ واري صورتحال پيدا ٿي سگهندي. اچو تہ انهيءَ ڏس ۾ اهو جائزو وٺون تہ ٻوڏ جو چوٽيءَ وارو وهڪرو ڪيٽو ٽيندو ۽ گڊو وٽ ڪڏهن پهچندو. سنڌ ۾ ٻوڏن کي منهن ڏيڻ واري حڪمت عملي ڇا آهي ۽ ٻوڏن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺڻ ضروري هوندا آهن.

## چوٽيءَ وارو وهڪرو

سنڌ آبپاشي نظام جي پڇڙيءَ ۾ آهي. سنڌو درياهہ جا ملندڙ درياهہ يا نديون آهن ڪابل (جيڪو اٽڪ کان مٿي ملي ٿو)، جهلم، چناب راوي ۽ ستلج- جهلم، چناب، راوي ۽ ستلج ندين جو پاڻي پنجند وٽ اچي ملي ٿو. پنجند ۽ سنڌوءَ جو پاڻي مٺڻ ڪوٽ وٽ ملي ٿو ۽ پوءِ اهي گڏيل وهڪرا سنڌ ۾ گڊو

بيراج تي پهچن ٿا. ٻن اڀرندي وارن درياهن ۾ ٻوڏ ڪونهي. ستلج ۾ سراسري وهڪرو 15 هزار ڪيوسڪ ۽ راويءَ ۾ سراسري وهڪرو 35 هزار ڪيوسڪ آهي. چناب ۾ سراسري وهڪرو هڪ لک ڪيوسڪ آهي ۽ منگلا ڊيم کان هيٺ جهلم درياهه ۾ سراسري 50 هزار ڪيوسڪ ڇڏيو ٿو وڃي. سنڌوءَ ۾ تربيلا کان مٿينءَ ۾ وهڪرو 2 جولاءِ تي 376000 ڪيوسڪ هو. تربيلا ۾ 1500 فوٽ ليول ٽيڻ کان پوءِ انهيءَ جي ليول ٻه فوٽ کان مٿي روز نٿي چاڙهي سگهجي. تنهن ڪري تمام گهٽ پاڻي ذخيرو ڪيو ويو ۽ 376000 مان 347000 ڪيوسڪ هيٺ ڇڏيو ويو.

وري ڪابل ۾ 2 جولاءِ تي 168000 ڪيوسڪ پاڻي آيو. ٻنهي ڪي جڏهن جوڙ ٿا ڪريون ته ٽوٽل 515000 ڪيوسڪ بيهي ٿو. ڪجهه پاڻي رستي ۾ زيان ٿيندو ۽ ڊنڊون ڊورا ڀريندو ڪجهه واهه به کڻندا. برساتن ڪري ڪجهه رستي تي نئين جو پاڻي به ايندو. تنهن ڪري انهيءَ مان اٽڪل ساڍا 4 کان 5 لک ڪيوسڪ گدوءَ تي پهچندو ۽ پنجند کان به 50 هزار ڪيوسڪ ايندو ته گدوءَ تي ڪل پاڻي 5 کان ساڍا 5 لک کن پهچندو. وري Lag Time يعني اٽڪ کان گدو تائين پهچڻ جو ٽائيم اٽڪل 8 ڏينهن آهي. يعني ٿلهي ليکي گدوءَ تي 10 جولاءِ تي 5 کان ساڍا پنج لک کن ڪيوسڪ پاڻي پهچندو.

## ٻوڏن کي منهن ڏيڻ واري حڪمت عملي:

سنڌو هڪ ڦرندڙ گهرندڙ (Meandering) درياهه آهي يعني اهو پنهنجو رستو مٽائيندو رهي ٿو. وري اهو پاڻ سان تمام گهڻي لٽ به آڻي ٿو. اها لٽ سنڌ ۾ درياهه جي تري ۾ وهي ٿي، جنهن ڪري ٿي درياهه جو پيٽ هوريان هوريان مٿي ٿيندو رهيو آهي ۽حالت اها وڃي بيٺي آهي جو ٻوڏ واري ٽائيم ۾ پاڻيءَ جي سطح ڀر وارين آباد ايراضين کان مٿي رهي ٿي ۽ ڀر وارين ايراضيون درياهه جي اٿل تي ٻڏي سگهن ٿيون. انهن ايراضين کي درياهه جي اٿل مان ٻڏڻ کان بچائڻ لاءِ درياهه جي ٻنهي پاسي بند ٺاهيا ويا آهن. انهن بندن جي ليول ڪڏهن به آيل ٻوڏ جي ليول کان 6 فٽ مٿي رکي وڃي ٿي ته جيئن درياهه جو پاڻي بندن جي وچ ۾ رهي ۽ ڪنهن به حالت ۾ بند مٿان وري نه سگهي. ٻنهي پاسي بند ايترو پري ٺاهيا وڃن ٿا، جيئن درياهه وٽ ڦرڻ گهرڻ لاءِ جاءِ هجي ۽ درياهه جي مکيه وهڪري جي ڪاٽ بندن کي نقصان نه پهچائي سگهي. وري جتي درياهه جو مکيه وهڪرو بند کي 3000 فوٽن کان ويجهو ٿي ٿو وڃي، اتي (Loop Bund) پويون

بند ٿاهيو ٿو وڃي، ته جيئن اڳئين بند کي نقصان ٿيڻ جي صورت ۾ پويون بند بچاءَ بند جو ڪم ڏئي سگهي. ڪن هنڌن تي درياهه جو مکيه وهڪرو ايترو ويجهو اچي وڃي ٿو، جو پوئتي لوپ بند ٺاهڻ جي جڳهه نٿي رهي. اتي پٿر جا اسپر ٺاهيا ٿا وڃن يا گائيڊ بينڪ واري نموني تي پٿر جي پچنگ پٿر جي فرش سان ڪئي وڃي ٿي. وري جتي هوا تمام گهٽي لڳي ٿي ۽ هوا جي ڪري پيدا ٿيندڙ ڇولين جي نتيجي ۾ بند ڪاٽي ٿو، اتي ڪاٺين جي مُهاڙي يا پٿر جي پچنگ ٺاهبي آهي.

## ٻوڏ کي منهن ڏيڻ وارا اُپاءَ

ٻوڏ کان بچڻ جو بنيادي اصول اهو آهي ته ٻوڏ جي ڪري آباد علائقا ۽ ڳوٺ ۽ شهر نه ٻڏن. اهو تڏهن ٿيندو جڏهن ٻوڏ کان بچاءَ وارا ڪم صحيح سلامت رهن. يعني بندن ۾ ڪنڊ نه پون ۽ جتي اسپر ۽ گائيڊ پچنگ ۽ ڇولين کان بچڻ لاءِ ٺهيل جيڪا پٿر جي پچنگ آهي، سا سلامت رهي. اهو رڳو چوويهه ڪلاڪ چوڪسيءَ سان محفوظ رهي سگهي ٿو. الله سائين ڏينهن ڪم ڪرڻ لاءِ ۽ رات آرام لاءِ ٺاهي آهي، پر درياهه جو پاڻي چوويهه ڪلاڪ هلي ٿو ۽ ننڊ نٿو ڪري. انهيءَ ٻوڏ واري تائيم ۾ اسان کي به جاڳٽو پوندو ته جيئن ٻوڏ کان بچاءَ وارن ڪمن جي چوڪسي ۽ نگراني ڪري سگهجي ۽ بندن کي پهچندڙ نقصان جو ترت تدارڪ ٿي سگهي. بند مٽي جا ٺهيل ٿين ٿا ۽ سنڌ ۾ ملندڙ مٽيءَ ۾ ڦوٽ ڪائڻ جي خاصيت آهي. درياهه ۾ ٻوڏ جو پاڻي چڙهڻ ڪري ڪن هنڌن تي ٽُنگن مان پاڻي بند جي مٽي ڪٽي ٻئي پاسي نڪري ايندو آهي، جنهن کي رُوڻ چئبو آهي. جيڪڏهن اها رُوڻ چار ڇهه ڪلاڪ ڪنهن نه ڏٺي ته ڪنڊ ۾ مَنجي وڃي ٿي يعني ڪنڊ پئجي ٿو وڃي.

سنڌ ۾ درياهه (Ridge) مٿاهينءَ تي وهي ٿو ۽ هڪڙي دفعي درياهه جو پاڻي جڏهن بند ٽوڙي نڪري ٿو وڃي، ته پوءِ موٽي درياهه ۾ نٿو اچي سگهي ۽ وڏو نقصان ٿو ڪري. پر جيڪڏهن رُوڻ ڪنهن وقتائتي ڏسي ورتي، ته سولائيءَ سان بند ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ 24 ڪلاڪ چوڪسيءَ لاءِ بند تي گشت ڪندڙ بيلدار ڪپن ۽ انهن جي چوڪسيءَ لاءِ نظرداريءَ وارو عملو يعني سرويئر ايس ڊي يا انجنيئر- پر جيڪڏهن اهي آهن به، ته وڏو مسئلو امن امان جو آهي. جڏهن شهرن مان ماڻهو کڃي ٿا وڃن ته بند ته صفا محفوظ ناهن. پوءِ عملو گشت

چا ڪندو ۽ نظرداري ڪرڻ ڪير ويندو. حڪومت کي کپي تہ بندن تي رينجرز کي مقرر ڪري، جيئن آبپاشي وارو عملو صحيح ڊيوٽي ڏئي سگهي ۽ ملڪ ٻوڏن کان محفوظ رهي. گڊو بيراج تي پنجن لکن واري ٻوڏ ايڏي وڏي ۽ خطرناڪ ناهي. آبپاشي وارا جيڪڏهن ٿوري بہ محنت ڪن تہ ملڪ کي ٻڏڻ کان بچائي سگهن ٿا.

(روزانہ ڪاوش: 06 - جولاءِ 2005ع)

# سنڌو جي ٻوڏ کي منهن ڏيڻ

## لاءِ آمريڪي درياهه جو مثال

پاڪستان ۾ سنڌو وڏي ۾ وڏو درياهه آهي، پر دُنيا ۾ وڏا درياهه ٽن معيارن مطابق ليکيا ويندا آهن. هڪڙو ته ڊيگهه گهٽي اٿس، ٻيو ته گهٽي ايراضيءَ جو پاڻي نيڪال ڪري ٿو ۽ ٽيون ته وڏ ۾ وڏ وهڪرو گهڻو آڻي ٿو. ڊيگهه جي لحاظ کان مصر جو نيل درياهه ڊگهي ۾ ڊگهو درياهه آهي ۽ ان جي ڊيگهه 4100 ميل آهي. ٻيو نمبر برازيل جو اميزان درياهه آهي، جنهن جي ڊيگهه 4000 ميل آهي، ۽ ٽيون نمبر آمريڪا جو Mississippi درياهه آهي، جنهن جي ڊيگهه 3900 ميل آهي. سنڌو جي ڊيگهه 2000 ميل آهي ۽ اهو ڪنهن مٿين نمبر ۾ نٿو اچي. ايراضيءَ جي نڪاسي جي لحاظ کان اميزان پهريون نمبر، آفريڪا جو ڪانگو درياهه ٻئي نمبر ۽ آمريڪا جو مِسسِپي ٽئين نمبر تي آهي. سنڌو 19 هين نمبر تي آهي. وهڪري جي لحاظ کان اميزان پهرين نمبر تي، ڪانگو ٻئي نمبر تي، هندستان جو گنگاﷲبرهمپترا ٽئين نمبر تي آهي. سنڌو 17 هين نمبر تي آهي. مٿين ڳالهين مان خبر پئي ته دُنيا جا ٽي وڏا درياهه اميزان، ڪانگو ۽ مِسسِپي آهن. اميزان ۽ ڪانگو ته غير ترقي يافته ملڪن ۾ وهن ٿا، پر مِسسِپي انهيءَ لحاظ کان اهم آهي ته اهو آمريڪا جهڙي ترقي يافته ملڪ ۾ آهي، جيڪو ملڪ چنڊ تي ماڻهو موڪلي چڪو آهي ۽ هينئر به ڪروڙها ميل پري راڪيٽن کي شهاب ثاقبن سان ٽڪرائي انسان ۽ ڪائنات جي اصليت جو پتو پيو لڳائي. آمريڪا ۾ به ٻوڏون اچن ٿيون، ۽ اُهي به ٻوڏن کي منهن ڏيندا هوندا. ضرور هُنن جا بندوبست زبردست هوندا ۽ اسان کي به اُنهن بندوبستن مان پرائڻ کپي ۽ اُنهن جي تجربن مان فائدو وٺڻ کپي. گهڻن ماڻهن کي خبر ناهي ته 1898ع ۾ سنڌ مان هڪڙو انجنيئر Mr. DAWSON انهيءَ مقصد سان آمريڪا ويو هو جنهن جي رپورٽ تي 1901ع ۾ Indus River Commission آمريڪا جي Mississippi River Commission واري نموني جوڙي وئي. اها انڊس رِوَر

ڪميشن ڪيترين تبديلين ڪان پوءِ هينئر بہ قائم آهي. سنڌ آبپاشي وارو وزير نادر اڪمل لغاري انهيءَ جو چيئرمين آهي. سنڌ ۾ بندن جي ڪا بہ رٿا انهيءَ ڪميشن جي منظوري ڪان سوا نٿي ٿي سگهي.

مون کي ڏاڍي اڻ تڻ هئي تہ اسان آمريڪن ڪميشن جي نقشي تي پنهنجي ڪميشن تہ ناهي، پر اها 1901ع جي ڳالھ آهي. انهيءَ ڪان پوءِ ڇا ٿيو؟ آمريڪا وارا چپ ڪري تہ نہ ويٺا هوندا. سائنسي ترقيءَ سان گڏ انهيءَ ميدان ۾ بہ تہ ترقي ٿي هوندي. ٻوڏن کي منهن ڏيڻ واري حڪمت عملي ۾ بہ تہ ترقي ٿي هوندي. مسٽر ڊاسن وانگر اسان کي بہ تہ ڏسڻ کپي تہ هو ڇا پيا ڪن ۽ انهن جي تجربن مان فائدو وٺي پنهنجي ٻوڏن کي منهن ڏيڻ واري نظام ۾ تبديليون آڻڻ کپن. 1992ع ۾ جڏهن مان سنڌ آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري هوس تہ مون اها ڳالھ آمريڪي اداري US-AID جي اُن وقت جي پراجيڪٽ انجنيئر جان ايمرٽ سان ڪئي. هن اسان لاءِ 15 ڏينهن جي هڪ ٽوئر پروگرام جو بندوبست ڪري ڏنو، جنهن ۾ مان پاڻ سنڌ آبپاشي کاتي جي اُن وقت جي ٻن سپرنٽينڊنگ انجنيئرن بشير احمد ڏهر ۽ شجاع احمد جوڻيجو ۽ فيڊرل فلڊ ڪميشن جي احمد ڪمال سان لَور مسسپي رِوَر بيسن جي Study Tour تي مئي 1993ع ۾ ويس. هتي مان مسسپي درياھ ۽ انهيءَ تي ٻوڏن لاءِ ڪيل ڪمن جو ٿورو ذڪر ڪيان ٿو.

## مسپي درياھ جو نظام:

مسسپي درياھ آمريڪا جي اترين رياست Minnesota جي ڍنڍ Itasca مان نڪري ٿو ۽ آمريڪا جي مختلف رياستن مان لنگهندو ميڪسيڪو جي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. هي آمريڪا جي 41 سيڪڙو ايراضيءَ جو پاڻي نيڪال ٿو ڪري. انهيءَ ۾ نيويارڪ ۽ Montana جهڙيون پري واريون رياستون بہ شامل آهن. هن جي مٿين حد ۾ درياھ تمام اونهو آهي، ۽ بند ٺاهڻ جي ضرورت ناهي. هيٺين حد، جنهن ۾ ست رياستون آهن، يعني Missouri, Illinois, Tenness, Kentucky, Arkinsas, Mississippi ۽ Louisiana اهو هنڌ سنڌ وانگر آهي، اتي بند آهن. ياد رهي تہ آمريڪا ۾ بندن کي Levees چوندا آهن. مسسپي درياھ ۾ ڪيترين ئي وڏيون ٻوڏون اچي چڪي آهن، ۽ وڏي ۾ وڏو

چوٿيءَ وارو وهڪرو 23 لک ڪيوسڪ اچي چڪو آهي.

## ٻوڏن کان بچاءَ جي حڪمت عملي:

سال 1927ع ۾ درياهه ۾ تمام وڏي ٻوڏ آئي اٽڪل 26000 چورس ميل ايراضي ٻڏي وئي. ڪيترا بند ٽٽي پيا ۽ ڪيترا ڳوٺ ۽ آباد علائقا ٻڏي ويا. هڪ ارب ڊالرن جو نقصان ٿيو 200 ماڻهو مري ويا ۽ 60 لک بي گهر ٿي ويا. انهن نقصانن کي نظر ۾ رکي نئين حڪمت عملي هيٺئن ريت جوڙي صلاحون ڏنيون ويون.

- پراڻن بندن جو سيڪشن وڌايو وڃي.
- نوان بند سيڪشن وڌائي ٺاهيا وڃن، ۽ بندن کي Compaction جي اصولن مطابق مضبوط يا پڪو ڪيو وڃي.
- درياهه مان وهڪرو گهٽائڻ لاءِ اُٿل واهه ٺاهيا وڃن، جن کي اسان Spill Channel ۽ امريڪا وارا Flood Ways چون ٿا.
- درياهه جي پاڻي ڪٽڻ جي گنجائش وڌائي وڃي.
- درياهه جي مکيه وهڪري واري چينل کي سڌاريو وڃي ته جيئن سڄو سال ٻيڙيون هلي سگهن.
- جتي ٿي سگهي درياهه جي ليول گهٽائڻ کپي.
- معاون درياهن تي ڊيم ٺاهيا وڃن.

## حڪمت عملي مطابق ڪيل ڪم:

- مٿيئن حڪمت عملي مطابق هيٺان ڪم ڪيا ويا.
- سيئي بند 30 لک ڪيوسڪ جي ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لا ٺاهيا ويا.
- سيني بندن تي فري بورڊ 3 فٽ رکيو ويو.
- بندن جو سيڪشن تمام ويڪرو ڪيو ويو. بند چونڊيل مٽيءَ مان ٺاهيا ويا، بند تي سُٺي Cpmpaction ڪئي وئي ته جيئن سوراخ صفا بند ٿي وڃن.
- بندن جي سلوپ تي چٻر پوکي وئي ۽ بندن سامهون وڻ پوکيا ويا ته جيئن ڇولين جي کاڌ کي روڪن.
- درياهه جي وچ ۾ 200 فٽ ويڪري ۽ 9 فٽ اونهو چينل رکيو ويو ته

جيئن ٻيڙيون ۽ لانچون هلي سگهن.

- 60 سيڪڙو بند جو سلوپ ڪنڪريٽ سان پڪو ڪيو ويو. يعني لائننگ ڪئي وئي ته جيئن لانچن جي هلڻ ڪري پيدا ٿيل ڇولين سبب بند نه ڪاٽجي وڃي.
- جتي درياهه جي ڪاٽ (Erosion) هئي، اتي ڪنڪريٽ جون وڏيون سليبون هڪ ٻئي سان ڳنڍي ڪاٽ جي هيٺين ليول تائين وڌيون ويون. ۽ ڪاٽ ڪنٽرول ڪئي وئي.
- (Blow Out) جنهن کي آمريڪا وارا (Sand boil) چون ٿا، تنهن کي چوڌاري ڳوٿين جي جهل ڏئي ڪنٽرول ڪيو ويو.
- جتي بند جي سلوپ مان تمام گهڻو سيمو نڪري ٿو، اُتي ڪاٺي جا تختا رکي ڀريل ڳوٿين سان وزن وجهي ڪنٽرول ڪيو ويو.
- لوزيانا شهر ڪان مٿي اڊائي لک ڪيوسڪ جو اُٿل واهه ناهيو ويو ته جيئن بندن تي ٻوڏ جي ليول گهٽ ٿي وڃي.
- درياهه جي ڦير گهير (meandering) ختم ڪري درياهه کي هڪ چينل مان وهايو ويو. جنهن ڪري درياهه جي ليول ڪري پئي ۽ بندن تي پريشر گهٽجي ويو.
- معاون درياهن تي ڪيترا ڊيم ٺاهيا ويا ته جيئن وهڪرا گهٽجي وڃن.

## مسسپي ۽ سنڌو جي ڀيٽ:

مان پنهنجي پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ ٻنهي درياهن جي مختلف ڳالهين جي ڀيٽ ڏيان ٿو ته ڳالهيون صحيح نموني ۾ سمجهه ۾ اچن.

مسسپي درياهه ۾ وڌ ۾ وڌ آيل ٻوڏ 23 لک ڪيوسڪ آهي، جڏهن ته سنڌو ۾ وڌ ۾ وڌ آيل ٻوڏ 12 لکک ڪيوسڪ آهي. مسسپي درياهه ۾ آيل ٻوڏن کي ويڪري بند سيڪشن، صحيح مضبوطي (Compaction) ڪرڻ، اُٿل واهه ٺاهڻ، ليول ڪرائڻ، لائننگ ۽ ڪنڪريٽ جي ڳنڍيل سليبن ٺاهڻ، درياهه جي ڦير گهير ختم ڪرڻ، معاون درياهن تي ڊيم ٺاهڻ سان منهن ڏنو ويو. جڏهن ته سنڌو واري ٻوڏ کي بندن، اسپرن، اسٽون اپرن، پچنگ ۽ اسٽون پچنگ سان منهن ڏجي ٿو. مسسپي درياهه ۾ لانچون ۽ ٻيڙيون هلڻ جو بندوبست يعني Navigation ٿئي ٿي، پر سنڌو درياهه ۾ نيويگيشن نٿي ٿئي. مسسپي تي بند 30 لک

ڪيوسڪ جي ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ ٺاهيا ويا آهن، ۽ فري بورڊ تي فٽ رکيو ويو آهي. هتي بند 12 لک ڪيوسڪ جي ٻوڏ واري ليول کي 6 فٽ فري بورڊ ڏئي ٺاهيا ويا آهن. مسس پي ۾ درياهه جي Meandering ڪنٽرول ڪئي وئي آهي، جڏهن ته سنڌو درياهه بندن وچ ۾ ڦري گهري سگهي ٿو. مسسپي درياهه جي بندن جو سيڪشن تمام ويڪرو آهي. سنڌو درياهه جي بندن جو سيڪشن گهٽ ويڪرو آهي. مسسپي ۾ مينهن گهڻا پوڻ ڪري بندن جي سلوپن تي ڇٻر ٿي ڄمي، جنهن ڪري گهارا نٿا پون. هتي مينهن گهٽ پوڻ ڪري ڇٻر نٿي ڄمي، جنهن ڪري گهارا پون ٿا. آمريڪا ۾ بند ٺاهڻ مهل سُٺي مٽي استعمال ڪئي وڃي ٿي، ۽ صحيح Compaction ڪئي وڃي ٿي، جڏهن ته هتي ٻنهي ڳالهين تي ڪو خاص ڌيان نٿو ڏنو وڃي. اتي ڪو بند روڙ پوڙ ڪري نٿو پٽجي، پر هتي ڪنڌ گهٽو ڪري ته روٽيون پوڻ سبب پون ٿا. مسسپي تي بيراج ڪونهن، جڏهن ته سنڌو تي ٽي بيراج آهن گڏوں سکر ۽ ڪوٽڙي. 1927ع کان پوءِ آمريڪي فوج جي ڪور آف انجنيئرز جي نگراني وارن بند ۾ ڪو ڪنڌ نه پيو آهي، پر هتي اسان وٽ ڪنڌ پوندا رهن ٿا. اتي ٻوڏون ڊسمبر ۾ شروع ٿي، جون ۾ ختم ٿين ٿيون. هتي ٻوڏون جولاءِ ۾ شروع ٿي سيپٽمبر ۾ ختم ٿيون ٿين. اتي مکيه مسئلو سيمي جو آهي، جنهن کي ڪاٺ جي تختن ۽ ڳوٽين سان منهن ڏنو ٿو وڃي. هتي مکيه مسئلو روڙ پوڙ آهي، جنهن کي رڳو چوويهه ڪلاڪ نظرداريءَ سان ئي منهن ڏئي سگهجي ٿو. اتي سوراخ ڪرڻ وارن جانورن مثلن ڪوئي ۽ سيهه جو مسئلو ڪونهي. پر اسان وٽ بندن کي ڪوئن ۽ سيهن جو وڏو مسئلو آهي، جنهن ڪري ڪنڌ پون ٿا. مين چينل مان (Dredging) مٽي ڪڍي وڃي ٿي ته جيئن ٻيڙيون ۽ لانچون هلي سگهن. اسان وٽ ڊريجنگ نٿي ڪجي، يعني مٽي نٿي ڪڍي وڃي. هُتي ٻوڏ کي منهن عوام جي تعاون سان ڏجي ٿو. فوج تمام ايمرجنسي ۾ اچي ٿي. پر اسان وٽ آبپاشي کاتو پاڻ ٻوڏ کي منهن ڏئي ٿو فوج ايمرجنسي کان اڳ ٻه گهرائجي ٿي.

هر ڪنهن درياهه جا پنهنجا مسئلا ۽ پنهنجا حل آهن. آمريڪا دنيا جو تمام پئسي وارو مالدار ۽ ترقي يافته ملڪ آهي. جيڪڏهن پئسا هجن ته اسان به درياهه جي meandering ختم ڪري سوڙهو ڪري سگهون ٿا ۽ درياهه کي سڌو ڪري درياهه جي ليول ڪيرائي بندن تان پريشر گهٽائي سگهون ٿا. پر اسان وٽ

مڪيہ مسئلو جنهن ڪري ڪنڌ ڀون ٿا، سو روڻ پوڻ آهي. آمريڪا وارن پنهنجي بند جو سيڪشن وڏو آهي. بند ٺاهڻ لاءِ چونڊيل مٽي استعمال ڪئي آهي ۽ مٽي جي صحيح Compaction ڪئي آهي، جنهن ڪري اُتي روڻ نٿي پوي. اسان ڪي بہ ڪپي تہ اُنهن جي نموني سان بند ٺاهيون. وري جڏهن پئسا ٿيا تہ ٻيا ڪم بہ ڪري سگهبا ۽ ٻوڏن کي آمريڪن حڪمت عملي مطابق منهن ڏئي ملڪ کي ٻوڏن کان بچائي سگهنداسين.

(روزانہ ڪاوش: 10 - جولاءِ 2005ع)

# سنڌ ۾ ٻوڏ کي منهن ڏيڻ جا بندوبست ٿيل آهن؟

مون پنهنجي مضمون، جيڪو ڪاوش ۾ 6 جولاءِ تي ڇپيو، تنهن ۾ ٻڌايو هو ته درياهن ۾ وهڪرا وڌڻ ڪري سنڌ ۾ چوٽيءَ وارو وهڪرو 5 کان ساڍا 5 لک ڪيوسڪ ٿيندو ۽ ڏهين جولاءِ ته گڊو بيراج وٽ پهچندو. اڳڪٿي مطابق اهو وهڪرو 10 جولاءِ تي پهتو ۽ پاڻيءَ جو چوٽيءَ وارو وهڪرو پنج لک پنجيتاليهه هزار ڪيوسڪ ٿيو. هينئر اهو وهڪرو سکر بيراج وٽان پاس ٿي چڪو آهي، ۽ ڪوٽڙي بيراج ڏانهن وڌي رهيو آهي. ڪيترن بندن کي پاڻي لڳي چڪو آهي. ڪچي ۾ ويٺل ماڻهن جا ڪيترا گهر ٻڏي ويا آهن، ۽ اهي متاهين محفوظ هنڌن ڏانهن وڃي ويٺا آهن. اهو ٻڌائيندو هلان ته ڪچي جا ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان درياهه جي ڦرندڙ گهرندڙ علائقي ۾ ويٺا آهن. اهي ٻوڏ اچڻ ڪري رنج ٿيڻ بدران خوش ٿيندا آهن، جو ڪچو ٻڏڻ ڪري فصل سٺا ٿا ٿين ۽ ٻڏيءَ جا بيٺا ٿين ٿا. ٻوڏ اچڻ وقت انهن جا گهر پاڻيءَ هيٺ اچي وڃن ٿا، پر ٻوڏ لهڻ کان پو اهي وري ساڳين هنڌن تي وڃي ويهندا آهن. هنن ماڻهن کي درياهه جي لاٽ ۽ چاڙهه جي اثرن جي ڄاڻ انجنيئرن کان وڌيڪ هوندي آهي.

چوندا آهن ته انجنيئرنگ جي ڄاڻ Common Sense يعني عام ڄاڻ آهي. سنڌ ۾ درياهه جي ليول ٻوڏ واري وقت ۾ پر وارين آبادين، شهرن ۽ ڳوٺن کان مٿي هوندي آهي. جيڪڏهن بچاءَ بند انهيءَ اٿل کي نه روڪين ته شهر ڳوٺ ۽ آباديون ٻڏي وڃن. انهن بچاءَ بندن کي ٻوڏ واري وقت ۾ Intact يا سلامت رکڻو آهي ته جيئن آباديون نه ٻڏن. Flood Flighting دراصل اهي انتظام ۽ بندوبست آهن، جيڪي ان ڪري ڪيا ويندا آهن ته جيئن درياهه جي اٿل کي روڪي سگهجي، بندن کي نقصان نه ٿئي ۽ آباديون نه ٻڏن. ٻوڏن کي منهن ڏيڻ دشمن سان جنگ وڙهڻ جيان آهي. دشمن سان جنگ وڙهڻ ۾ هيٺيان مرحلا ٿين ٿا:

(1) جنگ جي خطري جو احساس: War Threat Perception

(2) جنگ جي تياري: War Preparedness

(3) جنگ ورهڱ جي حڪمت عملي: War Strategy

(4) جنگ وڙهڻ: War Fighting

اچو تہ مٿين مرحلن مطابق ٻوڏن کي منهن ڏيڻ جو تجزيو ڪريون.

1- ٻوڏن جي خطري جو احساس: Flood Threat Perception

سنڌ صوبو سنڌ درياهي نظام جي پڇڙيءَ ۾ آهي. سڀني درياهن جو پاڻي مٺن ڪوٽ تي گڏجي گڊو بيراج وٽ سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو. سنڌ ۾ گهٽي لٽ اچڻ ڪري ۽ درياهہ جي پيٽ ۾ اها لٽ وِهڻ ڪري انهيءَ جو ترو مٿي ٿي ويو آهي ۽ ٻوڏ واري وقت ۾ درياهہ جي پاڻيءَ جي ليول ۾ وارين زمينن جي سطح ڪان مٿي رهي ٿي، جنهن ڪري ملڪ ٻڏڻ جو خطرو رهي ٿو. ٻوڏ وارو پاڻي سمنڊ ۾ ڪرڻ ڪان اڳ سنڌ صوبي مان پاس ٿئي ٿو. وري جيڪڏهن هڪ درياهہ ۾ بہ ٻوڏ آهي تہ سنڌ ۾ اُن جو اثر رهي ٿو. جيستائين سڀني درياهن جو پاڻي لهي نٿو وڃي، سنڌ ۾ ٻوڏ جي صورتحال رهي ٿي. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ ٻوڏن جو چوٽيءَ وارو وهڪرو بہ وڌو ٿئي ٿو ۽ ٻوڏ هلي بہ گهڻو وقت ٿي. اهو بہ خيال ۾ رهي تہ سنڌو پاڻ ٻوڏ پيدا نٿو ڪري، بلڪ ٻين صوبن ۾ آيل يا پيدا ٿيل ٻوڏ کي سنڌ مان پاس ڪري سمنڊ ۾ پهچائي ٿو. معلوم ٿيو تہ سانوڻي جي منڊ ۾ سنڌ کي ٻوڏن جو خطرو رهي ٿو.

(2) ٻوڏن کي منهن ڏيڻ لاءِ تياري: Flood Preparedness

ٻوڏن واري وقت ۾ درياهہ جي اُٿل کي روڪڻ لاءِ سنڌو جي ٻنهي پاسي بند ٺاهيا ويا آهن. هڪڙا آهن، اڳيان بند (Front Bund) ۽ ٻيا آهن پويان بند (Loop Bund) اڳين بندن جي ڪل ڊيگهہ 875 ميل، ۽ پوين بندن جي ڊيگهہ 333 ميل آهي. ڪير ٿر جبلن تان نين ذريعي اينڊڙ پاڻي کي روڪڻ لاءِ بہ سکر بيراج جي ساڄي ڪپ تي بند ٺاهيا ويا آهن، جن کي ايف پي بند چون ٿا، جن جي ڊيگهہ 120 ميل آهي. جن هنڌن تي درياهہ اڳين بند سان لڳو لڳ وهي ٿو ۽ پويان لوپ بند ٺاهڻ لاءِ جاءِ ڪونهي، اُتي پٿر جا اسپر يا گائيڊ بينڪ نموني تي پٿر جي پچنگ ۽ ايپرن ٺاهي وڃي ٿي. اسپر وارو ڪم لاڙڪاڻي ۾ آگاڻي عاقل بند تي ۽ هالا وٽ پاٽوٽ تي ٿيل آهي. جتي تکي هوا هلي ٿي، ۽ چولين جي ڪري بند ڪٽجي ٿو، اُتي پٿر جي پچنگ Toe wall سان ٺاهجي ٿي تہ جيئن چولين ڪري بند نہ ڪاٽجي وڃي. بندن جي ليول ڪڏهن بہ آيل ٻوڏ جي ليول ڪان 6 فٽ مٿي رکي وڃي ٿي تہ جيئن بند مٿان پاڻي نہ وري وڃي. وري جڏهن بہ ٻوڏ جي

ليول پوئين ليول کان وڌي وڃي ٿي تہ بند بہ اوترو مٿي ڪيا وڃن ٿا. جتي بند ڪنهن واهہ يا واٽر ڪورس کي ڪراس ٿو ڪري، اُتي بند سلوس ٺاهيا وڃن ٿا. بند جي مضبوطي انهيءَ ۾ آهي تہ اهو سيڪيل (Wetted) هجي، يعني اُنهيءَ جا تنگ بند هجن. جتي مٽي خراب آهي، اُتي اڳئين بند کي سيڪڻ لاءِ اڳيان Trench Bund ٺاهجي ٿو تہ جيئن انهيءَ ٽرينچ ۾ پاڻي پري اڳئين بند کي سيڪيو وڃي.

3- ٻوڏن کي منهن ڏيڻ جي حڪمت عملي: Flood Fighting Strate-gy

سنڌ ۾ ٻوڏ واري وقت ۾ درياهہ جي ليول ۾ واري زمينن جي ليول کان مٿي رهي ٿي. جيڪڏهن درياهہ جو پاڻي بند کي ڪراس ڪري پڪي علائقي ۾ نڪري ويو تہ پوءِ اُهو وري درياهہ ۾ موٽي نٿو سگهي، ۽ تيستائين پيو وهندو جيستائين درياهہ جو وهڪرو گهٽبو گهٽجي نٿو وڃي، جنهن ڪري تمام گهڻي تباهي اچي ٿي. 1976ع ۾ سکر کان مٿي روهڙي پاسي علي واهڻ وٽ کنڊ پيو هو جنهن جو پاڻي هيٺ ناري ڪينال ۾ بہ ويو ۽ ميرپورخاص تائين پهچڻ جو خطرو هو پر الله بچايو. انهيءَ ڪري حڪمت عملي اها آهي تہ اهڙا اُپاءَ وٺون تہ ڪنهن بہ بند ۾ کنڊ نہ پوي.

4- ٻوڏن کي منهن ڏيڻ:Flood Fighting

اهو ڪم تہ آبپاشي محڪمي جو آهي، پر اڪيلي سر انهن جي وس جي ڳالهہ ناهي. انهيءَ ۾ هو سيني واسطيدارکاتن جي مدد وٺن ٿا. جيئن ڊي سي او زراعت، هيلي ۽ ٻين کاتن جو عملو انهيءَ ڏس ۾ مدد ڪري ٿو- 8 لک ڪيوسڪ کان مٿي پاڻي اچڻ تي فوج جي بہ مدد وٺن ٿا.

ٻوڏن کي منهن ڏيڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ ورتا وڃن ٿا.

(1) ٻهرين بندن جي چڪاس ڪئي وڃي ٿي تہ انهن جي حالت ڪهڙي آهي، ۽ خطرناڪ جاين (Vulnerable Points) جي نشاندهي ڪجي ٿي تہ جيئن انهن تي خاص ڌيان ڏنو وڃي.

(2) ٻوڏن جي باري ۾ اطلاع ڏيڻ لاءِ هڪ مرڪز قائم ڪيو ٿو وڃي، جنهن کي "ٻوڏن وارو مرڪز اطلاعات" چئجي ٿو. انهيءَ جو ڪم لاهور واري سينٽر کان ٻوڏ جي صورتحال جو پتو لڳائڻ ۽ بيراجن تي قائم سينٽرن سان رابطو رکڻ آهي. وڏي ٻوڏ جي صورت ۾ هي مرڪز 24 ڪلاڪ ڪم ڪري ٿو. اهو

مرڪز اهو به ڪاٿو لڳائي ٿو ته سنڌ ۾ چوٽي وارو وهڪرو ڪهڙو ۽ ڪڏهن ايندو ۽ واسطيدار ماڻهن کي ڪهڙ ۾ ڪهڙ هفتو اڳي خبردار ڪرڻ به انهيءَ مرڪز جو ذمو آهي ته هو ماڻهن کي ٻڌائي ته هو هيٺري سطح جي ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهن.

(3) بندن جي 24 ڪلاڪ چوڪسي ڪجي ٿي. انهيءَ لاءِ ڏينهن رات گشت ڪندڙ بيلدار بندن تي هلن ٿا ته جتي به بند کي ڪو خطرو هجي، يا ڏسڻ ۾ خطري واري ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ اچي انهيءَ جو بروقت تدارڪ ڪن. بندن کي هيٺيان خطرا ٿي سگهن ٿا:

. بندن جو اوور ٽاپ ٿيڻ.

. بندن ۾ روڻ پوڻ.

. بلو آئوٽ ٿيڻ.

. چولين ڪري بندن جو ڪاٽڻ: Wave Wash

. درياھ جي ڪاٽ: Erosion

. بندن جو سيمڻ: Seepage

. بندن جو وهڻ: Settlement

. بند سلوس جو فيل ٿيڻ

سنڌ بند مينوئل ۾ مٿين ڳالهين کي منهن ڏيڻ جا تمام ڳهٽا تفصيل ڏنل آهن. مکيه ڳالهه آهي انهن جي وقائتي خبر ۽ ڄاڻ. جيڪڏهن بروقت ڄاڻ پئجي وئي ته سولي نموني ۾ منهن ڏئي سگهبو، پر جيڪڏهن چار، ڇهه ڪلاڪن تائين خبر نه پئي ته ڪنڌ پئجي ويندو، جنهن کي ڪنٽرول ڪرڻ ناممڪن آهي، جيستائين تمام گهٽي لاٽ نه اچي وڃي. پر تيستائين ڪنڌ مان نڪرندڙ پاڻي ملڪ ٻوڙي ڇڏيندو. بندن تي خراب حالت رات جو ٿئي ٿي، جو گشت ڪندڙ بيلدار ننڊ جي اثر ۾ رهي ٿو ۽ رات جو صحيح نموني ۾ سندس نظر به نٿي پئي. انهيءَ ڳالهه جي اهميت ڄاڻائڻ لاءِ بند مينوئل ۾ هي لکيل آهي.

No matter how much money is spent on the strengtening and perfection of bund line, it will still always be at the mercy of a rat, a dark night and a careless patrol beldar.

(توهان بند کي مضبوط ۽ مڪمل ڪرڻ تي ڪيترا به پئسا خرچ ڪيو، پوءِ به اهو ڪئي، اونداهي رات ۽ پوري احتياط سان گشت نه ڪندڙ بيلدار جي

رحم و ڪرم تي هوندو.)

موجوده ٻوڏ ڪا گهٽي وڏي ٻوڏ ڪونهي. گڊو ۽ سکر بيراجن تان پاڻي لهي ويو آهي، الله ڪندو ته ڪجهه ڏينهن ۾ ڪوٽڙي کان لنگهي اها سمنڊ ۾ پوندو پر اڃا ٻوڏ وارو وقت رهيل آهي. اسان وٽ چوڻي ۽ وارا وهڪرا آگسٽ جي مهيني ۾ ايندا آهن. جيڪڏهن جولاءِ جي پڇاڙي ۾ جبلن تي مينهن پيا ته تمام وڏي ٻوڏ اچي سگهي ۽ موجوده ٻوڏ کي اُڙ جو تيلر سمجهڻ کپي. اسان وٽ گهٽو ڪري ته تڏهن اک پٽبي آهي جڏهن پاڻي پلين هيٺان تمام گهٽو لنگهي چڪو هوندو آهي ۽ نقصان ايترو ٿي چڪو هوندو آهي جو ان جو ازالو ڪٽڻ نه مشڪل پر ناممڪن هوندو آهي. هن وقت سخت انتظامن جي ضرورت ٿيندي ته جيئن سنڌ ٻڏڻ کان بچي ۽ سدا شاد ۽ آباد رهي.

(روزانه ڪاوش: 17 - جولاءِ 2005ع)

# سنڌ ۾ امڪاني ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ

# ڪهڙا اُپاءَ وٺجن؟

خبرن مطابق اترين علائقن ۽ سرحد صوبي ۾ مينهن پوڻ ڪري دريائن جا وهڪرا وڌي ويا آهن. جنهن ڪري اتي ٻوڏ جي صورتحال پيدا ٿي وئي آهي. ڪيترا گهر ۽ پليون ڊهي پيون آهن ۽ ڪيترين انساني جانين جو نقصان ٿيو آهي. اريگيشن کاتي جي ڪراچيءَ واري فلڊ وارننگ سينٽر مطابق آچر 6 آگسٽ تي ڪابل درياءَ ۾ وهڪرو هڪ لک 27 هزار ڪيوسڪ، سنڌ ۾ تربيلا وٽ 4 لک 35 هزار ڪيوسڪ، جهلم درياءَ ۾ منگلا ڊيم وٽ 81 هزار ڪيوسڪ، چناب درياءَ ۾ مرالا وٽ هڪ لک 35 هزار ڪيوسڪ، راوي درياءَ ۾ بلوڪي وٽ 40 هزار ڪيوسڪ ۽ ستلج درياءَ ۾ اسلام بيراج تي 18 هزار ڪيوسڪ رهيو. سنڌ ۾ گڊو بيراج وٽ 6 آگسٽ تي پهتل پاڻي 2 لک 82 هزار، سکر بيراج وٽ هڪ لک 89 هزار ۽ ڪوٽڙي بيراج تي 64 هزار ڪيوسڪ آهي. بدين ۽ سنڌ جي هيٺين علائقن ۾ مينهن پوڻ ڪري پاڻيءَ جي گهرج گهٽي گهٽجي وئي آهي. تنهن ڪري واهه ذري گهٽ بند ڪيا ويا آهن ۽ 61 هزار مان 56 هزار ڪيوسڪ پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ڇڏيو وڃي ٿو. جڏهن اهو پاڻي سمنڊ سان ڳنڍبو ته پلو جيڪو پاڻي جي مخالف رخ ۾ هلندو آهي، مٿي چڙهي ايندو ۽ حيدرآباد تائين پلو اچي ويندو. اهو پلو ڪوٽڙي بيراج کان مٿي نٿو چڙهي جو ڪوٽڙي بيراج جي فش ليڊر مان ٻيون مڇيون ته مٿي چڙهن ٿيون، پر پلو نٿو چڙهي. جڏهن ڪوٽڙي ۽ سکر بيراج نه ٺهيا هئا ته چون ٿا ته پلو ملتان تائين مٿي ويندو هو ۽ درياهه جي مخالف رخ ۾ هلڻ ڪري ۽ لٽ مان طاقتور جزا کائڻ ڪري مڇي مست ٿي ويندو هو. هينئر ته جيڪو پلو ملي ٿو، سو سائز ۾ تمام ننڍڙو هجي ٿو.

درياهن جو وڌيڪ پاڻي جڏهن گڊو بيراج وٽ پهچندو ته سنڌ ۾ به ٻوڏ جي صورتحال ٿيندي. آچر 6 هين آگسٽ تي گڊو وٽ پهتل پاڻي ٻه لک 82 هزار ڪيوسڪ رهيو، جيڪو ٻوڏ جي لحاظ کان هيٺين سطح واري ٻوڏ ( Low flood) جي درجه بندي ۾ اچي ٿو. ياد رهي ته انهيءَ درجه بندي مطابق جيڪڏهن گڊو بيراج تي آيل پاڻي ٻن کان ساڍا ٽي لک ٿئي ٿو ته انهيءَ کي هيٺين سطح

واري ٻوڏ ڇٻبو. جيڪڏهن ساڍن ٽن لکن کان پنج لک ٽئي ٿو ته وچئين سطح واري ٻوڏ. جيڪڏهن 5 لکن کان 7 لکن تائين ٽئي ٿو ته اوچي ٻوڏ. جيڪڏهن 7 کان 9 لکن تائين ٽئي ٿو ته تمام اوچي ٻوڏ ۽ جيڪڏهن 9 لکن کان مٿي ٽئي ٿو ته ان کي خطرناڪ ٻوڏ ڇٻبو آهي. اها درجه بندي ٻوڏ مان پيدا ٿيل خطري جي سطح ٻڌائي ٿي. سنڌ ۾ماضيءَ ۾ ڪيترين ٻوڏون آيون. جن ۾ ڪيترين خطرناڪ ٻوڏون به هيون. جيئن سال 1972ع، 1975ع، 1976ع، 1978ع ۽ 1992ع ۾ خطرناڪ ٻوڏون آيون. انهن ۾ سال 1973ع ۾ سکر بيراج کان هيٺ ساڄي ڪپ تي ڪنڊ پيو. جنهن جو پاڻي ذري گهٽ لاڙڪاڻي تائين پهتو. وري سال 1976ع ۾ سکر بيراج کان مٿي ڪابي پاسي علي واهڻ وٽ ڪنڊ پيو. جنهن جي ڪري تمام گهڻو نقصان ٿيو ۽ پاڻي ذري گهٽ منڊ جمڙائو تائين پهتو.

## ٻوڏن جي لحاظ کان سنڌ صوبي جي خصوصيت

سنڌ صوبو سنڌ طاس آبپاشي نظام جي پڇڙي تي آهي. ٻوڏ ۾ سيني مٿين صوبن جي درياهن جو پاڻي سنڌ صوبي مان لنگهي سمنڊ ۾ وڃي ٿو. يعني سنڌ صوبو پاڻ ٻوڏ پيدا نٿو ڪري. بلڪ ٻين صوبن جي ٻوڏ سمنڊ ۾ پاس ڪرڻ جي ڊيوٽي ڏئي ٿو. جيڪڏهن سرحد صوبي ۾ ٻوڏ ختم ٿي وڃي ٿي، پر پنجاب ۾ ٻوڏ آهي، يا جيڪڏهن ڪن درياهن ۾ ٻوڏ ختم ٿي وڃي ٿي، پر هڪڙي به درياهه ۾ ٻوڏ رهي ٿي ته سنڌ ۾ ٻوڏ رهندي. ڇاڪاڻ ته جيستائين سيني صوبن ۾ ٻوڏ ختم نٿي ٿئي، سنڌ ۾ ٻوڏ جو خطرو رهي ٿو. وري سيني درياهن جو پاڻي گڏجي سنڌ مان پاس ٿئي ٿو تنهن ڪري هڪڙو ته سنڌ مان چوٽي وارا وهڪرا لنگهن ٿا، ۽ ٻيو ته ٻين صوبن جي پيٽ ۾ ٻوڏ تمام گهڻو وقت هلي ٿي. انهيءَ جي پيٽ هڪ غريب ماڻهوءَ جي جهوپڙيءَ سان ڪري سگهجي ٿي. جيڪا مينهن بند ٿيڻ کان پوءِ به ٽمندي رهي ٿي. ٻين صوبن ۾ درياهه ماڙين ۾ وهن ٿا. سنڌ ۾ سنڌو مٿاهينءَ تي وهي ٿو. جنهن کي انگريزيءَ ۾ (Ridge) چئجي ٿو. يعني ٻين صوبن ۾ آباد زمينن جي ليول درياهه جي ليول کان مٿي آهي. ٻوڏ ۾ درياهه جو پاڻي اٿل ڪري ڪجهه زمينون ٻوڙي ٿو پر درياهه لهڻ کان پوءِ اهو اٿليل پاڻي وري درياهه ۾ موٽي اچي ٿو. سنڌ ۾ آباد زمينن جي ليول ٻوڏ واري وقت ۾ درياهه جي ليول کان هيٺ آهي. جيڪڏهن درياهه جي اٿل ڪري ڪٿي ڪنهن بند ۾ ڪنڊ پوي ٿو ته اهو پاڻي ٻين صوبن وانگر درياهه ۾ موٽڻ بدران ملڪ ٻوڙيندو

هيٺ وهندو ويندو ۽ درياهه ۾ موٽي اچي نه سگهندو تنهن ڪري اسان سنڌ ۾ درياهه جي بند ۾ ڪنڌ پوڻ برداشت نٿا ڪري سگهون.

## بندن ٺاهڻ جي ٿيوري

مٿي ٻڌائي آيا آهيون ته سنڌ ۾ ٻوڏ واري وقت ۾ درياهه جي ليول آباد زمينن کان مٿي ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن ڪجهه نه ڪيو وڃي ته ٻوڏ واري وقت ۾ سڄي سنڌ پاڻي هيٺ اچي وڃي. انهيءَ صورتحال کان بچڻ لاءِ درياهه جي ٻنهي پاسي مٽيءَ جا بند ٺاهيا ويا آهن، جن جو ڪم ٻوڏ واري وقت ۾ درياهه جي اٿل کي روڪي ملڪ کي ٻڏڻ کان بچائڻ آهي. سنڌ ۾ انهيءَ مقصد لاءِ اٽڪل 872 ميل ڊگها سامهون وارا (فرنٽ لائين بند) ٺاهي ٻنهي پاسي ڪشمور کان سمنڊ تائين ٺاهيا ويا آهن، جن هنڌن تي زمينون مٿي آهن. يا جابلو علائقو آهي جيئن سيوهڻ کان هيٺ ڪوٽڙي تائين سنڌو جي سڄي پاسي. اتي پاڻي جي ٻوڙڻ جو سوال ئي ناهي ته اتي بند نه ٺاهيا ويا آهن. وري بند مٽيءَ جا ٺاهيا ويا آهن ۽ سنڌو بادشاهه پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجو رستو ڦيرائيندو رهي ٿو ۽ مٽيءَ جي ٺهيل بندن جي پائڻ جو خطرو ٿي وڃي ٿو. جنهن ڪري سامهون وارن بندن تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي. اتي پويان بند (لوپ بند) ٺاهيا ويا آهن. اصول اهو رکيو ويو آهي ته جتي درياهه جو مکيه واهڙ main current بند جي ٽي هزار فوٽ ويجهو اچي وڃي. اتي پويون بند ٺاهڻ کپي. وري ڪن هنڌ تي پويون بند ٺاهڻ جي جاءِ ناهي، ڇاڪاڻ جو پويان ڪو وڏو شهر آهي، ڪا ريلوي لائن يا مکيه روڊ آهي ته اتي درياهه جي وڏي اڇڻ کي روڪڻ لاءِ پٿرن جو اسپر يا بيراج تي ٺهندڙ گائيڊ بينڪ واري نموني جي استون پچنگ ۽ ايپرن ٺاهجي ٿو. جن هنڌن تي هوا تمام گهڻي لڳي ٿي ۽ هوا جي پيدا اڪيل ڇولين waves ڪري بند ڪاٽڻ جو خطرو هجي ٿو اتي استون پچنگ يعني پٿرن جي مهاڙي ٺاهجي ٿي.

## آبپاشي کاتي جو رول

ٻوڏن کي منهن ڏيڻ جي ذميداري سنڌ جي آبپاشيءَ جي کاتي جي آهي. انهن جو اهو ڪم آهي ته ٻوڏ کان بچاءَ واري نظام کي صحيح سلامت رکن. يعني 872 ميل ٺهيل بند ٺيڪ رهن. ڪاٽ وارن هنڌن يعني اسپر ۽ پچنگ کي نقصان نه

ٽئي، 322 ميل ٿهيل لوپ بند اڳيان بند ٽٽڻ جي صورت ۾ ٻوڏ کي منهن ڏيڻ کان بچائڻ ۾ رول ادا ڪرڻ سان گڏ سموري سنڌ وارن جي مدد جي ضرورت آهي. بيلي کاتي کان انهن کي پنجن منا ۽ ٻيو ڪاٽ ڪپي، زرعي کاتي کان انهن کي ڊوزر ڪپن، مالي کاتي کان ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ پئسا ڪپن، پوليس کان بند تي امن امان ڪپي ته جيئن آبپاشي جو عملو ڏينهن رات ڊيوٽي ڏئي سگهن ۽ زميندارن کان ڇيڙ ڪپي ته ماڻهو نه ملڻ جي صورت ۾ اهي بند تي ڊيوٽي ڏيئي سگهن.

(روزانه ڪاوش: 7 آگسٽ 2006ع)

# ٻوڏ سنڌ مان ڪيئن ٽپي گذري؟

هڪڙو جهور پوڙهو لٺ هٿ ۾ ڪٽي هوريان هوريان پٽي هليو سندس ڪنڌ هيٺ جهڪيل ۽ چيلهه ڇپي ٽيل هئي. ائين پئي لڳو ته ڄڻ ڪا وڃايل شيءِ پيو ڳولهي. هڪڙي نوجوان مسخري ڪندي پڇيو ته "پوڙها ڇا پيو ڳولهين؟" پوڙهي ڪنڌ مٿي ڪٽي وراڻيو "ابا! پنهنجي وڃايل جواني پيو ڳولهيان."

سنڌ آبپاشيءَ جي بندن تي ڊيوٽي ڏيندڙ بيلدارن جي حالت به انهيءَ پوڙهي وانگر آهي، جيڪو لٺ هٿ ۾ ڪٽي ڏينهن رات ڪا شيءِ ڳولهيندو نظر اچي ٿو پر پنهنجي جواني ڳولهڻ بدران هو بند ڪي ٻوڏ جي پاڻيءَ ڪري ٿيل ڪنهن خرابي يا نقصان کي ٿا ڳولهين، جنهن جي وقتائتي خبر پوڻ تي انهيءَ خرابيءَ کي يڪدم ٺيڪ ڪري سگهجي ٿو ته جيڪڏهن انهيءَ جي وقت تي خبر نه پئي ته اتان ڪنڌ پئجي ويندو ۽ وڏو نقصان ٿيندو.

انگريزيءَ ۾ چوندا آهن ته:

A Stitch in time, savas nine

سنڌ ۾ ٻوڏ جو پاڻي سرحد صوبي مان نڪري پنجاب مان لنگهي اچي ٿو پنجاب صوبي ۾ درياءَ ماٿري ۾ وهن ٿا، يعني زمينون درياءَ کان مٿيرون ۽ چاڙهه تي آهن. ٻوڏ واري وقت ۾ درياءَ چاڙهي تي اٿل ڪري اتي آباد ٿيل زمينن کي ٻوڙي ٿو. پر ٻوڏ لهڻ کان پوءِ اهو پاڻي بيهي نٿو رهي، بلڪ واپس درياءَ ۾ موٽ ڪائي ٿو جنهنڪري فيصلن جو بچاءُ ٿي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري اتي ٺهيل بيراجن ۾ "ڪنڌ وارا هنڌ" (Breaching Section) ٺهيل هوندا آهن. يعني جڏهن ٻوڏ بيراج جي ڊيزائن واري گنجائش کان مٿي مقدار جي اچي ٿي ته ڊيزائن کان مٿي واري مقدار کي بيراج جي مٿين ۾ ٺهيل بند مان هٽرادو ڪنڌ ڏئي، اهو پاڻي بيراج جي پاسي کان پاس ڪري وري درياءَ ۾ وجهي ڇڏجي ٿو. ان جي ابتڙ سنڌ ۾ درياءَ بادشاهه ٻوڏ واري وقت مٿانهين تي وهي ٿو يعني درياءَ جي ليول پر واري زمينن ۽ آباد ڳوٺن ۽ شهرن کان مٿي ٿئي ٿي، جنهن جي اٿل ڪري، اهي آباديون، ڳوٺ ۽ شهر ٻڏي سگهن ٿا ۽ اهو اٿليل پاڻي درياءَ ۾ موٽ نٿو ڪائي سگهي،

جنهنڪري سنڌ ۾ درياءَ جي اٿل سبب گهڻو نقصان ٿي سگهي ٿو. درياءَ جي انهيءَ اٿل کي روڪڻ لاءِ بند ٺاهيا ويا آهن ته جيئن درياءَ جو پاڻي آبادين ۽ ڳوٺن کي نقصان نه پهچائي. پر بند مٽيءَ جا ٺهيل آهن، جن کي درياءَ جو مکيه وهڪرو (Main Current) پائي سگهي ٿو. جتي درياءَ بند جي ويجهو وهي ٿو، اتي درياءَ جي کاڌ کي روڪڻ لاءِ يا ته پويان بند (Loop bund) ٺاهيا ويا آهن يا پٿر جا اسپر پچنگ ۽ ايپرن ٺاهيا وڃن ٿا. وري جتي هوا جي ڇولين ڪري مٽيءَ جو بند کاڄڻ جو خطرو هوندو آهي، اتي پٿر جي پچنگ ٺاهي وڃي ٿي. ٻوڏ کي منهن ڏيڻ وارن انهن ڪمن کي "ٻوڏ کان بچاءَ وارا ڪم" يعني (Flood Protection Works) چئجي ٿو. سنڌ ۾ درياءَ جي ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ اٽڪل 872 ميل اڳيان بند ۽ 333 ميل پويان بند آهن. وري کير ٿر جبلن کان لهندڙ پاڻيءَ کي آباديون ٻوڙڻ کان بچائڻ لاءِ 120 ميل ڊگها بند ٺاهيا ويا آهن. جن کي ايف بي بند چئجي ٿو. درياءَ جي کاڌ کي روڪڻ لاءِ پٿر جا اسپر ۽ پچنگ سکر ويجهو رکن وٽ، گهوٽڪي ويجهو قادرپور لاڙڪاڻي ويجهو آگاني عاقل ۽ موئن جي دڙي وٽ، دادو ويجهو دادو مورو پل ۽ هالا وٽ ٺاهيا ويا آهن. هوا جي ڇوليون واري کاڌ لاءِ ڪيترن هنڌن تي پٿر جي پچنگ ٺاهي وئي آهي.

ٻوڏ کي منهن ڏيڻ جو مطلب اهو آهي ته "ٻوڏ کان بچاءَ وارا ڪم" صحيح سلامت رهڻ ۽ ڪنڊ نه پوي، آبپاشي کاتي کي انهيءَ لاءِ مناسب منصوبه بندي ۽ ويڙهه ڪرڻي پوي ٿي. جيڪڏهن هو پنهنجي ڊيوٽي ۾ ڪامياب ٿيا ته ملڪ ٻڏڻ کان بچي ويندو. انهن جي منصوبه بندي ۽ ويڙهه تي ڳالهه ڪرڻ کان اڳي اچو ته انهن شين جو ذڪر ڪريون، جن جي واقع ٿيڻ سان بند کي نقصان ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ۾ پهريون "اوور ٽاپنگ" يعني ٻوڏ جي پاڻيءَ جو بند مٿان ورڻ آهي. بند اهڙي طرح ٺاهيا ويا آهن ته جيئن بند جي سطح يعني ٽاپ ڪنهن به آيل ٻوڏ واري سطح کان 6 فوٽ مٿي هجي. جيڪڏهن ڪنهن سال ٻوڏ اچڻ ڪري ٻوڏ واري سطح اڳ ۾ آيل سطح کان مٿي ٿي اچي ته بندن کي ايترو مٿي ڪرڻو پوي ٿو ته جيئن (Free board) 6 فوٽ ٿي. هر ٻوڏ واري مند ۾ اهو ڏسڻو پوندو آهي ته اهو فري بورڊ ڪٿي به 6 فوٽن کان گهٽ نه ٿئي. ٻيو سبب "روڻ" (Leak) آهي. درياءَ جو پاڻي بند کي لڳي ۽ ليول مٿي چڙهي ٿي ته اهو پاڻي بند ۾ ٽيل ڪنهن ڪمزوريءَ جي ڪري بند جي ٻئي پاسي نڪري اچي ٿو ۽ پاڻ سان گڏ بند جي

مٽي بہ ڪنيو ٿو اچي. جيڪڏهن اها "روڻ" وقت سر ملي وئي تہ اڳيان مهاڙي ٻڌي سولائيءَ سان ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿي، پر جيڪڏهن اها چار ڇهہ ڪلاڪ بنا ڪنهن وٿي وهندي رهي ٿي تہ ڪنڌ پٺجي وڃي ٿو ۽ هلندڙ ٻوڏ ۾ جيستائين پاڻي صفا نہ گهٽجي وڃي. ڪنڌ بند ڪرڻ ناممڪن آهي. انهيءَ روڻ جو سبب ڪنهن ڪئي جو ٻر، ڪنهن سهي جو ٺاهيل سوراخ يا گرميءَ سبب بند جي مٽيءَ جو ڦُندڻ ۽ سسڻ بہ روڻ جو سبب ٿي سگهي ٿو. ٽيون سبب "بلو آئوٽ" ٿئي ٿو. بند جي هيٺان جيڪڏهن واري هجي تہ انهيءَ مان ٻوڏ جو پاڻي ڇٽي پاسي ڦڙڪا ڏيئي نڪري اچي ٿو تہ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ جڏهن تمام گهڻو پريشر پيدا ٿئي ٿو تہ بند ٺڪاءُ ڏيئي ڪري پوي ٿو. انهن جاين جي اڳ ئي خبر آهي، جن تي پاڻيءَ جي سطح هڪ جهڙي ڪرڻ لاءِ منگليون ٺاهيون ويون آهن. ٻوڏ واري وقت ۾ انهن تي ڌيان جي ضرورت ٿئي ٿي. چوٿون سبب Wave Wash آهي، جنهن لاءِ پٿر جي پچنگ ٺاهي وئي آهي. ٻوڏ واري وقت ۾ ڏسڻو آهي تہ اها بيٺي هجي ۽ ڪري نہ، جن هنڌن تي پٿر جي پچنگ ٺهيل ناهي ۽ هوا جي ڪري ڇوليون پيدا ٿين ٿيون ۽ اتي بند جي مٽيءَ کي ڪاٽن ٿيون، اتي ڪاٺين جون مهاڙيون ٺاهيون وڃن ٿيون. يا واريءَ جون ڳوٿيون ڀري رکيون وڃن ٿيون. پنجون سبب درياءَ جي ڪاڙ آهي، جنهن لاءِ پٿر جا اسپر ۽ گائيڊ بينڪ نموني واري پچنگ ۽ ايپرن ٺاهجي ٿي. ٻوڏ واري وقت ۾ جيڪڏهن پٿر هيٺ رڙهي ٿو تہ وقت بوقت ان جو پورائو ڪرڻو آهي تہ جيئن هو وڌيڪ نہ ڪري، هي ڪجهہ مکيہ سبب آهن. انهن کان علاوہ بہ ٻيا سبب ٿي سگهن ٿا. جن کان آبپاشي کاتي وارا بيلدار ۽ داروغا خوب واقف آهن ۽ انهن کي منهن ڏيڻ وارا طريقا بہ انهن کي چڱي طرح اچن ٿا.

ٻوڏ اچڻ کان اڳ ۾ آبپاشي کاتي وارا فوج جي انجنيئرن سان گڏ بندن جي شروعاتي ڇڪاس ڪندا آهن تہ جيئن انهن جي حالت جو اندازو هڻي خامين کي دوست ڪري سگهجي. هن سال ريڪي ڪان پوءِ هنن 148 حساس جاين (Vulner-able Points) جي نشاندهي ڪئي، جن مان 114 سنڌوءَ تي ۽ 34 ايف پي بند تي هيون، انهن جاين تي خاص ڌيان ڏيڻ جي گهرج آهي، انهيءَ ڪان پوءِ هنن چيف سيڪريٽري سنڌ وٽ هڪ وڏي گڏجاڻي ڪئي، جنهن ۾ انهن ڪاتن جا ماڻهو بہ هئا، جن جي مدد آبپاشي ڪاتي کي گهرجي. مثال طور هيلو ڪاتي، زراعت ڪاتو وغيرہ. فوج وارا بہ ان ۾ گهرايا ويا تہ جيڪڏهن ڪا ايمرجنسي واري

صورتحال ٺٺي تہ انهن کي مدد لاءِ گهرائي سگهجي. ٻوڏ جي صورتحال وٺڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ "ٻوڏ جي خبرداري وارو مرڪز" يعني Flood Warning Centre قائم ڪيو ويو. جيڪو مٿين درياهن جي ڇهن ڇهن ڪلاڪن جي صورتحال جي خبر وٺي سيني واسطي دارن کي آگاهہ ڪري ٿو. اتي وائرليس سيٽ بہ هنيو ويو. ٻوڏ سان ويڙهہ دشمن سان ويڙهہ وانگر آهي، جنهن لاءِ ماڻهو ۽ سامان کپي. بندن تي مختلف گهرجن لاءِ ڪيترين شين جو بندوبست ڪيو ويو. جنهن کي آبڪلاٽي مٽيريل چئجي ٿو. جيئن ڪاٺ، ٻتيون، ڳوٿيون، پاڻ وغيره. جانچ رکڻ لاءِ وائرليس جي موبائل سيٽن جو بہ بندوبست ڪيو ويو. چڪاس ۽ پيٽرولنگ لاءِ آبڪلاٽي بيلدار بہ رکيا ويا. انهن جي سخت چڪاس لاءِ هر سطح جا سرڪاري ڪامورا بندن تي ڊيوٽي ڏين ٿا. يعني داروغي ڪان وٺي چيف انجنيئر تائين. سيڪريٽري آبپاشي هينئر سکر ۾ ڪيمپ ڪري مختلف بندوبستن جو جائزو وٺي رهيو آهي ۽ وقت بوقت بنا پروگرام جي بندن جو معائنو ڪري رهيو آهي.

ڪاوش ۾ منهنجو مضمون جيڪو 7 آگسٽ تي ڇپيو هو. تنهن ۾ مون ٻڌايو هو تہ گڊو بيراج تي اٽڪل 6 لک ڪيوسڪ پاڻي 12 آگسٽ تائين ايندو. جيڪو وڏي ٻوڏ جي حد ۾ اچي ٿو. 14 آگسٽ واري ڏيتا مطابق صبح گڊو بئراج تي آيل پاڻي پنج لک 96 هزار ڪيوسڪ آهي، جيڪو هن مند جو چوٽي وارو وهڪرو آهي. 13 آگسٽ تي اهو گهٽجي 5 لک 74 هزار ٿي ويو. ياد رهي تہ 1976ع ۾ گڊو بيراج وٽان 12 لک ڪيوسڪ پاڻي پاس ٿي چڪو آهي، ۽ هن سال اتي پاڻي انهيءَ جو اڌ آهي، سکر بيراج تي 16 آگسٽ تي ڪوٽڙي بيراج تي وڌ ۾ وڌ 4 لک ڪيوسڪ پاڻي پهچندو. ياد رهي تہ سکر بيراج تي 1976ع ۾ 12 لک ۽ ڪوٽڙي بيراج تي 1956 ۾ 9 لک 81 ڪيوسڪ پاڻي پاس ٿي چڪو آهي.

جيتوڻيڪ هن سال ٻوڏ جو چوٽي وارو وهڪرو گهٽو ناهي ۽ آبپاشي کاتي وارا ٻوڏ کي منهن ڏيڻ لاءِ پوري جاکوڙ ڪري رهيا آهن. الله تعاليٰ جي فضل ۽ انهيءَ جاکوڙ جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ خير ٿيندو پر تنهن هوندي بہ آبپاشي کاتي جي بندن جي بائبل، جنهن کي "بند مينيوئل" چون ٿا ۽ جنهن ۾ بندن جي باري ۾ مڪمل معلومات ڏنل آهي. ان جي هيٺين چوٽي ياد رکڻ کپي تہ:

No Matter how much money is spent on the strengthening and perfection of bund line, it will always be at the mercy of rat, a dark night and a careless patrol beldar.

(توهان بند کي مضبوط ۽ مڪمل ڪرڻ تي ڪيترا به پئسا خرچ ڪيو پر پوءِ به اهو بند ڪُئي، اونداهي رات ۽ پوري احتياط سان گشت نه ڪندڙ بيلدار جي رحم و ڪرم تي هجي ٿو).

جيڪڏهن گشت ڪندڙ بيلدار کان آفيسر پاڻ گشت ڪري صحيح ڊيوٽي وٺن ته پوڙهي واري جواني ته موٽي نه ايندي، پر سنڌوءَ واسين کي ٻوڏ جي خطرن کان نجات ملي ويندي.

(روزانه ڪاوش: 16 آگسٽ 2006ع)

# ڪيرٿر جبلن واري ٻوڏ کي

## ڪيئن روڪجي؟

27 ۽ 28 جون وارين طوفاني برساتن بلوچستان ۾ وڏي تباهي آندي. انهن برساتن جو ڪيرٿر جبلن تي پيل پاڻي نين ذريعي هيٺ وهي آيو. انهن نين جو تيز ۽ تکو وهڪرو 29 جون تي سنڌ جي ايف پي بند کي لڳو. جنهن ڪري قبو سعيد خان سامهون اهو پاڻي ايف پي بند مٿان وري ويو. يعني ايف پي بند آوور ٽاپ ٿيو. پاڻي بند مٿان ورڻ ڪري، ايف پي بند کي ٽن هنڌن يعني آر ڊي 179، 180 ۽ 184 تي گهارا پئجي ويا. ڇوٿون گهارو شهدادڪوٽ شهر سامهون آر ڊي 230 تي پيو. جنهنڪري نئين جوڙيل قمبر شهداد ڪوٽ ضلعي جي ٻنهي شهرن شهدادڪوٽ ۽ قمبر کي ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو. اهي ٻئي شهر ٻڏڻ کان بچي ويا. پر پاڻي ٻوڙ ٻوڙان ڪندو وارهه شهر کان هيٺ مين نارا ريلي ڊرين (M.N.V) جي منهن تائين پهتو ۽ انهيءَ کي ٽوڙي، جو هي شهر ڏانهن وڌڻ لڳو. ٻئي پاسي اهو پاڻي خيرپور ناٿن شاهه ۽ هيٺ اڳتي وڌي رهيو آهي. اهو پاڻي رستي تي ننڍا وڏا ڳوٺ ٻوڙيندو ٻڇاڙيءَ ۾ منڇر ڍنڍ ۾ پوندو جتان اهو درياهه ۾ ڪري، سمنڊ ڏي هليو ويندو.

انهيءَ وهڪري، جيڪا تباهي آندي آهي، تنهن سان اخبارون ڀريون پيون آهن. ماڻهو پنهنجون جانيون بچائي، گهر ٻار ڇڏي، بندن تي چڙهي ويٺا آهن. جتي نه کاڌي خوراڪ جو بندوبست آهي. نه پيئڻ لاءِ صاف پاڻي. برساتن وارو پاڻي پيئڻ ڪري گيسٽرو پيٽ ۽ چمڙيءَ جي بيمارين منهن ڪڍيو آهي. سڄو ڏينهن ڪليل آسمان هيٺ ويهڻ يقينن سخت تڪليف ڏيندڙ آهي. شاباس هجي سنڌ جي چيف منسٽر ارباب غلام رحيم کي، جنهن ڪراچي وارو ٿڌو چيف منسٽر هائوس ڇڏي، ڪيترا ڏينهن قمبر. شهداد ڪوٽ ۽ دادو ۾ ڪيمپ هڻي، ماڻهن جو حال احوال ورتو ۽ جيڪو ممڪن ٿي سگهيو، انهن جي مدد ڪئي، پر تباهي ايتري تڪڙي ۽ گهڻي هئي، جو جيستائين مدد پهچي، تيستائين ماڻهن جا لاهه نڪري ويا. ٻئي پاسي سيڪريٽري آبپاشي ۽ ان جو عملو گرميءَ ۽ بوسٽ ۾ سڄو ڏينهن اهو ڏسڻ لاءِ پيا هلن ته ڪيئن ٻوڏ جي پاڻيءَ کي صحيح رستو

ڏين ته جيئن ماڻهن ۽ جڙيل آبپاشي نظام کي گهٽ ۾ گهٽ نقصان پهچي. جيستائين اهو پاڻي منڇر ۾ پهچي، اهي ڪوششون جاري رهنديون.

سوال ٿو اٿي ته اها تباهي ڇو آئي، انهيءَ لاءِ ڪير جوابدار آهي ۽ اڳتي انهيءَ کان ڪيئن بچجي، اچو ته ان جو تفصيلي جائزو وٺون.

## (1) اها تباهي ڇو آئي؟

دراصل سنڌ ۾ ٻن ذريعن کان ٻوڏ اچي ٿي. هڪڙو سنڌو درياهه وسيلي، جڏهن سانوڻيءَ جي مُند ۾ جبلن تي مينهن پوڻ ڪري وهڪرا وڌي وڃن ٿا ۽ درياهه اٿلي پوي ٿو. درياهه جي اُٿل کي روڪڻ لاءِ سنڌ ۾ سنڌو درياهه جي ٻنهي پاسي بند ٻڌا ويا آهن. انهن ۾ حڪمت عملي اها رکي وئي آهي ته درياهه کي وهڻ جو رستو ڏئي، بند ٺاهيا وڃن. اهي ايترو مٿي هجن، جو ٻوڏ اچڻ ڪري اوور ٽاپ نه ٿين ۽ ٽاپ تي وري ايترا ويڪرا هجن، جيئن معائني واريون به گاڏيون آمهون سامهون لنگهي سگهن. انهيءَ ڪري بند جي ٽاپ 20 فوٽ ويڪري رکي وئي آهي ۽ اها ڪڏهن به آيل ٻوڏ جي ليول کان 6 فوٽ مٿي رکي وڃي ٿي، يعني فري بورڊ 6 فوٽ آهي. ٻيو ذريعو کيرٿر جبلن تي پوندڙ برسات آهي، جنهن ڪري نيون چست ٿي وڃن ٿيون. تنهنڪري سکر بيراج جي ساڄي ڪپ وارين ايراضين کي ٻڏڻ جو خطرو ٿي وڃي ٿو جيڪي قمبر . شهدادڪوٽ ۽ دادو ضلعن ۾ اچن ٿيون. مشهور نيون جيڪي کيرٿر جبلن تان لهندڙ پاڻي آڻين ٿيون، سي آهن: ڏرب، ڪانجي، مزاراڻي، گرالا، ٻوڙي، گهارا، سالارو ڪرب ۽ جڳ مشهور گاج. سکر بيراج جي ساڄي ڪپ وارين ايراضين کي انهن نين جي پاڻيءَ جي نقصان کان بچائڻ لاءِ انگريزن سکر بيراج واري منصوبي تحت هڪ بچاءَ بند ٺاهيو جنهن جو نالو آهي ايف پي بند Flood Protecton Bund اهو بچاءُ بند بلوچستان صوبي کان وٺي گاج نئن تائين جبلن تان لهندڙ پاڻيءَ کي روڪي، آباديون ٻڏڻ کان بچائي ٿو ۽ اهو پاڻي گڏ ڪري، منڇر ڍنڍ تائين پهچائي ٿو. اتان سنڌو درياهه ۾ پئي، اهو سمنڊ ۾ وڃي ڪري ٿو. وچ ۾ غيبي ديري ڀرسان بند سان لڳ حمل ڍنڍ ۾ پاڻي اچي گڏجي ٿو. جنهن جي نيڪال لاءِ مين نارا ويلي ڊرين ٺاهي وئي آهي، جيڪا اهو پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ وجهي ٿي.

انگريزن جي زماني ۾ ايف پي بند جي ٽاپ 12 فوٽ ويڪري هئي ۽ فري بورڊ 4 فوٽ هو. انهيءَ بند سکر بيراج جي ساڄي ڪپ وارين ايراضين کي

تمام گهٽو فائدو ڏنو. پر جبلن تي پوندڙ مينهن ڪنهن خاص نموني نٿا پون. ڪيترا سال مينهن نٿا پون. وري اوچتو هڪڙي سال ايترا پون ٿا، جو پويان ريڪارڊ ٽوڙي ٿا ڇڏن. جنهنڪري ڪيترن سالن جا اڻ سيڪيل بند يا ته پاڻيءَ جي دٻ جهلي نٿا سگهن ۽ ٽٽي پون ٿا يا ڪڏهن وري اوور ٽاپ ٿيو وڃن، يعني پاڻي مٿن وري وڃي ٿو. 1976ع ۾ تمام گهٽا مينهن پيا، جنهن ڪري گاج ڊائورشن بند ٽٽي پيو ۽ ايف . پي بند تي 30 ڪان مٿي ڪنڊ پيا. 1976ع جي تجربي جي بنياد تي هن بند جون Specification سڌاريون ويون. بند جي ٽاپ تي ويڪر 12 فوٽن مان وڌائي 20 فوٽ ڪئي وئي ۽ فري بورڊ 4 فوٽن مان وڌائي، 6 فوٽ ڪيو ويو. هن بند جي ڪل ڊيگهه هاڻي 120 ميل آهي. 1995ع ۾ وري تمام گهٽا مينهن پيا. گاج نئن وارو پاڻي وراڻيندڙ بند وري ٽٽو ۽ ايف پي بند ۾ 34 ڪنڊ پيا. هن سال به اوچتا تمام گهٽا مينهن پيا. پهرين جوهي پرسان هڪ روڻ پئي. آبپاشي کاتي وارا چوڪس هئا. اها روڻ وقت سر معلوم ٿي وئي ۽ ڪنٽرول ڪئي وئي. وري اوچتو بلوچستان واري علائقي ۾ جبلن تي پيل پاڻي تمام تکو ۽ تيز هن بند ڪي لڳو. اهو پاڻي ايترو وڏيڪ هو. جو آبپاشي کاتي جي آفيسرن مطابق بند کي اوور ٽاپ ڪري ويو، يعني پاڻي بند مٿان وري ويو ۽ تنهن بند کي ٽوڙي ڇڏيو. جڏهن پاڻي بند مٿان وري ويو ته اهو لهواري پاسي وڃڻو هو. جو زمين جو سلوپ منڇر ڏانهن ٿو لهي. انهيءَ پاڻيءَ جو بند واري پاسي موٽڻ ممڪن ناهي، جو بند پر واري آباد زمينن کان مٿانهين تي آهي. تنهن ڪري قبو سعيد خان کان منڇر تائين ايف پي بند سان لڳو لڳ انهيءَ پاڻيءَ وڏي تباهي آندي.

## (2) انهيءَ تباهيءَ لاءِ ڪير جوابدار آهي؟

بچاءَ بند کي سنڀالڻ آبپاشي کاتي جي جوابداري آهي، کاتي وارا ٻوڏ جي مند کان اڳ ئي تياري شروع ڪري ڏيندا آهن. هنن کي انهيءَ ڏس ۾ ٻين کاتن جي مدد به ڪپندي آهي. مثلن زراعت کاتي کان بلڊوزر ڪپن، ٻيلي کاتي کان بليون، پنجر ۽ ٻيو ڪاٺ ڪپي. پوليس کان امن امان لاءِ مدد ڪپي، وغيره. انهيءَ لاءِ سنڌ جي سڀني کان وڏي اعليٰ عملدار يعني چيف سيڪريٽري وٽ گڏجاڻي ڪوٺائي، سڀني واسطيدار ماڻهن ۽ کاتن کي گهرائي، مدد لاءِ چيو ويندو آهي، پوءِ هوريان هوريان مٽيريل ۽ ماڻهو رکيا ويندا آهن ۽ بند تي گشت ڪيا آهن.

انهن گشتن دوران ٿي هنن جوهي ويجهو روڻ پڪڙي، جنهن کي ڪنٽرول ڪيو ويو. جيڪڏهن اها روڻ وقتائتي نه ڏٺي وڃي ها ته اتان ڪنڊ پئجي سگهي ها. قبو سعيد خان سامهون به بند تي ماڻهو هئا. گشت هلي پيو، پر چون ٿا ته اتي برسات جو تڪو ۽ تيز پاڻي بند مٿان وري ويو. يعني پاڻي 6 فوٽ واري فري بورڊ کان گهٽو مٿي هو. يعني جنهن عمق کي منهن ڏيڻ لاءِ بند ٺهيل هو. انهيءَ کان مٿي پاڻي اچي ويو. انهيءَ حالت ۾ گشت ڪندڙ عملو ڇا ٿي ڪري سگهيو ۽ انهيءَ لاءِ ڪيئن جوابدار ٿي سگهي ٿو. ها، اهو خاطريءَ سان پتو لڳائڻو پوندو ته سچ پچ بند مٿان پاڻي وري ويو هو يا نه. جيڪڏهن ائين ٿيو آهي ته انهيءَ کي هڪ آسماني آفت چئي سگهجي ٿو، جنهن لاءِ ڪير به جوابدار ڪونهي. ڀلا 8 آڪٽوبر 2005 ۾ زلزلو آيو، جنهن وڏي تباهي آندي، جو اجا تائين ماڻهو بي گهر ۽ ڏتڙيل آهن. انهيءَ لاءِ ڪير جوابدار آهي؟

## (3) اڳتي ڇا ڪجي؟

درياهن جي پيٽ ۾ جتي پاڻي هوريان هوريان چڙهي ٿو جبلن تي پيل برسات جو پاڻي نين ۾ تمام تيز ۽ تکو اچي ٿو. جيڪو جيڪڏهن مٿيءَ جي ٺهيل ۽ اڻ سيڪيل بند کي اوچتو ڌڪ هڻي ٿو ته انهيءَ کي ٽوڙي وجهي ٿو يا انهيءَ مٿان وري وڃي ٿو. اسان بند Trial and error واري اصول تي ٺاهيون ٿا. هينئر تائين 6 فوٽ فري بورڊ واري بند ڪم پئي ڏنو. هاڻي انهي هنڌ فري بورڊ هن سال واري آيل ليول کان 6 فوٽ مٿي ڪرڻو پوندو. يعني بند جي ٽاپ مٿي ڪرڻي پوندي. بي ڳالهه جيڪا اجا تائين اسان ڌيان ۾ نه آندي آهي، سا آهي نئن ۾ آيل پاڻيءَ جي رفتار. انهيءَ کي به گهٽائڻ جي ضرورت آهي. خاص طرح انهن هنڌن تي، جتي گهٽو ڪري ڪنڊ پون ٿا. اهو مقصد ٽن ذريعن سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. هڪڙو اهو ته نئن جو پاڻي پکيڙي ڇڏجي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Dispersion چئجي ٿو. ٻيو اهو ته انهيءَ پاڻيءَ جو رخ ڦيرائي ڇڏجي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Diver sion چئجي ٿو. ۽ ٽيون اهو ته انهيءَ پاڻيءَ کي ننڍا ننڍا روڪ وارا ڊيم ٺاهي. بيهاري ڇڏجي، جنهن کي Detention چئجي ٿو. ڪنهن نئن تي ڪهڙو طريقو لڳي سگهندو اهو نئن جي جاگرافيءَ تي مدار رکي ٿو. وري هڪڙي خاص ڳالهه، جنهن تي اسان ڌيان نٿا ڏيون، سا آهي بند ٺاهڻ مهل انهيءَ کي مناسب مٽين جي تهن ۾ پکو ڪرڻ، جنهن کي انگريزيءَ ۾

Compaction چئجي ٿو. ڪيرٽر جبلن تان لهندڙ پاڻي پاڻ سان جيڪا مٽي ڪٽي اچي ٿو سا سئي ناهي. اها گريڊڊ ناهي يعني ان ۾ مختلف سائز جا جزا ڪونهن. گهٽو ڪري انهيءَ مٽيءَ مان بند ناهيا وڃن ٿا. اها صحيح نموني ۾ مضبوط (Compact) نٿي ٿي سگهي. مضبوط ڪرڻ لاءِ مٽي اهڙي ڪپي، جنهن ۾ مختلف سائزن جا جزا هجن. پر انهيءَ لاءِ مٽي پري ڪان آڻڻي پوندي، جنهن تي خرچ وڌيڪ ايندو. پوءِ بہ ماڻهن کي ٻوڏ جي تباهين کان بچائڻ لاءِ اها ايتري گهڻي ناهي. جو اسان نہ ڏئي سگهون.

منهنجي ناقص سمجھ مطابق اسان کي ايف پي بند کي اڳتي ٽٽڻ کان بچائڻ لاءِ ٽي ڪم ڪرڻ کپن. پهريون جتي بند اوور ٽاپ ٿيو آهي، اتي فري بورڊ وڌائي بند کي مٽي ڪرڻ کپي. ٻيو جتي تمام گهٽا ڪنڌ اڪثر پون ٿا. اتي ايندڙ پاڻيءَ جي رفتار گهٽائڻ وارا اپاءَ وٺڻ کپن. ٽيون تہ جيڪو بہ نئون بند ٺاهيون. تنهن ۾ پري کان بہ مٽي آڻي، صحيح Compaction ڪئي وڃي. برساتون، ٻوڏون، زلزلا، سامونڊي طوفان قدرتي آفتون آهن، جن تي انسان جو ڪنٽرول ڪونهي. اهي ايندڙيون رهيون آهن ۽ ايندڙيون رهنديون. انهيءَ ڪري نقصان ٿيندا رهيا آهن ۽ ٿيندا رهندا. پر جيڪڏهن اسان پنهنجو عقل ۽ ڳهريل ذريعن جو استعمال ڪري، مناسب بندوبست ڪريون تہ انهن آسماني آفتن جون تباهيون ۽ نقصان گهٽا گهٽائي سگهون ٿا.

(روزانہ ڪاوش 17 جولائي 2007ع)

# سکر بيراج ۾ ڪڏو ڪيئن پئجي ويو؟

سنڌ جي آبپاشي کاتي 14 فيبروري تي سکر بيراج ۾ پيل ڪڏي جي سلسلي ۾ اي اين جي عباسي ۽ عبدالرشيد شيخ جي گڏيل سربراهي ۾ هڪ فني ڪاميٽي جوڙڻ جو اعلان ڪيو آهي. جنهن ڪاميٽيءَ جي ٻين ميمبرن ۾ آبپاشيءَ جي اڳوڻي سيڪريٽري مزمل حسين قريشي سان گڏ اڳوٽا رٽائرڊ چيف انجنيئرز سردار احمد مغل، ڪاڪا رسول بخش، عبدالحفيظ شيخ ۽ شمس الدين ميمڻ شامل آهن. انهيءَ ڪاميٽي جا مول متا هي آهن ته:

(1) سکر بيراج جي ساڄي پاسي مٿين پرواري فرش ۾ پيل ڪڏي جي نقصان جو ڪاٿو لڳائجي.

(2) انهيءَ نقصان جو بيراج جي سلامتي تي اثر معلوم ڪجي.

(3) هاڻوڪي ڪيل مرمت جي افاديت.

(4) پيل نقصانن کي نيڪ ڪرڻ لاءِ ٿوري عرصي وارا اپاءَ تجويز ڪجن.

(5) سکر بيراج جي سلامتيءَ لاءِ ڊگهي عرصي وارا اپاءَ ٻڌائجن.

ڪاميٽيءَ جي پهرين گڏجاڻي اڄ ڇنڇر ڏينهن يعني 21 فيبروري تي سکر ۾ رکي وئي آهي ته اچو ته ڪاميٽيءَ جي جوڙجڪ ۽ مول متن جي باري ۾ ڳالهائڻ کان اڳ ڪجھ سوالن جا جواب ڏيون. جيڪي سنڌ جي هر ڪنهن ماڻهوءَ کي پريشان ڪري رهيا آهن.

## ڇا ٿيو؟

پاڻيءَ سان واسطو رکندڙ هر ڪنهن اڏاوت ۾ ڪجھ جزا پاڻيءَ کان مٿي ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ ڪجھ پاڻيءَ کان هيٺ لڪل هوندا آهن. بيراج جي پاڻيءَ هيٺ ٻه مکيه جزا آهن، جيڪي اسان کي ڏسڻ ۾ ناهن ايندا. هڪڙو ڪنڪريٽ فلور يعني پڪو فرش ۽ ٻيو شيٽ پائل يعني لوهي پٽ. انهن ٻنهي تي بيراج جي سلامتيءَ جو دارومدار هوندو آهي. سکر بيراج جي پڪي فرش جي ڊيگھ 190 فوٽ آهي ۽ انهيءَ ۾ چار لوهيون پٽيون آهن، پهرين ٽين ۽ چوٿين ۽ پٽ جو عميق 14 فوٽ ۽ ٻي پٽ جو عميق 22 فوٽ آهي. پهرين ۽ ٻي لوهي پٽ ۾

مفاصلو 40 فوٽ، ٻي ۽ ٽين ۾ 70 فوٽ ۽ ٽين ۽ چوٿين ۾ 80 فوٽ آهي. بيراج جي سڄي ڪپ واري پاڪيٽ ۾ ٻي نمبر پلر جي مٿين ۾ ڀرين لوهي پٽ ڪري پئي آهي ۽ 35 فوٽ پڪو فرش اڌري ويو آهي. يعني انهيءَ هنڌ ڀرين لوهي پٽ ڪونهي ۽ اتي 35 فوٽ پڪو فرش بہ ڪونهي. ائين سمجهو تہ پلر نمبر 2 وٽ 190 فوٽ پڪي فرش جو 155 فوٽ بچيو آهي ۽ چار لوهي پٽن مان ٽي پٽيون بچيون آهن.

## چو ٿيو؟

ايڊشنل سيڪريٽري آبپاشي خادم علي ميمڻ کي نقصان جو سبب معلوم ڪرڻ ۽ ان جو ذميوار ڪير آهي. بابت معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. هن صاحب پنهنجي رپورٽ ۾ نقصان جو سبب Misregulation يعني غير مناسب ورڇ ۽ نقصان جي رپورٽ ۾ دير ڪرڻ ٻڌايو آهي. هن انهن آفيسرن ۽ عملي کي انهيءَ نقصان جو جوابدار قرار ڏنو آهي، جيڪي بيراج کي هلائڻ، ان جي چڪاس ڪرڻ ۽ جاچ لاءِ مقرر ٿيل آهن.

## ڇا ڪيو ويو؟

سکر بيراج جي واهن جي بندي هر سال جنوري واري مهيني ۾ 6 هين تاريخ کان 20 هين تاريخ تائين ٿيندي آهي. انهيءَ ۾ سکر بيراج جا دروازا کوليا ويندا آهن، جنهنڪري بيراج تي روڪيل پاڻي هيٺ وهي ويندو آهي ۽ بيراج جي چڪاس ڪئي ويندي آهي. انهيءَ دوران جيڪي جزا پاڻيءَ کان هيٺ هوندا آهن، تن جي ماڻهن کي پنڌ هلائي يا (Sounding) وسيلي جاچ ڪرائي ويندي آهي. انهيءَ کان پوءِ جيڪي نقص هوندا آهن، تن کي ٺيڪ ڪرايو ويندو آهي. سکر بيراج اٽڪل ستر سال پراڻو بيراج آهي. عام طرح ڏسبو آهي تہ گاڏي بہ جڏهن 10 کان 15 سال پراڻي ٿيندي آهي تہ نٽ بلٽ ڍلا ٿي وڃڻ جي ڪري کڙڪا شروع ٿي ويندا آهن. پر جيڪڏهن وقت بوقت انهيءَ جي چڪاس ڪبي رهجي ۽ مرمت ڪرائبي رهجي تہ گاڏي ٺيڪ هلي سگهي ٿي. بيراج جو بہ ساڳيو حال آهي. اڳي هن جي آرچز ۾ ڪريڪ پيا. جيڪي ٺيڪ ڪيا ويا، وري هن جو گيٽ ٽٽو ۽ سڀ گيٽ نوان وڌا ويا. سال 2001ع جي نومبر ۾ رٽائر ٿيڻ کان اڳ مان ٽي سال

آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري رهيس، ان دوران مان ٽنهي سالن جي جنوري يعني 1999ع، 2000ع ۽ 2001ع ۾ پاڻي بندي پوري ٿيڻ کان اڳ سکر بيراج تي ويندو هوس ۽ هيٺ لهي واهن جا هيڊ ريگيوليٽر چيڪ ڪندو ۽ پاڻيءَ کان هيٺ ورتل عميق (Soundings) ڏسندو هوس ۽ مون کي انهن ٽنهي سالن ۾ انهيءَ نقصان جي ڪا رپورٽ نه ڏني ۽ نه ئي ذاتي طرح ٻڌائي وئي، جنهن جي معنيٰ اها هئي ته پاڻيءَ هيٺ موجود سڀ جزا ٺيڪ هئا. خبر پئي ته هن سال بندي دوران فيلڊ آفيسرن 17 جنوري تي سيڪريٽري آبپاشيءَ کي فون تي ڪڏي جي باري ۾ ٻڌايو. سيڪريٽري صاحب ٻئي ڏينهن پاڻ سکر پهچي معائنو ڪيو ۽ پاڻيءَ مان چڪاس ڪري معلوم ڪيائين ته ڪڏ 60 فٽ ڊگهي، 40 فوٽ ويڪري ۽ 9 فوٽ اونهي هئي. ويهن جنوري رات بيراج تي پاڻي ذخيرو ڪرڻ جو عمل شروع ڪرڻو هو، جنهن لاءِ اڳواٽ چشما وٺان پاڻيءَ ڇڏرايو ويو هو ۽ 18 جنوري گڊو بيراج کان هيٺ 13000 ڪيوسڪ پاڻي هيٺ پاس ٿي رهيو هو. انهيءَ صورتحال ۾ سيڪريٽري کي ٻه آپشن هئا. هڪڙو ته بندي جو مدو وڌائي ها ته جيئن نقصان جي وڏيڪ جاچ ڪري انهيءَ کي ٺيڪ ڪجي ها. ٻيو ته پروگرام مطابق بندي ختم ڪرڻ واهه کولي ۽ نقصان کي وقتي طور منهن ڏئي ها. جيڪڏهن بنديءَ جو مدو وڌائي ها ته سنڌ ۾ وڏي ايمرجنسي ٿي وڃي ها. ميرپورخاص، نوابشاهه، ۽ ٻين ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پيئڻ جو پاڻي واهن مان ورتو وڃي ٿو، واهه نه کلڻ جي ڪري پيئڻ جي پاڻيءَ جو مسئلو پيدا ٿي وڃي ها ۽ ڪيترا ماڻهو ۽ جانوراج مرن ها. فصلن کي 15 ڏينهن بندي ۾ پاڻي نه مليو هو. جيڪڏهن اجا پاڻي نه ملي ها ته پوکيل فصل سڪي وڃن ها وڃن ها ۽ سنڌ جي زراعت تباهه ٿي وڃي ها. وري چڪاس جاچ ۽ مرمت ڪرڻ وارو ڪم ٽائم وٺي ها ۽ تڪڙ تڪڙ ۾ صحيح فيصلا نه وٺي سگهجن ها ۽ ڪم به صحيح نه ٿئي ها. انهن حالتن کي نظر ۾ رکي بندي پروگرام مطابق ختم ڪري واهه کوليا ويا ۽ ڪڏي کي وقتي طور پٽرن سان پريو ويو ته جيئن وڏيڪ نقصان نه ٿئي ۽ سوچي سمجهي منهن ڏنو وڃي، منهنجي ذاتي راءِ ۾ اهو بلڪل صحيح فيصلو هو.

سکر بيراج گرهوڙي بزرگ جي اڳڪٿي مطابق نهيں جنهن ٻڌايو هو ته، پوءِ پوندا در درياءَ کي ۽ سکر وٽ سنڌو درياءَ کي سکر بيراج جي شڪل ۾ 66 در وڌا ويا، انهيءَ بيراج سنڌ ۾ وڏو زرعي انقلاب آندو ۽ سنڌ وارا خوشحال ٿيا. سنڌ

۾ جر جو پاڻي ڪوڙو هئڻ ڪري هي بيراج ماڻهن کي پيئڻ جو پاڻي بہ پهچائي ٿو. جيڪڏهن هن بيراج کي ڪجهہ ٿئي ٿو تہ سنڌ جي اقتصادي حالت خراب ٿي ويندي.

## فني ڪميٽي:

منهنجي ناقص راءِ ۾ اهي سڀ سنڌ آبپاشي جي Cream آهن. مان اميد ٿو ڪريان تہ ڪاميٽي جا اهل ۽ قابل ماڻهو اهڙا اپاءَ ٻڌائيندا تہ جيئن سنڌ جي هاڻوڪي ۽ مستقبل واري زراعت محفوظ رهي سگهي.

(روزانہ ڪاوش: 21 فروري 2004ع)

# هاڻي ته حڪومت ئي

# ڪجهه ڪري ڏيکاري!

مون پنهنجي مضمون ۾ جيڪو ڪاوش ۾ 21 فيبروري تي ڇپيو، سکر بيراج ۾ ڪڏي جي پوڻ، انهيءَ جي سبب ۽ انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ ڇا ڪيو ويو؟ بابت ڪجهه تفصيل ٻڌايا. اهو به ٻڌايم ته آبپاشي کاتي جي ايڊيشنل سيڪريٽري جي ابتدائي جاچ رپورٽ ۾ ڪڏ جي پوڻ جو سبب Misregulation ۽ ٻڌائڻ ۾ دير ڪرڻ ڄاڻايو ويو هو ۽ انچارج آفيسرن ۽ عملي کي انهيءَ جو جوابدار قرار ڏنو ويو هو.

روڊ تي جڏهن ڪو حادثو ٿيندو آهي ته پهرين حادثي جي ڦٽيلن کي ترت علاج (First Aid) ڏبو آهي ۽ پوءِ حادثي جي سبب ۽ جوابداريءَ جي جاچ ڪبي آهي، وري انهيءَ عرصي ۾ جيڪڏهن ضرورت هوندي آهي ته ماهر ڊاڪٽر (Specialist) کي ڏيکاربو آهي ته جيئن منجهيل ۽ نه سمجهه ۾ ايندڙ تڪليف جو علاج ڪري سگهجي. سکر بيراج ۾ پيل ڪڏ لاءِ به ساڳيو طريقو اختيار ڪيو ويو، پهرين ترت علاج طور ۽ بيراج کي هلڻ جهڙو ڪرڻ لاءِ ڪڏ ۾ پٿرن جي ڀرائي ڪرائي، پوءِ جاچ آفيسر مقرر ڪيو ويو، جنهن پنهنجي رپورٽ ڏئي ڇڏي آهي. پر نقصان ايڏو گنڀير هو جو مڪمل ۽ صحيح درستگيءَ لاءِ ماهرن جي راءِ وٺڻ ضروري سمجهي وئي، جيئن مريض کي اسپيشلسٽ ڊاڪٽر ڏي موڪليو ويندو آهي.

انهيءَ لاءِ اڪيلي برک ماهر بدران سنڌ جي ڪريم فني ماهرن جي هڪڙي فني يا صلاح ڪار ڪاميٽي جوڙي وئي ته جيئن هو پنهنجي علم ۽ تجربي جي بنياد تي هن حادثي جي ڦٽيل جو علاج تجويز ڪن. انهيءَ لاءِ ٻن اڳين سيڪريٽرين يعني اي اين جي عباسي ۽ شيخ عبدالرشيد کي گڏيل چيئرمين، هڪڙي رٽائر ٿيل سيڪريٽري مزمل حسين قريشي ۽ ٽن رٽائر ٿيل چيف انجنيئرن يعني سردار احمد مغل، ڪاڪا رسول بخش شيخ، عبدالحفيظ شيخ ۽ شمس الدين ميمڻ کي ميمبر مقرر ڪيو ويو. انهن صاحبن سکر بيراج ۾ پيل ڪڏ

جي سر زمين تي معائني کان پوءِ تفصيلي غور ڪيو ۽ بحث مباحثي کان پوءِ پنهنجي رپورٽ 4 مارچ تي سنڌ سرڪار کي ڏئي ڇڏي. اچو تہ ڏسون تہ سنڌ جا برک ۽ ماهر انجنيئر پنهنجي رپورٽ ۾ پيل ڪڏ ۽ انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ بابت ڇا ٿا چون.

## بيراج کي ٿيل نقصان

بيراج جي مٿين ۾ ساڄي پاسي واري پاڪٽ ۾ هيٺين ۽ ٺٺين در سامهون هڪ ڪڏو پئجي ويو. جيڪو ايراضي ۾ 2625 چورس فٽ آهي ۽ عميق ۾ 10 فٽ اونهو آهي. انهيءَ ڪان مٿي پٿر واري فرش ۾ بہ انهيءَ ڪان هيٺي ايراضي ۾ ڪڏو پيل آهي. انهيءَ ڪان سواءِ پهرين لوهي پٽ (Sheet Pile) 130 فٽن ۾ غائب آهي.

## ڪڏو ڇو ٿيو؟

جيتوٽيڪ ڪميٽي جي ڏنل مول مٿن ۾ ڪڏي جي پوڻ جو سبب معلوم ڪرڻ شامل نہ آهي، تنهن هوندي بہ هُنن سبب انهيءَ ڪري معلوم ڪرڻ ضروري سمجهيو تہ انهيءَ طرح جي نقصانن کي اڳتي ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ ضروري اپاءَ هٿائي سگهجن. ڪميٽي ڪڏي جي پوڻ جا هيٺيان سبب ڄاڻايا آهن.

(i) پاڪٽ واري ايراضيءَ مان لٽ ڪڍڻ لاءِ لٽ ڪڍڻ وارو عمل (Scouring Operation)

(ii) پاڪٽ جي ٺٺين، چوٿين ۽ پنجين درن سامهون دڙو ٺهڻ ڪري پنجين درکان دادو ڪينال ڏانهن پاڻيءَ جو وهڪرو (Gross Flow)

## (iii) دادو ڪينال جي تري وارن درن جو کولڻ

دڙي ٺهڻ ڪري ساڄي ڪپ واري پاڪٽ جي پاڻي کڻڻ جي صلاحيت گهٽجي وئي آهي. پاڻي جي کوٽ واري وقت ۾ دادو ڪينال جي تري وارا گيٽ کوليا ويا، جنهن ڪري وهڪرو وڌيو ۽ سوڙهي رستي جي ڪري پاڻي وهڻ جي رفتار وڌي. پاڪٽ مان اينڊر پاڻيءَ جي رخ ۽ دادو ڪينال ۾ ڦري ويندڙ پاڻيءَ جي رخ ۾ مخالفت هجڻ ڪري هڪڙو ڪن (Whirpool) ٺهي پيو، جنهن پهرين پٿرن کي ڪيرايو ۽ ڪڏو ٺاهيو، پوءِ اهو ڪڏو اڳتي وڌيو ۽ لوهي پٽ بہ انهيءَ ۾

ڪري پٽي ۾ پوءِ پڪو فرش بہ ڪرندو ويو ۾ ڪڏھن ناھيائين.

## پيل ڪڏي جو بيراج جي سلامتي تي اثر

ٻئي نمبر در سامهون پهرين لوهي پٽ جي 130 فٽ ڊيگهہ ۾ گر ٽيڻ ۾ 40 فٽن مان 35 فٽ پڪي فرش جي ٽٽڻ ڪري بيراج پنهنجي 18.5 فٽ (Cut off) لاءِ محفوظ نہ آهي ۾ هاڻوڪي حالت ۾ رڳو 14 فٽن لاءِ محفوظ آهي. يعني نقصان ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن بيراج تي 14 فٽ ڪٽ آف رکيو وڃي تہ انهيءَ ڪي ڪو خطرو ناهي.

## ترت ڪيل علاج جي افاديت

ڪميٽي پنهنجي رپورٽ ۾ چيو آهي تہ ڪڏي ۾ وڌل پٿر مهيني گذرڻ کان پوءِ بہ پنهنجي جاءِ تي بيٺل آهي، جنهن مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن ڪڙي نظر رکجي ۾ صحيح اصولن مطابق پاڻي هلايو وڃي تہ ٿيل ڪم ايندڙ بندي تائين ٺيڪ آهي، جيستائين پاڪٽ جا دروازا ڪنهن اوچتو آيل وڏي ٻوڏ لاءِ کوليا نہ وڃن. اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ ٽٽل پڪي فرش واري ڪڏي ۾ وڌل پٿر مٿان ڪنڪريٽ جو پڪو فرش پاڻي هيٺ وڌو وڃي. اهو هڪ خاص ڪم آهي، جنهن لاءِ تمام ڄاڻو ۾ برک ٺيڪيدار هٿ ڪيو وڃي.

## گهٽ عرصي وارا اپاءَ

ايندڙ واهن جي بنديءَ تائين ورتل اپائن کي ڪميٽي گهٽ مدي وارا اپاءَ سڏي ٿي، جيڪي هي آهن.

(i) ٽٽل فرش ۾ پيل پٿرن مٿان ڪنڪريٽ وجهڻ.

(ii) Regulation تي سختي سان عمل ڪرڻ.

(iii) بيراج تي Cut off 14 فٽ اندر رکڻ.

(iv) رائيٽ پاڪٽ مان دڙي جو ايندڙ بندي کان اڳ ڪڍڻ.

(v) جيترو ٿي سگهي دادو ڪينال جي تري وارن درن کي نہ استعمال ڪرڻ، پر تمام ضرورت ۾ هلائڻ وقت وهڪري تي ڪڙي نظر رکڻ.

(vi) نقصان ٿيل هنڌ ۾ ٿيل ڪم جو تمام سختي سان معائنو.

(vii) پڪي فرش هيٺان مناسب هنڌن تي پاڻي جي پريشر ماپڻ وارا اوزار

يعني پيزا ميٽر هٽڻ ۽ انهن جي هٽڻ ۽ چڪاس ڪرڻ وقت تمام گهڻو احتياط ڪرڻ.

## ڊگهي عرصي وارا اپاءَ

ڪميٽي موجوده نقصان کان مستقل بچاءَ ۽ بيراج جي ڪنهن به ڪمزوري کان بچاءَ ڪي ڊگهي عرصي وارا اپاءَ سڏي ٿي، جيڪي هي آهن.

(i) جنوري 2005ع واري بندي ۾ پهرين لوهي پٽ جي تتل تکري ۾ يا انهيءَ ويجهو نئين لوهي پٽ ڪوڙڻ ۽ انهيءَ حصي ۾ پڪي فرش جو وجهڻ.

(ii) واڌاري سلامتي لاءِ هيٺين پر واري پڪي فرش کي 40 فٽ وڌائڻ ۽ انهيءَ کان هيٺ نئين لوهي پٽ ڪوڙڻ.

(iii) ساڄي ۽ کٻي وارن پاڪٽن مان دڙي يا پاسي جو مڪمل ڪڍڻ (جنوري 2005 واري بندي ۾)

(iv) وڌل پڪي فرش جو جنوري 2005ع واري بندي ۾ معائنو ڪرڻ ۽ جيڪڏهن گهرج هجي ته انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ.

(v) بيراج جي سيني جزن جي جديد ٽيڪنالاجي ذريعي چڪاس ڪرائڻ ۽ انهيءَ لاءِ عالمي ليول جي تجربيڪار ماڻهن جون خدمتون حاصل ڪرڻ.

ڪميٽي پنهنجي مول متن کان علاوه اهو به چيو آهي ته پهرين پلر ۾ پيل ڪريڪن کي سمينٽ سان پريو وڃي ۽ ٽيل چينل جي ٻاهرين ڪپ ۾ پيل ڪنڊ کي بند ڪيو وڃي. فني ماهرن جي پينل سکر بيراج ۾ پيل ڪڏي کي ٺاهڻ ۽ ٻين ڪمزورين کي منهن ڏيڻ لاءِ سفارشون ڏئي ڇڏيون آهن. هاڻي آبپاشي کاتي ۽ سنڌ سرڪار جو فرض آهي ته انهن سفارشن تي سختي سان تڪڙو عمل ڪن ته سکر بيراج جنهن تي سنڌ جو گهڻي ڀاڱي دارومدار آهي، سلامت رهي ۽ سنڌ واسين کي فائدو ڏيندي رهي.

(روزانه ڪاوش: 10 - مارچ 2004ع)

# سکر بيراج "فيل" ٿيڻ

## جي صورت ۾ ڇا ٿيندو؟

مون فيبروري ۽ مارچ 2004ع ۾ "ڪاوش" ۾ 2 مضمون اهڙا لکيا هئا، جن ۾ سکر بيراج جي مٿين پر واري رائٽ پاڪٽ ۾ پيل ڪڏ ۽ اُنهيءَ سلسلي ۾ اي اين جي عباسيءَ جي سربراهيءَ ۾ جوڙيل فني ڪاميٽيءَ جي رپورٽ جو ذڪر ڪيو هو. فني ڪاميٽي گهٽ عرصي يعني اينڊڙ بنديءَ کان اڳ ڪرڻ وارا هيٺان ڪم ٻڌايا:

(1) تتل فرش ۾ پيل پٽرن مٿان ڪنڪريٽ وجهڻ.

(2) ريگيوليشن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ.

(3) بيراج جو ڪٽ آف 14 فوٽن اندر رکڻ.

(4) رائٽ پاڪٽ مان دڙي کي اينڊڙ بنديءَ کان اڳ ڪڍڻ.

(5) جيترو ٿي سگهي، دادو ڪينال جي تري وارن درن کي استعمال نه ڪرڻ پر ضرورت ۾ هلائڻ وقت وهڪري تي نظر رکڻ.

(6) نقصان واري هنڌ تي ٿيل ڪم جو معائنو.

(7) پڪي فرش هيٺان مناسب هنڌن تي پريشر ماپڻ وارا پيزو ميٽر هڻڻ ۽ اُنهن جي هڻڻ ۽ چڪاس ڪرڻ وقت تمام گهڻو احتياط ڪرڻ.

عام ماڻهن کي خبر ناهي ته سکر بيراج سنڌ جي زراعت ۽ ماڻهن جي جيئاپي لاءِ ڪيترو ضروري آهي ۽ اِنهيءَ کي نقصان جي صورت ۾ ڇا ٿيندو. جنگي حڪمت عمليءَ ۾ جنگ وڙهڻ جي تياري طور "جنگ ۾ ڇا ٿيندو" يعني (War Threat Perception) جي باري ۾ سوچڻ ۽ مناسب منصوبه بندي ڪرڻ کي اهميت حاصل هوندي آهي. اِنهيءَ ساڳي سوچ مطابق اچو ته سکر بيراج لاءِ به سوچيون، جنهن کي Sukkur barrage Failure Threat Perception چئي سگهجي ٿو. يعني جيڪڏهن سکر بيراج فيل ٿئي ته سنڌ ۾ ڇا ٿيندو. ڪو به بيراج گهڻو ڪري پاڻي ذخيرو نٿو ڪري، بلڪ رڳو درياهه جي پاڻيءَ جي ليول مٿي ٿو ڪري، ته جيئن واهن ۾ پاڻي چڙهي سگهي. انهيءَ جي پيٽ ۾ ڍير پاڻي ذخيرو ڪري ٿو جيڪو پرڻ کان پوءِ هيٺ ڇڏجي ٿو. جيڪڏهن

اِهو هڪڙي ربيع ۾ ٿي خالي ٿي وڃي ته عام ڊيم ۾ جيڪڏهن هڪ ربيع کان وڌيڪ پاڻي ڏئي، ته ان کي ڪيري اوور ڊيم چئجي ٿو.

بيراج ٺهڻ کان اڳ به واهه وهندا هُئا پر اُنهن کي هوڏ يا اُٿل وارا واهه چئبو هو. سکر وٽان نڪرندڙ نارا ڪينال اڳي اُٿل واهه هو. ساڳئي نموني حيدرآباد وٽان نڪرندڙ ڦليلي ڪينال اڳي اُٿل واهه هو. جيڪڏهن سکر بيراج کي (خدا نه ڪري) ڪجهه ٿي وڃي ۽ پاڻيءَ جي ليول تي ڪنٽرول ختم ٿي وڃي، ته سکر بئراج جا واهه اُٿل واهه طور ڪم ڪندا. سکر بيراج 1932ع ۾ واهن کي پاڻي ڏيڻ شروع ڪيو. اُنهيءَ کان اڳ سنڌ ۾ ڪُل آبادي 32 لک ايڪڙن تي ٿيندي هئي ۽ تنهن ۾ به خاص فصل ڪو نه ٿيندا هُئا. اُنهن جي پيداوار به تمام گهٽ هوندي هُئي، جو خاطريءَ وارو پاڻي نه ملندو هو. هاڻي سنڌ ۾ ڪُل آبادي هڪ ڪروڙ ايڪڙن کان مٿي ٿئي ٿي، جنهن ۾ گهٽي اُپت ڏيندڙ فصل جهڙوڪ باغ، ڪيلا، ڪپهه ۽ ڪمند ٿين ٿا. اِها آبادي بيراجن منجهان نڪرندڙ واهن ڪري ئي ممڪن ٿي آهي.

هوڏ وارن واهن جا مکيه به مسئلا آهن. هڪڙو پاڻيءَ ۾ تمام گهڻو لاهه چاڙهه ٿئي ٿو. ٻيو اُنهن جا منهن لٽجن ٿا ۽ هيٺ به تمام گهڻي لٽ اچي ٿي، جنهن ڪري تمام گهڻي ڪاٽي ڪپي ٿي. وري پاڻي گهڻي پاڳي ڇهه ماهو ٿئي ٿو، يعني ربيع ۾ پاڻي ڪو نه ٿو اچي. وري اچو پيئڻ واري پاڻيءَ تي، سنڌو درياهه جي ٻنهي پاسي واري پٽيءَ کان علاوه سنڌ جو جر کارو آهي. سنڌ جي ڪراچي شهر سوڌو سڀني شهرن ۽ ڳوٺن جو پيئڻ جو پاڻي واهن مان ئي ڪٽجي ٿو. وري ڪنڌ واريون ملون، فيڪٽريون سڀئي واهن جي پاڻيءَ تي مدار رکن ٿيون. سنڌ جي ستر سيڪڙو ماڻهن جو روزگار فصلن يا اُنهن مان پيدا ٿيندڙ جنسن يا اُنهن مان ٺهندڙ شين تي آهي. سکر بيراج تي آباد ٿيندڙ ايراضي ٻنهي باقي بيراجن تي ٿيندڙ ايراضيءَ کان گهٽي آهي. رڳو سکر بيراج تي رکيل ايراضي 78 لک ايڪڙ آهي جڏهن ته ڳڊو بيراج تي 21 لک ۽ ڪوٽڙي بيراج تي 30 لک ايڪڙ آهي. سکر بيراج فيل ٿيڻ جي صورت ۾ سنڌ ۾ حياتي مفلوج ٿي ويندي. الله نه ڪري ته ائين ٿئي ۽ شاهه جي دُعا مطابق سنڌ سدائين شاد ۽ آباد رهي. پر اِهو تڏهن ٿيندو جڏهن اسان هٿ تي هٿ رکي ويهڻ بدران جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪنداسين ۽ سکر بيراج جي ٿيل نقصان کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪنداسين.

اُچو ته هاڻي فني ڪاميٽيءَ جي برک ۽ چاڻو انجنيئرن پنهنجي رپورٽ ۾

ايندڙ بنديءَ کان اڳ ڪرڻ لاءِ جيڪو ڪجهہ ڇيو هو اُنهيءَ جي ڪم جي رفتار جو جائزو ورتون.

## (1) ٽنل فرش ۾ پيل پٽرن مٿان ڪنڪريٽ وجهڻ:

پهرين رڳو ڪڏي ۾ پٽر وڌا ويا، جنهن مٿان ڪنڪريٽ وجهٽي هُئي، تہ جيئن بوڏ وارن وهڪرن ڪري پٽر نہ لڙهي وڃن. اِنهيءَ کان پوءِ توبن ذريعي خبر پئي تہ پيل پٽرن ۽ بچيل ڪنڪريٽ وچ ۾ بہ خال آهن، جِن ۾ بہ ڪنڪريٽ وجهٽي پوندي. اِنهيءَ ڪري ڪنڪريٽ وجهڻ وارو ڪم هيٺو ٽي ويو آهي. هي ڪم 3 جون 2004ع تي شروع ڪرڻو هو ۽ 30 جون تي پورو ٽيٽو آهي. جيئن تہ هِن ڪم ۾ هٽ وڌو ويو آهي، تنهنڪري اِهو جون ۾ پورو ٿي ويندو. بوڏ جا وهڪرا، جن ڪري پاڪٽ جا دروازا ڪولٽا پوندا، اُهي گهٽو ڪري آگسٽ مهيني ۾ ايندا آهن.

## (2) ريگيوليشن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ:

منهنجي جاچ مطابق اِنهيءَ تي عمل ٿئي پيو. پر اِهو ڪم رڳو هيٺين عملي تي ڇڏي نہ ڏنو وڃي ۽ مٿيان آفيسر بہ وقت بہ وقت چڪاس ڪندا رهن.

(3) بيراج جو "ڪٽ آف" 14 فوٽ اندر رکڻ:

"ڪٽ آف" جو مطلب آهي تہ سکر بيراج جي مٿين ۽ ۽ هيٺين ۾ پاڻيءَ جي ليول جو تفاوت. سمجهو تہ هيٺين ليول آهي 184 فوٽ، تہ مٿين ليول 198 فوٽن کان مٿي نہ رکڻ کپي. اِنهيءَ ۾ اِها ڏکيائي ٿيندي تہ پاندِ ليول درياهہ جي هيٺين پرواري ليول تي مدار رکندي ۽ جيڪڏهن درياهہ جي هيٺين پرواري ليول گهٽ هوندي تہ ڪن مٿين ليول وارن واهن ۾ پاڻي گهرج مطابق وهائي نہ سگهبو.

## (4) رائٽ پاڪٽ مان دڙي ڪي ايندڙ بنديءَ کان اڳ ڪڍڻ:

اِهو ڪم اپريل ۾ شروع ڪيو ويو. پهرين مشينن سان مٿين ليول واري مٽي ڪڍي وئي ۽ تنهن کان پوءِ هڪ وڏو ڊريجر لڳايو ويو آهي، جيڪو هيٺئر بہ ڪم ڪري پيو.

## (5) دادو ڪينال جي تري وارن درن جو استعمال:

منهنجي ڄاڻ مطابق اڃا تائين دادو ڪينال جي تري وارا در استعمال نہ ڪيا ويا آهن.

## (6) ٽيل نقصان واري هنڌ تي ٽيل ڪم جو سختيءَ سان معائنو:

نقصان واري هنڌ تي مسلسل معائنو ٿئي پيو. ڪراچيءَ مان سمنڊ ۾ ڪم ڪندڙ ٽوبا گهرايا ويا آهن. اُنهن ٿي جاچ ڪري ٻڌايو آهي تہ پيل پٿرن ۾ ننڍا ڪنڪريٽ وچ ۾ خال آهن، جن کي پڻ ڪنڪريٽ سان پريو ويندو. چڪاس ڪنڪريٽ وجهڻ کان پوءِ بہ جاري رهڻ گهرجي.

## (7) پڪي فرش هيٺان مناسب هنڌن تي پريشر ماپڻ وارا پيزو ميٽر هڻڻ:

اهو ڪم اڃا شروع نہ ڪيو ويو آهي. اِنهيءَ بدران اڳي لڳل پائيپن کي فعال ڪيو پيو وڃي تہ جيئن پڪي فرش هيٺان پريشر ورتي سگهجن.

هن مضمون لکڻ مان منهنجو مطلب سنڌ واسين کي آگاهہ ڪرڻ آهي تہ جنهن بيراج تي سنڌ جي خوشحالي ۽ جيئاپي جو دارو مدار آهي، اُنهيءَ تي "چڱن مڙسن" جي ٻڌايل هدايتن تي ڪم جي رفتار ڪهڙي آهي. جيڪو ڪيو پيو وڃي تنهن کي وقت اندر پورو ڪرائڻ کپي ۽ جيڪو رهيل آهي تنهن کي ڪرائڻ جي ياد گيري ۽ ياد ڏهاني هجي. اُميد تہ سنڌ وارا جلد ئي اِنهي خطري مان نڪري ايندا ۽ شاهہ جي دُعا مطابق سنڌ سدائين شاد ۽ آباد رهندي.

(روزانہ ڪاوش: 11 - جون 2004ع)

# سکر بئراج کي تباهيءَ کان بچائڻ

## لاءِ تکڙن اپائن جي ضرورت

سکر بئراج، جنهن کي سنڌ جي زراعت ۽ جيئاپي جي شهہ رڳ سمجهيو وڃي ٿو جنهن جي اهميت ۽ افاديت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ان تي سنڌ جي آباديءَ لائق ايراضيءَ جو 60 سيڪڙو آباد ٿئي ٿو، سو سنڌ جو اهم بئراج اڄ پورين پساهن ۾ آهي ۽ انهيءَ جي ناڪاره ۽ ناڪام ٿيڻ واري خطري جي گهنڊڻي وڄي رهي آهي. اهڙي صورتحال ۾ جيڪڏهن تڪڙا ۽ اثرائتا اُپاءَ نہ ورتا ويا تہ انهيءَ اهم بئراج جي "فيل" ٿيڻ ڪري نہ رڳو سنڌ جي مالي ۽ اقتصادي حياتي مفلوج ٿي ويندي پر ڪن علائقن ۾ پيئڻ جو مٺو پاڻي نہ ملڻ ڪري ڪيترين حياتين زيان ٿيڻ جو خطرو پڻ آهي ۽ انهن علائقن مان لڏ پلاڻ بہ شروع ٿي ويندي.

تازو چيف انجنيئر سکر بئراج هڪ S.O.S موڪلي آهي تہ سکر بئراج جي ساڄي پاسي واري ٻهرئين پلر ۾ پيل ڪريڪ وڌي ويو آهي، انهيءَ ۾ هنيل شيشي واري ٻڌائڻي (Tell-Tale) ٽٽي پئي آهي ۽ انهيءَ ڪري ڪريڪ جي وٿي هڪ سوت مان وڌي ٻہ سوت ٿي وئي آهي. ڳالهہ جنوري 2004ع واري ساليانې واهن جي بنديءَ ۾ ساڄي پاڪٽ ۾ پئجي ويل ڪڏي کان شروع ٿي هتي پهتي آهي. مون هن کان اڳ پنهنجي هڪ مضمون ۾، جيڪو هن موضوع تي ڪاوش ۾ 21- فيبروري 2004ع تي ڇپيو، سنڌ واسين کي ٻڌايو هو تہ سکر بئراج ۾ اهو ڪڏو ڪيئن پيو. تنهن کان پوءِ ترت تدارڪ طور ڪڏي کي پٿرن سان پريو ويو ۽ بندي پوري ڪري واهہ کوليا ويا. انهيءَ کان پوءِ يڪدم انهيءَ وقت جي آبپاشي سيڪريٽري بشير احمد ڏهر آبپاشي کاتي جي ٻن برک ۽ تجربيڪار ريٽائرڊ سيڪريٽرين اي اين جي عباسي ۽ شيخ عبدالرشيد جي ڳڏيل سربراهيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي جوڙي، ان ڪاميٽيءَ جي حوالي اهو ڪم ڪيو ويو تہ اها جاچ ڪري تہ بئراج ۾ اها ڪڏ چو پئي ۽ انهيءَ کي درست ڪرڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ورتا

وڃن. انهيءَ ڪاميٽيءَ ۾ ٻيا ميمبر آبپاشي جو هڪ رٽائر ٿيل سيڪريٽري مزمل حسين قريشي ۽ چار رٽائر ٿيل چيف انجنيئر سردار احمد مغل، عبدالحفيظ شيخ، ڪاڪا رسول بخش ۽ شمس الدين ميمڻ شامل هئا. انهيءَ ڪاميٽيءَ سکر وڃي سر زمين جي معائني ڪرڻ ۽ سڄو رڪارڊ ڏسڻ کانپوءِ پنهنجي رپورٽ ڏني، جنهن ۾ ٿيل نقصان جي تدارڪ ڪرڻ ۽ اڳتي لاءِ خيال ڪرڻ لاءِ گهٽ عرصي وارا ۽ ڊگهي عرصي وارا اپاءَ ڏسيا ۽ مشورا ڏنا ويا هئا. مون انهن جا تفصيل پنهنجي هڪ مضمون ۾، جيڪو ڪاوش ۾ 10- مارچ 2004ع تي ڇپيو، سنڌ واسين کي ٻڌايا هئا. وري يادگيري ڏيارڻ لاءِ مان گهٽ عرصي وارا اُپاءَ، جيڪي اينڊڙ بنديءَ کان اڳي ڪرڻا آهن، هيٺ ورجايان ٿو.

(i) تتل فرش مٿان ڪنڪريٽ وجهڻ.

(ii) بيراج جي ريگيوليشن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ.

(iii) بيراج جو ڪٽ آف 14 فوٽ اندر رکڻ.

(iv) ساڄي پاسي واري پاڪٽ مان دڙي کي ڪڍڻ.

(v) جيسترو ٿي سگهي دادو ڪينال جي تري وارن درن کي استعمال نه ڪرڻ، پر تمام ضرورت ۾ هلائڻ وقت وهڪري تي ڪڙي نظر رکڻ.

(vi) اهو هنڌ، جتي نقصان رسيو آهي، اتي ٿيل ڪم جو سختيءَ سان معائنو ڪرڻ .

(vii) ساڄي پاڪٽ جي هيٺين پر مناسب هنڌن تي پڪي فرش هيٺان پريشر ماپڻ وارا پيزو ميٽر هڻڻ ۽ انهن جي هڻڻ ۽ چڪاس ڪرڻ وقت تمام احتياط کان ڪم وٺڻ.

سکر بئراج ۾ پيل ڪڏ کي ٺيڪ ڪرڻ کان علاوه مٿي ڄاڻايل ماهرن ساڄي پاسي واري پهرئين پلر ۾ پيل ڪريڪ جو به معائنو ڪيو هو ۽ مشورو ڏنو هو ته ڪريڪ کي سيمنٽ گرائوٽ سان پريو وڃي ۽ ڪريڪن جي وڌڻ تي ڪڙي نظر رکي وڃي.

مون ڪاوش ۾ ئي پنهنجي مضمون ۾ لکيو هو ته، "هاڻي آبپاشي کاتي ۽ سنڌ سرڪار جو فرض آهي ته اهي ڪاميٽيءَ جي انهن سفارشن تي سختيءَ سان تڪڙو عمل ڪن، ته سکر بئراج، جنهن تي سنڌ جي زراعت ۽ جيئاپي جو گهڻي ڀاڱي دارو مدار آهي، سلامت رهي ۽ سنڌ واسين کي لاڀ ملندو رهي." مون

پنهنجي ٽئين مضمون ۾، جيڪو ڪاوش ۾ 11- جون 2004ع تي ڇپيو، سکر بئراج تي ڪم جي رفتار جو جائزو پڻ پيش ڪيو هو ۽ ٻڌايو هئم ته (خدا نخواسته) سکر بئراج فيل ٿيڻ جي صورت ۾ سنڌ ۾ ڪهڙي قسم جو نقصان ٿي سگهي ٿو. ٿلهي ليکي ائين سمجهو ته خيرپور، دادو، لاڙڪاڻي، نوشهرو فيروز، نوابشاهه، سانگهڙ ميرپورخاص، ٿرپارڪر حيدرآباد ضلعن جون زرعي آباديون ذري گهٽ ختم ٿي وينديون ۽ انهن علائقن ۾ جتي جَرُ ڪارو آهي، پيئڻ جو پاڻي به نه ملندو. انهيءَ مضمون ۾ مون اهو به ٻڌايو هو ته، "ٽوبن ذريعي وڏيڪ جاچ ڪرڻ تي اهو به معلوم ٿيو آهي ته پيل ڪڏ ۽ بئراج جي پلرن وچ ۾ وڏيڪ خال لڌا ويا آهن، جن کي پرڻ ضروري آهي ۽ ڪنڪريٽ جو ڪاٽو ٻيٺو ٿي ويو آهي." ٽوبن ذريعي اهو به معلوم ٿيو آهي ته خال تمام گهڻا آهن، ڪن هنڌن تي مٽي ڪنڪريٽ جو فرش ٻينو آهي ۽ انهيءَ هيٺان خال آهن. انهيءَ جو صحيح ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو آهي، جيستائين اکين سان نه ڏسجي، تخمينو اهو لڳايو ويو آهي ته سمينٽ، ڪنڪريٽ اصلي ڪاٽي کان پنجوٽي ڇهوٽي ٿي ويندي. صورتحال اها آهي ته سمينٽ، ڪنڪريٽ وجهڻ جو ڪم حڪومت طرفان فنڊ صحيح نموني ۽ وقت سر نه ملڻ ڪري گهربل رفتار سان نٿو هلي. گهٽ عرصي وارن ڪمن مان ٿي هيٺيان ڪم يا ته ڍرا هلن ٿا يا شروع ئي نه ڪيا ويا آهن:

(i) ڪنڪريٽ وجهڻ وارو ڪم اڌپورو آهي، جيڪو يڪدم پورو ڪرڻ کپي.

(ii) پيزوميٽر نه هنيا ويا آهن.

(iii) ڪريڪن ۾ سيمنٽ گرائوٽ نه وڌو ويو آهي.

بيراج جي پهرئين پلر ۾ ڪريڪن جي وڌڻ ڪري نوان خوف ۽ انديشا پيدا ٿيا آهن. ٿي سگهي ٿو ته اهي ڪريڪ بنيادن جي وهڻ ڪري وڌيا هجن. جيڪڏهن اهو سبب آهي ته بنيادن جي وڏيڪ وهڻ ڪري ڪريڪ وڌي پلر جي ڪرڻ جو خطرو پيدا ڪري سگهن ٿا. جيڪڏهن ائين ٿيو ته دروازا ڪم نه ڪري سگهندا ۽ بئراج تي پاڻيءَ جي ليول (Pond level) نه رکي سگهبي ۽ واهن کي پاڻي نه ڏئي سگهبو. اهو سنڌ جي بربادي جو ڪارڻ ٿيندو.

سنڌ جي وزير اعليٰ کي منهنجي گذارش آهي ته انهيءَ سنجيده ۽ ڳنڀير صورتحال جو نوٽيس ورتو وڃي ۽ هن ڪم کي سڀ کان وڏيڪ اهميت ڏيڻ

گهرجي، انهيءَ ڏس ۾ منهنجا هيٺيان مشورا آهن:

(i) سکر بئراج کي بچائڻ لاءِ ڄاڻو ماڻهن جي هڪ نئين ڪاميٽي تشڪيل ڏني وڃي.

(ii) ان ڪاميٽيءَ جي سفارش تي يڪدم عمل ڪيو وڃي.

(iii) ڪم ڪرڻ لاءِ يڪدم گهربل فنڊ مهيا ڪيا وڃن.

(vi) چيف منسٽر ان ڪم جو پاڻ ذاتي طور جائزو وٺي، جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويو تہ مون کي خدشو آهي تہ سکر بئراج تباهہ، ناڪام ۽ ناڪارہ نہ ٿي وڃي.

(روزانہ ڪاوش: 23 - جولاءِ 2004ع)

# سکر بيراج تي ڇا پيو ٿئي؟

جهڙيءَ طرح قائد اعظم محمد علي جناح جي چوڻ مطابق، "ڪشمير پاڪستان جي شهہ رڳ آهي" اهڙيءَ طرح سنڌو ۽ انهيءَ جو پاڻي سنڌ لاءِ آب حيات آهي. اسان جو جيئڻ انهيءَ تي دارومدار رکي ٿو. اسان جي زراعت انهيءَ تي آهي. اسان جون فيڪٽريون ۽ ڪارخانا انهيءَ ڪري هلن ٿا. اسان جا شهر ۽ ڳوٺ انهيءَ ڪري آباد آهن.

سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي واهن وسيلي بيراجن مان ڪڍيو وڃي ٿو تہ جيئن سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو وڃي. ٽنهيءَ بيراجن مان سکر بيراج سڀني کان پراڻو ۽ اهم آهي، جيڪو اٽڪل 76 لک ايراضيءَ کي پاڻي پهچائي ٿو ۽ جنهن تي رکيل ايراضي باقي ٻنهي بيراجن يعني گڏو بيراج ۽ ڪوٽڙي بيراج جي گڏيل ايراضيءَ کان وڏيڪ آهي. انهيءَ بيراج ذريعي سکر کان وٺي بدين تائين آباديون ٿين ٿيون، جهنگ ۽ جهر آباد آهن. جنوري 2004ع جي بنديءَ ۾ سکر بيراج جي ساڄي ڪپ واري پاڪٽ ۾ مٽيئن پر فرش ٽٽڻ ۽ لوهي پٽ (Sheet pile) ڪرڻ جي خبر پئي. مان وقت بوقت ڪاوش جي ذريعي سنڌ واسين کي عارضي مرمت ۽ ٻين ڳالهين بابت اطلاع ڏيندو رهيس تہ جيئن اهي انهيءَ بابت باخبر رهن. انهيءَ وچ ۾ ايترو گيپ پئجي ويو جو اها خبر تہ پوي پئي تہ ڪجهہ ٿي رهيو آهي، پر اهو مونجهارو پئي رهيو تہ ڇا ٿي رهيو آهي؟ مان هن مضمون ذريعي سنڌ واسين کي تازه ترين حال احوال ڏيان ٿو. سکر بيراج جي ٿيل نقصان جي اهميت جو اندازو لڳائي ۽ پڻسن جي مشڪلات جو نوٽيس وٺندي صدر ۽ وزير اعظم وفاق طرفان مالي مدد ۽ فوج طرفان نظرثاني ڪرڻ ۽ ڪم ڪرڻ جو واعدو ڪيو. انهيءَ ڏس ۾ هڪڙي رٿا ناهي وئي، جنهن تحت 887 ملين رپيا خرچ ايندو. انهيءَ لاءِ طئي ٿيو تہ 150 ملين سنڌ سرڪار ڏيندي ۽ 737 ملين وفاقي حڪومت ڏيندي. انهيءَ رٿا مطابق هينان ڪم ڪرڻا آهن، جن لاءِ هيٺ ذڪر ڪيل رقم طئي ڪئي وئي آهي.

سڄي پاڪٽ ۾ هيٺ ۽ مٿي پر ڳنڊيا ناهڻ لاءِ 58 ملين رپيا رکيا ويا، جڏهن تہ ٽٽل فرش ناهڻ ۽ ڪريڪن کي پرڻ توڙي ٻيا اوزار هٽڻ لاءِ 402 ملين رپيا، لوهي پٽ (Sheet pile) لاءِ 184 ملين رپيا. ٻنهي پاڪٽن مان لٽ ڪڍڻ

لاءِ 132 ملين رپيا، رائيس ڪينال مان رُڪ وٽان دادو ڪينال کي لنڪ ذريعي پاڻي ڏيڻ لاءِ 30 ملين رپيا. جڏهن ته اڻ ڏٺل خرچ (Unforeseen) لاءِ 81 ملين رپيا مختص ڪيا ويا. جيڪو ڪل خرچ 887 ملين رپيا بڻجي ٿو.

مٿين ڪمن لاءِ مالڪي سنڌ آبپاشي کاتي جي، صلاح مصلحت (Con-sultancy) هڪڙي فرم نيشنل ڊيولپمينٽ ڪنسلٽنٽ جي، نظرداري جي ايچ ڪيو جي انجنيئرنگ برانچ جي، ۽ ٺيڪيداري فوج جي F.W.O ونگ جي هوندي. پروگرام اهو آهي ته سڄي پاسي واري پاڪٽ ۾ دادو ڪينال ۽ رائيس ڪينال جي هيڊ ريگيوليٽرن جي وچ ۾ هڪ ڳنڍيو ڏبو ۽ هائي وي واري پل کان هيٺ هيو ڳنڍيو ڏبو ته جيئن نقصان واري ايراضي مرامت ڪرڻ لاءِ جدا ڪري سگهجي. انهيءَ مان ٽيوب ويلن ذريعي پاڻي ڪڍبو ۽ اها ايراضي سڪائبي ته جيئن ٺيل نقصان اکين سان ڏسي انهيءَ جي مرمت ڪري سگهجي. اهو ڪم 15 اپريل 2005ع تائين پورو ڪرڻو آهي ته جيئن دادو ڪينال کي مئي جي مهيني ۾ خريف وارو پاڻي ڏئي سگهجي. بنديءَ کان پوءِ مئي تائين دادو ڪينال کي رائيس ڪينال مان هڪ لنڪ ڪينال ڪڍي پاڻي ڏبو. هينئر تائين ٺيل جاچ مطابق نقصان جو ڪارڻ پاڪٽ ۾ لٽ پوڻ ڪري سوڙهي رستي مان پاڪٽ وارو پاڻي وهائڻ ۾ ڏايو ويو آهي، تنهن ڪري ٻنهي پاڪٽن مان لٽ ڪڍڻ ضروري آهي. اها لٽ ڊريجر مشينن ذريعي ڪڍڻ جو پروگرام آهي، جو بندي کان پوءِ پاڪيٽن ۾ پاڻي اچڻ ڪري اهو بين مشينن سان نٿو ڪري سگهجي. اهو ڪم به فيبروري جي پڇاڙي تائين پورو ڪرڻو آهي. ڳنڍي هٽڻ ۽ ڳنڍن جي وچ واري ايراضي مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ بندي وارا پندرنهن ڏينهن ناڪافي هئا، تنهن ڪري هن سال سکر بيراج جي بندي پندرنهن ڏينهن بدران پنجويهه ڏينهن ڪئي وئي آهي. يعني ڦهرين کان پنجويهين جنوري تائين انهيءَ ڪري شهرن ۽ ڳوٺ وارن کي تڪليف ٿي رهي آهي، جو انهن جي پيئڻ جو پاڻي سکر بيراج جي واهن مان ئي سپلاءِ ٿئي ٿو. پر اها ڪوڙي ڳوري سکر بيراج جي نقصانن کي ٺاهڻ لاءِ ڪاٺي پوندي، نه ته بيراج جي مرمت جو ڪم پورو نه ٿي سگهندو. هينئر سکر بيراج جي بندي هلي رهي آهي. اهو ڏسڻ لاءِ ته ڪم ڪيئن هلي رهيو آهي، خادم علي ميمڻ ايڊيشنل سيڪريٽري آبپاشي مون کي ۽ مزمل حسين قريشي ريٽائر سيڪريٽري آبپاشي کي به دعوت ڏني. اسان ڇنڇر ائين جنوري تي بيراج ڏٺوسين. آبپاشيءَ جي سکر واري چيف انجنيئر نواز ميمڻ اسان کي ٽينڊڙ سمورا ڪم ڏيکاريا.

F.W.O جي برگيڊيئر جاويد اشرف باجوا اسان کي پاور پوائنٽ تي بريفنگ ڏني. ڪنسلٽنٽ جي پراجيڪٽ مئنيجر ملڪ احمد خان اسان کي مرمتي ڪم جي پروگرام جو ٻڌايو. اتي اسان هيٺيان ڪم ڏٺا.

(i) مٿئين ۽ هيٺئين ڳنڍي (ڪافر ڊيم) جو مٽيءَ جو ڪم پورو ٿي ويو هو.

( i i) ڳنڍن جي وچ واري ايراضيءَ مان دلدل واري مٽي هيڊرالڪ ايڪسڪويٽر ذريعي ڪڍي پئي وڃي.

(iii) ڳنڍن جي وچ واري ايراضي ۾ ڪجھ ٽيوب ويل لڳي چُڪا هئا.

(iv) بيراج ۾ وجهڻ لاءِ پٿر پهچي ويا هئا.

(v) بيراج واري بيٽ تي پهچڻ لاءِ ڪاٺي جي ترندڙ پل ( floating Bridge) ٺاهي وئي، جنهن مٿان گاڏيون هلي ٿي سگھيون.

ڪنسلٽنٽ جي پراجيڪٽ مئنيجر ٻڌايو تہ رُڪ وٽان رائيس ڪينال مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ لنڪ ڪينال کوٽجي ويو هو. لوهيون پٽيون 11 جنوري تي ٻاهران ڪراچي جي بندرگاهہ تي پهچنديون. هُن وڌيڪ ٻڌايو آبپاشي کاتي وارن دادو ڪينال جي هيڊ ريگيوليٽر ۾ هڪ دروازو وڌائڻ جي ممڪنات معلوم ڪرڻ لاءِ چيو هو، ڇو جو دادو ڪينال هارڊ ڪمانڊ چينل آهي ۽ ان جي ٽيل تي ۽ انهيءَ مان نڪرندڙ جوهي ڪينال تي سدائين پاڻي جي کوٽ رهي ٿي. جيڪڏهن انهيءَ ڏکهي بندي جو فائدو وٺندي هڪڙو در پئجي ويو تہ دادو ڪينال ۾ 25 سيڪڙو پاڻي وڌيڪ ڪٺي سگھبو، ڇو جو هيئنر چار در آهن ۽ پوءِ پنج ٿي ويندا. هُن ٻڌايو تہ اهو ممڪن پئي لڳو ۽ هُنن جا ڊيزائن وارا انجنيئر انهيءَ جو نقشو ڪڍن پيا ۽ هو جلد آبپاشي کاتي وارن کي انهيءَ باري ۾ معلومات ڏيندو.

سڄي پاڪٽ جي مرمت ۽ ٻنهي پاڪيٽن مان لٽ ڪڍڻ کان پوءِ F.W.O جو ڪم اپريل ۾ پورو ٿي ويندو پر ڪنسلٽنٽ اڃا ڇھ مهينا ٻيو ڪم ڪندا تہ جيئن بيراج جي سڄي جاچ ۽ معائنو ڪن ۽ ٻين نقصانن ۽ اُنهن کي ٺاهڻ جا بہ تفصيل ۽ پروگرام ڏين. مٿين ڏسيل مرامتي ڪم ۽ جاچ پڙتال جيڪڏهن طئي ڪيل طريقي تحت ٿئي ٿي تہ انشاءَ الله سکر بيراج ٺيڪ ٿي ويندو ۽ سنڌ واسين کي اڳي وانگر فائدو ڏيندو رهندو.

(روزانہ ڪاوش، 24 - جنوري 2005ع)

# سکر بيراج جا نقص ۽ مرمت جي ڪهاڻي!

سکر بيراج اهو مکيه زميني نشان (landmark) آهي، جيڪو هوائي جهازن کي سکر ايئرپورٽ تي لهڻ ۾ مدد ڪري ٿو. هوائي جهاز لهڻ کان اڳ جڏهن بيراج مٿان لامارا ڏئي ٿو ته بيراج ۽ انهي منجهان نڪرندڙ ست ئي واهه ڏاڍو دلڪش نظارو پيش ڪن ٿا. وري درياهه جا ور وڪڙ دل کي ليائن ٿا ۽ محبوب جي گهنڊي دار ذلفن جي ياد ڏيارين ٿا. جڏهن درياهه بادشاهه چڙهيو ۽ مست ٿي وهندو هو ته ڪنهن سوچيو هو ته انهيءَ جي مستي ۽ موجن کي ڪنٽرول ڪري انهيءَ کي زراعت لاءِ ڪتب آندو ويندو ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ انهيءَ پاڻي تي آباد ٿيندي. اهو الله وارن جو ئي ڪم هو ته انهيءَ باري ۾ اڳڪٿي ڪن. اهو بزرگ گرهوڙي وارو هو جنهن گهڻو اڳ پيشن گوئي ڪندي چيو هو ته، "پوءِ پوندا در درياهه کي" پر انهيءَ وقت ماڻهن جي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته درياهه بادشاهه کي در ڪيئن ٿا پئجي سگهن. نيٺ جڏهن 1932ع ۾ سکر بيراج ٺهي پورو ٿيو ۽ انهيءَ ۾ 66 دروازا (Gates) هنيان ويا، تڏهن خبر پئي ته بزرگ صاحب جي اڳڪٿي جو ڇا مطلب هو. انهن دروازن جي مدد سان پاڻي جي ليول ڪنٽرول ڪري واهن ۾ پاڻي ڇڏيو ويو. انهيءَ مان نڪرندڙ ستن واهن مان ٻه واهه اٽڪل 200 ميل ڊگها آهن. انهن مان هڪڙو نارا ڪينال آهي، جيڪو عمرڪوٽ تائين پاڻي پهچائي ٿو جتان ٿر جو برپٽ شروع ٿو ٿئي، اِها اُها ئي جاءِ آهي، جتي مغل بادشاهه همايون پنهنجي نئين ڄاول ٻار اڪبر کي ۽ پنهنجي زال کي پنهنجي گردشِ دوران ۾ ڇڏي رڻ ۾ گهڙي پيو ۽ انهن کي راجپوتن جي حوالي ڪري ويو. اهو اڪبر وري وڏو ٿي بادشاهه ٿيو ۽ مغل اعظم سڏيو ويو ۽ هن راجپوتن سان خوب نڀايو، جن هن کي ننڍپڻ ۾ پناهه ڏني هئي. ٻيو واهه روهڙي ڪينال آهي، جيڪو سنڌ جي ستن اٺن ضلعن کي آباد ڪري بدين تائين پاڻي پهچائي ٿو. سکر بيراج مان نڪرندڙ واهن جي ڪري سنڌ جو جهر جهنگ آباد ٿئي ٿو ماڻهن کي پيئڻ جو پاڻي ملي ٿو خاص ڪري انهن علائقن ۾ جتي جر ڪارو آهي. انهن واهن جي پاڻي تي پڪي پڪڻ، جيت جڻيا ۽ مال متاع زنده رهن ٿا ۽ سنڌ ۾ وڏي خوشحاليءَ جو ڪارڻ آهن. ننڍي هوندي هڪ بيت پڙهندا هئاسين، جنهن جو عنوان هو "وقت ڇوي آئون

بادشاھ" انھيءَ جا هيئنان بيت مون کي هنيئر بہ ياد آھن.

پوڙھڻ جي پيشانيءَ ۾، پيرا مون پسجن
ڪارن منجهان. مون ڪيا اڇا سر سندن
ڪنيو لٺ ڏڍن، پاٺيءَ پوندا پيش مون

وقت سان هر شئي ۾ تبديل اچي ٿي. ماڻھن ۾ بيماريون ٿين ٿيون، حادثا ٿين ٿا، ٺھيل شين ۾ نقص ۽ خرابيون پيدا ٿين ٿيون، پر زندگي پنھنجي توڙ تائين هلندي رهي ٿي. سکر بيراج ۾ بہ ائين ٿيندو رهيو آهي ۽ ٿئي ٿو پيو. سکر بيراج جي سڄي پاڪٽ ۾ تازي ٿيل نقصان بابت ۽ انھيءَ جي مرمت بابت ڄاڻ وٺڻ کان اڳ اچو تہ سکر بيراج تي هيل تائين ٿيل نقصان ۽ انھيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ بابت ڄاڻ وٺون.

## (1) ساڄي ڪپ وارن واهن ۾ گھٽي لٽ جو وڃڻ:

1932ع ۾ واهہ هلڻ لڳا. واهہ هلڻ کان پوءِ خبر پئي تہ ساڄي ڪپ وارن واهن ۾ تمام گھٽي لٽ پئي وڃي ۽ جيڪڏهن انھيءَ جو تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ گھربل پاڻي واهن مان نہ لنگھي سگھندو. انھيءَ جو تدارڪ ڪرڻ لاءِ پونا ۾ تجربا (Model experiments) ڪيا ويا. انھن تجربن جي بنياد تي سفارش ڪئي وئي تہ بيراج جا ڏهہ دربند ڪري هڪ بيٽ ٺاهيو وڃي، بيٽ جي ڪنڌ تي هڪڙي شاخ (Tail channel) ٺاهي وڃي تہ جيئن گھٽي لٽ وارو پاڻي انھيءَ ۾ هليو وڃي ۽ گھٽ لٽ وارو پاڻي سڄي پاڪٽ ۾ اچي. اهو ڪم ڪرايو ويو ۽ واهن ۾ لٽ اچڻ گھٽجي وئي، پر بيراج جا ڏهہ دربند ٿيڻ ڪري بيراج جي ٻوڏ پاس ڪرڻ واري صلاحيت جيڪا اڳي 15 لک ڪيوسڪ هئي، سا گھٽجي نون لک ڪيوسڪ رهجي وئي. 1976ع واري ٻوڏ ۾ جڏهن سکر وٽان 12 لک ڪيوسڪ پاڻي پاس ٿيو بيراج لڏي پئي ۽ ڪافي نقصان ٿيو ۽ تمام ڏکيائي ۽ چوڪسي سان اها ٻوڏ پاس ڪئي وئي.

## (2) بيراج پلرن ۾ ڪريڪن جو پوڻ

بيراج هلڻ کان 16 سال پوءِ يعني 1949ع ۾ بيراج جي ڪن پلرن ۾ ڪريڪ ظاهر ٿيا. انھن کي ڏسڻ لاءِ بيراج کي ڊزائين ڪرڻ وارو انگريز سر آرنلڊ مسٽو پڻ انگلستان کان هتي آيو. انھن ڪريڪن کي ( Under Pressure

(Grouting) ذريعي پريو ويو ۽ پلرن جا مٿين پر وارا پاسا (Noses) سمينٽ ڪانڪريٽ سان مضبوط ڪيا ويا.

## (3) بيراج جي آرچن ۾ ڪريڪن جو ظاهر ٿيڻ

1950ع ۾ بيراج جي آرچن ۾ ٻه ڪريڪ ظاهر ٿيا. اهي ٻه Guriting ذريعي پريا ويا، پر 1956ع ۾ اهي ڪريڪ ٺيڪ ڪرڻ واري هنڌ وري ظاهر ٿيا. ڪوشش ڪئي وئي ته جنهن انگريزي ڪمپني اهي ٺيڪ ڪيا هئا. انهن کان اهي درست ڪرايا وڃن، پر انهن منهن نه ڏنو. 1964ع ۾ هڪ مٿين سطح واري فني ڪميٽي جوڙي وئي. اهو ڪم وري 1984ع کان 1986ع واري وقت ۾ ڪيو ويو. هاڻي اٽڪل 20 سال گذرڻ کان پوءِ انهن کي وري پرڻ جي ضرورت آهي.

## (4)سکر بيراج جي در جو ڪرڻ

1982ع ۾ سکر بيراج جو 31 نمبر در اوچتو ڪري پيو. انهيءَ زماني ۾ آبپاشي جو سيڪريٽري جناب ايڇ ايم ڏهر هو جنهن هنگامي بنيادن تي ڏهه بند ٽيل درن مان هڪڙو درکولائي نقصان ٿيل در جي جاءِ تي لڳرايو ۽ بيراج کي هلڻ جهڙو ڪيو پر اهو محسوس ڪيو ويو ته ٻين درن جي حالت به ٺيڪ نه هئي، تنهن ڪري انگريز سرڪار جي مدد سان هوريان هوريان سڀ در نوان هنيا ويا ۽ اهو ڪم 1995ع ۾ پورو ٿيو.

## (5) ساڄي پاڪٽ ۾ ڪڏو

سال 2004ع جي جنوري واري بندي ۾ بيراج جي مٿين پر سڄي پاڪٽ ۾ پڪي فرش ۾ ڪڏو پئجي ويو جيڪو 60 فٽ ڊگهو 40 فوٽ ويڪرو ۽ 9 فوٽ اونهو هو. انهيءَ کي ان وقت رڳو پٿرن سان پريو ويو ۽ پوءِ هڪ اسڪيم منظور ڪرائي وئي، جنهن ۾ 15 ڪروڙ روپيا سنڌ سرڪار جا ۽ اٽڪل 74 ڪروڙ روپيا وفاقي حڪومت جا هوندا. انهيءَ ۾ مالڪي سنڌ آبپاشي کاتي جي هڪڙي صلاح مصلحت فرم نيشنل ڊيولپمينٽ ڪنسلٽنٽس جي، نظرداري جي ايڇ ڪيو جي ۽ ٺيڪيداري فوج جي اداري FWO جي هوندي. پهرين ضرورت هئي ٻيٽ تي وڃڻ لاءِ پل ٺاهڻ جي. FWO وارا انهيءَ ڪم ۾ ماهر هئا. هنن هڪ ڏينهن ۾ ٻيڙين جي پل ٺاهي ڇڏي. مکيه ڪم پاڪٽ واري ايراضي جو خالي ڪري

ڏسڻو هو تہ نقصان ڇا ٿيو ۽ اُن کي ٺيڪ ڪرڻو هو. انهيءَ لاءِ پاڪٽ ۾ مٿين پر دادو ڪينال ۽ رائيس ڪينال جي هيڊ ريگيوليٽرن وچ ۾ هڪڙو ڳنڍيو (coffer-dam) ۽ هيٺين پر روڊ واري پل ڪان هيٺ ٻيو ڳنڍيو هٽڻو هو. اهي ٻئي هنيا ويا. بيٺل پاڻي کي ڪڍڻ لاءِ 60 ٽيوب ويل هنيا ويا. انهن ئي ٽيوب ويلن سان پاڻي جي ليول بہ ڪنٽرول ڪئي وئي. دادو ڪينال کي پاڻي ڏيڻ لاءِ رائيس ڪينال مان هڪ لنڪ کڏيو ويو ۽ انهيءَ کي انهيءَ لنڪ ذريعي پاڻي ڏنو ويو. جڏهن پاڪٽ واري ايراضي خالي ٿي وئي ۽ پڪي فرش تائين ليول ڪيرائي وئي تہ نقصانن جي جاچ ڪئي وئي. انهيءَ جاچ جي نتيجي ۾ هيٺان ڪم ضروري سمجهيا ويا.

- پاڪٽن مان لٽ ڪڍڻ
- مٿين پر واري پهرين شيٽ پائل جيڪا ٽٽي پئي هئي، انهيءَ کان 45 فٽ مٿي نئين شيٽ پائل هڻڻ.
- انهن شيٽ پائلن جي وچ ۾ 4 فٽ عميق ۾ پڪو فرش وجهڻ.
- نئين شيٽ پائل کان مٿي 40 فوٽ ويڪر ۾ ڪنڪريٽ جا بلاڪ وجهڻ.
- انهن بلاڪن کان مٿي پٿر وجهڻ.
- پراڻي شيٽ پائل کان پلرن تائين پڪو فرش وجهڻ.
- دادو ڪينال جي فرش هيٺان خالن کي پرڻ.
- دادو ڪينال جي سامهون نئين شيٽ پائل هڻڻ.
- دادو ڪينال جي ڪريڪ ٿيل فرش کي ڊاهي نئون فرش هڻڻ.
- پلرن جي وچ ۾ پڪي فرش هيٺان خالن کي پرڻ.
- پهرين نمبر پلر ۾ ڪريڪ کي اپاڪسي سان پرڻ ۽ سيخون وجهي مضبوط ڪرڻ.
- سيني کان هيٺين شيٽ پائل کان اٽڪل 6 فٽ هيٺ نئين شيٽ پائل هڻڻ.
- هيٺين نئين شيٽ پائل کان هيٺ فلٽر بلاڪ وجهڻ.
- فلٽر بلاڪن کان هيٺ پٿر وجهڻ.

الله جي فضل سان سڀ ڪم پورا ٿي ويا آهن اڄ (30 اپريل تي) سول پاڪٽن مان لٽ ڪڍڻ جو FWO وارن جو ڪم پورو ٿي ويندو FWO وارا هليا

ويندا، پر ڪنسلٽنٽس اجا رهندا، جو باقي بيراج جي سلامتي ۽ حفاظت لاءِ بہ رپورٽ ڏيٽي آهي. انهن جو مدو نومبر 2005ع تائين آهي، مون ڪم هلڻ جي دوران ڪيترا دفعا سکر بيراج جي ڪم جو معائنو ڪيو آهي. مون کي ڪنسلٽنٽس جي پراجيڪٽ مئنيجر ملڪ احمد خان ٻڌايو آهي تہ، هڪڙي هنڌ پلرن جي هيٺ واري ٻيو نمبر شيٽ پائل بہ چبي ٿي وئي هئي ۽ انهيءَ جي پنيان مٽي نڪرڻ ڪري خال پئجي ويو هو، جنهن کي سيمينٽ مارٽر سان ڀريو ويو آهي. انهيءَ خال ڪري ٺي پهرين نمبر پلر ۾ ڪريڪ پئجي ويو هو. جيڪڏهن اهو نہ ٺاهيو وڃي ها تہ ڪجهہ ڏينهن ۾ بيراج جو پلر ڦهڪو ڪري ڪري پوي ها ۽ وڏو نقصان ٿئي ها. انشا الله موجوده ڪمن ڪان پوءِ بيراج کي نقصان ٿيل هنڌن مان ڪو خطرو نہ ٿيندو ۽ سکر بيراج اڳي وانگر سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پاڻي پهچائي خوشحالي ڏيندو رهندو.

(روزانہ ڪاوش: 30 - اپريل 2005ع)

# حيدرآباد شهر کي
## ڪنهن جي نظر لڳي وئي آهي؟

سال 1959ع جي جولاءِ مهيني ۾ جڏهن مان گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ پهرين سال سائنس جي مضمون ۾ داخلا وٺڻ لاءِ ٽرين ذريعي لاڙڪاڻي کان ڪوٽڙي اسٽيشن تي لٿس ته لاڙڪاڻي ضلعي جي سارين جي اوٻر ۽ گهٽ کان پوءِ حيدرآباد جي ٿڌي هير مون کي ايڏي فرحت ڏني جو ٽانگي ۾ ڪاري موري کان ڦليلي تائين پهچندي پهچندي مون کي ڪيتر اڀيرا ننڊ جا جهوٽا آيا. حيدرآباد مون کي هڪ روحاني، افسانوي ۽ الف ليلائي شهر لڳو. گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جي نيو هاسٽل ۾ 2 سال رهڻ دوران پڙهائي ۾ تمام گهڻي محنت ڪرڻ باوجود حيدرآباد جي هوائن ڪڏهن ٿڪجڻ جو احساس نه ڏياريو. موڪلن دوران اونهاري ۾ جڏهن قمبر ويندو هئس ته ايئن محسوس ٿيندو هو جڻ ته ٿڌي هير مان نڪري باهه ۾ پهچي ويو آهيان، ۽ چاهيندو هئس ته جلدي موڪلون پوريون ٿين ته موٽي حيدرآباد وڃان.

سال 1972ع کان 1976ع تائين مان ڪوٽڙي بيراج تي انجنيئر هئس ۽ منهنجو هيڊڪوارٽر ڄامشورو ڪالوني هو. اتي ڪا خاص سوشل لائيف نه هئي، تنهنڪري شام حيدرآباد ويندو هئس ۽ رات جو ڄامشورو موٽندو هئس. حيدرآباد جي مند ۽ ماحول شاندار هو. سال 1984ع ۾ مان روهڙي ڪينال سرڪل جو ايس اي ٿي حيدرآباد آيس. رهڻ لاءِ سرڪاري جاءِ نه ملڻ سبب ٽين نمبر لطيف آباد ۾ پبلڪ اسڪول جي سامهون هڪ جاءِ مسواڙ تي ورتم. روهڙي سرڪل جي ٻن ڊويزن يعني نصرت ڊويزن نواب شاهه ۽ نصير ڊويزن ۾ پاڻي جي ڏاڍي کوٽ هوندي هئي. جنهن ڪري هفتي ۾ ٽي چار ڏينهن صبح کان شام تائين شاخن تي هلڻو پوندو هو. پر جڏهن سڄو ڏينهن شاخن تي هلڻ کان پوءِ ٿڪي ٽٽي گهر پهچندو هئس ته حيدرآباد جون ٿڌيون هوائون سڀ ٿڪ پيچي ڇڏينديون هيون. لطيف آباد ۾ مان جڏهن نئون نئون آيس ته منهنجي گهر مان چوري ٿي وئي. چور دروازو ٽپي ٻاهران ئي ٻاهران مٿي چڙهي آيا. ۽ هڪ ٽي وي

ٻه ڪمبل ۽ ٻه ماڪيءَ جون بوتلون منهنجي پر واري ڪمري مان ڪٽي ويا. گهر ۾ مون کان سواءِ ڊرائيور، بورچي ۽ چوڪيدار به هئا. مان چوڪيدار تي گرم ٿيس ته تنهنجي غفلت سبب چوري ٿي آهي. هن چيو ته، برابر سائين مون کي ننڊ وٺي وئي هئي، پر حيدرآباد جون ٿڌي ۽ ننڊ آڻيندڙ هوائن ۾ ڪير ٿو سڄي رات جاڳي سگهي. هن وڌيڪ چيو ته جيڪڏهن ڪوبه چوڪيدار گرمي جي مند ۾ لڳندڙ اهڙين هوائن ۾ سڄي رات جاڳي ڏيکاري ته مان ڏنڊ ڀرڻ لاءِ تيار آهيان. مون هن جو اهو چيلنج قبول ڪري ڪيترين راتيون اويل سويل جاڳي پاڙي وارن چوڪيدارن کي چيڪ ڪيو ۽ هر ڪنهن کي ڪنهن نه مهل ستل ۽ اڌ ستل ڏٺم. نتيجي ۾ مون پنهنجي چوڪيدار کي نوڪري مان نه ڪڍيو.

اونهاري جي مند ۾ حيدرآباد جون هوائن واريون فرحتي راتيون مشهور آهن. هيرآباد مان لڏي ويل عامل هوندو، هندوستان ۽ ٻين ملڪن ۾ حيدرآباد جون ٿڌيون راتيون ياد ڪري هنجون ٿا هارين ۽ ٿڌا ساهه ٿا ڀرين. حيدرآباد نه رڳو سنڌ جو بلڪ پاڪستان جو اهڙو شهر آهي، جتي رهڻ کان پوءِ ماڻهو وري اچڻ چاهي ٿو. مان ڪراچيءَ جي ڊفينس واري علائقي گذري ۾ رهان ٿو، جيڪو ڪراچي جي تمام سٺن علائقن مان هڪڙو آهي. پر اونهاري ۾ جيڪا فرحت ۽ مزو حيدرآباد جي ٿڌي هير ۾ اچي ٿو، سو هتي (ڪراچي) ۾ به ڪونهي. ميڊم نورجهان 1965ع واري جنگ دوران پنهنجي ڳوٺ قصور کي هيٺين ريت ڳائي وئي هئي:

ميرا سهنا شهر قصور نی
هيا مشهور دور دور نی

مون به قصور شهر ڏٺو آهي، پر مون کي قصور ۾ بزرگ بلهي شاهه جي مزار کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ خاص نه لڳي. جيڪڏهن سنڌ ۾ نورجهان جهڙي ڳائڻي هجي ها ته حيدرآباد کي ائين ڳائي ها جو سڄي دنيا انهيءَ کي ڏسڻ لاءِ پلٽي پوي ها. پر هاڻي جڻ ته هن سهڻي ۽ ٿڌين هوائن واري شهر کي جڻ ته ڪنهن جي نظر لڳي وئي آهي. هن سال ستين ۽ اٺين سيپٽمبر واري برساتن هن کي ٻوڙي ڇڏي. ائين جڻ ته هن شهر تي طوفان نوح پلٽي پيو. 18 ڪلاڪ بنا وقفي واري برسات ۾ 180 ملي ميٽر يعني اٽڪل 7 انچ مينهن پيو سڄو شهر پاڻي پاڻي ٿي ويو. روڊ ۽ رستا اٽلي وينس شهر جو ڏيکاءُ ڏيڻ لڳا. جتي ماڻهن جو اچڻ وڃڻ .

ٻيڙين رستي ٿئي ٿو. ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ قيد ٿي ويا. جن جي گهرن ۾ پاڻي اچي ويو سي ڇتين تي وڃي چڙهيا. لطيف آباد جي يونٽ نمبر 11،8،2 ۽ 12 ۾ اٺ فوٽ پاڻي بيهجي ويو. قاسم آباد ۽ ان جا سڀ ڳوٺ پاڻي ۾ اچي ويا ۽ اچ وڃ بند ٿي وئي. وقار ٽائون بشيري ڳوٺ، نيو وحدت ڪالوني، ڳاڙها ڪوارٽرز ڏومرا ڳوٺ الشهباز ڪالوني به پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويا. ذيل پاڪ پرسان واپڊا ڪالوني ۾ 4 فوٽ پاڻي بيهي رهيو ۽ ٿڏي سڙڪ تي ايترو پاڻي بيٺو جو ٽريفڪ بند ٿي وئي.

برساتون تہ ٻين هنڌن تي بہ پون ٿيون، پر اتي برساتن ڪان پوءِ ڏينهن ٻن ۾ پاڻي نڪري وڃي ٿو پر حيدرآباد ۾ اهو پاڻي نڪري نہ سگهيو ۽ ماڻهو ڦاٿل رهيا. 11 سيپٽمبر تي چيف منسٽر سنڌ دوري تي آيو ۽ ماڻهن کي مدد ڏيڻ جو انجام ڪيائين چون ٿا تہ انهيءَ دوري ۾ هڪڙيءَ مائيءَ رڙ ڪري چيف منسٽر کي چيو تہ: "اسان کي مدد نہ کپي، اسان کي رڳو پاڻي ڪيرائي ڏيو." 12 سيپٽمبر تي فوجي ڪور ڪمانڊر دوري تي آيو جنهن پاڻي ڪڍڻ جا بندوبست ڪيا، پر پوءِ بہ سيني علائقن مان سڄو مهينو پاڻي نہ نڪري سگهيو. ٻڏل علائقن جي اسپتالن مان مريضن کي ٻين اسپتالن ۾ نيو ويو ڪن کي تہ ڪراچي بہ موڪليو ويو. انسانن سان گڏ جانور بہ تڪليف ۾ اچي ويا. راڻي باغ ۾ پاڻي بيهڻ ڪري جانورن جي حياتي بہ خطري ۾ پئجي وئي، جو اهي آزاد ڪونہ هئا. ڪيترن جانورن کي ڪراچيءَ جي چڙيا گهر ڏانهن موڪليو ويو.

سڄي ٻوڙ ٻوڙان انهيءَ ڪري ٿي جو برسات جو پاڻي جلدي نيڪال نہ ٿي سگهيو. اها ذميواري پاڻيءَ جي نيڪالي وار ي اداري حيدرآباد ڊيولپمينٽ اٿارٽي، واسا يا شهري انتظاميہ جي هئي، تنهنڪري عوام انهن خلاف احتجاج ڪيو. ڪن اهو بہ الزام هنيو تہ ڄاڻي واڻي پاڻي انهيءَ ڪري نہ ڪڍيو ويو تہ جيئن وزيراعظم کي ڏيکاري وڏو پيڪيج يا مالي مدد ماڻي سگهجي. ڪن اهو بہ چيو تہ ايم ڪيو ايم واري شهري انتظاميہ قاسم آباد سان انهيءَ ڪري بہ اڪيائي ڪئي، جو اتي ايم ڪيو ايم وارن جا ووٽر ڪونهن، پر پاڻي وقت سرنہ ايم ڪيو ايم جي حمايت وارن علائقن مان نڪتو تہ مخالفت وارن علائقن مان. جڏهن ڪنهن تي تنقيد ٿئي ٿي تہ هو پنهنجو دفاع يا بچاءُ ڪري ٿو. ان ڪري حيدرآباد ڊيولپمينٽ اٿارٽي جي ڊائريڪٽر جنرل پنهنجي بچاءَ ۾ پريس ڪانفرس

ڪئي. جنهن ۾ هن ٻڌايو ته دير سان پاڻي نڪرڻ جا ٽي مکيه سبب هئا. پهريون تمام وڏي برسات، ٻيو مدي خارج ڊرينج نظام ۽ ٽيون پيسئن جي کوٽ. گهٽي برسات بابت هن ٻڌايو ته اگسٽ جي مهيني تائين 12 انچ مينهن پئجي چڪو هو ۽ وڌيڪ صورتحال 7 ۽ 8 سيپٽمبر جي مينهن خراب ڪئي. پاڻي ڪڍڻ واري نظام بابت هنن ٻڌايو ته انهيءَ ۾ 24 ڪلاڪن دوران هڪ انچ پاڻي ڪڍڻ جي صلاحيت آهي. 40 سيڪڙو ايراضيءَ ۾ ته پاڻي ڪڍڻ وارو نظام ئي ڪونهي، لطيف آباد وارو پاڻي ڪڍڻ جو نظام 1956ع ۾ ٺاهيو ويو. جنهن جي گارنٽي 32 سال هئي. جيڪا ختم ٿي چڪي آهي، اهو نظام به رڳو 60000 ماڻهن جي آباديءَ جي حساب سان ٺاهيو ويو هو. جڏهن ته هينئر آبادي تمام گهٽي وڌي وئي آهي، هن چيو ته انهن برساتن ۾ 300 ملين گيلن پاڻي گڏ ٿيو. جنهن کي ڪڍڻ ۾ 30 ڏينهن لڳن ها. پر هنن اهو پاڻي 13 ڏينهن ۾ ڪڍي ڇڏيو. قاسم آباد بابت هن صاحب ٻڌايو ته، اتي ٻن فيزن ۾ رڳو 80 ۽ 150 ايڪڙ ايراضيءَ کي ترقي ونرائٽي هئي پر ماڻهن جي اچڻ ڪري 2000 ايڪڙ زمين تي خلق آباد ٿي وئي آهي پئسن جي باري ۾ هن چيو ته هنن وٽ ڊرينج نظام کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ گهربل پئسا ڪونهن. جنهنڪري پراڻي نظام کي درست رکڻ ممڪن ناهي، وري ضلعي ناظم حيدرآباد ڪنور نويد جميل، جيڪو ايچ ڊي اي جي گورننگ باڊيءَ جو چيئرمين به آهي. تنهن چيو ته ايچ ڊي ا ي جي خراب ڪارڪردگيءَ سبب ماڻهو انهيءَ تي تنقيد ڪن ٿا. ۽ ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ جا ڪجهه آفيسر به ذميوار هجن، پر موجوده مسئلي جو مکيه ڪارڻ پئسي جي کوٽ آهي. حالت اها آهي ته اهو ادارو پنهنجي ماڻهن جي پگهار به نٿو ڏيئي سگهي ۽ نه وري سال 1994ع کان پاڻي جا اگهه وڌايا ويا آهن. ۽ نه ئي نئين آمدنيءَ جا ذريعا ڳوليا ويا آهن. مٿان وري سرڪار ان اداري لاءِ سبسڊي يعني مالي امداد به بند ڪري ڇڏي آهي. هن اداري جون وفاقي سرڪار ڏانهن 66 ڪروڙ، صوبائي سرڪار ڏانهن 20 ڪروڙ ۽ ماڻهن ڏانهن 63 ڪروڙ روپين جو رهتون آهن. هر مهيني خرچ لاءِ هڪ ڪروڙ روپيا کپن. انهيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ اداري سئو سيڪڙو وصولي وڌائي، پر وصولي برساتن سبب صفا گهٽجي وئي آهي. وفاقي سرڪار حيدرآباد کي ترقي ونرائڻ لاءِ 10 ارب روپين جو پيڪيج ڏنو آهي. جنهن مان 50 سيڪڙو وفاقي سرڪار ڏيندي ۽ 50 سيڪڙو سنڌ سرڪار. سنڌ سرڪار ڪجهه پئسا ڏنا

آهن پر اڃا وفاقي سرڪار ڪان ڪجهہ بہ نہ مليو آهي، هن وڏيڪ چيو تہ، ماڻهن جي تنقيد انهيءَ ڪري بہ جائز ۽ صحيح آهي جو حيدرآباد وارن ڪي تمام گهڻو نقصان ٿيو آهي. انهن کي تڪليفون ٿيون آهن، پر ڇا رڳو تنقيد ۾ نقص ڪڍڻ مسئلي جو حل آهي. هاڻي جذبات ڇڏي ٺڏي دماغ سان سڄي صورتحال جو جائزو وٺڻو آهي تہ اها صورتحال ڇو ٿي، يعني انهيءَ جا ڪارڻ ڪهڙا هئا، انهن جو ڪيئن تدارڪ ۽ مستقبل لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺجن تہ جيئن اها ٻيهر نہ ٿئي.

(روزانہ ڪاوش 3 نومبر 2006ع)

# سياڻن ماڻهن جي غلطين کي

## بيوقوف ورجائيندا آهن!

گذريل سال سانوڻيءَ جي دير سان پيل تيز ۽ تکي برسات حيدرآباد جي سهڻي ۽ ٿڌي هوائن واري شهر کي ٻوڙي ڇڏيو. عام طرح سانوڻيءَ جا مينهن جولاءِ ۽ اگسٽ جي مهينن ۾ پوندا آهن. ۽ انهن جو سراسري ساليانو مقدار رڳو 7 انچ آهي. پر گذريل 7 ۽ 8 سيپٽمبر تي 170 ملي ميٽر يعني اٽڪل 6.7 انچ ساندهه مينهن پيو. جيڪو 15 ڪلاڪ هليو. يعني اهو 15 ڪلاڪن ۾ ساليانو پونڊڙ مقدار جيترو هو. اهو مينهن ته نه هو ڄڻ طوفان نوح هو. جيڪو حيدرآباد تي پلٽي پيو. روڊ رستا ٻڏي ويا. گهٽين ۾ 4 کان 6 فٽ پاڻي بيهي ويو ۽ اهو پاڻي 15 کان 30 ڏينهن تائين بيٺو رهيو. ماڻهن کي ڪڍڻ لاءِ فوج ٻيڙيون استعمال ڪيون. يعني حيدرآباد شهر اٽليءَ جي وينس شهر جو ڏيکاءُ ڏنو. جتي روڊن بدران پاڻي بيٺو هوندو آهي ۽ ماڻهو ٻيڙين رستي سفر ڪندا آهن. جن کي مقامي ٻولي ۾ گنڊولا چئبو آهي. حيدآباد ۾ ماڻهن جي گهر ٻڏي ويا، هيٺين منزل تي پاڻي اچي وڃڻ ڪري ماڻهن مٿين منزلن ۽ ڇتن تي پناهه ورتي. اسپتالن مان مريض کي ڄامشوري منتقل ڪيو ويو. راڻي باغ جي جانورن کي ڪراچيءَ جي چڙيا گهر نيو ويو. مطلب ته انسانن ۽ جانورن کي تمام گهڻي تڪليف آئي. اهي تڪليفون رڳو انهيءَ ڪري آيون ته مينهن جو پاڻي تڪڙو نڪري وڃڻ بدران 15 کان 30 ڏينهن تائين بيٺو رهيو. سوال اهو ٿو اڀري ته اهو پاڻي تڪڙو ڇو نه نڪتو، يا ڇو نه ڪڍيو ويو ۽ ڇو 15 کان 30 ڏينهن تائين بيٺو رهيو جنهنڪرن ماڻهن جو جيئڻ جنجال ٿي ويو. نتيجي ۾ ماڻهن شهري انتظام سنڀاليندڙ ادارن يعني ايچ ڊي اي واسا ۽ شهري انتظاميه تي الزام هنيا ۽ انهن کي جوابدار قرار ڏنو وري انهن ادارن پنهنجي بچاءَ ۾ بيان ڏنا ۽ ادارن وٽ پئسا نه هجڻ واري شڪايت ڪئي. يعني "الزام هڻڻ ۽ بچاءَ ڪرڻ وارو سلسلو" هلندو رهيو. جذباتي بيانن ۽ الزام هڻڻ ۽ جواب ڏيڻ وارين ڳالهين کي ڇڏي اچو ته ٿڌي دل ۽ دماغ سان سوچيون ته ائين ڇو ٿيو؟ ڪير جوابدار آهي. ۽ ڪهڙي نموني ڪم ڪجي ته

اڳتي اهو ساڳيو معاملو نہ ٿئي. مٿين صورتحال جي جائزي لاءِ هيٺيان سوال مددگار ثابت ٿيندا.

(1) ڇا اهڙي صورتحال اڳي ڪڏهن ٿي آهي؟
(2) انهيءَ وقت ۾ انهيءَ ڪان پوءِ ڇا ڪيو ويو؟
(3) جيڪي انهيءَ ڪان پوءِ ڪيو ويو، اهو هينئر ڇو ڪم نہ آيو؟
(4) انتظام سنڀاليندڙ ادارن جون ذميواريون ۾ مشڪلاتون ڇا آهن؟
(5) اڳتي ڇا ڪجي؟

اچو تہ مٿين سوالن تي ڪجهہ ويچار ڪريون.

## (1) ڇا اهڙي صورتحال اڳي ڪڏهن ٿي آهي؟

26 جولاءِ 1978ع تي حيدرآباد شهر ۾ 16 ڪلاڪن ۾ 5.52 انچ مينهن پيو. جنهن ڪري گنجي ٽڪر پراڻي شهر ۾ لطيف آباد جي ڪن يونٽن مان لهندڙ پاڻي لطيف آباد کي ٻوڙي ڇڏيو. برساتي پاڻي سبب لطيف آباد ۾ تمام گهڻا ننڍا گهر ختم ٿي ويا. ۾ هزارين ماڻهن کي ٻڏل علائقن مان ڪڍيو ويو. جن لاءِ ٻيڙيون بہ استعمال ڪيون ويون. لطيف آباد ۾ يونٽ نمبر 2-8-9 ۾ 12 مڪمل ٻڏي ويا ۾ يونٽ نمبر 10 ۾ 11 جا ڪجهہ حصا ٻڏا. انهيءَ ڪان علاوه مڪراني پاڙو ريس ڪورس ۾ شهباز ٽائون وغيره والا علائقا بہ پاڻي هيٺ اچي ويا.

## (2) انهيءَ وقت ۾ انهيءَ ڪان پوءِ ڇا ڪيو ويو؟

انهيءَ وقت جي انتظاميہ فوج کان مدد ورتي ٻڏل ماڻهن کي پاڻي وارن علائقن مان ڪڍيو ويو ويو نيڪاليءَ واري نظام ۾ پمپن ذريعي پاڻي ڪڍيو. ياد رهي تہ 1977ع ۾ ملڪ ۾ مارشل لا لڳي چڪو هو. انهيءَ وقت جي چيف مارشل لاءِ ايڊمنسٽريٽر جنرل ضياءالحق 2 آگسٽ 1978ع تي حيدرآباد شهر جو دورو ڪيو. هن ماڻهن کي ڪڍڻ ۾ پاڻي ڪڍڻ جا تڪڙا انتظام ڪرايا ۾ واپڊا وارن کي اهڙن مينهن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ اهڙو ماسٽر پلان ٺاهڻ لاءِ چيو، جنهن ۾ گهٽ عرصي ۾ ڊگهي عرصي وارا اپاءَ هجن. واپڊا وارن گهٽ عرصي وارو پلان 1978ع ۾ تيار ڪيو. جيڪو ايچ ڊي اي 1980ع ۾ پورو ڪيو. ڊگهي عرصي

واري پلان ۾ واپڊا وارن مينهن جي پاڻيءَ کي ڪڍڻ لاءِ ڪليل نالين ذريعي مينهن جي پاڻيءَ کي مناسب هنڌن تي گڏ ڪري زميني وهڪري يا پمپن ذريعي ڦليلي ۽ پنجاري واهن ۽ درياءَ ۾ وجهڻ جو چيو. هن هڪڙي اسڪيم 1980ع ۾ ٺاهي. جنهن جي ڪل قيمت 11 ڪروڙ ٽيهه لک روپيا هئي. جنهن مان 7 ڪروڙ 85 لک نالين، پمپن، پاڻي گڏ ڪرڻ وارين جاين ۽ ٻين ڪمن لاءِ هئا. واپڊا وارن چيو ته اها اسڪيم ٽن سالن ۾ پوري ڪرڻ کپي. هن اسڪيم مطابق سڄي شهر کي 12 يونٽن ۾ ورهايو ويو. يعني يونٽ نمبر (1) راجپوتانہ اسپتال، يونٽ نمبر (2) عامل ڪالوني هيرآباد، يونٽ نمبر (3) لياقت ڪالوني ڪاري، موري، يونٽ نمبر (4) پريٽ آباد يونٽ نمبر (5) اميريڪن ڪوارٽس رشي گهاٽ، يونٽ نمبر (6) گنجو ٽڪر ۽ سائٽ وارو علائقو، يونٽ نمبر (7) پراڻو شهر ۽ قلعو، يونٽ نمبر (8) ريس ڪورس گرائونڊ ۽ ڪينٽونمنٽ وارو علائقو. يونٽ نمبر (9) لطيف آباد جا يونٽ 119،8 ۽ 12 يونٽ نمبر (10) لطيف آباد جا يونٽ 2،3،4،5،ں، ۽ 7 يونٽ (11) جي او آر گارڊن ۽ جي ٽي ايس ۽ يونٽ نمبر (12) وحدت ڪالوني.

ياد رهي ته انهيءَ زماني ۾ قاسم آباد نہ ٺهيو هو. واپڊا مطابق انهيءَ اسڪيم تي ٽن سالن ۾ ڪم پورو ڪرڻو هو. پر اسڪيم ٺاهڻ کان پوءِ پنجن سالن تائين پئسا نہ ملڻ ڪري ڪم ئي شروع نہ ڪيو ويو. 1985ع ۾ ڪم شروع ڪيو ويو، پر اڃا تائين ڪم پورو نہ ٿيو آهي. منهنجي ناقص ڄاڻ مطابق ڪوبہ يونٽ مڪمل طرح نہ ٺاهيو ويو آهي. جيئن پئسا مليا تيئن ضرورت آهر ڪم ڪرايا ويا آهن. پهرين مرحلي ۾ ائيرپورٽ، لوپ بند ٽنڊي يوسف واريون ناليون ٺاهيون ويون. ٻئي مرحلي ۾ ٽنڊي سڙڪ ۽ آٽو ڀان واريون ناليون ٺاهيون ويون. ٽئين مرحلي ۾ راجپوتانا، لطيف آباد يونٽ نمبر 10 ۽ 5 واريون ناليون ٺاهيون ويون. چوٿين مرحلي ۾ ماروي ٽائون، پٺائي ٽائون گلستان سڄاه، يونٽ منمبر 2 ۽ لطيف آباد جي او آر ڪالوني واريون ناليون ٺاهيون ويون.

## (3) جيڪو انهيءَ کان پوءِ ڪم ڪيو ويو، اهو هينئر ڪم ڇو نہ آيو؟

برسات جي پاڻيءَ کي ڪڍڻ لاءِ جيڪو نظام تجويز ڪيو ويو، جيڪڏهن اهو سڄو ٺهيل هجي ها تہ 1978ع واري برسات جو آيل پاڻي تہ ڪڍي ها. جيڪو 5.25 انچ جي مينهن لاءِ ٺاهيو ويو هو پر پوءِ بہ سڄو پاڻي نہ نڪري سگهي ها.

ڇو جو هن سال وارو مينهن 6.7 انچ يا 28 سيڪڙو وڌيڪ هو. ٻيو اهو منصوبو قاسم آباد لاءِ هيو ٿي ڪونہ. پر جيڪڏهن سڄو نهيل هجي ها تہ ماڻهن جون تڪليفون تمام گهٽجي وڃن ها. سوال ٿو اڀري تہ جتي سر نالين نهيل هيون ۽ پمپ لڳل هئا. اتي پاڻي ڇو نہ نڪري سگهيو. انهيءَ جو هڪڙو سبب تہ اهو هو تہ ڪوبہ يونٽ پورو نهيل ڪونہ هو ۽ وچ ۾ ڪجهہ ڪم يا لنڪ ڪٽل هئا. ان ڪان سواءِ ڪيترا سال مينهن نہ پوڻ ڪري جيڪو نظام نهيل هو، انهيءَ جي بہ صحيح سار سنڀال نہ رکي وئي، جو ڪيترين نالين گند سان ڀريل هيون ۽ پاڻي ڪڍڻ جي گنجائش ڪونہ هئي. اوچتي ۽ تکي برسات لاءِ سار سنڀال لهڻ وارو عملو بہ مڪمل طور تيار نہ هو. وري پاڻي نہ نڪرڻ جو مکيہ سبب اهو هو تہ پاڻي ڪڍڻ وارن پمپن جا موٽر ٻڏي ويا. اهي پمپ تہ زمين جي سطح ڪان هيٺ رکيل هئا. پر انهن جا موٽر جيڪي بجليءَ تي هلندا هئا. سي زمين ڪان 2 فوٽ مٿي رکيل هئا، اوچتي ۽ تيز برسات سبب انهن موٽرن وٽ 4 ڪان 6 فوٽ پاڻي گڏ ٿي ويو ۽ اهي ٻڏي ويا. ٻيا پمپ ۽ موٽر ڪونہ هئا. جيڪي ترت هلائي سگهجن. اهي حسن ابدال (پنجاب) ڪان گهرائڻا پيا. جن جو بندوبست ڪرڻ ۾ وقت لڳو. تنهنڪري پاڻي نہ نڪري سگهيو انهيءَ ۾ بجليءَ جي اک ٻوٽ جو بہ عنصر شامل رهيو.

## (4) سنڀاليندڙ ادارن جون ذميواريون ۽ مشڪلاتون ڇا آهن؟

شهر کي پيئڻ جو پاڻي ڏيڻ گندو پاڻي ۽ مينهن جو پاڻي ڪڍڻ حيدرآباد ڊوليمينٽ اٿارٽي ۽ ان جي ذيلي اداري واسا جي ذميواري آهي. سڏو سنئون ڇئجي تہ اهي ٻئي ادارا حيدرآباد شهر جو پاڻي ڪڍڻ ۾ ناڪام ٿي ويا. پر سڄي جوابداري انهن تي وجهڻ زيادتي ٿيندي، جڏهن مينهن جي پاڻي ڪڍڻ جو نظام مڪمل نهيل ٿي ناهي تہ پاڻي ڪيئن نڪري سگهي ها، ۽ جيڪو ٿورو نهيو هو اهو ڊزائين وارو پاڻي ڪڍي سگهي ها، پر مينهن رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا ۽ جنهن مقدار لاءِ نظام ڊيزائن هو انهيءَ ڪان مٿي مينهن پيا. اداري کي پاڻيءَ جي بلن جي وصولي ايتري گهٽ ٿئي ٿي. جو اسٽاف کي پگهارون ڏيڻ بہ مسئلو آهي. پوءِ اسپيئر پمپ ڪٿان وٺن؟ باقي ايتري جوابداري انهن جي آهي تہ نهيل نظام جي سار سنڀال صحيح نموني ۾ ڇو نہ ڪيائون ۽ پمپن جا موٽر مٿي ڇو نہ رکيائون تہ

جيئن نہ ٻڏن ها. ٻيو مکيہ مسئلو نظام هلائڻ جو آهي، يعني governance جو. ادارن ۾ ٽيڪنيڪل عملي جي گهٽتائي آهي، ڊي سي او وٽ جيڪو ترقياتي ڪمن لاءِ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر آهي، رڳو هڪڙو 18 گريڊ جو انجنيئر آهي. اها سطح وڏائڻ جي ضرورت آهي. ساڳي نموني ايچ ڊي اي ۽ واسا ۾ 19 ۽ 20 گريڊ جا آفيسر ڪپن تہ اهي فني طرح مضبوط ٿين. ضلعي ناظم، ايچ ڊي اي ۽ واسا ۾ ٽيم ورڪ ڪپي تہ هو گڏجي آيل مهل کي منهن ڏين، اٿين نہ تہ هڪ ٻئي ڏي واجهائين تہ ڇا ڪجي؟

## (5) اڳتي ڇا ڪجي؟

سياڻا اهي ٿا ليکجن، جيڪي ٿيل غلطين ۽ ڪمزورين تي روئڻ ۽ پٽڻ بدران انهن مان سبق حاصل ڪن. واسطي دار ڌرين کي ڪپي تہ ٿڌي دماغ سان سوچين تہ حيدرآباد جهڙي سهڻي ۽ هوا دار شهر جي بربادي ڇو ٿي ۽ ڪهڙا اپاءَ ونجن تہ اڳتي اها صورتحال نہ ٿئي. واپڊا جي 1980ع واري ماسٽر پلان مطابق گهٽ عرصي وارا ۽ ڊگهي عرصي وارا پلان ٺاهيا ويا. هاڻي بہ اٿين ڪرڻ ڪپي. گهٽ عرصي وارو پلان اهڙو هجي جو ايندڙ سال جي برساتن کان اڳ انهيءَ تي عمل ڪجي. يعني اهي ڪم جون 2007ع کان اڳ پورا ڪري سگهجن. انهيءَ لاءِ پئسا ڪنهن هلندڙ پروگرام مان ڪڍجن. ڊگهي عرصي واري پلان لاءِ واپڊا جي تيار ڪيل پروگرام کي موجوده حالتن موجب نئون ڪجي. ڇاڪاڻ جو هينئر نيون ڪالونيون (جيئن قاسم آباد) ٺهي ويون آهن ۽ سر زمين تي ڪيتريون تبديليون آيون آهن. اهو پلان جلد ٺاهي انهيءَ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پئسن جو بندوبست ڪرڻ ڪپي. اٿين نہ ٿئي جو اسان جي سستيءَ سبب گذريل سانوڻيءَ واري صورتحال بيهر ٿئي ۽ دنيا اسان کي بيوقوف چوي، ڇو جو انگريزيءَ ۾ چوندا آهن تہ:

Wise men commit mistakes and fools repeat them.

(سياڻا ماڻهو غلطيون ڪندا آهن، ۽ بيوقوف انهن کي ورجائيندا آهن).

(روزانہ ڪاوش 13 جنوري 2007ع)

# برسات ۾ ٻڏڻ کان بچاءَ وارا

## منصوبا ڪيئن جوڙجن؟

گذريل سانوڻيءَ جي ساندهه 15 ڪلاڪ پونڊڙ برسات حيدآباد شهر کي ٻوڙي ڇڏيو روڊ ۽ رستا ٻڏي ويا. گهرن جي گرائونڊ فلور تي پاڻي بيهي ويو. وڏيڪ مصيبت انهيءَ ڪري ٿي جو اهو پاڻي ڪيترا ڏينهن بيٺو رهيو نه نڪري سگهيو نه ڪڍيو ويو. پاڻي سنڀاليندڙ ادارا يعني ايڇ ڊي اي ۽ واسا پاڻي ڪڍڻ ۾ 15 ڏينهن تائين ڪامياب نه ٿي سگهيا. جنهنڪري لطيف آباد، قاسم آباد ٻين هيٺين علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن کي تمام گهڻي تڪليف پهتي. اها صورتحال پهريون دفعو نه ٿي، پر سال 1978ع ۾ به ذري گهٽ ساڳي صورتحال ٿي هئي. انهيءَ سال به حيدرآباد شهر ٻڏو هو ۽ ڪيترا ڏينهن پاڻي بيٺو رهيو. 1978ع جي برساتن کان يڪدم پوءِ انهيءَ وقت جي چيف مارشل لاءِ ايڊ منسٽريٽر جنرل ضياءُالحق شهر جو دورو ڪيو ۽ واپڊا وارن کي برساتن کان بچڻ وارو پلان ناهڻ لاءِ چيو. واپڊا وارن هڪڙو منصوبو ناهيو. جنهن ۾ گهٽ عرصي وارا اپاءَ ۽ ڊگهي عرصي وارا اپاءَ ٻڌايا ويا. گهٽ عرصي واري پلان تي ايڇ ڊي اي وارن عمل ڪيو. پر ڊگهي عرصي واري پلان تي مڪمل طرح ٽيهن سالن ۾ عمل نه ٿي سگهيو. جنهن جي نتيجي ۾ گذريل سال برساتن سبب وري شهر ٻڏو. مستقبل ۾ اهڙين برساتن جي تباهيءَ کان بچڻ لاءِ ٻه ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون. هڪڙو ته واپڊا جي اڳوڻي پلان کي پورو ڪجي، ٻيو ته نئون پلان ناهجي. اچو ته انهن تي وڌيڪ ويچار ڪريون.

### واپڊا جي اڳوڻي منصوبي کي پورو ڪرڻ:

جيڪڏهن واپڊا جي ناهيل منصوبي تي پوري طرح عمل ڪيو وڃي ها ۽ ٺهيل شين جي صحيح نموني ۾ سار سنڀال لڌي وڃي ها ته گذريل سال جي برسات ۾ ايتري تڪليف نه ٿئي ها، جيتري ٿي. پر سوال ٿو اڀري ته واپڊا واري

منصوبي تي هينئر عمل ڪرڻ سان گهربل نتيجا نڪري سگهندا؟ حيدرآباد جا اهي رهواسي، جن 1978ع وارو وقت ڏٺو هو، سي چڱي نموني ڄاڻن ٿا ته انهيءَ عرصي کان پوءِ ڪيترين ئي ڪالونين ٺهي پيون آهن. ۽ اڃا به ٺهن ٿيون پيون، ڪيترا رستا، پليون ۽ عمارتون ٺهي ويون آهن. جو شهر جي شڪل ئي مٽجي وئي آهي. انهيءَ ڦير گهير سبب واپڊا جي منصوبي تي عمل ڏکيو آهي. وري واپڊا جي ٺاهيل منصوبي ۾ نئين ٺهيل ڪالونين جي پاڻي ڪڍڻ جو بندوبست ڪونهي. ڇاڪاڻ جو اهي انهيءَ وقت هيون ئي ڪونه. مثال طور 1978ع ۾ قاسم آباد هيو ئي ڪونه. وري اهو منصوبو 5.25 انچ جي برسات کي منهن ڏيڻ لاءِ ٺاهيو ويو. جڏهن ته گذريل سال ساڳي وقت ۾ 6.7 انچ مينهن پيو. نتيجو اهو نڪتو ته واپڊا جي اٿپور منصوبي کي مڪمل ڪرڻ سان گهربل نتيجا نه نڪري سگهندا.

## نئون منصوبو ٺاهڻ

موجوده حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ نئين منصوبي ٺاهڻ جي ضرورت آهي، پر اهو اهڙي نموني ۾ ٺاهڻ کپي جو هينئر تائين ٿيل ڪم ۽ نئين ڪم جو ڳانڍاپو هجي. يعني پراڻو ٿيل ڪم اهڙي نموني ۾ استعمال ڪجي جو نئين ڪم سان ملي هڪ ٿي وڃي. وري واپڊا جي ٺاهيل منصوبي مان سبق وٺندي انهيءَ منصوبي جا به جزا هئڻ کپن. هڪڙو گهٽ عرصي وارو پلان، ٻيو ڊگهي عرصي وارون پلان، اسان کي ايندڙ سال جي برسات کان اڳ اهڙا اپاءَ وٺڻ کپن جو جيڪڏهن ساڳي برسات وري پوي ته شهر وارن کي وڌيڪ تڪليف نه ٿئي. يعني پاڻي پنجن کان ستن ڏينهن ۾ نڪري وڃي. اهو ڪم هن سال جون مهيني تائين مڪمل ڪرڻ کپي. انهيءَ کي گهٽ عرصي وارو پلان چئجي ٿو. پنجن کان ستن ڏينهن ۾ پاڻي نڪرڻ ۾ به ماڻهن کي تڪليف ٿيندي. پاڻي ٻن ٽن ڏينهن ۾ نڪرڻ کپي. اهو منصوبو جنهن جي ٺاهڻ سان پاڻي ٻن ٽن ڏينهن نڪري انهيءَ کي ڊگهي عرصي وارو پلان چئجي ٿو ۽ جنهن کي ٺاهڻ سان حيدرآباد شهر جا رهواسي مستقل بنيادن تي برسات جي تڪليفن کان بچي ويندا.

## ڇا پيو ٿئي؟

حيدرآباد سان گذريل برساتن ۾ جيڪا ويڌن ٿي، انهيءَ لاءِ هر ڪو ماڻهو پريشان رهي ٿو پر عام ڏٺو ويو آهي ته جڏهن ڪا آفت يا مصيبت اچي ٿي ته هر ڪو ماڻهو چست ٿي وڃي ٿو پر جيئن جيئن وقت گذري ٿو ماڻهو ڳالهيون وساري ڍرا ۽ سست ٿي وڃن ٿا. ساڳيو حال ادارن ۽ حڪومتن جو آهي. جڏهن تڪليف اچي ٿي ته هر ڪو همدردي ۽ مدد لاءِ اچي ٿو پر وقت گذرڻ سان هر ڪو ٿڌو ٿي ويهي ٿو رهي، پر اسان کي حيدرآباد تي ايندڙ مصيبت کان بچڻ لاءِ سستي ۽ ويسر جي نذر نه ٿيڻ کپي. ۽ مناسب اپاءَ ۽ جوڳا بندوبست ڪرڻ کپن ته جيئن ساڳيو قصو ٻيهر نه ورجائي سگهي.

مون جاچ ڪئي آهي ته ايچ ڊي اي اهو ڪم حيدرآباد ڊيولپمنٽ پيڪيج وارن ڪنسلٽنٽس جي حوالي ڪري ڇڏيو. 26 آگسٽ 2003ع تي صدر پاڪستان حيدرآباد آيو ۽ حيدرآباد ضلعي جي ترقي ۽ ان کي سهولتون مهيا ڪرڻ لاءِ ساڍا ڏهه ارب روپين جو پيڪيج ڏئي ويو. انهيءَ مان اڌ رقم پاڪستان سرڪار ۽ اڌ سنڌ سرڪار ڏيندي ۽ اها اسڪيم 4 سالن ۾ مڪمل ڪئي ويندي. انهيءَ پروگرام ۾ 1.56 ڪروڙ ماسٽر پلان ٺاهڻ لاءِ ۽ 375 ڪروڙ گندو پاڻي ڪڍڻ ۽ پاڻي جي نيڪالي لاءِ رکيا ويا آهن. جنهن مان 32 ڪروڙ رڳو مينهن جي پاڻي سان واسطو رکندڙ ڪمن لاءِ رکيا ويا آهن. حيدرآباد ترقياتي پيڪيج لاءِ عثماني اينڊ ڪمپني کي ڪنسلٽنٽ رکيو ويو آهي. گذريل سال جي ساوڻي واري برساتن کان پوءِ هنن کي ماسٽر پلان ٺاهڻ جو ٽاسڪ مليو ۽ کين گهٽ عرصي واري پلان هن سال جون تائين ٺاهڻ لاءِ چيو ويو. هنن گهٽ عرصي واري پلان لاءِ جيڪو هن سال جون تائين مڪمل ٿيڻ کپي. لطيف آباد، قاسم آباد ۽ شهر جي ٻين حصن ۾ ڇهن قسمن جا ڪم تجويز ڪيا آهن.

(1) ٺهيل پمپنگ اسٽيشن جو درست ڪرڻ.

(2) نيون پمپنگ اسٽيشنز ٺاهڻ.

(3) پاڻي مٿي چاڙهڻ لاءِ پائپ وجهڻ.

(4) نيون ناليون ٺاهڻ.

انهن ڪمن جي ڪل خرچ جو ڪاٿو 55 ڪروڙ 30 لک روپيا لڳايو ويو آهي. جنهن مان لطيف آباد لاءِ 33 ڪروڙ 80 لک، قاسم آباد لاءِ 13 ڪروڙ 70 لک ۽ باقي شهر لاءِ 5 ڪروڙ 80 لک ۽ زمين وٺڻ لاءِ 2 ڪروڙ روپيا آهن. ڊگهي عرصي وارو پلان اڃا نہ ٺاهيو ويو آهي. انهيءَ ۾ واپڊا جي ٺهيل پلان کي نئون (Update) ڪرڻو پوندو تہ جيئن اڳي ٺهيل ڪم زيان نہ ٿين ۽ نيون گهرجون بہ پوريون ٿي سگهن.

## پيسئن جو بندوبست

ڪوبہ ڪم پيسئن کان سواءِ نٿو ٿي سگهي جو انگريزي ۾ چوندا آهن تہ (Money makes the mare go) يعني هجي ناڻو تہ گهم لاڙڪاڻو. عثماني اينڊ ڪمپني مطابق گهٽ عرصي واري پلان لاءِ اٽڪل 55 ڪروڙ روپيا کپن. صدر صاحب جي ڏنل پيڪيج مان اهي ڪم ڪرائي سگهبا. پر رقم هن سال جون تائين کپي. سرڪار وارا پئسن ڏيڻ جو اعلان تہ وقتي مصلحتن مطابق ڪري ڇڏيندا آهن. پر فنڊ تمام ڏکيائي سان رليز ڪيا وڃن ٿا ۽ اهي بہ تمام گهٽ، نتيجي ۾ وقتائتا ڪم نٿا ٿين. جنهنڪري انهن جي قيمت بہ وڌي وڃي ٿي ۽ فائدا بہ وقت سر نٿا پهچن. حيدرآباد ترقياتي پيڪيج ۾ رکيو 32 ڪروڙ روپيا مينهن جي پاڻي ڪڍڻ لاءِ رکيا ويا آهن، جڏهن تہ جون تائين ڪمن لاءِ کين 55 ڪروڙ روپيا. ڊگهي عرصي واري پلان ٺاهڻ لاءِ بہ پئسا کپن. جو حيدرآباد پيڪيج ۾ سيني ڪمن جي ماسٽر پلان لاءِ رکيو 1.56 ڪروڙ رکيا ويا آهن. انهيءَ رقم کي وڌائڻ جي ضرورت آهي. وري ڊگهي عرصي واري پلان کي ٺهڻ کان پوءِ عمل ۾ بہ آڻڻو آهي. جنهن لاءِ حيدرآباد پيڪيج ۾ پئسا رکيل ڪونهن، انهيءَ لاءِ بہ مناسب منصوبہ بندي جي گهرج آهي.

## انتظامي مسئلا

حيدرآباد ترقياتي پيڪيج جو پراجيڪٽ ڊائريڪٽر ڊي سي او آهي، جيڪو انجنيئر ناهي، انهيءَ سان رکيو هڪڙو گريڊ 18 جو انجنيئر آهي. اها سطح ايتري وڏي ڪم لاءِ تمام گهٽ آهي. انهيءَ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ گريڊ 20 جو

چيف انجنيئر سطح جو آفيسر ڪپي. پلان ٺاهڻ ۽ انهيءَ ڪي عمل ڪرائڻ لاءِ وري رڳو سرڪاري ڪامورا ناڪافي آهن. نوڪرين ۾ ايتري Deterioration آهي، جو رڳو انهن تي ڀاڙڻ ناڪافي آهي. فيلڊ ۾ ڪيترا هوشيار ۽ تجزبي ڪار انجنيئر موجود آهن. ضرورت انهيءَ ڳالھ جي آهي تہ انهيءَ لاءِ سياڻن ۽ سمجهو ماڻهن جي مدد ورتي وڃي. ڀلي سرڪاري ڪامورا ٺي ڪرائين، پر انهن جي ڪم تي نظر رکڻ لاءِ جهونن ۽ جهان ديده انجنيئرن کي رکڻ کپن. جيڪي وقت بوقت انهن آفيسرن جي رهنمائي ڪري سگهن. مناسب مشورا ڏيئي سگهن ۽ ڪم جي ڪوالٽي ٺيڪ ڪرائي سگهن.

اچو وري ايچ ڊي اي ۽ واسا تي. انهن ادارن ۾ بہ آفيسر گهٽ ليول جا آهن ۽ انهن ۾ ذميوارين جي صحيح ورهاست ڪونهي. يعني ڪير ماڻهو ڪنهن ڪم لاءِ ذميوار آهي. انهن ٻنهي ادارن کي مٿين سطح جا آفيسر رکي مضبوط ڪرڻ جي ضرورت آهي، وري واسا کي نظام هلائڻ لاءِ پئسن جو مسئلو آهي. وصولي ايتري گهٽ آهي جو اسٽاف جي پگهارن لاءِ پئسا مس پورا ٿا ٿين تہ پوءِ ايڏي وڏي نظام کي ڪيئن هلائن. يا تہ وصولي وڌائڻ جا جوڳا اپاءَ ورتا وڃن. يا هنن کي سرڪار گرانٽ ڏي. اوهان ڪنهن ماڻهوءَ يا اداري جو احتساب تڏهن ڪري سگهو ٿا جڏهن ان جون ضرورتون پوري ڪيو.

## سفارشون

مٿين سيني ڳالهين کي نظر ۾ رکي هيٺيون سفارشون ڪجن ٿيون.

(1) حيدرآباد ترقياتي پيڪيج جي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر کي 20 گريڊ جو هڪ چيف انجنيئر ڏيڻ کپي.

(2) ايچ ڊي اي ۽ واسا ۾ چيف انجنيئر سطح وارا انجنيئر رکڻ کپن ۽ وڏيڪ سپرنٽينڊنگ انجنيئر سطح جا آفيسر ڏيئي انهن کي مضبوط ڪيو وڃي.

(3) واسا کي نظام هلائڻ لاءِ مناسب پئسا ڏنا وڃن.

(4) عثماني اينڊ ڪمپني ڪنسلٽنٽ جيڪو گهٽ عرصي وارو پلان ٺاهيو آهي، ان منصوبي جي جهونن ۽ تجربيڪار انجنيئرن کان نظر ثاني ڪرائي وڃي.

(5) نظرثاني ڪيل مٿين منصوبي تي حيدرآباد ترقياتي پيڪيج جي فنڊن مان ڪم ڪرايو وڃي ۽ انهيءَ ڪم لاءِ پئسن جو اهڙو بندوبست ڪيو وڃي جو هي ڪم جون تائين ضرور پورا ٿين.

(6) ڪم جي نگراني لاءِ جهانديده ۽ تجربيڪار ماڻهو رکيا وڃن.

(7) عثمان اينڊ ڪمپني ڪنسلٽنٽ کان ڊگهي عرصي وارو منصوبو جهونن انجنيئرن جي نظر هيٺ حيدرآباد ترقياتي پيڪيج جي فنڊن مان جون تائين ٺهرايو وڃي.

(8) ڊگهي عرصي واري پلان کي ٽن سالن ۾ مڪمل ڪيو وڃي.

جيڪڏهن مٿين سفارشن تي سچي دل سان عمل ڪيو ويو ته حيدرآباد جو سهڻو ۽ ٿڌين هوائن وارو شهر هن سال ۽ ايندڙ سالن ۾ سانوڻيءَ جي مينهن جي آندل مصيبتن کان بچي ويندو. مون پنهنجي چاڻ آهر حيدرآباد کي سدائين شاد ۽ آباد رکڻ لاءِ تجويزون ڏئي ڇڏيون آهن. هاڻي اقتدار ڌڻين جو ڪم آهي ته انهن تي عمل ڪن، نه ته پاڻ ڄاڻن. ايئن نه ٿئي جو لطيف آباد جي ڪا مائي وري چيف منسٽر جي دوري تي اهو چوي ته "اسان کي اوهان کان ڪجهه نه کپي، رڳو پاڻي ڪيرائي ڏيو."

(روزانه ڪاوش 23 جنوري 2007)

# پاڻيءَ جي موجوده صورتحال ۾
# سنڌ جي زراعت لاءِ ڇا ڪرڻ کپي؟

هن سال خريف جي مند شروع ٿيڻ سان ئي سنڌ ۾ پاڻيءَ جي دستيابي رڪارڊ حد تائين گهٽجي وئي آهي. ارسا وارن اڳڪٿي ڪئي هئي ته اڳواٽ خريف جي مند ۾، يعني پهرين اپريل کان ڏهين جون تائين پاڻيءَ جي کوٽ 7 کان 8 سيڪڙو رهندي، پر درياهن جا وهڪرا ايترا گهٽ رهيا آهن، جو اپريل ۽ مئي جي ڏهاڪن ۾ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ 49 کان 57 سيڪڙو رهي، جيڪا هن ريت هئي:

| ڏهاڪو | ٺاهه ۾ حصو | مليل پاڻي ڪيوسڪ ۾ | کوٽ |
|---|---|---|---|
| اپريل پهريون | 40,200 | 17,500 | 57 سيڪڙو |
| اپريل ٻيو | 41,300 | 18,200 | 56 سيڪڙو |
| اپريل ٽيون | 39,900 | 20,200 | 49 سيڪڙو |
| مئي پهريون | 51,100 | 22,000 | 57 سيڪڙو |
| مئي ٻيو | 61,700 | 30,500 | 50 سيڪڙو |

وري سڀني کان گهڻي تڪليف ڪوٽڙي بيراج ۾ ٿي، جتي مٿئين عرصي ۾ پاڻي 1800 کان 2000 ڪيوسڪ پهتو. جنهن مان هڪ هزار ڪيوسڪ ڪراچيءَ کي پيئڻ لاءِ ڏنو باقي هڪ هزار ڪيوسڪ ڪوٽڙي بيراج جي واهن لاءِ رکيو ويو. جيڪو فصل ته پنهنجي جاءِ تي، پر پيئڻ جي لاءِ به ناڪافي هو.

اپريل جي سڄي مهيني ۾ گڊو بيراج جا سڀ واهه بند رهيا. ڊزرٽ پٽ فيڊر کي بلوچستان جي حصي جو پاڻي ڏيڻ لاءِ 6 مئي تي کوليو ويو ۽ گهوٽڪي فيڊر کي 15 مئي تي کوليو ويو. وري سکر بيراج جي ساڄي ڪپ وارا واهه اپريل جو سڄو مهينو بند رهيا. دادو ڪينال کي 4 مئي تي ۽ نارٿ ويسٽ ڪينال کي 9 مئي تي کوليو ويو.

ائين ڇو ٿيو؟: پهرين اپريل تي تربيلا ۽ منگلا ڊيم صفا خالي هئا ۽ پاڻيءَ جي دستيابي رڳو درياهي وهڪرن تي هئي، جيڪي تمام گهٽ رهيا.

سنڌو درياهه: اپريل جي پهرئين ڏهاڪي ۾ اڳ ۾ آيل وڌ ۾ وڌ پاڻي 51400 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ 16،400 ڪيوسڪ هو جڏهن ته هن سال اهو 27،300 ڪيوسڪ هو. اپريل جي ٻي ڏهاڪي ۾ وڌ ۾ وڌ آيل پاڻي 52،500 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ 28،200 ڪيوسڪ هو. اپريل جي ٽئين ڏهاڪي ۾ اڳ ۾ آيل وڌ ۾ وڌ پاڻي 64100 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ 21،600 ڪيوسڪ هو جڏهن ته هن سال 41،900 ڪيوسڪ هو. مئي جي پهرئين ڏهاڪي ۾ اڳ ۾ وڌ ۾ وڌ آيل پاڻي 96،000 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ 26،300 ڪيوسڪ هو جڏهن ته هن سال اهو 52،500 ڪيوسڪ هو. مئي جي ٻي ڏهاڪي ۾ اڳ ۾ وڌ ۾ وڌ آيل پاڻي 174،400 ڪيوسڪ ۽ گهٽ ۾ گهٽ 36،500 ڪيوسڪ هو جڏهن ته هن سال اهو 82،500 ڪيوسڪ هو. ڪابل درياهه، جيڪو اٽڪ وٽ سنڌوءَ سان ملي ٿو، تنهن جي صورتحال هن ريت هئي:

| ڏهاڪو | وڌ ۾ وڌ | گهٽ ۾ گهٽ | هن سال |
|---|---|---|---|
| اپريل پهريون | 63400 | 9800 | 14،300 |
| اپريل ٻيو | 73،700 | 13،600 | 14،300 |
| اپريل ٽيون | 8100 | 16،700 | 26،400 |
| مئي پهريون | 85،900 | 22،000 | 32،000 |
| مئي ٻيو | 99،100 | 23،200 | 37،900 |

وري جهلم ۽ چناب درياهن ۾ وهڪرا هن ريت هئا:

| ڏهاڪو | جهلم | چناب | ٽوٽل |
|---|---|---|---|
| اپريل پهريون | 26،700 | 15،600 | 42،300 |
| اپريل ٻيو | 30،300 | 15،800 | 46،100 |
| اپريل ٽيون | 37،100 | 23،100 | 60،200 |
| مئي پهريون | 60،200 | 36،300 | 96،500 |
| مئي ٻيو | 58،700 | 33،600 | 92،300 |

هاڻي مان پيٽ ڪندس ته جهلم ۽ چناب درياهن ۾ پاڻي گهٽ هو سنڌو ۽ ڪابل درياهن ۾ پاڻي گهٽ هو ڪل پاڻي گهٽ هو ۽ سنڌ کي گهٽ مليو.

| ڏهاڪو | جهلم ۽ چناب | سنڌو ۽ ڪابل | ڪل پاڻي | سنڌ کي مليو |
|---|---|---|---|---|
| اپريل پهريون | 42،300 | 41،600 | 83900 | 17،500 |
| اپريل ٻيو | 46،100 | 42،500 | 88،600 | 18،200 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| اپريل ٽيون | 60،200 | 68،300 | 1،28،500 | 20،200 |
| مئي پهريون | 96،500 | 74،500 | 1،71،000 | 22،000 |
| مئي ٻيو | 92،300 | 1،20،400 | 2،12،700 | 30،500 |

پاڻي بيراجن تائين پهچڻ ۾ 15 سيڪڙو زيان ٿئي ٿو. اهو ڪٽڻ کان پوءِ ورهاست پاڻي ٺاهه مطابق ڪجي ۽ جيڪو سنڌ کي مليو انهيءَ سان ڀيٽجي ته هيٺين صورتحال ٿئي ٿي:

| ڏهاڪو | ٺاهه مطابق سنڌ جو حق | سنڌ کي مليل پاڻي |
|---|---|---|
| اپريل پهريون | 27،997 | 17،500 |
| اپريل ٻيو | 28،618 | 18،200 |
| اپريل ٽيون | 34،952 | 20،200 |
| مئي پهريون | 50،873 | 22،000 |
| مئي ٻيو | 64،894 | 30،500 |

انهيءَ گهٽ پاڻي ملڻ جا چار مکيه سبب هئا: پهريون اهو ته ڊيمن ۾ بچيل پاڻي کو نه هو ٻيو ته درياهن ۾ وهڪرا گهٽ رهيا. ٽيون ته پاڻيءَ جي ورهاست پاڻي ٺاهه ۾ ڏنل ڏهاڪن بدران تاريخي استعمال جي ڏهاڪن موجب ڪئي وئي ۽ چوٿون سبب اهو ته انهيءَ ڪوٽ واري وقت ۾ به منگلا ڊيم ۾ پاڻي ڀريو ويو. جيڪڏهن پاڻي صحيح نموني ۾ ورهايو وڃي ها ته سنڌ ۾ ايتري ڪوٽ نه ٿئي ها.

"متيان" چون ٿا ته جيڪڏهن وڏو ڊيم نه ٺاهيو ويو ته سنڌ ۾ هر سال اپريل ۽ مئي جي مهينن ۾ هن سال جهڙي ڪوٽ ٿيندي. انهيءَ جو جواب اهو آهي ته هر سال ايترا گهٽ وهڪرا هجڻ ضروري ناهي. درياهن ۾ منجندڙ وهڪرا ٿين ٿا، ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ. جن سالن ۾ وهڪرا سٺا رهندا، ڪا تڪليف نه ٿيندي، پر جن سالن ۾ وهڪرا گهٽ رهندا ۽ ورهاست به صحيح نه ٿيندي، ته سنڌ وارن کي تڪليف ٿيندي. وري اها کهڙي خاطري آهي ته وڏا ڊيم ٺهڻ کان پوءِ سنڌ کي اپريل ۽ مئي ۾ پاڻي ملندو؟ هينئر به ته "متيان" ڪوٽ واري وقت ۾ منگلا ڊيم ڀرين ٿا. هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته چا وڏا ڊيم ٺاهڻ کان پوءِ "متيان" منگلا ڊيم اپريل ۽ مئي ۾ نه ڀريندا؟ وري انگ اکر ٻڌائين ٿا ته ڊيم ڀرڻ لاءِ هر سال پاڻي کونهي، جيڪڏهن وري ڪو ڊيم ٺاهيو ويو ته جن سالن ۾ پاڻي گهٽ هوندو ته اهي "متيان" ته ڊيم هر صورت ۾ ڀريندا، جنهن جو اثر ڇيني کان هيٺين صوبي يعني سنڌ تي ٿيندو. وري چون ٿا ته نئين ڊيم مان سنڌ کي اپريل ۽ مئي جي مهيني ۾ پاڻي ڏنو ويندو. شروع ۾ برابر تربيلا ڊيم مان خريف لاءِ 1

ڪان 2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچائيندا هئا، پر هوريان هوريان اهو ختم ٿي ويو. هاڻي آباديون ايتريون وڌي ويون آهن، جو ڊيم مان اڳواٽ خريف لاءِ پاڻي بچائڻ ڏکيو آهي.

## پوءِ ڇا ڪجي؟

اسان کي پاڻي بچائڻ ۽ انهيءَ جي صحيح استعمال بابت سوچڻ کپي. انهيءَ لاءِ هينان اپاءَ وٺڻ کپن:

(1) ننڍن واهن يعني ڊسٽري ۽ مائنرن کي هوريان پڪو ڪرڻ کپي.

(2) سيني واٽرن کي منڍ کان پڇڙيءَ تائين پڪو ڪرڻ کپي.

(3) زمينن کي هموار (Percision land levelling) ڪرڻ کپي.

(4) پاڻي سنيالي ۽ حساب ڪتاب سان استعمال ڪرڻ کپي. ضروري ناهي تہ گهڻي پاڻيءَ سان فصل سٺو ٿئي. ايگريڪلچر کاتي وارا آبادگارن کي پاڻيءَ جي صحيح استعمال بابت ڄاڻ ۽ تربيت ڏين.

(5) پاڻي ڏيڻ جا طريقا مٽائڻ. جيئن ٻنين ۾ ٻوڙ ڪري آبادي ڪرڻ بدران ڪرن تي پوک ڪجي.

(6) فصلن جي پوک جي متاسنا ڪجي، يعني Cropping pattern ڦيرائجي. ايگريڪلچر ريسرچ وارا ڪيھ جون اهڙيون جنسون تجويز ڪن، جيڪي مٺي ۽ جون ۾ پوکي سگهجن.

(8) گهٽي پاڻي واپرائڻ وارا فصل گهڻ پوکجن. جهڙوڪ: ڪمند ۽ ساريون. انهن بدران جوئر ۽ مکئي پوکجي.

(9) ايگريڪلچر کاتي جو Extension wing فعال ٿئي، تہ جيئن ماڻهن کي صحيح مشورا ملي سگهن. مهلون مڙسن تي پونديون آهن، ڏکيائي ۽ مصيبت ئي تہ فيصلو ڪندي آهي تہ ڪير مڙس آهي ۽ ڪير ان جي ابتڙ. فارسيءَ جي شاعر چيو آهي تہ،

مرد باشد کہ هراسان نہ شد
مشکلي نيست کہ آسان نہ شد

(ترجمو: مڙسن کي ڊڄڻ نہ کپي، ڇو تہ ڪا بہ ڏکيائي اهڙي ناهي، جيڪا سولي نہ ٿي سگهي.)

(روزانہ ڪاوش: 29 - مئي 2004ع)

# پاڻيءَ جي کوٽ جا سنڌ جي زراعت تي پوندڙ اثر

سنڌ هڪ زرعي علائقو آهي، جنهن جي 70 سيڪڙو ماڻهن جي روزگار جو مدار زراعت يا زراعت سان واسطو رکندڙ ڪارخانن ۽ فيڪٽرين تي آهي، جيئن ڪپهه جا ڪارخانا، رائس ملز ۽ شگر ملز وغيره. زراعت جي ترقي سنڌ جي ترقي آهي. ان جي مارئڙن ۽ جهانگيئڙن جي آسودگي ۽ خوشحالي آهي، زراعت جو زوال، سنڌ جو زوال آهي. ان جي ماڻهن جي بدحالي ۽ بربادي آهي، زراعت جي ترقي لاءِ خاص گهرج ته پاڻي ئي هجي ٿو، ٻين گهرجن جهڙڪ ٻاڻ، زرعي دوائن وغيره کان سواءِ به زراعت ممڪن آهي. پر پاڻيءَ کان سواءِ زراعت ممڪن ناهي ۽ گهرج کان گهٽ پاڻيءَ جي ڪري سٺا فصل نه ٿي سگهندا ۽ زرعي پيداوار تي ان کوٽ جو اثر پوندو.

پاڻيءَ جا مکيه ٽي ذريعا آهن، برسات، جر ۽ سنڌو درياءَ، سنڌ ۾ مينهن ايترا ڪونه ٿا پون، تنهنڪري سنڌ لاءِ اهو ڀروسي وارو ذريعو ڪونهي. ٻئي پاسي سنڌو درياءَ جي ڊيلٽا هجڻ ڪري اسان جو زير زمين پاڻي 90 سيڪڙو ڪارو آهي، جنهن تي آباديون نٿيون ٿي سگهن، رڳو درياءَ جي ڪچي ۽ انهيءَ جي ٻنهي پاسي پاڻي مٺو آهي، جنهن مان ڪجهه مدد ملي ٿي، پر رڳو زير زمين ٿوري مٺي پاڻيءَ تي زراعت نٿي هلي سگهي. مان سمجهان ٿي لاءِ ٻڌايان ته پنجاب ۾ هر سال اٽڪل چاليهه ملين ايڪڙ فوٽ مٺو پاڻي زمين هيٺان ڪڍي آبادي لاءِ استعمال ٿئي ٿو ۽ ڪن علائقن ۾ انهيءَ تي باسمتي چانور به پيدا ٿين ٿا. اسان سنڌ ۾ ٽيوب ويل جي پاڻيءَ تي ساريون پوکڻ ۽ پچائڻ جو سوچي به نٿا سگهون. سنڌ ۾ ڪل ٽيوب ويلن ذريعي ڪڍيل، مٺو پاڻي 3 کان 5 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. معنيٰ ته سنڌ زير زمين پاڻيءَ تي زراعت مدار نٿي رکي. ٽيون ذريعو جيڪو اعتبار وارو آهي، سو آهي سنڌو درياءَ، جنهن جي پاڻيءَ تي سنڌ جي زراعت ۽ جياپي جو مدار آهي. جنهن جي نالي تي سنڌ جو نالو آهي، جنهن جي پاڻيءَ تي سنڌ جو جهر جهنگ آباد ٿئي ٿو. مطلب ته سنڌو درياءَ جو پاڻي آهي ته سنڌ آهي، نه ته سنڌ هڪ رڻ آهي. ڪو زمانو هو، جو سنڌو پنهنجي موج ۽ مستيءَ ۾ مڪمل طور تي مست ٿي وهندو هو، پاڻ سان تمام گهڻي لٽ کڻي ايندو هو جيڪا زمين لاءِ ٻاڻ جو ڪم ڏيندي هئي ۽ ڊيلٽا ناهيندي هئي، ٻوڏون ايندڙيون هيون ۽ ڪچا آباد

ٿيندا هئا. ڪڇي ۾ ٻيلا هوندا هئا. ماڻهن وٽ جام مال متاع هوندو هو. ڏڌ لسي جام هو ۽ ڪڇي جا ماڻهو تمام خوشحال هئا. پر هوريان هوريان سنڌ جي مٿين علائقن ۾ واهه، بيراج، ۽ ڊيم ٺهڻ ڪري سنڌوءَ ڪي گهٽتا ايندا ويا ۽ ان جو پاڻي گهٽبو ويو. هاڻي ته ڪجهه سالن کان حالت اها آهي جو ڪوٽڙيءَ کان هيٺ نالي ماتر پاڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هوريان هوريان پاڻي گهٽجڻ جا ڪجهه تفصيل هن ريت آهن. سال 1980ع کان 1982ع جي عرصي م ڪوٽڙي کان هيٺ ويندڙ پاڻي 150 ملين ايڪڙ فوٽ هو. سال 1940ع کان 1954ع واري مدي ۾ اهو گهٽجي 84 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيو. سال 1955ع کان 1965ع واري وقت ۾ اهو 80 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيو. سال 1966ع کان 1976ع واري وقت ۾ اهو 46 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيو .1976ع کان سال 2004ع تائين اهو 32 ملين ايڪڙ فوٽ ٿي ويو. هي سراسري انگ اکر هئا. هينئر ڪجهه سال ته تمام خراب صورتحال ڏيکارين ٿا. 1999ع کان سال 2005 تائين جي ڀَنڀير تصوير هيٺين ريت آهي.

سال 2000-1999ع دوران ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 8.83 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي رهيو. 2001-2000ع دوران 0.79 ملين ايڪڙ فوٽ، 2002-2001 دوران دوران 1.93 ملين ايڪڙ فوٽ، 2003-2002ع دوران 2.37 ملين ايڪڙ فوٽ، 2005-2004ع دوران 1.01 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 2006-2005ع دوران ڪوٽڙيءَ کان هيٺ 25.33 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڇڏيو ويو.

هاڻي وري عالمي گرمي پد وڌڻ (Global Warming) ۽ موسمي ڦير گهير جا اثر ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويا آهن. برساتون گهٽ پيون پون. انهن ۾ ڦير گهير آئي آهي. برساتن جو حال اهو آهي، جو اهي ڪٿي صفا نٿيون پون، ۽ ڪٿي وري گهڻيون ٿيون پون. برسات پوڻ وارو وقت مٽجي ويو آهي، جو اونهاري بدران سياري ۾ وڌيڪ برساتون پون ٿيون. گرمي پد وڌڻ ڪري گليشئر رجن پيا ۽ موسمون ڦرن پيون. گذريل سال خريف ۾ مينهن ڪو خاص نه پيو، پر پوءِ سياري جي پڇاڙيءَ ۾ برسات پئي. موسمي ڦير گهيرجي بين السرڪاري پينل (Inter govern mental panel on climate change) جي 1996ع واري رپورٽ مطابق سنڌ جو وهڪرو گليشئر رجڻ ڪري 43 سيڪڙو گهٽجي ويندو انهن ڳالهين جو گهڻو اثر ته اڳتي هلي ٿيندو پر ڪجهه اثر هينئر به ظاهر ٿي رهيا آهن. ٽن الهندي درياهن ۾ جيڪي سنڌ طاس معاهدي مطابق پاڪستان کي مليل آهن، وهڪرا گهٽجي رهيا آهن. تربيلا ڊيم ٺهڻ کان پوءِ 1976ع کان 1980ع

تائين انهن ٽنهي درياهن ۾ سراسري پاڻي 139 ملين ايڪڙ فوٽ آيو. 1980ع جي ڏهاڪي ۾ 141 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 1990ع جي ڏهاڪي ۾ 156 ملين ايڪڙ فوٽ آيو. پر سال 1999ع کان 2003ع واري مدي ۾ رڳو 116 ملين ايڪڙ فوٽ آيو. ياد رهي ته اسان جي ڪل گهرج اٽڪل 140 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي آهي. گهٽجندڙ وهڪرن سبب سنڌ جي زراعت، جيڪا سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ تي مدار رکي ٿي ان تي خراب اثر پوندو ۽ جيستائين زراعت ۾ گهٽ وهڪرن کي منهن ڏيڻ جي صلاحيت نه هوندي، يا اها صلاحيت نه پيدا ڪئي ويندي. تيستائين سنڌ وارن جو جياپو ڏکيو ٿي پوندو. زراعت جي جياپي لاءِ اسان کي وڌيڪ پاڻي پيدا ڪرڻ، پاڻي بچائي صحيح استعمال ڪرڻ ۽ گهٽ پاڻيءَ تي وڌيڪ اپت وارا فصل پوکڻ لاءِ اپاءَ وٺڻا پوندا. مان پنهنجي ڄاڻ مطابق ڪجهه صلاحون ۽ مشورا هيٺ ڏيان ٿو.

## (1) وڌيڪ پاڻي پيدا ڪرڻ وارا اپاءَ

(1) جتي به پاڻي مٺو آهي، اتي ننڍي گنجائش وارا ٽيوب هڻجن. سرڪار کي کپي ته انهن کي هڻڻ لاءِ مالي امداد ڏئي ۽ بجليءَ جا اگهن ۾ رعايت ڏئي، ياد رهي ته هندوستان واري پنجاب ۾ ٽيوب ويلن لاءِ بجلي مفت ڏني ٿي وڃي.

(2) جابلو علائقن ۽ ننگرپارڪر ۾ برساتي نين تي ننڍا بند ٻڌجن.

(3) برساتي علائقن ۾ تراين ۾ پاڻي گڏ ڪجي.

## (2) پاڻي بچائڻ وارا اپاءَ

پاڪستان سرڪار جي پلاننگ ڪميشن جي هڪ رپورٽ مطابق اسان وٽ پاڪستان ۾ سراسري استعمال ٿيندڙ ساليانو پاڻي 106 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. انهيءَ مان 15 سيڪڙو يعني 16 ملين ايڪڙ فوٽ وڏن واهن ۽ برانچن ۾ سيمي ذريعي زيان ٿئي ٿو. باقي بچيل پاڻيءَ مان 8 سيڪڙو يعني 7 ملين ايڪڙ فوٽ ننڍين واهن يعني ڊسٽري بيوٽري ۽ مائنرن ۾ ضايع ٿئي ٿو. باقي بچيل پاڻيءَ مان 30 سيڪڙو يعني 25. ملين ايڪڙ فوٽ واٽرن ۾ ضايع ٿئي ٿو ۽ باقي بچيل پاڻيءَ مان 30 سيڪڙو يعني 17 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ٻنين ۾ زيان ٿئي ٿو. جائزي لاءِ مان اهي سيمي وارا زيان هيٺين ريت ڏيان ٿو.

وڏن واهن ۾ برانچن، مان 16 ملين ايڪڙ فوٽ سيمو ٿئي ٿو. ننڍن واهن مان 7 ملين ايڪڙ فوٽ، واٽرن مان 25 ملين ايڪڙ فوٽ، ٻنين مان 17 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سيمي جي صورت ۾ ضايع ٿئي ٿو. اهو ڪل زيان 65 ملين ايڪڙ فوٽ هجي ٿو.

مٿين صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ وٺڻ گهرجن.

(1) سيني واهن کي پڪو ڪرڻ ڏکيو آهي، انهن ننڍن واهن کي پڪو ڪجي. جتي جرڪارو آهي، مٿي ۾ سيمو ٿيل پاڻي ٽيوب ويلن ذريعي ڪڍي ٻيهر آباديءَ لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. پر کاري جر ۾ سيمو ٿيل پاڻي ٻيهر آباديءَ لاءِ ڪم نٿو آڻي سگهجي.

(2) سيني ڪان گهڻو پاڻي سيمي ذريعي واٽرن ۾ زيان ٿئي ٿو، مطلب ته 25 ملين ايڪڙ فوٽ يعني چئن ڪاباغ ڊيمن جيترو پاڻي واٽرن ۾ ٽينڊڙ سيمي ذريعي هليو ٿو وڃي، انهيءَ ڪري جتي جرڪارو آهي، اتي سيني واٽن کي سئو سيڪڙو پڪو ڪرڻ گهرجي. هينئر اسان رڳو منڍ وارا 30 سيڪڙو واٽر پڪا ڪريون ٿا، جيڪي ناڪافي آهي.

(3) ٻنين ۾ تمام گهڻو پاڻي زيان ٿئي ٿو يعني 17 ملين ايڪڙ فوٽ. تنهنڪري ٻنين کي سئو سيڪڙو سنوت ۾ آڻڻ کپي، جيئن هڪ ڪرو پاڻي ڏئي سگهجي. اهو سڀ ڪجهه Percision land levelling ذريعي ٿي سگهندو. انهن مشينن جو تعداد سنڌ ۾ تمام گهٽ آهي، جن کي وڌائڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي.

## (3) پاڻيءَ جي صحيح استعمال وارا اپاءَ

(1) پاڻي سنڀالي ۽ حساب ڪتاب سان ڏيڻ کپي، ضروري ناهي ته گهڻي پاڻي ڏيڻ سان فصل سٺو ٿئي، زراعت کاتي وارا آبادگارن کي پاڻيءَ جي صحيح استعمال بابت ڄاڻ ۽ تربيت ڏين.

(2) پاڻي ڏيڻ جا طريقا متائڻ کپن. ٻنين ۾ ٻوڏ سبب پاڻي ڏيڻ بدران ڪرن تي پوک ڪجي. پر واري ٻاري ۾ بند ٻجي پاڻي نه ڏيڻ گهرجي.

(3) فصل جي متا ستا ڪجي. يعني Cropping pattem تبديل ڪرڻ کپي.

(4) اهڙا فصل پوکجن، جيڪي گهٽ پاڻيءَ تي وڌيڪ اپت ڏين.

(5) ساريال وارن علائقن ۾ پاڻي انهيءَ ڪري بيهاريندا ۽ متائيندا آهن ته جيئن پاڻيءَ ۾ لوڙيات جي سطح گهٽجي. اهو پاڻي نيڪاليءَ جو نظام (Drainage) نه هجڻ ڪري ڪندا آهن. جيڪڏهن پاڻي نيڪاليءَ جو نظام هجي ته پاڻي گهٽو ورائڻ ۽ بيهارڻ جي ضرورت نه ٿيندي ۽ گهٽ پاڻيءَ تي به سارين ٿي سگهنديون. پنجاب ۾ ٽيوب ويل جي پاڻيءَ تي باسمتي چانور ٿين ٿا. جو پاڻي نيڪاليءَ جو نظام موجود آهي. اسان کي به پاڻي نيڪاليءَ جو نظام ٺاهڻ کپي.

(6) ڪمند جو فصل تمام گهٽو پاڻي واپرائي ٿو. ڪوشش ڪجي ته ڪمند بدران ٻيا فصل پوکجن. جيئن جوئر ۽ مڪئي وغيره.

(7) تيلي ٻج ۽ سورج مکي وڌيڪ پوکڻ گهرجن.

مٿين ڳالهين کان سواءِ به وڌيڪ اپت حاصل ڪرڻ لاءِ ديسي ڀاڻ جو استعمال زمين ٺاهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. انهيءَ لاءِ چوپايو مال پالڻ گهرجي. جيڪو ڀاڻ کان سواءِ ٻيا فائدا به ڏيندو. اهو انهيءَ ڪري به ضروري آهي. جو ڊيزل جون قميتون ايترينو وڌي ويون آهن. جو ٽريڪٽر هلائڻ ڏکيو ٿي ويو آهي ۽ چوپايو مال ئي ڪم ايندو.

مٿيان اپاءَ وٺڻ کان سواءِ مکيه ڳالهه محنت ۽ جفاڪشي آهي. جيستائين اسان جا آبادگار پاڻ نه پتوڙيندا تيستائين پاڻي گهٽ هجڻ جي صورت ۾ جيڪا زراعت متاثر ٿيندي. تنهن جي اثرن کي گهٽائڻ ڏکيو ٿي پوندو ۽ خوشحالي نه ايندي.

(روزانه ڪاوش: 22 جولائي 2006)

# بي آباديءَ کي بـ منڇر
# وانگر برباد ڇو ٿا ڪريو؟

واپڊا وارن 1976ع ۾ دادو واري علائقي مان سم گهٽائڻ لاءِ هڪڙي اسڪيم ٺاهي، جنهن جو نالو "نارٿ دادو سرفيس ڊرين" هو. هنن انهيءَ جو نيڪال مين نارا ويلي ڊرين ذريعي منڇر ڍنڍ ۾ تجويز ڪيو. سنڌ سرڪار اعتراض ڪيو تہ اهو پاڻي منڇر ۾ وجهڻ سان منڇر جو پاڻي خراب ٿي ويندو. واپڊا وارن ٻڌايو تہ ڪنسلٽنٽ جي رپورٽ مطابق پاڻيءَ جي لوڻياڻي ليول 700 پارٽ پر ملين (پ . پ. م) کان نہ وڌندي، جڏهن تہ پيئڻ واري پاڻيءَ لاءِ گهربل ليول 1000 (پ پ م) ۽ آبادي لاءِ گهربل ليول 1500 (پ پ م) هئي. اِها اسڪيم شروع ڪئي وئي ۽ 1992ع ۾ پوري ٿي، پر اسڪيم جي هلڻ ڪري منڇر جي لوڻياڻي ليول وڌڻ لڳي ۽ 1992ع ۾ اها ليول 3500 (پ پ م) تائين پهتي. اِنهيءَ جي نتيجي ۾ منڇر جو پاڻي خراب ٿي ويو ۽ منڇر جي پاڻي تي ياڙڻ وارا مهاڻا ۽ آبادگار برباد ٿي ويا. جن جي زندگيءَ جو گاڏو انهيءَ پاڻيءَ جي ڪري گهلبو هو. پکي پکڻ، جيت جڻيا ۽ جهنگلي جيوت متاثر ٿي. ڪيترا مهاڻا ۽ آبادگار لڏي ٻئي هنڌ هليا ويا. غرض تہ منڇر تي گذران ڪرڻ وارا متاثر ٿيا. انهن نقصانن کي نظر ۾ رکندي واپڊا وارن هڪ اپياس ڪرايو ۽ هڪ ٻيو منصوبو تجويز ڪيو، جنهن جو نالو رائيٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرين RBODرکيو ويو. انهيءَ مطابق مين نارا ويلي ڊرين کي RBOD۾ تبديل ڪري انهيءَ جو ڇوڙ منڇر مان مٿائي اِنڊس لنڪ ذريعي سيوهڻ شريف کان مٿي سنڌو درياهہ ۾ رکيو ويو. سنڌ وارن اَنهيءَ تي اعتراض ڪيو تہ انهيءَ منصوبي ڪري منڇر جو تہ بچاءُ ٿي ويندو، پر سنڌو درياهہ جو پاڻي خراب ٿي ويندو، پر وري خاطري ڏنائون تہ ايئن نہ ٿيندو ۽ انهيءَ منصوبي تي ڪم شروع ڪري ڏنائون ۽ انڊس لنڪ ڪچي جي بند تائين ٺاهي ويا.

اِنهيءَ وچ ۾ چوماسي جا مينهن گهٽجڻ ڪري درياهہ ۾ ايترو تہ وهڪرو گهٽجي ويو جو اهو منڇر مان ايندڙ پاڻيءَ کي تازو ڪرڻ لاءِ ناڪافي ٿي ويو ۽ انڊس لنڪ مان ايندڙ پاڻي سنڌو ۾ پوڻ ڪري انهيءَ جي پاڻيءَ کي

خراب ڪري ٿي سگهيو. سنڌ حڪومت وارن پراڻا اعتراض ورجايا، پر واپڊا وارن نہ مڃيو. آخر فيصلي لاءِ مامرو فوجي سربراهہ جنرل پرويز مشرف تائين پهتو. جنهن سال 2000ع ۾ واپڊا وارن ۽ سنڌ حڪومت جا رايا ٻڌا. جنرل پرويز مشرف ڪافي بحث ڪانپوءِ سنڌ حڪومت جو اهو اعتراض مڃيو تہ آر بي او ڊي جو ڪارو پاڻي سيوهڻ شريف ڪان مٿي سنڌو درياهہ ۾ وجهڻ ڪري سيوهڻ شريف ڪان هيٺ سنڌو جو پاڻي خراب ٿي ويندو. جنهن جي ڪري ڪوٽڙي بيراج تي آباد ٿيندڙ اٽڪل ٽيهہ لک ايڪڙ ايراضي ۽ حيدرآباد ۽ ڪراچي شهرن جي پيئڻ جو پاڻي متاثر ٿيندو. پر هن سوال پڇيو تہ انهيءَ صورت حال کان بچڻ لاءِ ڇا ڪجي؟ سنڌ حڪومت وارن ٻڌايو تہ ايل بي او ڊي وانگر ان جو بہ ڇوڙ ساڄي ڪپ تي وڏو سم نالو کوٽي سمنڊ ۾ ڪرائجي. واپڊا وارن ٻڌايو تہ اهو تمام ڏکيو ڪم هو ۽ انهيءَ تي خرچ اٽڪل 80- ارب رپيا ايندو. سنڌ حڪومت وارن ٻڌايو تہ اهو ڪم ڏکيو برابر هو، پر ممڪن هو ۽ خرچ 20- ارب رپين جي اندر ايندو. انهيءَ تي هن (جنرل پرويز مشرف) فيصلو ڪيو تہ سنڌ حڪومت ۽ پنجين فوجي ڪور جا انجنيئر انهيءَ ڳالهہ جو تفصيلي جائزو وٺن تہ آيا اهو فني طرح ممڪن هو تہ RBODجو پاڻي ساڄي ڪپ تي وڏو سم نالو کوٽي سمنڊ ۾ وجي سگهي ٿو ۽ اهو بہ جاچين تہ انهيءَ تي خرچ بہ گهٽ ايندو؟ انهيءَ فيصلي ڪانپوءِ سنڌ آبپاشي کاتي ۽ پنجين فوجي ڪور جي انجنيئرن انهيءَ ڳالهہ جو چئن نڪتن جي خيال کان جائزو ورتو.

(1) ڇا انهيءَ وڏي سم نالي کي لنگهائڻ لاءِ سنڌو جي ساڄي ڪپ تي رستو هيو؟

(2) ڇا اهو پاڻي بنا پمپن جي قدرتي طرح وهي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري سگهندو؟

(3) ڇا انهيءَ کي ڇوڙ ڪرائڻ لاءِ مناسب جڳهہ موجود هئي؟

(4) ڇا اهو گهٽ خرچ تي ٺهي سگهندو؟

انهن جي يڪراءِ رپورٽ مطابق سنڌ جي ساڄي پاسي اِنهيءَ ڊرين کي ڪٽي وڃڻ لاءِ جاءِ هئي، اهو پاڻي قدرتي نموني ۾ وهي سمنڊ ۾ وڃي سگهي پيو ۽ پمپن جي ڪا ضرورت نہ هئي، انهيءَ جو ڇوڙ گهاري وٽ گهارو ڪريڪ رستي سمنڊ ۾ ٿي پئي سگهيو ۽ انهيءَ تي خرچ بہ رڳو 14 ارب رپيا ايندو. هنن وڌيڪ ڇاٽايو تہ اهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن انهيءَ منصوبي کي تڪڙي

رفتار (Fast Track) سان هلايو وڃي. ڇهن سالن ۾ گهربل فنڊ ڏنا وڃن ۽ وفاقي حڪومت اِهي پئسا بنا وياج جي گرانٽ طور ڏئي. جيڪڏهن ايئن نه ٿيو ته خرچ 14- ارب رپين کان وڌي ويندو.

چيف ايگزيڪيٽو کي جڏهن اِهي ڳالهيون ٻڌايون ويون ته هو ڏاڍو حيران ٿيو ۽ واپڊا وارن کي انهيءَ منصوبي جي غلط ڪاٽي تي ننديو. هن منصوبي تي عمل ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ جيئن ته منصوبو فوجي ۽ سول انجنيئرنگ گڏجي ناهيو هو، هن حڪم ڏنو ته انهيءَ کي فوج ۽ آبپاشي کاتي جا انجنيئر گڏجي نهرائين. آبپاشي ۽ فوج جي انجنيئرن انهيءَ جو پي سي ون 14- ارب رپين جو منظور ڪرايو، جنهن مطابق هڪ 273 ڪلوميٽر ڊرين سيوهڻ کان گهاري تائين ناهڻي آهي. آر بي او ڊي کي سمنڊ ۾ ڪٽي وڃڻ وارو هڪ تيز رفتار منصوبو هو، جيڪو ڇهن سالن ۾ پورو ڪرڻو هو. انهيءَ ۾ پهرين سال ٻه ارب ۽ باقي ٽن سالن ۾ چار چار ارب رپيا گهربل هئا. ايڪنيڪ انهيءَ جي منظوري ڏني ۽ پئسا گرانٽ طور ڏيڻ به منظور ڪيا. منصوبو گذريل سال جنوري ۾ شروع ڪيو ويو، پر افسوس سان ٻڌائڻو پوي ٿو ته منصوبو شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي صورتحال منجهڻ لڳي. آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري جنهن انهيءَ منصوبي لاءِ ڏاڍي جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪئي هئي. 19 نومبر 2001ع ۾ ريٽائر ڪري ويو، جنهن کي ڇهه مهينا ايڪسٽينشن ڏنائون، پر هو نامناسب حالتون هجڻ ڪري استعيفا ڏئي هليو ويو. فوج جو برگيڊيئر آصف غزالي جيڪو هن منصوبي کي سپورٽ ڪيون بيٺو هو، بدلي ٿي ڊفينس اٿارٽي جو ايڊمنسٽريٽر مقرر ٿي ويو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي هڪ تازو ترقي ٿيل برگيڊيئر اچي ويو. آبپاشي کاتي ۾ نان انجنيئر سيڪريٽري رکڻ شروع ڪيائون ۽ هڪ سال ۾ چار سيڪريٽري مٽايا ويا، ڄڻ ميوزيڪل چيئر پئي هلي. نتيجي ۾ آبپاشي عملدارن ۽ فوجي انجنيئرن جي مفاهمت ۽ گڏجي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت باقي نه رهي ۽ اهو منصوبو صحيح نموني ۽ مناسب گهربل رفتار سان نه پيو هلي. پهرين مالي سال يعني جون 2002 تائين وفاقي حڪومت هن منصوبي لاءِ بجيٽ ۾ 900 ملين رپيا رکيا، پر خرچ لاءِ 5. 4 ملين رليز ڪيا ويا. اهي به ڪل خرچ نه ٿي سگهيا. ٻئي مالي سال يعني موجوده سال هڪ ارب رپيا رکيا ويا، پر اجان ڪجهه به رليز نه ٿيا آهن. تيرهن مهينن ۾ ڪل منصوبي جي قيمت جو 3 سيڪڙو خرچ ٿيو آهي.

سنڌ جي زراعت جي جياپي ۽ ترقيءَ لاءِ آبپاشي نظام ۾ واڌارا ۽ سڌارا ڪرڻ جي ڏس ۾ ڪاري پاڻيءَ جي سمنڊ ۾ نيڪالي تمام ضروري آهي. ڪاري پاڻيءَ جي سمنڊ ۾ نيڪاليءَ لاءِ ڪابي ۽ ساڄي ڪپ واريون وڏيون سم ناليون ضروري آهن. ڪابي ڪپ واري وڏي سم نالي ايل بي او ڊي ٺهي چڪي آهي. وقت جي اشد ضرورت آهي ته ساڄي ڪپ واري وڏي سم نالي آر بي او ڊي جلد مڪمل ڪئي وڃي. سنڌ جو مفاد انهيءَ ۾ آهي ته ساڄي ڪپ واري سم نالي جي ڪم جي رفتار تيز ڪئي وڃي، چاهي فوج ۽ آبپاشي وارا گڏجي ڪم ڪن يا اريگيشن توڙي فوج وارا اڪيلي سر الڳ الڳ ڪم ڪن. جيڪڏهن ٻئي ڌريون مفاهمت ۽ پيائي چاري سان ڪم ڪن ته تمام سٺو. ڇو جو ڇوندا آهن ته ٻه ته ٻارنهن، پر ايئن نه پيو ٿئي. ٻنهي ڌرين ۾ مفاهمت صفا ڪانهي، ان ڪري ڪم بگڙڻ جو خطرو آهي. وقت جي اهم ضرورت اها آهي ته ڪم هڪڙي ڌر جي حوالي ڪيو وڃي ته جيئن جوابداري هڪڙي ڌر تي ٿئي. جيڪڏهن اهو نه ڪيو ويو ته خوف آهي ته اهو منصوبو رلي نه وڃي. جيڪڏهن ايئن ٿيو ته منڇر وارا برباد ٿي رهجي ويندا. ان سان گڏ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي پيئڻ جو پاڻي خراب ٿي ويندو ۽ ڪوٽڙي بيراج تي آباد ٿيندڙ اٽڪل ٽيهه لک آبادي منڇر وانگر برباد ٿي ويندي.

(روزانه ڪاوش: 8- فيبروري 2003ع)

# پاڻيءَ بچاءَ جو بگڙيل

## نظام ۽ واهن جا گهارا

هن سال اپريل ۽ مئي جي مهينن ۾ سنڌ ۾ پاڻي جي تمام گهڻي کوٽ رهي. پر انهيءَ کوٽ واري وقت ۾ به جڏهن واهه گهٽ پئي هليا ته روهڙي ڪينال جي ڪيساني موري وٽ ڪنڌ پيو، جنهن ڪري نه رڳو تمام گهڻو نقصان ٿيو، پر آبپاشي کاتي جي ساک به متاثر ٿي، جو هڪڙي پاسي کوٽ ته ٻئي پاسي پاڻيءَ جو زيان ٿيو. واهن ۾ ڪنڌ پوڻ جي سببن تي ڳالهائڻ کان اڳ ۾ مان روڊن تي ٿيندڙ حادثن جو جائزو وٺندس. روڊن تي گاڏين جي حادثن ۾ ٽي جزا ٿين ٿا. روڊ، گاڏي ۽ ڊرائيور. جيڪڏهن روڊ صحيح حالت ۾ ناهي يا صحيح ڊيزائين ٿيل ناهي ته اهو حادثي جو سبب ٿي سگهي ٿو. مثلن روڊ جا لاڙا (Curve) تمام تيز آهن، روڊ ۾ کڏا آهن يا روڊ تي ٽريفڪ جون نشانيون لڳل نه آهن. وري جيڪڏهن گاڏي صحيح حالت ۾ ناهي، يعني بريڪ ۾ نقص آهي، ٽائر ڪمزور آهن، ٽاءِ راڊ ڪمزور آهي، اسٽيرنگ ۾ چال آهي ته به حادثو ٿي سگهي ٿو. ٽيون اهم جز ڊرائيور آهي. جيڪڏهن هو تيز گاڏي هلائي ٿو، خيال سان نٿو هلائي، نشو ٿو واپرائي، ننڊ ٿو ڪري، ٽريفڪ جي قاعدن تي عمل نٿو ڪري ته حادثو ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڊرائيور سنو ۽ هوشيار آهي ته گاڏي ۾ خرابي هجڻ باوجود حادثي کان بچي سگهي ٿو. گاڏي ۾ نقص آهي ته انهيءَ کي دور ڪري، گاڏي هوريان ۽ آهستي هلائي، ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ تيل پاڻي چيڪ ڪندو رهي. اميد ته سلامتيءَ سان منزل تي رسندو. وري ٻئي پاسي ڪيترو به روڊ سنو هجي، ڪيتري به گاڏي نئين هجي، ڪيترو به ڊرائيور هوشيار هجي، پر ٽريفڪ جي قاعدن جي ڀڃڪڙي ڪري ٿو ته حادثي کان نه بچي سگهندو.

روڊ جي ڀيٽ ۾ واهن ۾ رڳو به جزا آهن. واهه ۽ اُن کي هلائڻ وارو عملو. جيڪڏهن واهه جي حالت صحيح آهي، يعني ويڪر ۽ عميق پورو آهي، برم پورو آهي، سيپيج لائن (Seepage line) کي ڪور آهي ۽ فري بورڊ پورو آهي ته ڪنڌ پوڻ جا امڪان گهٽ ۾ ڳي گهٽجي وڃن ٿا. وري جيڪڏهن هلائڻ وارو عملو هوشيار آهي، واهه تي موجود آهي، ريگيوليشن ٺيڪ ٿو ڪري، واهه جي صحيح

سار سنڀال ڪري ٿو ۽ هر ڪنهن ڳالهه جو بروقت تدارڪ ڪري ٿو ته ٻه ڪنڊ پوڻ جا امڪان گهٽئو گهٽجي وڃن ٿا.

ڪنڊ جي تعريف: جيڪڏهن واهه جو پاڻي واهه ۾ وهڻ بدران مٽيءَ جي بند کي ٽوڙي ٻاهر نڪري وڃي ته انهيءَ کي ڪنڊ ڇڏبو آهي. انهيءَ جا ٻه مکيه سبب آهن. هڪڙو (Overtop) ۽ ٻيو روڻ (Leak). اووَر ٽاپ ۾ واهه ۾ پاڻي جي سطح بند جي سطح کان چڙهي وڃي ٿي ۽ بند کي ٽوڙي ٿي وڃهي. روڻ ۾ پاڻي واهه جي بند ۾ رستو ڪڍي ٻئي پاسي نڪري اچي ٿو ۽ نڪرندڙ پاڻي ميرو ٿئي ٿو.

ڪنڊ پوڻ جا سبب: انهيءَ ۾ جيئن مٿي ٻڌايو ويو ته ٻه جزا آهن. پهريون واهه ۽ انهيءَ تي ٺهيل موريون، پليون ۽ ماڊول. ٻيو انهيءَ جي سار سنڀال تي رکيل عملو. پهرين واهه ۽ انهيءَ تي ٺهيل سمورو اسٽرڪچر ٺيڪ هجڻ کپي. جيڪڏهن اِهو صحيح حالت ۾ آهي ته ڪنڊ پوڻ مشڪل آهي. واهه 24 ڪلاڪ وهن ٿا. جڏهن اسان رات جو آرام ڪريون ٿا، تڏهن ٻه واهه هلن ٿا. واهه تي چوڪسي ۽ سنڀال 24 ڪلاڪ کپي. رڳو ڏينهن جي سنڀال ناڪافي آهي. ڏٺو ويو آهي ته ڪنڊ گهڻو ڪري رات جي پوئين پهر ۾ پون ٿا، جنهن مان عملي جي غفلت ظاهر ٿئي ٿي. وري ڪو ٻه ڪنڊ اوچتو نٿو پوي، پر اڳواٽ چتاءُ ڏئي ٿو. جيڪڏهن آبپاشي وارو عملو بروقت اُن جو نوٽيس وٺي ٿو ته انهيءَ کي ڪنٽرول ڪري وٺي ٿو. جيڪڏهن صورتحال چار ڇهه ڪلاڪ بنا نوٽيس جي هلندي رهي ٿي ته پوءِ ڪنڊ پئجي وڃي ٿو.

مان ڪجهه حالتن جو ذڪر ڪندس جن ڪري ماضي ۾ ڪنڊ پيا:

(1) واهه کي فري بورڊ گهٽ هو يا گهٽ گهيڙ هئا، جيڪي عارضي طور ٻنو ڏئي بند ڪيا ويا. مال جي لنگهڻ ڪري يا پاڻي وڌڻ ڪري ٻنا ٽٽي پيا ۽ ڪنڊ پئجي ويا.

(2) واهه ۾ تڪڙ ڪري پاڻيءَ جي سطح وڌائي وئي. غير سيڪيل مٽيءَ جي بند مان پاڻي ليڪ ٿي ويو، يعني روڻ پئجي وئي، ڪنهن ٻه نه ڏٺي ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

(3) ڪنهن ماڊول سان هٿ چراند ڪئي وئي (خاص طرح رات جو) تڪڙ ڪري مناسب اُپاءَ نه ورتا ويا ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

(4) واهه کي ننڍڙو ڪٽ ڏئي پاڻي ورايو ويو. ننڍو ڪٽ ڪنٽرول ۾ نه رهيو

۽ وڌي ويو ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

(5) رات جو ڪنهن واهه ۾ وڌيڪ پاڻي ڏيڻ لاءِ ڪراس ريگوليٽر جا در گهٽايا ويا، يعني هيڊنگ ڪئي وئي. واهه جي غير سيڪيل ڪپر تي پاڻي چڙهي ويو. روڻ پئجي وئي، جيڪا ڪنهن نه ڏني ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

(6) آبڪلاڻي جي شروع ۾ (خاص طرح ڇهه ماهي واهن ۾) تڪڙو پاڻي ڇڏيو ويو. صحيح سار سنڀال نه ڪئي وئي، روڻ پئجي وئي، جيڪا ڪنهن نه ڏٺي ۽ وڏي ڪنڊ ٻڌجي وئي.

(7) ڪنهن برانچ يا شاخ ۾ ڪنڊ پئجي ويو. اُها هيڊ تان اوچتو بند ڪئي وئي. مين ڪينال اڳي ئي فُل پيو هلي ۽ ڪنڊ ٻيل شاخ وارو پاڻي به هيٺ ڇڏيو ويو ته مين ڪينال ۾ ڪنڊ پئجي ويو.

(8) ڪوئي يا سيهڙ بند ۾ سوراخ ڪري ڇڏيو. مقرر ٿيل عملي ان پاسي ڌيان نه ڏنو ته روڻ پئي وئي، جيڪا به عملي نه ڏٺي ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

هڪ غلط فهمي: ڪجهه ماڻهو الزام هڻندا آهن ته آبپاشي وارو عملو پاڻ واهن ۾ هٿرادو ڪنڊ هڻندو آهي ته جيئن پئسا ڪمائجن. مان آبپاشي واري عملي جي ايمانداري جي ساک نٿو ڏئي سگهان، پر ڪنڊ وجهي پئسا ڪمائڻ وارو الزام بي بنياد آهي. ڪنهن آفيسر جي حد ۾ ڪنڊ پيو جڻ ته گهر ۾ قضيو ٿيو. ڪو به ماڻهو قضيي مان پئسا ڪمائڻ جو نٿو سوچي سگهي. عبدالوهاب شيخ آبپاشي کاتي جو هڪ ناليوارو سيڪريٽري رهيو آهي، انهيءَ جو چوڻ آهي ته. "آبپاشي جي نوڪري ۾ جيڪڏهن ڪنڊ نه پون ۽ پبلڪ اڪائونٽس ڪاميٽي نه هجي ته اها شاندار نوڪري آهي."

ڪنڊ روڪڻ لاءِ ڪجهه صلاحون

(1) واهن ۾ جيڪي ڪمزوريون آهن، تن کي ٺيڪ ڪيو. گهٽ گهيڙ چڱي نموني بند ڪيو، مال کي واهن ۾ نه گهڙڻ ڏيو. ڪاڏ وارن هنڌن تي جڪ لڳايو. انهن ڪمن لاءِ مناسب فنڊ ڏنا وڃن ۽ خاطري ڪجي ته اهي فنڊ صحيح نموني خرچ ٿين.

(2) نوڪرين تي بندش هجڻ ڪري ڪيتري اسٽاف جي ريٽائرمنٽ يا موت ڪان پوءِ جايون خالي پيون آهن. اهي پريون وڃن.

(3) ايس ڊي او ۽ انجنيئر هيڊڪوارٽرن تي نٿا رهن. نتيجي ۾ هيٺيون عملو به گوسڙ ڪري ٿو. ايس ڊي او ۽ انجنيئر پنهنجن هيڊ ڪوارٽرن تي رهن.

(4) واهن جي ريگوليٽرن تي رواج واري (Soaking & Testing) ڪئي وڃي تہ جيئن بند مٿين ليول تائين سيڪجي وڃن ۽ اوچتي ليول چڙهڻ ڪري انهن ۾ روٽيون نہ پون.

(5) واهن جي سختيءَ سان پيٽرولنگ ڪئي وڃي ۽ ضروري فنڊ ڏنا وڃن. پيٽرولنگ لاءِ اڳوات ماڻهو رکي تربيت ڏني وڃي.

(6) واهن ۾ لاٽ ۽ چاڙهہ تمام هوريان ڪري سنڀال ڪئي وڃي.

(7) آبڪلاڻي بيلدارن جون پگهارون گهٽ آهن. اهي 65 ۽ 85 رپين تائين آهن. انهيءَ پگهار ۾ مناسب ماڻهو نٿا ملن. نتيجي ۾ گهٽ عمر وارا يا صفا جهور پوڙها ماڻهون رکيا وڃن ٿا، جيڪي صحيح ڊيوٽي نٿا ڏئي سگهن.

(8) واهن جي ڪراس ريگوليٽرن تي رکيل ٽنڊيلن جي رات جو چيڪنگ ڪرڻ کپي تہ هو رات جو زميندارن سان ملي واهہ مقرر حصي کان وڌيڪ تہ نٿا هلائين ۽ جيڪي اهو ڪن ٿا، تن کي نوڪري مان ڪڍڻ کپي.

پڇاڙي ۾ مان روهڙي ڪينال جو ذڪر ڪندس، جيڪو سنڌ لاءِ تمام اهم آهي ۽ جنهن ۾ ڪنڊ پوڻ ڪري تمام گهڻو نقصان بہ ٿئي ٿو ۽ سنڌ کان ٻاهر بہ بدنامي ٿئي ٿي. اهو واهہ گهٽ هلڻ ڪري انهيءَ جا مٿيان بند سڪل رهيا آهن. انهن جي مٽي قوت ڪائڻ واري آهي. جيڪڏهن پيٽرولنگ جا بندوبست صحيح نہ هوندا تہ انهيءَ ۾ پاڻي وڌائڻ ڏکيو ٿي پوندو. وري جيڪي حالتون آهن تہ پڪا بيلدار گهٽ آهن، آبڪلاڻي بيلدارن جون پگهارون گهٽ آهن، جنهن ڪري مناسب ماڻهو نٿا ملن، ايس ڊي او ۽ انجنيئر هيڊ ڪوارٽرن تي نٿا رهن، فنڊ پورا نٿا ملن ۽ عملو مستعد يعني Efficient نہ آهي تہ اهو معجزو ٿي ٿيندو تہ روهڙي ڪينال ۾ بنا ڪنڊن جي پورو پاڻي ڏئي سگهجي.

مانو نہ مانو آپ کو يہ اختيار هي
هم نيڪ و بد حضور کو سمجهائي ديتي هين

(روزانہ ڪاوش: 1۔ جون 2004ع)

# پاڻيءَ سبب ٿيندڙ زرعي تباهي کي ڪيئن روڪجي؟

هر سال وانگر اپريل ۾ آبڪلاڻيءَ جي منڍ شروع ٿيندي ئي واهن ۾ گهارا پوڻ شروع ٿي ويا آهن. اهڙو هڪ به ڏينهن نه آهي، جڏهن ڪنهن نه ڪنهن واهه ۾ گهاري پوڻ جي خبر پڙهڻ لاءِ نٿي ملي. گهارن سبب جتي پاڻيءَ جو زيان ٿئي ٿو ۽ سپلائي متاثر ٿئي ٿي، اتي تمام گهڻو نقصان به ٿئي ٿو. فصل ٻڏن ٿا، گهر ڪرن ٿا ۽ ماڻهن جو روزگار متاثر ٿئي ٿو. توڙي جو هر سال هن منڍ ۾ گهارا پون ٿا ۽ نقصان به ٿين ٿا، ان جي باوجود آبپاشي کاتي وارا انهن تي ڪنٽرول لاءِ معمولي رٿابندي به ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن. هن موقعي تي ضروري آهي ته گهارن پوڻ جي سببن جو جائزو وٺڻ سان گڏ انهن کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ڪجهه تجويزن تي به غور ويچار ڪيو وڃي.

واهن جي ٻنهي پاسي مٽيءَ جا بند ٺهيل هوندا آهن. انهيءَ ڪري واهن جو پاڻي انهن بندن وچ ۾ هلندو آهي. جڏهن پاڻي بندن کي توڙي گيپ ٺاهي ٻاهر نڪري اچي ٿو ته انهيءَ کي گهارو يا ڪنڌ چئجي ٿو. مٽيءَ جي بندن جي ٽٽڻ جا ٽي مکيه سبب آهن: رُوڻ، اوور ٽاپ ۽ چولين ڪري ڪاڙ. روڻ ۾ پاڻي بند جي مٽيءَ اندران رستو ٺاهي بند کان ٻاهر سِمي نڪرندو آهي ۽ پاڻ سان بند جي مٽي به ڪنيو ايندڙ آهي يعني روڻ وسيلي نڪرندو ته پاڻي ميرو هوندو آهي. رُوڻ کي ڪنڌ ۾ تبديل ٿيڻ ۾ 4 کان 6 ڪلاڪ لڳندا آهن. جيڪڏهن بروقت خبر پئجي وڃي ته اها سولائيءَ سان ڪنٽرول ٿي سگهي ٿي. اوور ٽاپ ۾ واهه ۾ پاڻيءَ جي ليول بند جي ليول کان مٿي چڙهي وڃي ٿي ۽ پاڻي بند مٿان وهڻ لڳي ٿو. ايئن هوريان هوريان بند کي توڙي وجهي ٿو ۽ ڪنڌ پئجي ٿو وڃي. پاڻيءَ جي ليول به يڪدم نٿي چڙهي. جيڪڏهن بروقت ليول تي نظر رکجي ته اها ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿي. چوليون هوا جي طوفان ڪري پيدا ٿين ٿيون. انهن جي خبر هوندي آهي ۽ جيڪڏهن اپاءَ وٺجن، ته ان تي ڪنٽرول ممڪن هوندو آهي ۽ ڪنڌ پوڻ کي روڪي سگهجي ٿو.

ربيع جي منڍ ۾ واهه هيٺ هلن ٿا، جنهن ليول تائين بندن کي پاڻي لڳل هوندو آهي، اهي سيڪجي وڃن ٿا ۽ اُتان رُوڻ پوڻ جا امڪان تمام گهٽجي وڃن ٿا. خريف جي منڍ ۾ وڌيڪ پاڻيءَ جي گهرج هجڻ ڪري واهه وڌيڪ ليول تي

هلايا ويندا آهن. سيڪل ليول ڪان مٿي مٿي سُڪل رهي ٿي. جيستائين اُها سيڪجي تيستائين رُوڻ پئجي سگهي ٿي. جيڪا جيڪڏهن بروقت ڌٽي نہ وئي ۽ ڪنٽرول نہ ڪئي وئي تہ ڪنڊ ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي. ماضيءَ جي تجربي جي بنياد تي هيٺين حالتن ۾ ڪنڊ پيا آهن.

## (i) واهہ جي چوڪسي(Patrolling) نہ هجڻ:

واهہ چوويهہ ڪلاڪ وهن ٿا. جڏهن اسان رات جو سمهون ٿا، تڏهن بہ واهہ وهن ٿا. آبڪلاٽيءَ جي منڊ ۾ واهن ۾ وڏيڪ پاڻي چڙهو پوي ٿو. جنهن ڪري واهن جي ليول وڌي ٿي. انهيءَ جي نتيجي ۾ پاڻي اڻ سيڪيل هنڌن تي لڳي ٿو ۽ رُوڻ پئجي سگهي ٿي. رات جو چوڪسي نٿي ٿئي. روڻ جي خبر نہ پئي، تہ اها وڌي ڪنڊ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي.

## (ii) امن امان جي صورتحال

ملڪ ۾ امن امان جي صورتحال صحيح نٿي رهي. ماڻهو اغوا ٿين ٿا. چڪاس وارو عملو رات جو واهن تي وڃڻ ڪان ڊڄي ٿو. جڏهن عملو واهن تي نہ ويندو تہ چوڪسي ۽ چيڪنگ ڪير ڪندو. ان ڪري پهرين رُوڻ ۽ بعد ۾ ڪنڊ پئجي وڃي ٿو.

## (iii) بندن جو ڪمزور هجڻ

واهن جي بندن جي حالت ٺيڪ هجڻ ڪپي. انسپيڪشن ۽ نان انسپيڪشن جي ويڪر پوري هجڻ ڪپي. برم هجڻ ڪپن، فري بورڊ پورو هجڻ ڪپي. پاڻيءَ جي سيمي لاءِ مٽيءَ جو ڪوَر هجڻ ڪپي. جتي بہ اهي اوڻايون هونديون، اتي ڪنڊ پوڻ جو امڪان هوندو آهي.

-(iv) واهہ کي فري بورڊ گهٽ هجڻ، گهٽ گهيڙ هئڻ يا عارضي طور ٻني ڏيڻ جي ڪري، جڏهن مال متاع جي اچ وڃ ٿئي ٿي يا پاڻي وڌي وڃي ٿو تہ ٻنو نٽي پوي ٿو ۽ ڪنڊ پئجي ٿو وڃي.

(v) پاڻيءَ جي ليول تڪڙي وڌائڻ سان بہ ڪنڊ پوي ٿو. پاڻي اڻ سيڪيل تڪريءَ کي لڳو، روڻ پئجي وئي، تہ وڏي ڪنڊ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي.

(vi) رات جي اونداهيءَ ۾ ڪاتيدارن ماڊول سان هٿ چراند ڪئي. ماڊول

واري هند يا انهيءَ جي پاسي کان واهه مان پاڻي نڪري ويو. اونداهي ڪري صورتحال ڪنٽرول کان ٻاهر ٿي وئي، تڏهن به نتيجو ڪنڊ جي صورت ۾ سامهون ايندو آهي.

(vii) ڪنهن ڪاتيدار واهه کي ونجهي هنئي ۽ پاڻي ورايو. اها ونجهي ڪنٽرول کان نڪري وئي، تڏهن به ساڳي صورتحال جنم وٺي ٿي.

(viii) ڪنهن تنديل ڪنهن واهه کي وڌيڪ پاڻي ڏيڻ لاءِ رات جو ڪراس ريگيوليٽر جا در گهٽايا. ريگيوليٽر جي مٿينءَ پر پاڻيءَ جي ليول مٿي ٿي وئي، جتي اڻ سيڪيل بند ۾ روڻ پئجي وئي، ڪنهن نه ڏٺي ۽ اها وڏي وڏي ڪنڊ ٻڻجي وئي. روهڙي ڪينال تي ڪيترا ئي ڪنڊ انهيءَ سبب جي ڪري پيا.

(ix) ڪنهن برانچ ڪينال ۾ ڪنڊ پئجي ويو، اها اوچتو بند ڪئي وئي. مين ڪينال مان اها برانچ ڪينال بند ڪرڻ ڪري پاڻيءَ جي ليول وڏي وئي. روڻ پئي ۽ ڪنڊ ٻڻجي وئي. روهڙي ڪينال ۾ تندي آدم وٽ اهڙو ڪنڊ پوڻ ڪري تمام گهڻو نقصان ٿيو هو.

(x) ڪنهن نئين آيل ايس ڊي او ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جا واٽر ڪنٽرول ڪيا. انتقامي جذبي تحت ۽ ايس ڊي او کي فيل ڪرڻ لاءِ هٿرادو ڪنڊ هنيو ويو. جيئن ايس ڊي او بدنام ٿئي، ٿهي هلي يا بدلي ٿئي.

(xi) ٻن زميندارن جي پاڻ ۾ دشمني ٿي. هڪڙو ٻئي کي نقصان ڏيڻ لاءِ هٿرادو ڪنڊ هٽائيندو ۽ ٻئي جو نقصان ڪندو.

(xii) ڪُئي يا سيهڙ بند ۾ تنگ ڪيو پاڻي چڙهڻ تي اتان رُوڻ ٿي وئي، ڪنهن نه ڏٺي، تڏهن به ڪنڊ پئجي ويندو آهي.

(xiii) ڇهه ماهي واهن ۾ گهٽي گهرج ڪري پاڻي تڪڙو وڌايو ويو. جو ڪسي نه ٿي ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

(xiv) هوا جي طوفان ڪري واهه جي ڪناري تي بيٺل وڻ ڪري پيو. وڻ جي پاڙن جي نڪرڻ ڪري روڻ پئجي وئي ۽ وڏي ڪنڊ ٿي وئي. ٻي صورت ۾ وڻ واهه ۾ ڪرڻ ڪري رنڊڪ ٿي وئي. پاڻيءَ جي ليول بند کان مٿي چڙهي وئي. بند اوور ٽاپ ٿيو ۽ ڪنڊ پئجي ويو.

دراصل گهارن کي روڪڻ رڳو آبپاشي وارن جو ڪم ناهي. سرڪار ۽ معاشري کي به پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي. جهڙي طرح ڌوهن کي روڪڻ لاءِ پوليس ڪافي ناهي، پر وڏي سرڪار ۽ معاشري جو به هٿ ونڊائڻ ضروري هوندو آهي. انهيءَ

ڏس ۾ سرڪار، معاشري ۽ آبپاشي وارن لاءِ ڪجهه تجويزون پيش ڪجن ٿيون.

## سرڪار لاءِ

(i) امن امان جي صورتحال سڌاري ته جيئن آبپاشي وارا ڏينهن رات اطمينان سان ڊيوٽي ڏئي سگهن.

(ii) واهن کي صحيح حالت ۾ رکڻ لاءِ مناسب فنڊ مهيا ڪري ته جيئن واهن جا بند مضبوط ڪري سگهجن.

(iii) واهن کي هلائڻ لاءِ مناسب پئسا هر سال ڏئي ته جيئن گهربل چوڪسي ٿي سگهي.

(iv) آبڪلاڻي بيلدار جي پگهار عام بيلدارڪان وڌيڪ ڪرڻ گهرجي. ڇو ته ان جي نوڪري رڳو ٽن مهينن لاءِ آهي ۽ ان جي ڊيوٽي ۾ حاضري چوويهه ڪلاڪ واهه تي هوندي آهي. نئين اسڪيل موجب عام بيلدار جي پگهار جو اسڪيل 1870-55-3520 روپيا آهي، يعني شروعاتي پگهار 1870 روپيا آهي. انهي تي آبڪلاڻي بيلدار ملڻ ممڪن ناهي. ڇو ته ان جيُ ڊيوٽي سخت ۽ ٿوري وقت لاءِ آهي، آبڪلاڻي بيلدار جي پگهار گهٽ ۾ گهٽ به 3000 روپيا هجڻ کپي.

(v) نين نوڪرين تي لاڳيتي بندش سبب رٽائر ٿيل يا گذاري ويل بيلدارن، داروغن ۽ ٻئي عملي جون جايون خالي پيل آهن، جنهن ڪري پوري نگراني نٿي ٿئي. سرڪار کي کپي ته اهڙيون بندشون عوامي ڪاتن تي نه هٽي.

معاشري يا سول سوسائٽيءَ لاءِ:

(i) اڳين وقتن ۾ زميندار آبپاشي واري عملي سان مدد ۽ سهڪار ۾ هوندا هئا. جڏهن به شاخن جا گهٽ گهيڙ بند ڪرڻ يا ڪنڊ ٻڌڻ جي ضرورت هوندي هئي ته زميندار رضاڪارانه طور تي چيڙ ڏيندا هئا. اهو سهڪار هاڻي گهٽجي ويو آهي، بلڪ ڪن هنڌن تي ناپيد ٿي ويو آهي. جنهن ڪري سرڪار تي بار وڌي ويو آهي ۽ مدد به دير سان ٿي پهچي. زميندارن کي کپي ته انهيءَ سهڪار کي ٻيهر پيدا ڪن ته جيئن واهن جي حالت سڌري. انهيءَ ۾ سندن ئي فائدو آهي.

(ii) ڪنڊ پوڻ کان پوءِ عام طور الزام هنيو ٿو وڃي ته انجنيئر ڪنڊ تي ڪونه هو يا آبپاشي وارو عملو ڪنڊ تي موجود نه هو يا دير سان پهتو. حقيقت هن ريت آهي ته انجنيئر کي ڪنڊ بابت يڪدم اعليٰ عملدارن ۽ ضلعي انتظاميه کي

ٻڌائڻو هوندو آهي ۽ پوءِ ڪنڌ ٻڌڻ جو بندوبست ڪرڻو هوندو آهي. پهرين مٿان واهه گهٽائڻو هوندو آهي ته جيئن ڪنڌ واري هنڌ تي لاٽ اچي. چنڊڻ واهه ڪولرائٿا پون ٿا، مٿين ريگيوليٽرن تي پاڻي روڪرائڻو پوي ٿو ۽ پوءِ ٽوبن ۽ ڪنڌ ٻڌڻ وارو سامان گهرائڻو هوندو آهي. اهي ڳالهيون ڪنڌ واري هنڌ تان ڪرڻ ڏکيون آهن. انهيءَ ڳالهين ڪي نظر ۾ رکڻ ڪپي ۽ هرويرو نڪته چيني نه ڪرڻ ڪپي، ته جيئن ڪنڌ ٻڌڻ وارو عملو بي همت نه ٿي وڃي.

(iii) ڪاتيدار پنهنجي حق جو پاڻي ڪٽن ۽ وڏيڪ ۽ ناجائز پاڻيءَ لاءِ زور نه پرين، ته جيئن واهن ۾ وڏيڪ پاڻي هلائڻ جي ضرورت نه پوي ۽ ڪنڌ پوڻ جا امڪان گهٽجي وڃن. پلي ٿوري ايراضي پوکن، پر ان تي وڏيڪ محنت ڪن ته جيئن وڌ ۾ وڌ اُپت حاصل ڪري سگهجي. گهٽي پاڻيءَ سان زمين ۾ سم ۽ ڪلر ٿئي ٿو.

(iv) ماڻهن کي ڪپي ته آبپاشي وارن جي محنت ۽ جفا ڪشيءَ جو قدر ڪن، جيڪي راتين جون ننڊون ڦٽائي، جهنگن جهرن ۾ نانگن ۽ بلائن سان منهن ڏئي پاڻي پهچائن ٿا ۽ آباديون ڪرائي ماڻهن کي خوشحال ڪن ٿا.

آبپاشي عملدارن لاءِ:

آبپاشي وارن جو مکيه ڪم واهن کي صحيح حالت ۾ رکڻ ۽ پاڻيءَ جي صحيح ورهاست ڪرڻ آهي. انهيءَ لاءِ اُنهن کي هيٺيون ڳالهيون ڪرڻ ڪپن.

(i) آبڪلاٽي شروع ٿيڻ کان اڳ واهن جي ڪمزور جاين کي مضبوط ڪن يعني جتي برم ناهي، اُتي جڪ هڻن،گهٽ گهيڙ بند ڪن، ڪُتل مٽي پوري ڪن.

(ii) ريگيوليٽر تي سيڪائي ۽ چڪاس(Soaking & Testing) ڪن، جنهن جو مطلب آهي ته واهن جي اڻ سيڪيل هنڌن تي جتي پاڻي چڙهندو اُنهيءَ ليول تائين سيڪن ۽ سپ ٽنگ ٽڙا بند ڪن.

(iii) ماڊولن کي ٺيڪ ڪن، جو اهي واهن تي خطري وارا هنڌ(Vulner-able Points) آهن، جتان ڪنڌ پوڻ جو انديشو هوندو آهي.

(iv) پاڻيءَ جي چاڙهه ۽ لاٽ ۾ تڪڙ نه ڪئي وڃي. تڪڙي چاڙهه آٽڻ ۾ روڻ پئجي سگهي ٿي ۽ پڪ به ڪري سگهي ٿي، جيڪي ڪنڌ جو ڪارڻ بڻجي سگهن ٿا.

(v) ننڍي واهه ۾ ڪنڌ پوڻ تي ان کي يڪدم منڍ کان بند نه ڪيو وڃي، جيئن وڏي واهه ۾ پاڻيءَ جي ليول ۾ چاڙهه نه اچي. پهرين مکيه واهه ۾ مناسب

لاٽ جو بندوبست ڪيو وڃي ۽ پوءِ ڪنڊ پيل واهه کي بند ڪيو وڃي.

(vi) آبڪلاٽيءَ جي مند ۾ گشت ڪندڙ عملي لاءِ لانڊيون ٺاهيون وڃن ۽ انهن ۾ مناسب آبڪلاٽي مٽيريل رکيو وڃي. جهڙوڪ پچر ۽ چار ٽوئا. پٽرون، واريءَ سان ڀريل چار پنج ٻوريون ۽ پاڻ. انهن شين سان روڻ کي يڪدم بند ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ کان سواءِ گاسليٽ سان ڀريل بتي، پاٽيءَ لاءِ دلو ۽ ڪٽ به رکڻ کپي.

-(vii) خطري وارين جاين تي خاص بندوبست ڪرڻ کپي ۽ اُتي وڏي لانڊي ٺاهجي.

(viii) گشت لاءِ آبڪلاٽي بيلدار رکيا وڃن ۽ انهن جي جانچ ۽ چڪاس لاءِ سپروائيزنگ وارو عملو هجي، جيڪي ڊيوٽي چارٽ ٺاهي بيلدارن جي ڏينهن رات چڪاس ڪن.

(ix) ريگيوليٽرن تي ڪم ڪندڙ عملي جهڙوڪ ٽنڊيل جي رات جو چڪاس ڪجي ته هو واهن ۽ ڪراس ريگيوليٽرن جي درن سان هٿ چراند نه ڪن.

(x) ڏٺو ويو آهي ته انجنيئر ايس ڊي او يا ٻيا عملدار پنهنجن هيڊ ڪوارٽرن تي نٿا رهن، جنهن ڪري هيٺيون عملو به گهر ٿي وڃي ٿو ۽ واهن جي صحيح نظر داري نٿي ٿئي. انهن کي کپي ته هو خاص طور آبڪلاٽي ۾ پنهنجن هيڊ ڪوارٽرن تي رهن.

(xi) انجنيئرن کي اهو ڏسڻ کپي ته بيلدار پورا رکيا ويا آهن. آبڪلاٽي مٽيريل پورو ورتو ويو آهي ۽ چڪاس وارو عملو صحيح ڪم ڪري پيو يا نه. واهن جي گيجن کي ڏسڻ گهرجي ته ڪٿي misregulation ته نٿي ٿئي.

جيڪڏهن سرڪار، معاشرو ۽ آبپاشي عملو سنجيدگيءَ ۽ ذميواريءَ سان مٿين ڳالهين تي ڌيان ڏئي ته شايد ڪنڊ پوڻ بلڪل ته بند نه ٿين، البته گهٽي ياگي گهٽجي سگهن ٿا.

(روزانه ڪاوش: 17 مئي 2005ع)

# سيوهڻ بيراج بدران رحماني بيراج

## جي تجويز ۾ ڪيتري سچائي آهي؟

جولاءِ جي مهيني جي شروع ۾ "ڪاوش" ۾ هڪ خبر ڇپي، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ، سنڌ آبپاشي کاتي وفاقي حڪومت کي تجويز ڏني آهي تہ سنڌ ۾ سيوهڻ وٽ بيراج ٺاهڻ بدران 55 ڪروڙ روپين جي خرچ سان سيوهڻ کان مٿيرو سيتا وٽ سنڌوءَ تي نئون بيراج ٺاهڻ کپي. جنهن مان پنج واهہ ڪڍي 12 لک 20 هزار ايڪڙ ايراضي کي پاڻي ڏيئي سگهبو. انهيءَ نئين بيراج جو نالو رحماني بيراج تجويز ڪيو ويو هو. انهيءَ مان نڪرندڙ پنج واهن ذريعي دادو ڪينال، رائيس ڪينال جي پڇڙي ۽ جوهي برانچ جون پاڻيءَ واريون ضرورتون پوريون ڪري سگهبيون ۽ ڪوٽ جو پراڻو مسئلو حل ٿي ويندو. وڌيڪ چتاءُ ڏنو ويو هو تہ جيڪڏهن سيوهڻ بيراج ٺاهيو ويو تہ انهيءَ جي ٺهڻ سان سر جو پاڻي قلندر شهباز جي مزار کي نقصان پهچائيندو. عوام قلندر شهباز سان وڏي عقيدت رکي ٿو تنهنڪري سر سبب سيوهڻ شهر ۽ قلندر شهباز جي مزار کي نقصان جي صورت ۾ ان منصوبي ٺهڻ سبب حڪومت خلاف نفرت پيدا ٿي سگهي. مٿين خبر جي رد عمل ۾ ٺٽبي محمد خان جي عبدالحڪيم ميمڻ صاحب چيو تہ، رحماني بيراج منصوبو لاڙ کي تباهہ ڪرڻ جي سازش آهي، اهو منصوبو اتر ۽ لاڙ ۾ تضاد پيدا ڪرڻ لاءِ ٺاهيو پيو وڃي. هن وڌيڪ گهر ڪئي تہ رحماني بيراج جي منصوبي کي رد ڪيو وڃي.

سنڌ آبپاشي کاتي پريس رليز جاري ڪري انهيءَ خبر جي ترديد ڪئي آهي ۽ چيو آهي تہ نہ ڪا اهڙي تجويز آئي آهي، ۽ نہ اهڙي تجويز سنڌ آبپاشي کاتي وفاقي حڪومت کي ڏني آهي. حقيقت اها آهي تہ اهڙي منصوبي کي ٺاهڻ بابت ڪابہ ڳالهہ زير غور ڪونهي. نہ وري ان جي فزيبلٽي جوڙي وئي آهي، مٿين ڳالهين تي خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ کان اڳ ۾ اچو تہ سيوهڻ شريف ويجهو تجويز ٿيل چوٽين ۽ نئين بيراج ٺاهڻ بابت ڪجهہ ڄاڻ وٺون.

## اڀياسن جا تفصيل:

واپڊا وارن 1960ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ لاءِ آبپاشي ۽ پاڻي نيڪالي جي گهرجن لاءِ ڪنسلٽنٽ رکيا، جن 1966ع ۾ هڪ رپورٽ ڏاهي، جنهن کي لوئر انڊس پروجيڪٽ رپورٽ چئجي ٿو. انهيءَ رپورٽ ۾ هنن روهڙي ۽ نارال ڪينالن جي ڊاڪٽي ڪمانڊ ۾ ڊگهي نظام جي نتيجي ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جو نوٽس ورتو. ڊگهي نظام ڪري هڪ ته پاڻيءَ جو سيمي ذريعي گهڻو زيان ٿئي ٿو ٻيو ان جي ڪري ريگوليشن صحيح نٿي ٿي سگهي. انهيءَ ڪري هنن ٻنهي ڪينالن جي ڪمانڊ کي اترين ۽ ڊاڪٽي ڪمانڊ ۾ ورهائڻ جي تجويز ڏني. هنن وڌيڪ چيو ته، اترين ڪمانڊ سکر بيراج مان ئي پاڻي کڻي، پر ڏاکڻي ڪمانڊ کي سيوهڻ شريف ويجهو هڪ نئون بيراج ٺاهي پاڻي ڏنو وڃي. هنن اهو به چيو ته انهي بيراج مان هڪ واهه ڪڍي منڇر ڍنڍ کي سڌاريو ۽ وڌايو وڃي ته جيئن انهيءَ مان گڏ ڪيل پاڻي ذريعي آبپاشي، ماهي گيري ۽ سياحت کي هٿي وٺرائي سگهجي، ۽ ماحول کي به بهتر بنائي سگهجي.

## ٻهريون فزيبلٽي وارو اڀياس:

1969ع ۾ هڪڙي امريڪي فرم هنٽنگ ٽيڪنيڪل سروسز ۽ ٻي برطانوي فرم سر ميڪڊانلڊ ۽ پارٽنرز ان بابت اڀياس ڪيو. انهن سيوهڻ شريف کان ٽي ميل هيٺ نئين بيراج ٺاهڻ تجويز ڪيو. انهيءَ ۾ هنن بيراج جي ليول 126.5 فوٽ ۽ منڇر جي ليول 125 رکڻ جو چيو. جنهن ڪري 2.63 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سنڌ ۾ گڏ ڪري سگهجي ٿو. هنن بيراج جي ڪاٻي پاسي هڪ 80 ميل ڊگهو ٻئو فيڊر ٺاهڻ لاءِ چيو جيڪو روهڙي ڪينال جي هيٺين ڪمانڊ کي سڪرنڊ کان هيٺ پاڻي ڏئي ۽ جمڙائو منڙائو ۽ ڪپرو واهن کي منڍ جمڙائو کان هيٺ پاڻي ڏي، منڇر ۾ ذخيرو ڪيل پاڻي ربيع ۾ ڪوٽڙي بيراج کي ڏنو وڃي.

## ٻيو فزيبلٽي وارو اڀياس:

سال 1993ع ۾ وري اهو ڪم ٽن فرمن کي، جن ۾ نيسپاڪ اين ڊي سي ۽

هڪ ٻي فرم شامل هئي، انهن فرمن سيوهڻ شريف کان پنج ميل مٿي ڳوٺ ڪرمپور جي سامهون بيراج تجويز ڪيو. بيراج جي پانڊ ليول 122 فٽ رکي 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪرڻ جو چيو، منڇر ڍنڍ جي ليول 116 فوٽ تجويز ڪئي وئي. ڪاهي پاسي ٻه وڏا فيڊر يعني روهڙي، نارا ۽ هڪ ننڍو فيڊر سڪرنڊ تجويز ڪيو ويو. روهڙي فيڊر روهڙي ڪينالن جي هيٺين ڪمانڊ کي ڪمب ليما وٽ پاڻي ڏيندو ۽ نارا فيڊر ويسٽ برانچ کي، جمڙائون ڪينال کي 79 ميل کان هيٺ، منڙائو ڪينال کي 48 ميل کان هيٺ ۽ لوئر نارا ڪئنال کي فرش ريگوليٽر کان هيٺ پاڻي ڏئي ها. انهن گاج، بنداڻي ۽ نينگ نين تي پاڻي روڪڻ وارا بند ٺاهڻ ۽ منڇر کان مٿي گاج ڍنڍ ٺاهڻ جو ٻه چيو. هنن ٻه منڇر جو پاڻي ربيع ۾ ڪوٽڙي بيراج کي ڏيڻ لاءِ چيو:

## تازو سال 2004 ۾ تيل فزيبلٽي ۽ ڊيزائن:

سال 2003ع ۾ واپڊا وارن وري اپياس ۽ ڊيزائن لاءِ ڪم ڏهن فرمن جي هڪ گڏيل ڪنسورشيم کي ڏنو، جنهن ۾ مک فرم ظهيرالدين ڪنسلٽنٽ هئي. هن فرم سيوهڻ شريف کان 4 ميل مٿي ڪرمپور سامهون بيراج ٺاهڻ جو چيو. بيراج ۾ 60 فوٽ جا 58 در رکيا ويا ۽ پاڻي پاس ڪرڻ جي گنجائش12 لک ڪيوسڪ رکي وئي. بيراج جي پانڊ ۾ 0.6 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ منڇر ڍنڍ ۾ 116 فوٽ ليول رکي 0.35 ملين ايڪڙ فٽ ذخيرو ڪرڻ جو طئي ڪيو ويو. ٽن نين يعني گاج، بداڻي ۽ نينگ تي پاڻي روڪڻ وارا بند ۽ منڇر کان مٿي گاج ڍنڍ ٺاهڻ جو چيو ويو. انهيءَ مان ڪل 5 فيڊر نڪرندا، جن مان ٻه ساڄي پاسي ۽ ٽي ڪاهي پاسي، جڏهن ته 24 لک ايڪڙ ايراضيءَ کي اهي پاڻي ڏيندا. مکيه فيڊر روهڙي ڪمب ليما کان هيٺ پاڻي ڏيندو. ٻيو مکيه فيڊر نارا وسيٽ برانچ، جمڙائو ڪينال 79 ميل کان هيٺ، منرائو ڪينال 98 ميل کان هيٺ ۽ لوئر نارا ڪينال کي فرش ريگوليٽر کان هيٺ پاڻي ڏيندو. انهيءَ اسڪيم تحت زرعي آباديءَ جي شرح 81 سيڪڙي مان وڌائي 120 سيڪڙو ڪئي ويندي. روهڙي فيڊر جي ڊسچارج 12633 ڪيوسڪ نارا جي 10506 ڪيوسڪ سڪرنڊ جي 817، دادو فيڊر جي 768 ۽ منڇر فيڊر جي 10،000 ڪيوسڪ ڊسچارج هوندي، منڇر ۾

ذخيرو ٿيل پاڻي ربيع ۾ ڪوٽڙي بيراج کي ڏنو ويندو.

## سيوهڻ يا رحماني بيراج:

آبپاشي کاتي وارن ٻڌايو آهي ته رحماني بيراج هڪ هوائي خيال آهي جو اهڙي تجويز ناهي وئي، ۽ نه اهڙو ڪو بيراج ٺاهڻ جو پروگرام آهي، ان جو فزيبلٽي اڀياس ئي نه ڪرايل آهي. پر فرض ڪريو جيڪڏهن سيتا وٽ رحماني نالي هڪ بيراج ٺاهجي ته انهيءَ ۾ سيوهڻ بيراج جي پيٽ ۾ هيٺيون اوڻايون آهن.

(1) هي روهڙي ۽ نارا ڪينال جي ڪمانڊ کي اڌو اڌ نٽو ورهائي، جنهن ڪري انهيءَ مان نڪرندڙ واهن جي ڊيگهه ٻه وڏي هجڻ ڪري ڪوٽ جو پراڻو مسئلو رهندو ۽ ريگوليشن صحيح نه ٿي سگهندي.

(2) منڇر ڍنڍ کي ڀرڻ لاءِ ڊگهو فيڊر کپندو ۽ سيمي سبب پاڻيءَ جو زيان وڌيڪ ٿيندو.

(3) قيمت وڌيڪ ٿيندي جو بيراج کي ٺاهڻ لاءِ گهربل سامان سيوهڻ جي پيٽ ۾ وڌيڪ پري کان آڻڻو پوندو.

(4) اتي درياءَ Stable ناهي، جنهنڪري بيراج ٺاهڻ ٻه ڏکيو ٿيندو ۽ بيراج ٺاهڻ تي درياءَ کي سِڌائڻ يعني Train ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي، ۽ مستقبل طور مٿي جو سور رهندو.

## سيوهڻ بيراج:

انهيءَ کي ٺاهڻ جا هيٺيان مقصد ٻڌايا ويا آهن:

(1) نارا ۽ روهڙي ڪينالن جي ڏاکڻي ڪمانڊ کي ايترو پاڻي ڏيڻ ته آباديءَ جي شرح 81 سيڪڙي مان وڌي 120 سيڪڙو ٿي وڃي.

(2) منڇر ڍنڍ ۾ پاڻي ڀرڻ ۽ اهو پاڻي سياري ۾ ڪوٽڙيءَ بيراج کي ڏيڻ

(3) نين جي پاڻي کي ڇيڪ ڊيم ناهي روڪڻ ۽ گاج ڍنڍ ٺاهڻ.

سيوهڻ بيراج مان نڪرندڙ نارا، روهڙي، سڪرنڊ ۽ دادو فيڊرن ۾ پاڻي ڏيڻ سان اتي آباديءَ جي شرح 81 سيڪڙي مان وڌي 120 سيڪڙو ٿي ويندي ۽

انهيءَ لاءِ خريف ۾ 2.2 ملين ايڪڙ فوٽ واڌو پاڻي گهربو ۽ ربيع ۾ 0.6 ملين ايڪڙ فوٽ. جيڪو پاڻي خريف ۾ گڏ ڪبو سو وري ربيع ۾ ڪم ايندو. تنهنڪري اسان کي خريف ۾ پاڻيءَ جي واڌو گهرج ۽ واڌو دستيابي ڏسڻي پوندي. خريف جي پوکيءَ جي لحاظ کان اپريل ۽ مئي جا مهينا تمام اهم آهن. جيڪڏهن انهن مهينن ۾ پاڻي آهي ته پوک ٿي سگهندي، جيڪا پوءِ ايندڙ مهينن ۾ وهڪرا وڌڻ ڪري بچائي سگهبي. پر جيڪڏهن انهن مهينن ۾ ئي پاڻي ڪونهي ته نه پوکي ٿي سگهندي، ۽ نه ئي انهيءَ کي بچائڻ جو ڪو امڪان رهي ٿو. مان هيٺ سيوهڻ بيراج جي اپريل ۽ مئي مهينن ۾ واڌو پاڻيءَ جي گهرج ڏهاڪي مطابق ڏيان ٿو: اپريل جي پهرين ڏهاڪي ۾ پاڻي گهرجي ٿو. 3550 ڪيوڪ، ٻئي ڏهاڪي ۾ 3541 ڪيوسڪ، ۽ ساڳي مهيني جي ٽئين ڏهاڪي ۾ 2965 ڪيوسڪ جڏهن ته مئي جي پهرين ڏهاڪي ۾ گهرجي ٿو 3839 ڪيوسڪ، ٻئي ڏهاڪي ۾ 4331 ڪيوسڪ ۽، ٽين ڏهاڪي ۾ گهرجي ٿو 5385 ڪيوسڪ.

مٿيون واڌو پاڻي انهن ڏهاڪن ۾ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويندڙ پاڻي روڪڻ سان ملندو. مان سال 1999ع کان هن سال يعني 2006ع تائين معلوم ڪيان ٿو ته گهڻو پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويو ته جيئن سيوهڻ بيراج جي مٿين ٻڌايل واڌو پاڻيءَ جي گهرج جو پورائو ڪري سگهجي. اپريل جي پهرين ڏهاڪي ۾ مٿي ڏسيل ستن سالن ۾ رڳو سال 2005ع ۾ 4500 ڪيوسڪ پاڻي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ويو ۽ باقي ڇهن سالن ۾ صفا نه ويو يعني ٻڙي ويو. اپريل جي ٻئي ڏهاڪي ۾ مٿين ڏسيل ستن سالن ۾ رڳو 2005ع ۾ 2000 ڪيوسڪ ۽ باقي ڇهن سالن ۾ ٻڙي ويو يعني پاڻي صفا نه ويو. اپريل جي ٽين ڏهاڪي ۾ سال 2005ع ۾ 1500 ڪيوسڪ ويو باقي ڇهن سالن ۾ پاڻي صفا نه ويو وري مئي جي پهرين ڏهاڪي ۾ رڳو سال 2005ع ۾ 1000 ڪيوسڪ ويو ۽ باقي ڇهن سالن ۾ صفا نه ويو. مئي جي ٻئي ڏهاڪي ۾ سال 2005ع ۾ 1700 ڪيوسڪ ۽ باقي ڇهن سالن ۾ صفا نه ويو. مئي جي ٽين ڏهاڪي ۾ ٻارهن ٻارهن سئو ڪيوسڪ سال 1999ع ۾ 2005ع ۾ ويو ۽ باقي پنجن سالن ۾ صفا نه ويو جيڪڏهن مٿين ڳالهين کي جدول واري نموني لکجي ته هيٺين صورت ٺهي ٿي.

| ڏهاڪو | سال1999ع | سال2000 ڪان 2004ع ۽ سال 2006ع | سال سال 2005ع |
|---|---|---|---|
| اپريل پهريون | 0 | 0 | 4500 |
| اپريل ٻيون | 0 | 0 | 2000 |
| اپريل ٽيون | 0 | 0 | 1500 |
| مئي پهريون | 0 | 0 | 1000 |
| مئي ٻيون | 0 | 0 | 1700 |
| مئي ٽيون | 0 | 0 | 1200 |

هينئر مئي جڏهن رڳو منگلا ۽ تربيلا ڊيم ڀريل آهن، هندوستان ۽ افغانستان پنهنجو پاڻي وارو حصو نٿا ڪٽن، چاڙهيل منگلا، گريٽر ٿل، ڪچي، ريٽي واهه ۽ گومل ڊيم ۾ پاڻي نٿو ڳنڍ ڪيو وڃي، جڏهن انهن پاڻي ڪنيو ته ڇا حالت ٿيندي. وري اهو به ٻڌائيندو هلان ته مٿين سالن ۾ ڏهاڪن ۾ ڪوٽڙي بيراج واهن پنهنجو ناهه ۾ ڏنل پاڻي نه ڪنيو هو. مثال طور هن سال ڪوٽڙي بيراج جي واهن ناهه جي پيٽ ۾ هن ريت پاڻي ڪنيو. اپريل جي پهرين ڏهاڪي ۾ 2300 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو جڏهن ته ناهه موجب 6200 ڪيوسڪ ڪٽڻو آهي. ٻئي ڏهاڪي ۾ ناهه جي 6800 جي پيٽ ۾ 2600 ڪيوسڪ ڪنيو ٽئين ڏهاڪي ۾ 3100 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو جڏهن ته ناهه تحت 6900 ڪيوسڪ پاڻي پاڻي ڪٽڻو هو. مئي جي پهرين ڏهاڪي ۾ 12300 جي پيٽ ۾ 3000 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو مئي جي ٻئي ڏهاڪي ۾ 15700 بدران 3600 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو ۽ مئي جي ٽئين ڏهاڪي ۾ 16800 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو جڏهن ته ناهه موجب 21700 ڪيوسڪ پاڻي ڪٽڻو هو.

جڏهن مٿين صورتحال آهي ته سيوهڻ بيراج لاءِ واڌو پاڻي ڪٿان ايندو؟ ٻيو جز آهي نارا ۽ روهڙي فيڊرن جو ناهڻ، اهي تمام آباد، گهٽيل ۽ زرخيز علائقن مان لنگهندا، تنهنڪري انهن جي لنگهه وارين آباد ۽ زرخيز زمينون ختم ٿي وينديون، هن زماني ۾ جڏهن روزگار جا ذريعا تنگ ٿيندا ٿا وڃن، ۽ ماڻهو خود ڪشيون ٿا ڪن ته ڪير پنهنجون آباد زمينون انهن فيڊرن کي پاس ٿيڻ لاءِ ڏيندا. وري جيڪڏهن زوري زبردستي زمينون ورتيون ويون ته سخت احتجاج ٿيندا ٽين ڳالهه اها آهي ته ڪوٽڙي بيراج وٽ سياري ۾ Regenerated پاڻي

پهچي ٿو. وچ ۾ سيوهڻ بيراج ٺهڻ سان اهو گهٽو گهٽجي ويندو. بيراج سيوهڻ شريف شهر کان مٿي ٺهندو، بيراج جي پانڊ يعني ڍنڍ مان سيمو سيوهڻ شريف يا قلندر لال شهباز جي مزار کي ڪو نقصان نہ پهچائيندو، پر پر واري زمينن تي ان جو اثر پوندو. بيراج مان منڇر ڍنڍ پرڻ وارو جز اهم ۽ ضروري آهي، جنهن جو منڇر جي چوڌاري رهندڙ ماڻهن کي زبردست فائدو ٿيندو. نين تي چيڪ ڊيم ناهڻ ۽ گاج ڍنڍ ناهڻ بہ نيڪ ڪم آهن. پر اهي بيراج ناهڻ کان سواءِ بہ ٿي سگهن ٿا.

مٿين جائزي مان خبر پوي ٿي تہ سيوهڻ بيراج جي واهن لاءِ گهربل پاڻي ڪونهي. انهن مان نڪرندڙ فيدرآباد علائقن مان لنگهندا، ۽ سم وڌائيندا. وري ڪوٽڙي بيراج تي پهچندڙ پاڻي گهٽبو. تنهنڪري سيوهڻ بيراج ناهڻ جو ڪو بہ جواز ڪونهي. سيوهڻ بيراج ناهڻ جو فائدو رڳو منڇر پرڻ جي لاءِ تمام گهٽو ٿيندو ۽ اها پربي بہ جولاءِ ۽ اگسٽ ۾. جڏهن درياءَ ۾ ڪافي پاڻي تئي ٿو. پر اها رڳو منڇر کي پرڻ لاءِ ناهڻ ڏکي آهي. جو اقتصادي طرح اها فائدي ۽ خرچ واري معيار تي پوري نہ لهندي.

سيوهڻ بيراج جي جڏهن ڳالهہ هلي پئي تہ اهو ٻڌائيندو هلان تہ سال 2000ع ۾ واپڊا جي چيئرمين جنرل ذوالفقار بدين ۾ ڪالاباغ ڊيم تي اتفاق راءِ پيدا ڪرڻ لاءِ سيمينار ڪرايو. انهيءَ ۾ هن ٻين آڇن سان گڏ سنڌ وارن لاءِ سيوهڻ بيراج ناهڻ جي بہ آڇ ڪئي. پر انهيءَ سيمينار ۾ شريڪ ٿيندڙ سڀني نمائندن ۽ بدين واسين انهن سڀني آڇن کي نہ مڃيو ۽ ڪالاباغ ڊيم ناهڻ تي راضي نہ ٿيا. منهنجو انهن سنڌ مان آيل سڀني نمائندن ۽ بدين واسين کي سلام پهچي.

(روزانہ ڪاوش 7 سيپٽمبر 2006ع)

# چوٽياري ڍنڍ چو نٿي ڀرجي؟

واپڊا سال 2003 ۾ چوٽياري ڍنڍ جو ڪم تقريبن اڍائي ارب روپين جي خرچ سان پورو ڪيو، تہ جيئن چوٽياري ڍنڍ جي پاڻيءَ جي ليول وڌائي 87.5 فوٽ ڪئي وڃي. ۽ انهيءَ ۾ 0.70 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪري ربيع جي پڇاڙيءَ ۾ اڳاٽي خريف ۾ 2300 ڪيوسڪ واڌو پاڻي سانگهڙ ويجهو مکي ريگيوليٽر کان فرش ريگيوليٽر تائين ۽ انهيءَ کان هيٺ عمر ڪوٽ واري ايراضيءَ کي ڏيئي سگهجي، ياد رهي تہ سکر بئراج جي منصوبي مطابق 3850 ڪيوسڪ پاڻي مکي ريگيوليٽر کان هيٺ ڏيڻو هو. پر نارا ڪينال ۾ لٽ ڀرجڻ جي ڪري ۽ جمڙائو واري ايراضيءَ کي گهرج مطابق پاڻي ڏيڻ ڪري مکي تي اڌ کان بہ گهٽ پاڻي پهچي ٿو ۽ هيٺين نارا ڪينال جي فرش ريگيوليٽر تي ايترو گهٽ پاڻي پهچي ٿو جو سارين بدران خشڪ پوک ٿئي ٿي ۽ ڪيتريون شاخون سدائين وارا بنديءَ ۾ هلڻ ٿيون. واپڊا جي انهيءَ آسري تي تہ چوٽياري ڍنڍ جي ذخيري ٺاهڻ ڪري عمرڪوٽ واري ايراضيءَ کي گهربل پاڻي ملندو. انهيءَ علائقي جا ڏترڙيل ۽ پاڻيءَ لاءِ سڪندڙ آبادگار خوش ٿي ويا. پر چار سال گذرڻ کان پوءِ بہ چوٽياري ڍنڍ پنهنجي مڪمل سطح يعني 87.5 فوٽن تائين ڀرجي نہ سگهي آهي ۽ اتي جا ماڻهو وري نراس ۽ نااميد ٿي ويا آهن تہ ڪو هنن کي گهربل پاڻي ملندو.

سال 1985ع ۾ واپڊ اوارن ليفٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرين يعني ايل بي او ڊي جي منصوبي جو ساڍا اٺ ارب روپين جي لاڳت وارو پي سي ون منظور ڪرايو. جيڪو 8 سالن ۾ يعني سال 1993ع جي جون تائين مڪمل ڪرڻو هو. پر اهو منصوبو 8 سالن بدران ساڍن چوڏهن سالن ۾ اڻپورو بند ڪيو ويو. ان جا ڪجهہ رهيل ڪم نيشنل ڊرينج پروگرام ۾ ڪنيا ويا ۽ انهيءَ جي لاڳت 8.5 ارب روپين مان وڌي 28 ارب روپيا ٿي وئي. انهيءَ ۾ 6 مکيا جزا هئا. نواب شاهہ، سانگهڙ ۽ ميرپور خاص ضلعن ۾ پاڻي ليول هيٺ ڪرڻ لاءِ نااليون ڪڍڻ ٽيوب ويل هڻڻ، هڪ مين ڊرين جو پاڻي ڪڍڻ، پٽيجي آئوٽ فال ڊرين، ڍورو پراڻ آئوٽ فال ڊرين ۽ ٽائڊل لنڪ ذريعي شاهہ سمندو ڪوري ۽ شڪور ڍنڍ ۾ ڪڍڻ، نارا ڪينال جي ريماڊلنگ ۽ چوٽياري جي ذخيري جي تعمير ٽائڊل لنڪ جي ٽنڊ

ڪري بدين ضلعي ۾ جيڪا تباهي ۽ بربادي آئي آهي، تنهن کان هر ڪو واقف آهي ۽ انهيءَ خلاف دانهون اجايون ناهن. هاڻي ته عالمي بينڪ جي جاچ ڪرڻ واري پينل به انهيءَ منصوبي ۾ ڪيترين ڪوتاهين ۽ خاميون مڃيون آهن. اڄو ته اڄ چوٽياري جي ذخيري جو ڪجهه جائزو وٺون ته اڍائي ارب روپين جي خرچ سان ٺاهيل اهو ذخيرو ڇو نٽو پرجي ۽ ڇو عمرڪوٽ وارا ماڻهو انهيءَ مان پاڻي ملڻ جو آسرو لاهي ويٺا آهن.

سکر بيراج ٺاهڻ دوران چوٽياري ۽ واريءَ جي دڙن جي وچ ۾ قدرتي ٺهيل ڪيترن ڍنڍن کي پرڻ لاءِ ڪينال تي پريشر گهٽائڻ لاءِ جيڪي ني چندٽون ٺاهيون ويون، اهي هيون رانتو واڍڪي ۽ آجو. رانتو منڊ جمڙائوتي، واڍڪي ۽ آجو منڊ جمڙائو کان هيٺ هيون. رانتو چندڻ جي پاڻيءَ جي گنجائش 3000 ڪيوسڪ، جڏهن ته واڍڪي ۽ آجو چندٽن جي گنجائش 500 ڪيوسڪ هئي. آهستي آهستي انهن جي پاڻي کڻڻ جي گنجائش گهٽجي وئي ۽ رانتو چندڻ جي گنجائش 600 ڪيوسڪ واڍڪي ۽ آجو جي 100 کان 200 ڪيوسڪ گنجائش وڃي بچي. انهيءَ ڪري چوٽياري ڍنڍ ۾ سيپٽمبر کان ڊسمبر تائين 5 فوٽ پاڻي پري سگهبو هو. جو جنوريءَ جي بنديءَ کان پوءِ بند کان هترادوڪٽ ڏئي اهو پاڻ هيٺين ايراضين کي ڏنو ويندو هو، چوته عمرڪوٽ وارين هيٺين ايراضين ۾ پاڻيءَ جي تمام گهڻي کوٽ رهندي هئي. ايل بي او ڊي جي منصوبي ۾ چوٽياري ڍنڍ جي گنجائش وڌائڻ جو سوچيو ويو. انهيءَ لاءِ ان ڳالهه تي ويچاريو ويو ته ڍنڍ جي ليول ڪيتري وڌائي سگهجي ٿي. انهيءَ لاءِ گهٽو پاڻي ڪپي ۽ اهو پاڻي ڪيئن سکر بيراج وٽان آڻي ڍنڍ ۾ وجهجي. ڍنڍ جي ممڪن ليول 87.5 فوٽ تجويز ڪئي وئي. انهيءَ لاءِ 53 ميل ڊگها بند 30 فوٽ عمق وارا ٺاهڻا هئا ۽ ڍنڍ جي ڊيگهه 10 ميل ۽ ويڪر 8 ميل ٿيڻي هئي. ڍنڍ ۾ پاڻي پرڻ لاءِ رانتو چندڻ جو نئون هيڊ ريگيوليٽر 6500 ڪيوسڪ لاءِ ٺاهڻ ۽ هڪ لنڪ چينل ذريعي انهيءَ ڍنڍ تائين پهچائڻو هو. ڍنڍ جو نئون بند ٺاهڻ ڪري واڍڪي ۽ آجو چندٽون بند ڪيون ويون. ڍنڍ کي 5 16 ڏينهن ۾ پرڻ جو پروگرام رٿيو ويو جنهن مطابق اپريل جي پهرين 15 ڏينهن ۾ 386ڪيوسڪ، ٻين پندرهن ڏينهن ۾ 858 ڪيوسڪ جولائي جي پهرين پندرهن ڏينهن ۾ 3863 ڪيوسڪ، ٻين پندرهن ڏينهن ۾ 6813 ڪيوسڪ، آگسٽ جي سڄي مهيني ۾ 6835 ڪيوسڪ، سيپٽمبر جي پهرين پندرهن ڏينهن ۾ 6311 ڪيوسڪ، نومبر مهيني ۾ 410

ڪيوسڪ ۽ ڊسمبر جي سڄي مهيني ۾ 285 ڪيوسڪ پاڻي پرڙو هو. نارا ڪينال جي گنجائش 13000 ڪيوسڪ هئي پر ڪڍهن به ان ڊيزائن جيترو پاڻي نه ڪنيو هو. جو نارا ڪينال هڪ قدرتي درياءَ آهي جيڪو انگڙ ونگڙ نموني وهندو آهي.

رانتو چنڊڻ ڪي 6500 ڪيوسڪ پاڻي ڏيڻ لاءِ نارا ڪينال جي منڍ تي گنجائش 20000 ڪيوسڪ ڪرڻي هئي، انهيءَ ۾ به ڪم ڪيا ويا. نارا ڪينال جي تمام لهواري سلوپ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ 4 فال ريگيوليٽر تجويز ڪيا ويا. جيڪي آر ڊي 14.5، 140، 400 ۽ 540 تي ٺاهڻا هئا. پر ورلڊ بينڪ جي پينل آف ايڪسپرٽس طرفان رڳو به ريگيوليٽر ٺاهڻ تي راضپو ظاهر ڪيو ويو. جيڪي آر ڊي 26 ۽ 139 تي ٺاهي ويا. هيو ڪم نارا ڪينال جي بندن تي مٽي وجهڻ جو هو ته جيئن اهو وڌيل پاڻي يعني 20.000 ڪيوسڪ ڪٽي سگهي وري نارا ڪينال لاءِ واڌو پاڻي هجڻ بابت چيو ويو ته جولاءِ، آگسٽ ۽ سيپٽمبر جي شروع ۾ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ سمنڊ ۾ ڪافي پاڻي وڃي ٿو جنهن مان ڪجهه نارا ڪينال لاءِ ڪڍي سگهبو. نارا ڪينال جي ريماڊلنگ واري ڪم تي اٽڪل سوا به ارب روپيا خرچ ڪيا ويا.

## ڇا گهربل نتيجا حاصل ٿيا؟

اٽڪل اڍائي ارب روپين جي خرچ سان چوٽياري جي پاڻيءَ جو ذخيرو سال 2003ع ۾ مڪمل ڪيو ويو. جڏهن ته نارا ڪينال تي سوا به ارب روپيا خرچ ٿيا، رانتو چنڊڻ سال 1997ع ۾ مڪمل ڪئي وئي. انهن ڪمن جي تڪميل ڪان پوءِ اها اميد هئي ته چوٽياري ڍنڍ 87.5 فوٽن جي ليول تائين ڀرجي ويندي ۽ عمرڪوٽ واري ايراضيءَ کي واڌو 2300 ڪيوسڪ پاڻي ملي سگهندو پر گذريل ڇئن سالن ۾ چوٽياري ڍنڍ مڪمل نه ڀرجي سگهي آهي. سال 2003 ۾ انهيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ سطح 77.5 فوٽ، سال 2004ع ۾ 71 فوٽ، سال 2005ع ۾ 76.40 فوٽ، ۽ سال 2006ع ۾ 80.3 فوٽ ٿي ۽ نتيجي ۾ عمرڪوٽ وارين ايراضين کي 2300 ڪيوسڪ واڌو پاڻي نه ملي سگهيو.

## چوٽياري ڍنڍ مڪمل طرح ڇو نه ڀرجي سگهي؟

چوٽياري ڍنڍ مڪمل طرح پرجي نہ سگهجڻ جا ٽي مکيہ ڪارڻ هئا. هڪ تہ، سکر بيراج وٽ درياءَ ۾ واڌو پاڻي نہ هجڻ، ٻيو نارا ڪينال جو ڊيزائن مطابق پاڻي نہ کڻي سگهڻ ۽ ٽيون، رانتو چئنڊڻ جي پاڻي کڻي ويندڙ چينل جو لٽجڻ. گذريل ڇهن سالن ۾ درياءَ جا وهڪرا گهٽ رهيا آهن. جنهنڪري ڪوٽڙيءَ کان هيٺ نالي ماتر پاڻي ويو آهي. سکر بيراج تي رانتو جي گهرج مطابق واڌو پاڻي ئي ڪونہ هو جو نارا ڪينال ۾ ڏئي سگهجي ها. ڪن سالن ۾ ڪجهہ واڌو پاڻي تہ هو پر پرڻ واري سڄي مدي ۾ اهو موجود ڪونہ هو وري جڏهن پاڻي موجود هو، تہ نارا ڪينال مڪمل طرح 20،000 ڪيوسڪ پاڻي نہ کڻي سگهيو. جو ڇئن "فالن" بدران رڳو ٻہ ٺاهيا ويا. جنهنڪري اجا سلوپ ٺيڪ نہ ٿيو آهي ۽ ڪينال مٿين "ريچ" مان ترويني هيٺين "ريچ" ۾ لٽ ڪري ٿو. ۽ پاسن تي بہ ڪاڌ ڪري ٿو رانتو ڪينال سال 1997ع کان وٺي پاڻي کڻي ٿو. پر گهٽ ڊسچارج وهڻ ڪري لٽ ڪري ٿو جنهنڪري ان جي پاڻي کڻڻ واري گنجائش گهٽجي وئي آهي.

## ڇا ڪرڻ کپي؟

چوٽياري ڍنڍ کي مڪمل طرح پرڻ ۾ جيڪي ڳالهيون رنڊڪ وجهن ٿيون، تن کي دور ڪرڻ يا سڌارڻ جي ضرورت آهي. درياءَ ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ تي اسان جو وس ڪونهي، جو اهو قدرت جي هٿ ۾ آهي. پر جيڪو وهڪرو درياءَ ۾ اچي ٿو، انهيءَ کي تہ هيٺ اچڻ ڏجي. ڊيم ٺاهڻ سان اهو هڪرو اجا گهٽبو. تنهنڪري مٿي ڊيم نہ ٺهڻ کپن. نارا ڪينال تجويز ڪيل 20،000 ڪيوسڪ پاڻي نٿو کڻي، انهيءَ کي سڌارڻ ۽ ٺيڪ ڪرڻ جي ضرورت آهي، جنهنڪري هڪڙو تہ بہ ڇڏيل فال ريگيوليٽر ٺاهڻ کپن. ٻيو جتي جتي "فري بورڊ" گهٽ آهي، اهو پورو ڪرڻ کپي. جيڪڏهن منڊ جمڙائو تي رانتو چئنڊڻ لاءِ گهربل 6500 ڪيوسڪ پاڻي هجي تہ لٽيل چينل جي ڪاٽي ڪري سگهجي ٿي. پر درياءَ جي ڦرندڙ گهرندڙ وهڪرن ڪري سدائين گهربل پاڻي ملڻ ڏکيو آهي. ڪڏهن پاڻي گهٽ هوندو تہ ڪڏهن پورو. گهٽ ايندڙ پاڻي بہ چوٽياري ۾ پرڻ کپي، پر گهٽ پاڻي هلائڻ ڪري رانتو چئنڊڻ جو چينل لٽبو. تنهنڪري اهڙو بندوبست ٿيڻ کپي تہ گهٽ ڊسچارج تي رانتو چئنڊڻ نہ هلائجي ۽ ٻيو متبادل بندوبست ڪجي اهو ائين ٿي سگهي ٿو تہ گهٽ ڊسچارج لاءِ ٻي چئنڊڻ ٺاهڻ کپي.

جيڪڏهن بند ٽيل آجو چنبڙ کي 2000 ڪيوسڪ ڊسچارج لاءِ ناهيو وڃي ته اها اهو ڪم ڏيئي سگهي ٿي. گهٽ ڊسچارج ۾ آجو چنبڙ هلائجي ۽ جڏهن اٽڪل 6500 ڪيوسڪ پاڻي اچي وڃي ته رانٽو چنبڙ هلائجي. سوال اهو آهي ته جيڪڏهن مڪمل 2300 ڪيوسڪ واڌو ڊسچارج مکي ريگيوليٽر تي اچي به وڃي، ته ڇا هيٺيون نارا ڪينال اهو کڻي سگهندو؟ يقينن نه کڻي سگهندو. انهيءَ لاءِ مکي، فرش ڪينال کي سڌو ڪرڻو پوندو، جنهن لاءِ منصوبو ٺهيل آهي. 1991ع ۾ انهيءَ جي پيڙهه جو پٿر انهيءَ وقت جي وزيراعظم نواز شريف رکيو هو. پر اها اسڪيم اڃا به نه ٺهي آهي.

## ڇا ڪيو ويو آهي؟

مٿين گهرجن کي نظر ۾ رکي سنڌ جي آبپاشي کاتي واپڊا جي رهيل ڪمن جي نشاندهي ڪري وفاقي سرڪار تي زور ڀريو ته رهيل ڪمن لاءِ پئسا ڏنا وڃن وفاق انهن جي اها ڳالهه مڃي. هن سال يعني 2007، 2006 جي پي ايس ڊي پي ۾ هيٺين ريت پئسا رکيا آهن:

(1) نارا ڪينال تي رهيل فال ريگيوليٽرن ۽ رانٽو چنبڙ جي لٽ ڪڍڻ لاءِ 80 ڪروڙ روپيا.

(2) هيٺين نارا ڪينال جي آر ڊي 135 تي آجو چنبڙ لاءِ 7 ڪروڙ 20 لک روپيا.

(3) مکي لنڪ ڪينال پراجيڪٽ لاءِ 20 ڪروڙ روپيا.

اهي پئسا ته رکيا ويا آهن، پر ڏسڻو اهو آهي ته اهي ڪم ڪڏهن شروع ٿا ٿين ۽ ڪڏهن پورا ٿيندا. جڏهن اهي پورا ٿيندا، تڏهن ئي عمرڪوٽ واري علائقي جي ڏنڙيل ۽ پاڻيءَ لاءِ سڪندڙ ماڻهن جي حالت سڌرندي، نه ته آسرن ۾ ته. جڏهن کان ايل بي او ڊي شروع ٿيو هو، 22 سال گذري ويا آهن، خبر ناهي ته الائي اڃا انهن کي ڪيترا سال انتظار ڪرڻو پوندو.

(روزانه ڪاوش 27 جنوري 2007)

# جنرل مشرف جي ڪتاب ۾ سنڌ

# بابت ڪيل ڳالهين جي حقيقت

صدر پرويز مشرف پنهنجي انگريزي ڪتاب In The Line of fire ۾ سنڌ جي آبپاشي ۽ پاڻي نيڪال واري نظام بابت ٻن هنڌن تي ذڪر ڪيو آهي. هڪ ٻوڏن جي باري ۾، ۽ ٻيو آر بي او ڊي اسڪيم بابت. مان انهن ٻنهي جو انگريزي متن ۽ سنڌي ترجمو هيٺ ڏيان ٿو جنهن ڪان پوء ان اشو تي تفصيل سان ڳالهيايون ٿا. ٻوڏن بابت صفحي نمبر 59 تي صدر صاحب لکن ٿا ته:

Another memorable experience was my brigade's assistance in flood relief operations. Pakistan was hit by one of its worst floods in 1976, when the melting snow and glaciers combined with unprecedented rains caused all rivers, Specially the indus, to overflow. Sindh was worst affected. Our brigade was moved to Sukkur, which faced the most devastation. My brlgade commander detailed me to take charge of filling a breash in a canal. This was beyond the purview of my responsiblilities as a staff officer, but understanding the confidence that was vested in me, as as well as the challenge the task posed, I accepted responsiblity. The command placed under me was unique. Other than the army engineers, I was given about 200 Hurs and 250 shackled prisoners from Sukkur jail. I managed this disparate force, gelled them into a team aen worked the whole night to close the breach by morning. When the bridage commander came to inspect the situation in the morning, he

was surprised and pleased. He commended me for formance.

(منهنجي برگيڊ جو هيو يادگار تجربو هوڏن کي منهن ڏيڻ ۾ مدد بابت هو.
1976ع ۾ پاڪستان ۾ تمام وڏي ٻوڏ آئي. جبلن تي برف ۽ گليشئر رجڻ ۽ ساڳي وقت سانوڻيءَ جي زبردست برساتن سبب سيئي درياءَ اٿلي پيا. خاص طرح سنڌو درياءَ، انهيءَ ڪري سنڌ ۾ تمام گهڻي تباهي ٿي. منهنجي برگيڊ کي سکر وڃڻ جو حڪم ٿيو. جتي تمام گهڻي تباهي ٿي هئي. منهنجي برگيڊ ڪمانڊر مون کي هڪ واهه ۾ پيل ڪنڊ کي بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اها ڳالهه منهنجي ذميواري ڪان مٿيري هئي. پر جيئن ته مون مٿان اعتبار ڪيو ويو هو. ان ڪري انهيءَ ڪم جي چيلنج کي ڏسي مون اها ذميواري قبول ڪئي. منهنجي هيٺان ڪم ڪرڻ لاءِ جيڪا ٽيم رکي وئي. سا ڏاڍي عجيب هئي. فوجي جوانن کان علاوه مون کي 200 حر مجاهد ۽ سکر جيل مان 250 زنجير پاتل قيدي ڏنا ويا. مون انهن مختلف ماڻهن کي سنڀالي انهن جي هڪ ٽيم ٺاهي، سڄي رات ڪم ڪيو ۽ صبح جو اهو ڪنڊ ٻڌرائي ڇڏيم. صبح جو جڏهن برگيڊ ڪمانڊر صورتحال ڏسڻ لاءِ آيو ته حيران ٿي ويو ۽ منهنجي ڪم کي تمام گهڻو ساراهيائين).

جنرل مشرف اڳتي هلي آر بي اوڊي بابت صفحي 147 تي لکيو آهي ته:

One could write volumes on the rempant corruption, but for want of space, a few examples must suffice. One of the earliest briefings I received at the governors's house in Sindh was on the construction of the Right Bank Outfall Drain (R.B.O.D), a pipeline for taking effluent to the sea.One point made in this persentation was that those involved had very conscientiously reduced the constrctiom cost from 116 billion to 75 billion rupees. My gut feeling was that it was still too high. I detalled army engineers to survey the whole length of the RBOD and give me an accurate assessment of the cost. They worked through six months of sweltering

heat, from March to August 2000, and concluded that the project could be done for only 16 billion rupees. Even after a few adjustments. the cost came to just 18 billion rupees, and the project in now under construction for the amount. the difference in the budget would have been pocketed as graft.

(ملڪ ۾ انڌا ڌند بد عنوانين بابت گهٽو ڪجهه لکي سگهجي ٿو. پر انهيءَ لاءِ جڳهه گهٽ هجڻ ڪري هڪ ٻه مثال ئي ڪافي ٿيندا. حڪومت جون واڳون سنڀاليندي ئي مون گورنر هائوس سنڌ (ڪراچي) ۾ جيڪي شروعاتي بريفنگز ورتيون انهن مان هڪ آر بي او ڊي بابت هئي. اهو هڪ مکيه سم نالو هو. جنهن ذريعي ساڄي پاسي کان نيڪال وارو پاڻي سمنڊ ڏانهن ڪٽي وڃڻو آهي. انهيءَ بريفنگ ۾ جيڪا خاص ڳالهه ڪئي وئي سا اها هئي هنن تمام ايمانداري سان ڪم ڪندي منصوبي جي قيمت 116 ارب روپين مان گهٽائي 75 ارب روپيا ڪري ڇڏي هئي. منهنجي پنهنجي خيال مطابق اها گهٽ ڪيل قيمت به تمام گهٽي هئي، مون فوج جي انجنيئرن کي انهيءَ ڪم تي لڳايو ته هو آر بي اور ڊي جي سڄي ڊيگهه جي سروي ڪن ۽ انهيءَ جي ئاهڻ جي خرچ جو صحيح ڪاٿو لڳائين. هنن مارچ کان اگسٽ تائين ڇهه مهينا ساڙيندڙ گرميءَ ۾ سروي ڪئي ۽ ٻڌايو ته اها 16 ارب روپين ۾ ٺهي سگهي ٿي. ٿوري جاچ کان پوءِ اها قيمت وڌي 18 ارب روپيا ٿي ۽ اهو منصوبو هينئر انهيءَ قيمت تي ئاهيو پيو وڃي. جيڪڏهن اهو هنن جي ٻڌايل قيمت تي ئاهڻ ڏنو وڃي ها ته وچ وارا پئسا هو کائي وڃن ها).

1976ع ۾ سکر بيراج کان مٿي روهڙيءَ ويجهو علي واهڻ وٽ درياءَ جي بند کي کنڊ لڳي. جنهنکري نارا ڪينال ۽ ٻين ڪيترن واهن کي کنڊ پيا. واهن مان پيل کنهن هڪڙي کنڊ کي بند ڪرڻ ۾ صدر صاحب انهيءَ زماني ۾ ميجر طور حصو ورتو هو. جيستائين گورنر هائوس ڪراچي ۾ آر بي او ڊي جي بريفنگ جو تعلق آهي ته مان انهيءَ ۾ سيڪريٽري آبپاشي طور موجود هيس. اها بريفنگ واپڊا جي مقرر ڪيل ڪنسلٽنٽ نيسپاڪ پاران ڏني وئي هئي. ۽ اهو ڪم واپڊا کي ڪرڻو هو. مان آر بي او ڊي واري منصوبي سان فوجي حڪومت جي اچڻ کان

پوءِ پنهنجي رٽائرمينٽ يعني 19 نومبر 2001ع تائين لاڳاپيل رهيس. مان انهيءَ جو حال احوال سنڌ واسين سان ونڊڻ چاهيان ٿو ته جيئن هنن کي خبر پوي ته ڪيتري ڪوشش ۽ مشڪلن سان اسان اهو منصوبو سنڌ وارن لاءِ منظور ڪرايو هو.

1976ع ۾ واپڊا وارن سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪپ وارين ايراضين جي سم جو پاڻي ڪڍڻ لاءِ نارٿ دادو سرفيس ڊرينج اسڪيم ٺاهي. جنهن جو ڇوڙ مين نارا ويلي ڊرين ذريعي منڇر ڍنڍ ۾ تجويز ڪيو ويو. سنڌ وارن انهيءَ تي اعتراض ڪيو. چيو ويو ته انهيءَ سان منڇر ڍنڍ جي لوڻياٺ واري سطح ۾ في 10 لک حصن (Per Million) تي 700 حصا ٿيندي اضافو ٿيندو. جڏهن نوي واري ڏهاڪي ۾ اها اسڪيم پوري ٿي. ۽ اسڪيم شروع ڪئي وئي ته منڇر ڍنڍ جي لوڻياٺ واري ليول وڌي في 10 لک حصن تي 3500 حصا ٿي وئي. ياد رهي ته پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ اها سطح 100 حصا في ڏهه لک (Per Million) کان مٿي ۽ زراعت لاءِ 1500 حصا في ڏهه لک (Per Million) کان مٿي نه هجڻ کپي. لوڻياٺ جي ليول وڌڻ ڪري منڇر ۽ منڇر وارا يعني آبادگار توڙي مهاڻا برباد ٿي ويا. سائبيريا کان سياري ۾ ايندڙ پکي گهٽجي ويا ۽ ٻيا ڪيترائي معاشرتي ۽ ماحولياتي مسئلا پيدا ٿيا. جڏهن سنڌ وارن رڙيون ڪيون ته واپڊا وارن انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ آر بي او ڊي (ون) جي نالي سان ٻي اسڪيم ٺاهي ۽ منڇر کي بچائڻ لاءِ ڊرين کان سنڌوءَ تائين هڪڙو لنڪ ٺاهيو ويو. سنڌ وارن انهيءَ تي به اعتراض ڪيو. پر اهو اعتراض ڪنهن به نه ٻڌو. انڊس لنڪ ٺاهڻ کان پوءِ جڏهن انهيءَ ذريعي سنڌوءَ ۾ پاڻي وجهڻ لاءِ ريگوليٽر ٺاهڻ جو پروگرام ٺاهيو ويو ته اسان انهيءَ تي سخت اعتراض ڪيو. پر انهيءَ وقت واپڊا جي فوجي سربراهه جنرل ذوالفقار علي (جنهن لاءِ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته هِن گورنر دائود پوٽي ۽ اي اين جي عباسي صاحب کي استعيفيٰ ڏيڻ تي مجبور ڪيو هو) ڪنهن جي نه ٻڌي ۽ هو هر قيمت تي ريگوليٽر ٺهرائڻ پيو چاهي. پر اسان به چپ ڪري نه ويناسين. نيٺ معاملو فيصلي لاءِ انهيءَ وقت جي فوجي سربراهه پرويز مشرف وٽ پهتو. هن ايوان صدر ۾ هڪ گڏجاڻي سڏائي، جنهن ۾ سنڌ مان گورنر محمد ميان سومرو، وزير آبپاشي علي مير شاهه ۽ مان بطور سيڪريٽري آبپاشي شريڪ ٿياسين، واپڊا وارن ڪنسلٽنٽ، پلاننگ ڪميشن وارن ۽ ڪيترن ٻين کي واپڊا

جو چيئرمين جنرل ذوالفقار تيار ڪري ونئي آيو. پلاننگ ڪميشن جي بريفنگ ملڪ سعيد ڏني. جنهن ٻڌايو تہ آر بي ڊي جو پاڻي سيوهڻ شريف ڪان مٿي سنڌو ۾ وجهڻ سان ڪوبہ نقصان نہ ٿيندو. مون گهڙي گهڙي اٿي انهيءَ جي بريفنگ تي اعتراض ڪيا. ۽ انهيءَ ۾ علي مير شاهہ صاحب منهنجي مڪمل حمايت ڪئي. صدر صاحب کي بہ منهنجو گهڙي گهڙي اٿڻ چڱو نہ پيو لڳي، پر دل ۾ سوچيو هوندائين تہ ضرور ڪجهہ گڙٻڙ آهي، جو واپڊا، وفاقي سرڪار هڪڙي پاسي هئا ۽ سنڌ جا ٻہ ماڻهو ٻئي پاسي هئا. مون ان وقت هڪڙي ڳالهہ نوٽ ڪئي تہ فوجي سربراهہ بريفنگ تمام ڌيان سان پيو ٻڌي. انهيءَ ڏس ۾ قدرت اسان جي مدد ڪئي. آر بي او ڊي جي بريفنگ ڪان اڳ واپڊا وارن نيشنل ڊرينج پروگرام. يعني اين ڊي پي تي بريفنگ ڏني هئي. انهيءَ ۾ هنن هڪ سلائيڊ ذريعي اين ڊي پي جا رهنما اصول بہ ٻڌايا هئا. انهيءَ ۾ ٻڌايو ويو هو تہ اين ڊي پي پروگرام تحت ڪٿي بہ سم جو لوڻياٺ وارو پاڻي مٺي پاڻين يعني واٽر باڊيز ۾ نہ وجهندا. پرويز مشرف صاحب اها بريفنگ تمام ڌيان سان ٻڌي هئي ۽ ڪيس ياد هئي. هن اسان جي اعتراض کي نظر ۾ رکندي واپڊا وارن کي اين ڊي پي جون اڳي ئي ڏيکاريل سلائيڊيون ٻيهر ڏيکارڻ لاءِ چيو. جڏهن انهيءَ رهنما اصول واري سلائيڊ تي پهتا تہ فوجي سربراهہ چيو تہ جڏهن اين ڊي پي جو رهنما اصول آهي تہ لوڻياٺ مٺين واٽر باڊيز ۾ نہ وجهڻ کپي تہ پوءِ واپڊا وارا آر بي او ڊي، جو لوڻياٺ وارو پاڻي سنڌوءَ جي مٺي پاڻيءَ ۾ وجهڻ تي ڇو زور ڏيئي رهيا آهن؟ اهڙي سوال تي سڀ ٻڌندڙ حيران ٿي ويا ۽ واپڊا وارا بہ ڪو جواب نہ ڏيئي سگهيا. فيصلو ڪيو ويو تہ آر بي او ڊي جو پاڻي سيوهڻ شريف مٿان درياءَ ۾ نہ وڌو وڃي ۽ متبادل بندوبست ڳوليا وڃن. هاڻي اوهان صدر صاحب، جيڪو پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي سو پڙهو.

آر بي ڊي او جو منصوبو آبپاشي کاتي ۽ فوجي انجنيئرن گڏجي ٺاهيو هو. حقيقت اها آهي تہ آر بي او ڊي جي لنگهہ جو رستو (Alignment) مان فوج جي پنجين ڪور جي برگيڊيئر آصف غزالي کي سيوهڻ شريف ويجهو ڪرمپور ڳوٺ کان وٺي گهارو ڪوري تائين بہ دفعا هيلي ڪاپٽر ۾ چڙهي ڏيکاريو هو. تنهن ڪان پوءِ فوج وارن کي خاطري ٿي تہ اها اسڪيم ٺهي سگهي ٿي ۽ پوءِ تمام تفصيلي سروي ڪري اسڪيم ٺاهي منظور ڪرائي وئي. اسڪيم ڇهن سالن ۾ پوري

ڪرڻي هئي، نہ تہ چتاءُ ڏنو ويو هو تہ قيمت وڌي ويندي. انهيءَ ڪي ٺهندي چار سال ٿي ويا آهن ۽ انهيءَ جي قيمت وڌي 30 ارب روپيا ٿي وئي آهي. انهيءَ جا مکيہ ٻہ ڪارڻ آهن. هڪڙو ناهڻ جو وقت وڌڻ ۽ ٻيو هن جي گنجائش 2000 ڪيوسڪ مان وڌائي 3500 ڪيوسڪ ڪئي وئي آهي. جو ڪن ٻين ايراضين جو پاڻي بہ انهيءَ ۾ ايندو.

هينئر ڪيترا ماڻهو، جن جون زمينون، گهر يا ٻيون ٺهيل شيون انهيءَ جي رستي ۾ اچن ٿيون، سي اعتراض ٿا ڪن تہ آر بي او ڊي هڪ تباهہ ڪندڙ منصوبو آهي. ۽ انهيءَ جو حشر بہ ايل بي او ڊي وارو ٿيندو. سنڌ سياڻن سان ڀري پئي آهي. هر ڪو سمجهي ٿو تہ جيڪڏهن آر بي او ڊي جو ڪارو پاڻي درياءَ ۾ وجهي ڇڏجي ها تہ انهيءَ جو اثر حيدرآباد جي پيئڻ جي پاڻيءَ تي ڪهڙو پوي ها. سال 2005ع ۾ رڳو هڪ يا ٻہ ڏينهن منڇر جو پاڻي درياءَ ۾ وڌو ويو تہ اهو پاڻي واپرائڻ سان حيدرآباد ۾ ڪيترائي ماڻهو مري ويا. هينئر تائين ذميوار ماڻهن تي ڪورٽ ۾ ڪيس پيو هلي. جيڪي انهيءَ جي لنگهہ واري رستي تي اعتراض ٿا ڪن. اهو متبادل رستو ٻڌائين. آر بي او ڊي جو منصوبو بلڪل صحيح آهي. ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ جن ماڻهن جون زمينون گهر يا ٻيون ملڪيتون انهيءَ جي رستي ۾ اچن ٿيون. حڪومت انهن کي مناسب معاوضو ڏئي ۽ عالمي بينڪ جي ٻيهر آبادڪاري واري پلان (Resettlement Action Plan) جي اصولن مطابق انهن کي ٻيون سڀ سهولتون بہ مهيا ڪري ڏئي.

(روزانہ ڪاوش 5 فروري 2007ع)

# ماڻهن جي خوشحاليءَ جو خاتمو آڏيندڙ رٿائون؟

منڇر هڪ قدرتي ڍنڍ آهي، جيڪا کير ٿر جبلن تي پوندڙ برسات جو پاڻي گڏ ڪندي هئي ۽ جڏهن انهيءَ جي ليول وڌي ويندي هئي ته پاڻي اٿلي درياءَ ۾ پوندو هو، انهيءَ ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش تمام ٿوري هئي. انگريزن جڏهن سکر بيراج جو منصوبو پئي ٺاهيو ته هنن انهيءَ قدرتي ڍنڍ کي به ترقي وٺرائڻ جو سوچيو، انهيءَ هنڌ تي جتي پاڻي اٿلي پوندو هو، هڪ بند اٽڪل ويهن ميلن ۾ ٺاهيو ويو، جنهن کي منڇر بند يا انگريزي ۾ (Manchar Containing BUND) چئجي ٿو، منڇر جي وڌايل گنجائش کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻه ريگيوليٽر ٺاهيا ويا ته جيئن ٻوڏ واري وقت ۾ درياءَ مان پاڻي ڪٽي سگهجي. اهي هئا ارل منڇر ۽ ارل، لکي ريگيوليٽر ارل لکي ريگيوليٽر ڇنڊڻ جو ڪم به ڏئي ٿو. يعني اهو ڍنڍ ڀرڻ کان علاوه ڍنڍ خالي ڪرڻ جو ڪم ڏئي ٿو. ائين ڪرڻ سان منڇر ايشيا جي وڏي ۾ وڏي مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ ٿي وئي. منڇر جي پاڻيءَ تي آباديون ٽيڻ لڳيون ۽ مڪڻ لسي جام ٿي ويا. ڍنڍ مان مڇي مرڻ لڳي ۽ ماڻهن لاءِ روزگار جو ذريعو ۽ جيئڻ لاءِ ججهي خوراڪ ملڻ لڳي. سياري ۾ سائيبريا کان ايندڙ پکي آڙيون، نيرڳ اتي پنهنجو ديرو ڄمائڻ لڳا ۽ ماڻهن لاءِ کاڌي خوراڪ ۽ ناڻي ڪمائڻ جو ذريعو بڻيا. مطلب ته منڇر وارا ڏاڍا سکيا ۽ خوشحال هئا.

پر هر وقت هميشه هڪ جهڙو نٿو رهي. وڌندڙ آبادي جي ضرورتن کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌو درياءَ تي مٿين ۾ نوان بيراج، واهه ۽ ڊيم ٺهندا ويا. انهن ڪري سنڌو درياءَ جا وهڪرا گهٽبا ويا ۽ نتيجي ۾ منڇر ڍنڍ کي ڀرڻ جو هڪ ذريعو ذري گهٽ ختم ٿي ويو، وري موسمن ۾ تبديلي سبب مينهن پوڻ يا ته گهٽجي ويا ، يا وري انهن جي پوڻ ۾ تمام گهڻو وٿي پئجي وئي. جنهنڪري جبلن تان لهندڙ پاڻيءَ جو اچڻ به گهٽجي ويو، پر انهيءَ هوندي به منڇر ۾ گهٽي ياگي پاڻي هوندو هو ۽ ماڻهن جو گذر سفر سنو هوندو هو. پر پڇاڙي ۾ هيڙو ٻوڙيو، واپڊا وارين پاڻي نيڪالي وارين اسڪيمن، يعني شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ دادو وارين اسڪيمن، جن جو لوڻياٺ وارو پاڻي مين نارا ويلي ڊرين ۾ وڌو ويو، جنهن جو ڇوڙ منڇر ڍنڍ

۾ هو. ياد رهي ته مين نارا ويلي ڍرين سکر واري منصوبي هيٺ ناهي وئي هئي ۽ اها حمل ڍنڍ جو مٺو پاڻي منڇر ۾ وجهندي هئي. چيو ويو ته انهن اسڪيمن جي لوڻياڻي پاڻيءَ جي ڇوڙ سبب منڇر جو پاڻي خراب نه ٿيندو ۽ انهيءَ جي لوڻياڻي سطح 700 پارٽس پر ملين کان مٿي نه ٿيندي، ياد رهي ته پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ اها سطح 1000 زراعت لاءِ اها 1500 آهي. پر انهن اسڪيمن جي پاڻي سبب منڇر جي لوڻياڻي سطح 3500 ٿي وئي آهي. انهيءَ گدلاڻ جي ڪري ايڪشن ايڊ جي هڪ سروي مطابق هيٺان اثر ٿيا آهن.

(1) سال 1950ع ۾ ساليانو 3000 ٽن مڇي مرندي هئي، جيڪا سال 2001ع ۾ 100 ٽن وڃي بچي.

(2) مٺي پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ ٻيڻ، لوڙهه، بوراڻي ۽ بيهه ختم ٿي ويا، جنهنڪري ماڻهن جي روزگار جو ذريعو ختم ٿي ويو.

(3) سال 2001 ۾ ڍنڍ جو زهريلو پاڻي واپرائڻ سبب سئو ماڻهو مري ويا.

(4) سائبيريا کان ايندڙ پکي آڙيون، نيرڳ وغيره اچڻ بند ٿي ويا.

(5) ڍنڍ جي مڇيءَ تي گذر ڪرڻ وارن هڪ لک مهاڻن مان اٽڪل چاليهه هزار ٻين هنڌن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪري ويا. جن مان ڪجهه منگلا ۽ تربيلا تائين پهتا آهن.

(6) منڇر واري علائق ۾ غربت جي شرح وڌي وئي آهي.

(7) علائقي جي پکي پکڻ، جيت جٺين تي ماحولياتي اثر پيو آهي ۽ ڪيترن نسلن جي ناپيد ٿيڻ جو خطرو آهي.

مٿيان نقصان انهيءَ ڪري ٿيا آهن، جو پاڻي نيڪالي وارين اسڪيمن جو زهريلو پاڻي سنڌ جي اعتراضن کي نظر انداز ڪري منڇر ۾ وڌو ويو. ترقي ونرائيندڙ ادارن جي لابي ايتري مضبوط آهي. جو جيڪڏهن ڪنهن منصوبي جا ماڻهن تي خراب اثر پون ٿا ته ٻهرين ان جو ازالو ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ انهيءَ منصوبي کي ٺيڪ ڪرڻ گهرجي، يا نئون منصوبو ناهڻ گهرجي. پر ائين نٿو ٿئي. منڇر جي بدحال ماڻهن کي ڪو معاوضو ڏيڻ بدران ٻيو منصوبو آندو ويو جنهن جو ڇوڙ منڇر کان ڦيرائي سنڌوءَ ۾ تجويز ڪيو ويو يعني منڇر وارن کي برباد ڪري هاڻي حيدرآباد شهر ۽ ڪوٽڙي بيراج جي ڪمانڊ وارن کي اهو زهريلون پاڻي درياءَ ۾ وجهي برباد ڪرڻو هو. وڏي ڪوشش سان اهو پاڻ درياءَ ۾ ڇوڙ

ڪرائڻ بدران گھاري وٽ گھاري ڪريڪ ۾ وجهڻ جو منصوبو تيار ڪرايو ويو. انهيءَ منصوبي جو نالو "آر بي او ڊي جو سيوهڻ ڪان سمنڊ تائين وڌاءُ" يا مختصر طرح آربي او ڊي ٽو (Rbod-ii) رکيو ويو. ياد رهي تہ پهريون منصوبو جنهن جو پاڻي منڇر ڪان هٽائي درياءَ ۾ وجهڻو هو، تنهن جو نالو Rbod-i ۽ جيڪو هينئر سنڌ ۽ بلوچستان جو پاڻي آڻي ميرو خان زيرو پوائنٽ تي وجهندو. Rbod-iii آهي. يعني Rbod جي نالي سان ٽي منصوبا هلن پيا.

Rbod-ii جو منصوبو سال 02-2001 ۾ 14 ارب روپين جي قيمت سان شروع ڪيو ويو جيڪو ٽن سالن ۾ پورو ڪرڻو هو. اهو ڪم سنڌ جي ايريگيشن کاتي کي فوج جي مدد سان ڪاهڻو هو. فوج جو ڪم سپورٽ (Support) ۽ مانيٽرنگ (Monitoring) هو. يعني جتي بہ ڪا ڏکيائي آڏو اچي تہ فوج وارا مدد لاءِ ايندا ۽ جانچ توڙي نظر رکندا تہ ڪم ڪار ٺيڪ هلي ٿو يا نہ.

## (5) منصوبي تي عمل جي رفتار:

ڪنهن بہ منصوبي کي رٿيل قيمت ۾ ٺاهڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ان کي رٿيل وقت ۾ پورو ڪجي. جنهن لاءِ هر سال گهربل پئسا ملڻ کپن. ٻي ڳالهہ اها تہ ان جي Scope ۾ ڦير گهير نہ ٿيڻ کپي. "پي سي ون" مطابق منصوبي کي پورو ڪرڻ لاءِ ٽن سالن مان پهرين سال 2 ارب روپيا ۽ باقي ٽن سالن ۾ هر سال 4 ارب روپيا گهربل هئا. پر پهرين سال مليا 40 ڪروڙ ٻئي سال مليا 50 ڪروڙ ٽئين، سال مليا 70 ڪروڙ چوٿين سال مليا هڪ ارب پنجاهہ لک. يعني ڪل مليا اٽڪل 2 ارب 65 ڪروڙ جيڪي ٿيا ڪل اسڪيم جو 19 سيڪڙو. نتيجي ۾ اسڪيم ٽن سالن ۾ پوري نہ ٿي سگهي. هن سال هي ڇهين سال ۾ هلي پئي ۽ ڊسمبر 2006ع تائين خرچ اٽڪل 6 ارب، روپيا ٿيو آهي، يعني 43 سيڪڙو انهيءَ وچ ۾ ان جو اسڪرپ بہ مٽايو ويو. 14 ارب روپين واري اسڪيم سنڌ جي 12 لک 80 هزار ايراضي جي پاڻي نيڪال لاءِ هئي، جنهن لاءِ اسڪيم 2271 ڪيوسڪ لاءِ ٺي ٺاهڻي هئي. انهيءَ وقت جي بلوچستان سان تعلق رکندڙ وزيراعظم ظفرالله جمالي جي هدايتن تي انهيءَ ۾ 19 لک ايراضي وڌيڪ شامل ڪئي وئي. جنهن ۾ هڪ لک 70 ستر هزار بلوچستان جي ايراضي هئي،

انهيءَ وڏيڪ ايراضيءَ کي شامل ڪرڻ سان ان جي ڊسچارج وڌي 3525 ڪيوسڪ ٿي وئي. جنهن لاءِ اسڪيم Revise ڪئي وئي ۽ ان جي قيمت وڌي 29 ارب روپيا ٿي وئي آهي ۽ هاڻي اها چئن بدران ستن سالن ۾ پوري ڪرڻي آهي، هينئر ڊسمبر 2006ع تائين ڪل خرچ ٿيو آهي، 6 ارب روپيا. اسڪيم کي هلندي پنج سال ٿي ويا آهن. باقي ٻن سالن ۾ 23 ارب روپيا کپن، جيڪي ملڻ ڏکيا آهن. وري جيڪڏهن اهي پئسا ملي به وڃن ته ٻن سالن ۾ ايترو ڪم ڪرڻ ڏکيو آهي ۽ اسڪيم ٻن سالن بدران وڌيڪ وقت ڪائيندي. وري جيستائين اسڪيم پوري نه ٿيندي آر بي او ڊي جو پاڻي منڇر ۾ پيو پوندو ۽ منڇر جي حالت نه سڌرندي. نتيجي ۾ منڇر تي رهندڙن جي حالت به نه سڌرندي. ذري گهٽ 20 سال ٿي ويا آهن، جو آر بي او ڊي جي زهريلي پاڻي وجهڻ سبب مني پاڻيءَ جي ڍنڍ منڇر خراب ٿي وئي آهي. ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته جلد ۾ جلد Rbod-ii جي اسڪيم مڪمل ڪري منڇر ۾ پوندڙ پاڻي گهارو ڪريڪ ذريعي سمنڊ ۾ وڌو وڃي ته جيئن منڇر وارا سک جو ساهه کڻي سگهن.

منهنجي خيال ۾ اها اسڪيم ٻن سالن بدران تڪڙي پنجن سالن ۾ پوري ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن هيٺين ڳالهين تي ڌيان ڏجي ته:

(1) وفاقي سرڪار کي گهرجي ته هر سال اٽڪل 4 ارب روپيا ان لاءِ ڏيڻ جي خاطري ڪرائي ۽ اهي پئسا وقت تي ڏي.

(2) ڪن هنڌن تي انهيءَ جي لنگهه لا ءِزمين حاصل ڪرڻ ۾ مشڪلاتون آهن. فوج جي مدد جو مطلب ئي اهو هو ته جتي به ڪا ڏکيائي اچي هو پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري انهن مشڪلاتن کي حل ڪري. انهيءَ مان منهنجو هرگز اهو مطلب ناهي ته ڌرين لاءِ جيڪو رستو نه ڏي تنهن سان زوري ڪجي. پر زمين وٺڻ لاءِ ماڻهن کي مناسب معاوضو ڏيڻ کان علاوه اهو بندوبست به ڪجي ته جيئن لڏايل ماڻهن جي حالت مستقبل ۾ خراب نه ٿئي، ۽ انهن کي روزگار جا متبادل ۽ مناسب ذريعا پيدائي ۽ هٿ ڪرڻ ۾ مدد ڪجي.

(3) ڌرين کي ڪجهه تمام ڏکين هنڌن تي موجوده نظام کي ڪراس ڪرڻو آهي، جيئن سپر هاءِ وي باءِ پاس، حيدرآباد ڪراچي مين ريلوي لائين، ڪلري بگهار فيڊر، نئين باران سپر پيسيج، مير رسول بخش واهه ۽ ڪينجهر ڪينال، وري گهاري وٽ آئوٽ فال ريگيوليٽر ٺاهڻو آهي. اهي تمام وڏا پاڻيءَ جا

ڪم يعني Hydraulic Structures آهن. اهي ناممڪن ناهن، پر انهن کي ناهڻ ۾ تمام گهڻو وقت کپي. انهن کي هنگامي بنيادن تي پلاننگ، ڊزائين ۽ عمل ۾ آڻڻ جي ضرورت آهي.

(4) پهرين درياءَ جي رڳو ٽن هنڌن تي ٻوڏ کان بچاءَ جا هنڌ هئا، يارهن هنڌن تي Flood Protection Works ناهڻا آهن. انهن ڪمن کي بہ تڪڙي اڪلائڻ جي ضرورت آهي.

واپڊا وارن جي غلط اسڪيم سبب منڇر ۽ منڇر وارا برباد ٿي ويا ۽ ويهن سالن کان انهيءَ جي سڌاري لاءِ واجهائين پيا. اسان جي ڪوشش سان انهيءَ معاملي کي سڌارڻ جي ذميواري سنڌ آبپاشي کاتي کي ملي آهي، جنهن جي مدد لاءِ فوج بہ انهن سان شامل آهي. هاڻي ڏسڻو آهي تہ هو ڪيتري همت ٿا ڪن. جيڪڏهن هو سچائيءَ سان هنگامي بنيادن تي ڪم ڪن تہ پنجن سالن ۾ منڇر کي پراڻي اوج تي پهچائي منڇر وارن کي وري سکيو ۽ خوشحال ڪري سگهن ٿا. الله سائين ڪري ائين ٿئي.

(روزانہ ڪاوش 27 فروري 2007ع)

# درياهن جي بادشاهي ۽ بيراجن جي اهميت!

26 مارچ 2007ع جي ڪاوش ۾ ڇپيل هڪ خبر مطابق سنڌ مان ارسا جي اڳوڻي ميمبر مسٽر نور محمد بلوچ چيو آهي ته سنڌ ۾ ٺهيل ٽنهي بيراجن جي حالت تشويشناڪ آهي. ڏهاڪو سالن ۾ گڊو بيراج جي مٿين وهڪري ۾ شول (مٽيءَ جو ڍيٽ) ٺهي ويو آهي، ان ڪري جڏهن هڪ لک ڪيوسڪ پاڻي هجي ٿو ته بيراج جي رڳو هڪ پاسي دروازن تي دٻاءُ پوي ٿو ۽ اهو دٻاءُ اڌ بيراج تي ٿئي ٿو. ان سان بيراج لڙهڻ جو خطرو آهي. جڏهن ته ريٽي ڪينال ٺهڻ جي صورت ۾ ان ڪي شول جي موجودگي ۾ پاڻي ملڻ ممڪن ناهي. ان لاءِ بيراج جي هڪ پاسي جو ڪينال ۽ دروازا گهڻو وقت بند رکڻا پوندا. گڊو بيراج جي دروازن جي اڌ عمر ختم ٿي وئي آهي، ان ڪري گڊو بيراج جي مٿانهين پاسي شول ختم ٿيڻ ڪپي ۽ ان جا دروازا ٺهڻ ڪپن. سکر بيراج جا بند ٿيل ڪجهه دروازا ننڪشنل ڪري سلٽ ڪڍڻي پوندي ۽ ڍير ٺاهڻا پوندا. خبر ناهي ته سنڌ جا انجنيئر بيراجن لاءِ وفاقي سرڪار کان گهر ڇو نٿا ڪن! پي سي وي ڇو نٿيون ٺهن!

پنجاب جي 5 بيراجن لاءِ ويجهي ماضي ۾ 11 ارب روپيا ڏنا ويا آهن، ڪوٽڙي بيراج جي حالت گهڻي سٺي ناهي ان جي لهواري پاسي پاڻيءَ جي ڪوٽ سبب سلٽ گڏ ٿي وئي آهي، ان ڪري بيراج جي هڪ پاسي دٻاءُ رهي ٿو. سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ سبب بيراجن کي نقصان ٿي رهيو آهي.

جيئن شينهن جهنگ جو بادشاهه آهي. تيئن درياءَ به بادشاهه آهي. بادشاهه پنهنجي مرضيءَ تي هلندا آهن، پنهنجا فيصلا پاڻ ڪندا آهن ۽ پنهنجي بادشاهي ۾ ڪنهن جي مداخلت برداشت نه ڪندا آهن. درياءَ جڏهن موج ۽ مستي ۾ وهندا آهن ته ڪٿي پاسي واري زمين کي پائيندا آهن، جنهن کي فني ٻولي ۾ Erosion چئبو آهي ۽ ڪٿي ڪاڙ ڪندا آهن، يا ترو پٽيندا اهن، جنهن کي Scour چئبو آهي. جڏهن اشرف المخلوقات يعني انسان درياءَ کي ڪنٽرول ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته اها ڳالهه انهن (درياهن) جي آزاديءَ ۾ مداخلت

ٿئي ٿي ۽ درياءَ انهيءَ کي پسند نہ ڪندا آهن ۽ ڪاوڙ ۾ ور وڪڙ ڪائيندا آهن. درياءَ تي بيراج ٺاهي واهن ۾ پاڻي ورائڻ سان درياءَ انهيءَ هند تي تہ قابو ٿي وڃي ٿو، پر بيراج ڪان مٿي ۽ هيٺ پنهنجي حرڪت برقرار رکي ٿو. ڪڏهن ڪاهي پاسي رخ رکي ٿو، ڪڏهن ساڄي پاسي، ڪڏهن شاخن ۾ ورهائجي ٻنهي پاسي وهي ٿو ۽ وچ ۾ ٻيٽ ٺاهي ٿو. بيراج جي صحيح هلڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ درياءَ بيراج ڏي سڌو هجي. ور وڪڙ نہ ڪائي، ساڄي نہ لڙي، انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ بيراج جي مٿين ۽ هيٺين پر اسپر (پٿر جا بند) ۽ گائيڊ بينڪ (پاڻي سڌو ڪرڻ وارا بند) ٺاهبا آهن تہ جيئن درياءَ بيراج ڏانهن سڌو اچي ۽ بيراج ڪان هيٺ بہ سڌو نڪري وڃي. انگريزي ۾ ان کي درياءَ کي سڌائڻ وارا ڪم (River Training Works) چئبو آهي، بيراجن جو ڊيزائن ڪرڻ ۽ درياءَ کي سڌائڻ وارا ڪم هڪ Exact Science ناهن. بلڪ Empirical يا تجزئي وارا ڪم آهن ۽ هوريان هوريان انهن جي ڊيزائن ۾ تجربي جي بنياد تي ڦير گهير ايندي رهي ٿي. بيراج جي پاڻي اندر پڪو فرش ٻهرين ٻلائي واري ڪريپ ٿيوري (Bligh's Creep Theory)سس تي ڊيزائن ٿيندو هو، جنهن ۾ پڪو فرش ڊيگهہ ۾ وڌيڪ ٿولهہ ۾ گهٽ ٿيندو هو. سکر بيراج انهيءَ ٿيوري تي ڊيزائن ٿيل ۽ ٺهيل آهي. 1935ع ڌاران هندستان جي هڪ مشهور انجنيئر راءِ بهادر ڪوسلا پنهنجي ٿيوري ڪڍي، جنهن ۾ پڪي فرش جي ڊيگهہ گهٽ ۽ ٿولهہ وڌيڪ ٿئي ٿي ۽ انهيءَ ٿيوري مطابق ٺهيل بيراج سٺا ۽ وڌيڪ مضبوط ٿين ٿا. سکر بيراج 1932ع ۾ ٺهي پورو ٿيو، ڪوسلا واري ٿيوري 1935ع ۾ آئي. تنهنڪري سکر بيراج ڪوسلا بدران بلاءِ واري ٿيوري تي ٺهيل آهي. گڊو بيراج ۽ ڪوٽڙي بيراج ترتيب وار 1962ع ۽ 1955ع ۾ ٺهيا، يعني 1935ع ڪان پوءِ ٻئي ڪوسلا واري ٿيوري تي ٺهيل آهن.

درياءَ تي ٺهندڙ پل، بيراج ۽ ڊيم ٻين ٺهندڙ عمارتن ڪان مختلف ٿين ٿا. جن کي ٺاهڻ ۾ هڪڙو دفعو ڏکيائي ٿئي ٿي. پر انهيءَ ڪان پوءِ گهٽو ڪري اهي اسڪيمون مسئلا پيدا نٿيون ڪن ۽ معمولي واري سا سنڀال سان ٺيڪ هلن ٿيون، پر درياءَ تي ٺهندڙ شيون ٺهڻ ڪان پوءِ بہ وقت بوقت مسئلا ڪڙا ڪن ٿيون. جو درياءَ جو پاڻي چوويهہ ڪلاڪ هلي ٿو ۽ سمهي نٿو ۽ انهن تي ضرورت آهر ڪم ٿيندا رهن ٿا، ٻيو مسئلو اهو آهي تہ انهن جا مکيہ جز پاڻيءَ ڪان هيٺ رهن ٿا

۽ هلندڙ پاڻيءَ ۾ چيڪ ڪرڻ ڏکيا آهن. پر تجربو ٻڌائي ٿو ته ڪابه ڳالهه اوچتي نٿي ٿئي. ٽيڻ ۾ وقت وٺي ٿي، جيڪڏهن انهن کي وقت به وقت چڪاس ڪندو رهجي ته خبر پوڻ کان پوءِ ٺيڪ ڪري سگهجي ٿو، وري هڪڙي ڳالهه آهي عمر جي.

نئين گاڏي وٺجي ٿي ته اها ڦرڙات ڪندي هلي ٿي. بلڪ اڏري ٿي پر جڏهن ان کي هلندي 15 کان 20 سال ٿين ٿا ته ڪڏهن نٽ بولٽ کڙڪن ٿا. ڪڏهن آئل سيل ليڪ ٿين ٿيون. ڪڏهن ريڊي ايٽر مان پاڻي ليڪ ٿيڻ ڪري گرم ٿئي ٿي وغيره وغيره. هڪ مهربان آفيسر ۽ پوءِ دوست مرحوم مير محمد علي ٽالپر جنهن جو تعلق سنڌ جي حڪومت ڪندڙ ٽالپر گهراڻي سان هو ۽ جيڪو آبپاشي کاتي ۾ چيف انجنيئر رهيو هئو. بيماري دوران ڊاڪٽر ڏي ويو ۽ چيائين ته ڊاڪٽر! مون کي الله سائين گنج ڏنا آهن، عزت آهي، اولاد آهي، ملڪيت آهي، ڪو غم ۽ فڪر ناهي. پوءِ مان بيمار ڇو ٿو ٿيان؟ ڊاڪٽر جواب ڏنس ته مير سائين توهان هڪ جزو وساري ٿا وڃو. يعني عمر. ساڳئي نموني جيئن وقت گذري ٿو، بيراجن جي جزن ۾ به ڪمزوري ٿئي ٿي. سکر بيراج کي تعمير ٿئي 75 سال، گڊو بيراج کي 45 سال ۽ ڪوٽڙي بيراج کي 51 سال ٿي ويا آهن.

مٿين ڳالهين کي نظر ۾ رکي اچو ته سنڌ جي ٽنهي بيراجن تي هينئر تائين ٿيل مسئلن ۽ انهن جو ڪيل حل ۽ هينئر ڪم ڪرڻ جي ضرورت جو ان خيال سان ورتل اپائن جو جائزو وٺون.

## گڊو بيراج

هي بيراج 1962ع ۾ ٺهي پورو ٿيو هن ۾ 65 در آهن ۽ 12 لک ڪيوسڪ جي ٻوڏ پاس ڪرڻ جي گنجائش آهي. درياءَ کي بيراج ڏانهن سڌو آڻڻ لاءِ مٿاهين پر اسپرن جا ٽي سيٽ يعني ٽي ساڄي پاسي ۽ ٽي کاٻي پاسي ناهيا هئا. پر انهن مان رڳو هڪڙو سيٽ يعني هڪڙو ساڄي پاسي ۽ ٻيو کاٻي پاسي ناهيو ويو ۽ سمجهيو ويو ته انهيءَ مان ڪم ٿي ويندو. پر ائين نه ٿيو درياءَ کي انهن اسپرن کان مٿي هٽ ڇراند جو موقعو ملي ويو ۽ درياءَ ساڄي پاسي پاڻ لڳو، ڦهرين رائٽ گائيڊ بينڪ تي حملو رهيو، جيڪو هر سال پٿرن سان ڪنٽرول ڪيو ويو. پر پوءِ درياءَ ايتري کاڌ ڪئي جو بيراج کي ڇڏي ساڄي پاسي وهڻ جو خطرو

پيدا ٿي پيو. انجنيئرن سجو ڏينهن بيهي، سڄي رات جاڳي آيل مهل کي منهن ڏنو. درياءَ جي ساڄي پاسي چرپر سبب درياءَ ۾ بيراج جي سامهون مٽين ۾ بيلو ٺهي ويو. حل ڪڍڻ لاءِ ماڊل ايڪسپريمينٽ ڪرايا ويا. جن ساڄي پاسي هڪڙو اسپر ٺاهڻ لاءِ چيو. 20 ڪروڙ روپين جي خرچ سان اهو اسپر ٺاهيو ويو. ساڄي پاسي درياءَ جي ڪاڌ تہ رڪجي وئي، پر بيلو پٽجي نہ سگهيو ۽ هينئر بہ درياءَ جو زور ساڄي پاسي آهي، آبپاشي کاتي وارن وري ماڊل ايڪسپريمينٽ ڪرائڻ لاءِ سوچيو. پر ريٽي ڪينال جو منهن ٺاهڻ لاءِ واپڊا وارن آبپاشي کاتي کان پڇيو اهو منهن گهوٽڪي فيڊر جي منهن سان گڏ کابي پاڪٽ ۾ ٺاهڻو هو، جنهن لاءِ ماڊل ايڪسپريمينٽ ڪرڻا هئا. آبپاشي کاتي وارن چيو تہ جيستائين درياءَ جو رخ سڌو نہ ڪبو، ريٽي ڪينال کي پاڻي نہ ڏئي سگهبو. ماڊل ايڪسپريمينٽ ۾ اها ڳالهہ بہ شامل ڪئي وئي. اهو ماڊل پنجاب جي نندي پور واري اسٽيشن تي ٺاهيو ويو، مان بہ اهو ماڊل اتي هڪ خانگي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ ڏسي آيو آهيان. ماڊل وارن پنهنجي رپورٽ ڏئي ڇڏي آهي. پهرين ڊسمبر 2006 تي صدر پاڪستان وٽ هڪ گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ ريٽي ڪينال جو منهن ٺاهڻ سان گڏ درياءَ کي بہ سڌو ڪيو ويندو. انهيءَ ڏس ۾ 26 ڊسمبر 2006ع تي واپڊا وارن هيٺان ڪم ڪرائڻ جي لاءِ سنڌ وارن کان اجازت ورتي.

(1) کابي پاسي واري ڊيوائيڊوال وڌائڻ.

(2) کابي پاسي واري پاڪٽ ۾ جيڪڏهن ضرورت هجي تہ سلٽ Ex-cluder ٺاهڻ.

(3) درياءَ کي سڌي ڪرڻ وارا ڪم.

(4) موجوده بندوبستن ذريعي شول جو ڪڍڻ.

آبپاشي کاتي وارن مٿين ڪم ڪرڻ جي منظوري 17 جنوري 2007ع تي ڏيئي ڇڏي آهي، اميد تہ اهي ڪم ٿيڻ سان گڊو بيراج جي حالت ٺيڪ ٿي ويندي، رهيو دروازن جو سوال تہ انهن کي بدلائڻ جي ايتري تڪڙي گهرج ناهي، پهرين انهن جي حالت ڏسي فليزبلٽي ڪرائڻ جي ضرورت آهي.

## سکر بيراج

هي بيراج 1932 ۾ ٺهي پورو ٿيو. هن ۾ 66 در آهن. هن جي ٻوڏ پاس ڪرڻ گنجائش 15 لک ڪيوسڪ رکي وئي.

(1) 1932ع ۾ واهه هلڻ لڳا، واهه هلڻ کان پوءِ خبر پئي ته ساڄي ڪپ وارن واهن ۾ تمام گهڻي لٽ پئي وڃي. انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ پونا ۾ ماڊل تجربا ڪيا ويا. جن جي بنياد تي بيراج جا 10 در بند ڪري مٿاهين پر هيٺ ٺاهيو ويو. هيٺ جي ڪنڊ تي هڪ ٽيل چينل ٺاهي وئي ته جيئن گهٽ لٽ وارو پاڻي واهن ۾ وڃي. انهن ڪمن سبب ساڄي ڪپ وارن واهن ۾ لٽ وڃڻ گهٽجي وئي. پر بيراج جا 10 در بند ٿيڻ ڪري بيراج جي ٻوڏ پاس ڪرڻ واري صلاحيت 15 لک ڪيوس مان گهٽجي 9 لک ڪيوسڪ رهجي وئي.

(2) 1949ع ۾ بيراج جي ڪن پلرن ۾ ڪريڪ ظاهر ٿيا. انهن کي gunit-ing ذريعي ڀريو ويو ۽ پلرن جي مٿين پر وارا پاسا سيمنٽ ڪانڪريٽ سان ڀريا ويا.

(3) 1950ع ۾ بيراج جي آرچن ۾ به ڪريڪ ظاهر ٿيا ۽ اهي به gunit-ing ذريعي ڀريا ويا. پر 1956ع ۾ اهي وري ظاهر ٿي ويا. انهن تي گهڻا بحث مباحثا ٿيا. 1964ع ۾ هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي. پڇاڙي ۾ اهي 1984ع کان 1986ع واري وقت ۾ ڀريا ويا.

(4) 1982ع ۾ سکر بيراج جي گولڊن جوبلي ملهائي وئي. پر انهيءَ سال ئي گولڊن جوبلي ملهائڻ کان پوءِ بيراج جو 31 هون در اوچتو ڪري پيو. وڏي ايمرجنسي ٿي وئي پر الله سائين رحمت ڪري انهيءَ وقت جي سيڪريٽري آبپاشي جناب حاجي محمد ڏهر تي، جنهن بند ٽيل درن مان هڪڙو در ڪڍي ڀڳل در جي جاءِ تي لڳرايو ۽ مصيبت ٽري وئي. پر انهيءَ مان سبق پرائي انهيءَ وقت جي انگلينڊ جي او ڊي اي جي مدد سان بيراج ۽ ڪينالن جا سڀ دروازا ۽ ڪائونٽر ويٽ سڀ مٽايا ويا. اهو ڪم 1995ع ۾ پورو ڪيو.

(5) جنوري 2004 جي واهن جي بندي ۾ بيراج جي مٿين پر واري ساڄي پاڪٽ ۾ پڪي فرش ۾ کڏو پئجي ويو. انهيءَ کي يڪدم پٿرن سان ڀريو ويو ۽ پوءِ هڪ اسڪيم ٺاهي وئي، جنهن لاءِ 74 ڪروڙ وفاقي سرڪار جا ۽ 15 ڪروڙ سنڌ سرڪار جا هئا. اهو ڪم سنڌ آبپاشي کاتي جي مالڪي ۾ ايف ڊبليو او ٺيڪيدار جي حيثيت ۾ نيشنل ڊوليمينٽ ڪنسلٽنٽ صلاحڪاري حيثيت ۾ ڪرايو ويو. جيڪي ڪم ڪرايا ويا سي هن ريت آهن.

مٿين پر واري ڀهرين شيٽ پائل، جيڪا ٽٽي پئي هئي، انهيءَ کان 45

فوٽ مٿي نئين شيٽ پائل هڻڻ.

پاڪٽ مان لٽ ڪڍڻ.

انهن شيٽ پائلن وچ ۾ 4 فوٽ عميق ۾ پڪو فرش وجهڻ.

نئين، شيٽ پائل کان مٿي 40 فوٽ ويڪر ۾ ڪنڪريٽ جا بلاڪ وجهڻ.

انهن بلاڪن کان مٿي پٿر وجهڻ.

پراڻي شيٽ پائل کان پلرن تائين پڪو فرش وجهڻ.

دادو ڪينال فرش هيٺان خالن کي پرڻ.

دادو ڪينال جي سامهون نئين شيٽ پائل هڻڻ.

دادو ڪينال جي سامهون نئين شيٽ پائل هڻڻ.

دادو ڪينال جي ڪريڪ ٿيل فرش کي ڊاهي نئون فرش هڻڻ.

پلرن جي وچ ۾ پڪي فرش هيٺان خالن کي پرڻ.

پهرين نمبر پلر ۾ ڪريڪ اپاڪسي سان پرڻ ۽ شيخون وجهي مضبوط ڪرڻ.

سيني کان هيٺين شيٽ پائل کان انڪل 6 فوٽ هيٺ نئين شيٽ پائل هڻڻ.

هيٺين نئين شيٽ پائل کان هيٺ فلٽر بلاڪ وجهڻ.

فلٽر بلاڪن کان هيٺ پٿر وجهڻ.

ڪنسلٽنٽس کي مرمت واري ڪم جي نگرانيءَ کان علاوه سڄي بيراج لاءِ فيزيبلٽي ناهڻ لاءِ به چيو وي.و جنهن ۾ اهو ڏسڻو هو ته بيراج ۾ ڪهڙن ڪمن جي ضرورت آهي. آگسٽ 2006ع ۾ هنن اها فيزيبلٽي ناهي ۽ انهيءَ جي بنياد تي هڪ پي سي ون به ناهيو جنهن جو نالو هنن رکيو سکر بيراج ٺيڪ ڪرڻ ۽ سڌارڻ, Rehabilitation and Improvement هيٺين ڪمن جي قيمت 3 ارب روپيا ٻڌائي وئي آهي. جيڪي ٽن سالن ۾ ڪرڻا آهن. مٿين ڪمن جي تفصيل هيٺين ريت آهي.

بيراج جي هيٺين پر ۾ ڪاهي پاڪٽ ۾ انهيءَ نموني جا ڪم ڪرڻ. جيڪي ساڄي پاڪٽ ۾ ان جي هيٺين پر ڪيا ويا.

ڊيوائيڊ والن جو عميق 2 فوٽ وڌائڻ ته جيئن 12 لک ڪيوسڪ واري ٻوڏ انهن مٿان نه ٽپي سگهي.

مٿين پر "رور ٽريننگ ورڪ" ڪرڻ ته جيئن 12 لک ڪيوسڪ واري ٻوڏ پاس ٿي سگهي.

روهڙي ڪينال جي پڪي فرش کي 10 فوٽ وڌائي شيٽ پائل هڻڻ.

پيزا ميٽرو هڻڻ.

گيٽن کي رنگ ڪرڻ ۽ جتي ضرورت هجي ٺيڪ ڪرڻ.

مٿين ڪمن مان ظاهر آهي ته ڪو به هنگامي بنيادن تي ڪرڻ وارو ناهي، پر سکر بيراج 75 سال پراڻو ٿي چڪو آهي ۽ جيڪڏهن اهي ڪم ڪيا وڃن ته سکر بيراج کي نئين حياتي ملي سگهي ٿي. پنجاب وارا پنهنجي 1958 ۾ ٺهيل تونسا بيراج کي 14 ارب روپين جي خرچ سان ٺيڪ ڪري رهيا آهن. جنهن لاءِ هنن عالمي بينڪ کان قرض ورتو آهي. خبر پئي آهي ته سنڌ گورنمينٽ به مٿين پي سي ون جا فنڊ حاصل ڪرڻ لاءِ پروپوزل موڪلي ڇڏيا آهن. چاڪاڻ جو فنڊنگ جا پروپوزل مارچ ۽ اپريل ۾ موڪلبا آهن.

## ڪوٽڙي بيراج

هي سنڌوءَ تي آخري بيراج آهي جيڪو 1955ع ۾ ٺهي پورو ٿيو. هن ۾ 44 در آهن ۽ بيراج جي ٻوڏ پاس ڪرڻ جي صلاحيت 8 لک 75 هزار ڪيوسڪ آهي. پر ٺهڻ کان پوءِ پهرين ئي سال يعني 1956ع ۾ هي اٽڪل ڏهه لک ڪيوسڪ جي ٻوڏ پاس ڪري چڪو آهي. شروع کان ئي وٺي بيراج تي وهڪرو ڪاٻي پاسي رهيو. جنهن لاءِ بيراج جا د رڪاٻي پاسي گهٽ ۽ ساڄي پاسي وڌيڪ کوليا وڃن ٿا ۽ انهيءَ بندوبست سان 1956ع ۾ ڊيزائن کان به مٿي واري ٻوڏ پاس ڪئي. ٻيو مسئلو هن جي ڪٽ آف جو هو. بيراج 31 فوٽ ڪٽ آف لاءِ ٺاهيو ويو، پر 24 فوٽ کان مٿي ڪٽ آف نه رکي سگهيا، وري سکر بيراج جي گيٽ ڪرڻ سبب هن بيراج جا گيٽ به ٺيڪ ڪرائڻا هئا. مٿين ٻنهي ڳالهين کي منهن ڏيڻ لاءِ 1990ع جي ڏهاڪي ۾ او ڊي اي جي مدد ۽ ايشين ڊولپمينٽ بينڪ کان قرض وٺي هن بيراج جا سڀ دروازا مٽيا ويا ۽ بيراج جو هيٺيون پڪو فرش مضبوط ڪيو ويو، هي بيراج هاڻي پنهنجي ڊيزائن ڪٽ آف يعني 31 فوٽ تي ڪم ڪري ٿو.

مٿين ڳالهين مان خبر پئي ته ٽنهي بيراجن جي حالت ايتري خراب ناهي،

جيترو خوف ڏياريو ويو آهي، بيراجن تي وقت بہ وقت مسئلا اٿن ٿا. انهن جي باري ۾ هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي. جيئن ڳالهہ ڏيان تي اچي ۽ انهن کي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪجي تہ ڳالهہ وڌي نہ. اتي ئي ڪنٽرول ٿي وڃي، جو انگريزي ۾ چوندا آهن تہ A Stitch in time Saves nine وقائتو هڪڙي ٽاڪو ايندڙ نون ٽاڪن جو بچاءُ ڪري ٿو.

هڪڙي ٻي ڳالهہ جي بہ وضاحت ڪندو هلان. جنهن مطابق چيو ويو آهي پنجاب جي پنجن بيراجن لاءِ ويجهي ماضيءَ ۾ 11 ارب روپيا ڏنا ويا آهن، اها ڳالهہ صحيح ناهي. وفاقي حڪومت پنجاب جو هڪ منصوبو جنهن جو نالو Punjab Barrages Rehabilitation and Modernisation Project phase-1 آهي. 1.65 ارب روپين جو منظور ڪيو ويو آهي. جنهن تي اجا تائين ڪل خرچ 75 ڪروڙ ٿيو آهي. ياد رهي تہ سنڌ جي ٽن بيراجن جي ڀيٽ ۾ پنجاب ۾ 16 بيراج آهن ۽ رڳو سکر بيراج لاءِ ساڄي پاسي جي ڪم کي درست ڪرڻ لاءِ وفاقي سرڪار 88 ڪروڙ روپيا ڏنا. ارسا جي اڳوڻي ميمبر جناب نور محمد بلوچ جا اسان ٿورائتا آهيون. جنهن هڪ مک ڳالهہ يعني سنڌ جي بيراجن جي حالت بابت ڳڻتي جو اظهار ڪري اسان کي صحيح صورتحال معلوم ڪرڻ جو موقعو ڏنو. جنهن مطابق بيراجن تي مسئلا آهن، پر گڏوگڏ انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪوششون بہ جاري آهن. بس اسان ائين ئي جاڳندا رهياسين تہ هر مسئلو نبري ويندو. بيراج واهن کي پاڻي ڏيندا رهندا. جهنگ جهر آباد رهندا ۽ سنڌ جا جهانگيئڙا ۽ ماروئڙا خوشحال ۽ سکي رهندا.

(روزانہ ڪاوش 2007-4-6)

# پاڪستان ۾ بجليءَ جي بحران ڪي ڪيئن منهن ڏجي؟

اپريل جي مهيني ۾ گرمي شروع ٿيڻ سان ئي بجليءَ جي لوڊ شيڊنگ شروع ٿي وئي آهي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ بجلي بند رهي ٿو سو به هڪڙو دفعو نه بلڪ ٻه ٻه ٽي ٽي دفعا. ان لاءِ به ڪو وقت مقرر ناهي. ڪڏهن ڏينهن جو ڪڏهن رات جو به اسڪولن ۾ ٻارن جي پڙهائي صحيح نموني نٿي ٿي سگهي. گهرن ۾ پاڻي مٿي چاڙهڻ وارا موٽر ڪم نه ڪرڻ ڪري. رڌ پچاءُ وقت سر نٿو ٿي سگهي. آفيسن ۾ ڪمپيوٽر ڪم نٿا ڪن ته ڪم متاثر ٿئي ٿو. گرميءَ سبب ڪم جي رفتار سست ٿي وڃي ٿي. ڪئي وري سرڪاري ڪامورا ماڻهن سان وڙهي پون ٿا، جو گرمي ماڻهن کي بيزار ڪري ٿي ڇڏي، ڪارخانن ۾ مال صحيح طرح ۽ گهربل تعداد ۾ تيار نٿو ٿي سگهي. ٻنين ۾ ٽيوب ويل نٿا هلن ۽ زراعت تي اثر پوي ٿو. غرض ته زندگيءَ جو ڪهڙو شعبو آهي. جيڪو بجليءَ جي اڻهوند ڪري متاثر نٿو ٿئي. ٻئي طرف واپڊا جو چيئرمين چوي ٿو ته جيستائين ڊيم نه ٺهندا بجليءَ جي کوٽ پوري نه ٿيندي.

تازو واپڊا وارن ارسا جي صلاحڪار ڪاميٽيءَ کي ٻيهر چيو آهي ته 21 اپريل کان تربيلا مان وهڪرو 45000 ڪيوسڪ مان وڌائي، 55000 ڪيوسڪ ڪيو وڃي. انهيءَ جي ابتڙ سنڌ وارن چيو ته تربيلا مان پاڻي ڪڍڻ صفا بند ڪري ڇڏيو. جو ڪابل درياءَ ۾ وڌيڪ پاڻي اچڻ ڪري سنڌوءَ مان نڪرندڙ واهن جي گهرج ڪابل درياءَ ۾ واڌو پاڻي اچڻ مان پوري ٿي ويندي ۽ تربيلا وارو بچايل پاڻي ايندڙ مهينن ۾ پاڻيءَ جي وهڪرن جي گهٽ وڌائي کي پوري ڪرڻ ۾ ڪم اچي سگهبو. پنجاب واري صلاحڪار به تربيلا مان وهڪرو وڌائڻ تي اعتراض ڪيو ته ائين ڪرڻ سان تونسا بيراج جي مرمت وارو ڪم متاثر ٿيندو. گڏجاڻيءَ ۾ اهو به الزام لڳايو ويو ته واپڊا جي خراب ڪارڪردگيءَ ڪري منگلا ڊيم کان ڇڏيل 37000 ڪيوسڪ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال نه ڪيو ويو. ياد رهي ته واپڊا جا منگلا تي بجلي پيدا ڪرڻ وارا ٻه يونٽ خراب آهن ۽ تربيلا ۽ چشما بيراج تي هڪ هڪ يونٽ خراب آهن. ارسا وارن ني الحال واپڊا جو وڌيڪ

پاڻي ڇڏڻ وارو مطالبو رد ڪري ڇڏيو آهي. جو صوبن وچ ۾ ٿيل 1991ع واري پاڻي ٺاهه مطابق ڊيمن کي آبپاشيءَ جي استعمال جي ترجيح کي هلائڻو آهي. مان اها شق هيٺ انگريزيءَ ۾ ڏيان ٿو.

14 (C) The existing reservoirs would be operated with priortiy for Irrigation uses of the provinces.

معنيٰ ته ڊيمن ۾ ذخيرو ٿيل پاڻي آبپاشيءَ جي استعمال لاءِ ڇڏيو ويندو (نه ڪي بجلي پيدا ڪرڻ واسطي) ياد رهي ته واپڊا وارن ارسا جي 4 اپريل تي ٿيل گڏجاڻيءَ ۾ منگلا جو وهڪرو 30000 مان وڌائي، 45000 ڪيوسڪ ڪرڻ ۽ تربيلا جو 28000 مان 35000 ڪيوسڪ ڪرڻ جي گهر ڪئي هئي. پر ارسا وارن اهڙي گهر نه مڃي. چون ٿا ته حڪومت جي زور پرڻ تي منگلا جو وهڪرو 40000 ۽ تربيلا جو 37000 ڪيوسڪ ڪيو ويو. يعني ٿيل معاهدي جي ڀڃڪڙي ڪئي وئي ۽ تنهن کان پوءِ به پورت نه ٿي.

واپڊا جي ناقص ڪارڪردگيءَ جو هڪڙو سبب ته اهو آهي ته انهيءَ اداري تي گهڻي ڀاڱي پنجاب جي هڪ هٽي آهي. انهيءَ ۾ چوڻيءَ تي هڪ چيئرمين ۽ ٽي ميمبر آهن. هڪڙو ميمبر واٽر ٻيو ميمبر پاور ۽ ٽيون ميمبر فنانس. چيئرمين پنجاب ۽ سرحد مان رهيا آهن. 1958ع کان جڏهن کان هي ادارو وجود ۾ آيو آهي. سنڌ ۽ بلوچستان مان ڪڏهن به چيئرمين مقرر نه ڪيو ويو آهي. ٻين ٽن ميمبرن مان به رڳو ميمبر واٽر سنڌ ۽ بلوچستان مان هڪ ڀيرو وقت لاءِ رکيو ويو آهي، نه ته سنڌ ۽ بلوچستان مان ٻيا ميمبر نه رکيا ويا آهن. هينئر ڪو به ميمبر سنڌ مان ناهي ۽ موجوده چيئرمين ۽ هن کان اڳ وارو چيئرمين پنجاب مان رکيا ويا. پيٽي صاحب جي چوڻ مطابق هي ادارو هڪ White elephant آهي، يعني اڇو هاٿي. جنهن تي سار سنڀال جو خرچ تمام گهڻو آهي ياد رهي ته ٿائلينڊ ۾ هاٿي تمام گهڻا ٿين ٿا. ۽ بادشاهه جي سواريءَ لاءِ به اڇا هاٿي رکيل هئا. شاهي هاٿين تي عام هاٿين جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو خرچ ايندو هو. بادشاهه جڏهن ڪنهن درباريءَ تي ناراض ٿيندا هئا ته پنهنجو شاهي هاٿي سار سنڀال لاءِ انهيءَ درباريءَ کي ڏيئي ڇڏيندا هئا. جنهن جي سار سنڀال شاهي معيار تي ڪرڻي هوندي هئي. انهيءَ تي ايترو خرچ ايندو هو جو همراهه کي گهر جا ٿانوَ به وڪرو ڪرڻا پوندا هئا. جيڪڏهن سنڀاليندڙ هاٿيءَ جي انهيءَ معيار تي سنڀال نه ڪئي ۽ بادشاهه کي شڪايت پهتي ته هن بادشاهه جي هاٿيءَ سان صحيح ورتاءُ نه ڪيو

آهي تہ بادشاھ ڇڻ ٻچو رُلائي ڇڏيندو ھئس.

بجليءَ جي ھلندڙ ۽ ايندڙ سالن جي بحرانن کي منهن ڏيڻ لاءِ منهنجي خيال ۾ هيٺين ٽن ڳالهين جي ضرورت آهي:

(1) واپڊا کي سچ پچ ھڪ وفاقي ادارو ٺاهڻ.

(2) بجلي پيدا ڪرڻ جي ترجيحات ٺيڪ ڪرڻ.

(3) جيستائين گھربل مقدار ۾ بجلي پيدا ڪجي، تيستائين موجود بجليءَ کي بچائڻ وارا پاءَ وٺڻ.

اچو تہ مٿين ٽن ڳالهين تي خيالن جي ڏي وٺ ڪريون.

## (1) واپڊا کي سچ پچ ھڪ وفاقي ادارو ٺاهڻ:

انهيءَ لاءِ ان جي چونڊيءَ واري جوڙجڪ ۾ صوبن کي صحيح نمائندگي ڏيڻ گهرجي. ٽاپ واريون 4 جايون آهن، ھڪ چيئرمين ۽ ٽي ميمبر يعني واٽر پاور ۽ فنانس، انهن تي صوبن جي واري وٽيءَ مطابق نمائندگي ھجڻ کپي. انگريزي الفابيٽيڪل آرڊر ۾ پهرين چيرمين بلوچستان مان ٿئي ۽ ٽي ميمبر باقي هر هڪ صوبي ں. ٿنهن کان پوءِ چيئرمين سرحد مان ٿئي ۽ باقي ٽي ميمبر باقي صوبن مان. ٽئين دفعي چيئرمين پنجاب مان ٿئي ۽ باقي ٽي ميمبر ٻين صوبن مان ۽ پڇاڙي ۾ چيئرمين سنڌ مان ٿئي ۽ باقي ٽي ميمبر باقي صوبن مان. انهيءَ نموني جو جوڙجڪ سان صوبن ۾ حصي داريءَ جو احساس پيدا ٿيندو ۽ ڪم بهتر نموني ۾ هلندو.

## (2) بجلي پيدا ڪرڻ جون ترجيحات ٺيڪ ڪرڻ.

پهرين اچو تہ ڏسون تہ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ بجلي جي پيداوار ڪهڙن ذريعن مان ٿئي ٿي ۽ ان اپت جو سيڪڙو ڇا آهي. سال 2004ع جي انگن اکرن مطابق دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ بجلي ڪوئلي مان پيدا ٿئي ٿي. جنهن جو سيڪڙو 48.7 آهي. ٻيو نمبر ايٽمي پارڻ مان ٿئي ٿي. جنهن جو سيڪڙو 19.6 آهي. ٽيون نمبر قدرتي گئس مان ٿئي ٿي. جنهن جو سيڪڙو 17.7 آهي. چوٿون نمبر پن بجلي مان ٿئي ٿي. جنهن جو سيڪڙو 6.8 آهي. پنجون نمبر تيل مان جنهن جو سيڪڙو 3.1 آهي. ڇهون نمبر هر هر پيدا ٿيندڙ (Renewable) آهي. جنهن جو سيڪڙو

2.2 آهي. باقي 0.4 سيڪڙو شمسي توانائي ۽ هوا مان ٺئي ٿي ۽ باقي بچيل 2.2 سيڪڙو ٻين مختلف ذريعن مان ٺئي ٿي. آمريڪا ۾ ڪوئلي مان 23 سيڪڙو. ايٽمي ۽ پن بجلي مان 14 سيڪڙو قدرتي گئس مان 23 سيڪڙو ۽ تيل مان 40 سيڪڙو بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي. چائنا ۾ ڪوئلي مان 67 سيڪڙو قدرتي گئس مان 2.6 سيڪڙو تيل مان 23.8 سيڪڙو ۽ باقي 6.6 سيڪڙو هندوستان ۾ ڪوئلي مان 55 سيڪڙو قدرتي گئس مان 7 سيڪڙو تيل مان 35 سيڪڙو ۽ باقي ٻين ذريعن مان 3 سيڪڙو بجلي پيدا ٺئي ٿي. پاڪستان ۾ ڪوئلي مان 6.5 سيڪڙو قدرتي گئس مان 50 سيڪڙو تيل مان 30 سيڪڙو ۽ باقي ٻين ذريعن مان 13.5 سيڪڙو بجلي پيدا ٺئي ٿي. مٿين انگن اکرن مان معلوم ٺئي ٿو تہ ڪنهن بہ ملڪ ۾ هڪڙي شيءِ مان بجلي پيدا نٿي ٿي. بلڪ مختلف ذريعن مان پيدا ٺئي ٿي ۽ انهن جو سيڪڙو انهيءَ ذريعي جي دستيابي ۽ پيداواري قيمت تي مدار رکي ٿو. پر سيني جزن کي نظر ۾ رکي معلوم ٺئي ٿو تہ دنيا ۾ پهريون نمبر بجلي ڪوئلي مان. ٻيو نمبر قدرتي گئس مان. ۽ ٽيون نمبر تيل مان پيدا ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ پاڪستان ۾ پهريون نمبر قدرتي گئس مان. ٻيو نمبر تيل مان ۽ ٽيون نمبر ٻين ذريعن مان پيدا ڪئي وڃي ٿي جڏهن تہ سڀ کان گهٽ ڪوئلي مان پيدا ٺئي ٿي.

ڇا انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ اسان وٽ ڪوئلو ڪونهي يا گهٽ آهي؟ ائين يقينن ناهي. پاڪستان ۾ ڪوئلو 185 ارب ٽن آهي ۽ دنيا ۾ پاڪستان انهيءَ حساب سان چوٿين نمبر تي آهي، پر اسان وٽ ڪوئلي کي بجلي ٺاهڻ ۾ گهٽي ڀاڱي استعمال نہ پيو ڪيو وڃي. جو اسان جو سڄو زور وڏا ڊيم ٺاهي بجلي پيدا ڪرڻ تي آهي. ڪوئلي کي ڇاڻي واٽي بہ استعمال نہ پيو ڪيو وڃي. جو ان صورت ۾ ڊيمن ٺاهڻ وارو معاملو پنتي پئجي ويندو. حالانڪ اتفاق راءِ نہ ٿيڻ ڪري انهن تي بہ ڪا خاص ترقي نہ ٿي آهي. ڇاڻو ماڻهن جو چوڻ آهي تہ مختلف بجلي پيدا ٿيندڙ ذريعن مان ڪوئلي جي پيدا وار وڌائڻ جي ضرورت آهي. جو ڪوئلو هڪ اعتبار جوڳو ديسي ذريعو آهي. جنهن ۾ تيل وارا خطرا ڪونهن. هڪڙو تہ تيل جي قيمت ۾ تمام گهٽا لاها چاڙها اچن ٿا. ٻيو تہ جنگ جي صورت ۾ انهيءَ جي سپلاءِ ڏکي ٿي پوي ٿي. انهيءَ جي مقابلي ۾ هينئر قدرتي گئس مان پيدا ٿيندڙ بجلي سستي پوي ٿي. پر انهيءَ جا ذخيرا هوريان هوريان ختم پيا ٿين. اهائي ڳالهہ آهي جو اسان ايران مان گئس پائپ لائين

ذريعي گئس وٺڻ جي ڪوشش پيا ڪريون. ڪوئلي مان بجلي پيدا ڪرڻ ڪري هڪ تہ اسان کي امپورٽ ڪرڻ لاءِ ڏالر نہ خرچ ڪرڻا پوندا. ٻيو تہ انهيءَ ۾ تمام گهڻن ماڻهن کي روزگار ملندو ۽ ٽيون تہ سپلاءِ جو رسڪ يا خطرو ڪونهي. اسان کي اٽڪل 50 سيڪڙو بجلي ڪوئلي مان پيدا ڪرڻ کپي. ياد رهي تہ هينئر رڳو 6.5 سيڪڙو آهي. وري سيني کان سستي بجلي پن بجلي گهرن مان پيدا ٿئي ٿي. مثلن تربيلا مان تربيلا جي قيمت وصول ٿيڻ کان پوءِ اها رڳو 80 پئسا في يونٽ پوي ٿي. جڏهن تہ غازي بروٿا مان اها ساڍا ٽي روپيا في. يونٽ پوي ٿي، جو اجا انهيءَ جي سيڙپڪاريءَ واري قيمت وصول نہ ٿي آهي. اسان کي پن بجلي وارا اهڙا منصوبا ناهڻ کپن. جن تي مامرا نہ هجن. اهي آهن، جتي پاڻي گڏ نہ ڪجي ۽ رڳو وهندڙ پاڻيءَ تي هلن، جن کي run of river منصوبا چئبو آهي. هڪڙو اهڙو منصوبو سنڌوءَ تي ٻنجي وٽ آهي. جتي 5400 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي، ٻيو ننڍن نين تي بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. سرحد صوبي ۾ انهيءَ جو تمام گهڻو اسڪوپ آهي. اتي جي صوبائي حڪومت 546 ميگا واٽ جا منصوبا عمل ۾ آڻي ٿي ۽ 6000 ميگا واٽ جا منصوبا منصوبي بنديءَ هيٺ آهن پن بجلي جيتوڻيڪ سيني کان سستي آهي، پر سڄو سال ساڳي مقدار ۾ نٿي ملي، درياهن ۾ وهڪرا گهٽجڻ ڪري انهيءَ جي پيداوار بہ گهٽجي وڃي ٿي، وري رڳو هڪڙي شيءِ تي ڀاڙڻ بدران اسان کي ٻين ذريعن تي بہ ڌيان ڏيڻ کپي. انهن جي پيداواري قيمت هينئر وڌيڪ آهي، پر وقت سان جيئن نيون ٽيڪنالاجيز اچن ٿيون تہ انهن جي قيمت بہ گهٽجي ويندي.

تجربيڪار ماڻهن جو چوڻ آهي تہ مستقبل جي بجلي جي گهرجن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي 50 سيڪڙو بجلي ڪوئلي مان پيدا ڪرڻ کپي. ٻيا متبادل ذريعا جن تي زور ڏيڻ کپي. اهي آهن: پن، بجلي، ايٽمي هوا ۽ سج، ائين ڪرڻ سان ضرورت آهر بجلي پيدا ڪري سگهبي ۽ اها ريٽ جي لحاظ کان بہ Af-fordable هوندي.

## (3) بجلي بچائڻ وارا اپاءَ:

اسان بجليءَ جي استعمال جا ايترا عادي ٿي ويا آهيون. جو هاڻي بجليءَ کان سواءِ رهڻ ڏکيو آهي، اهو سوچڻ تہ بجلي نہ استعمال ڪري بجلي بچائجي، اهو ممڪن ناهي، مثلن ڪارن ۽ بسن ۾ هلڻ بدران سائيڪل تي هلون يا پنڌ

ڪريون، لائٽن جي روشني گهٽ ڪريون يعني Dim ڪريون. گهٽ ايئرڪنڊيشن جي پد تي هرون، ٿڌن علائقن ۾ گهٽ گرم پاڻيءَ سان وهنجون، وغيره. اڄڪلهه بجلي بچائڻ معنيٰ پنهنجو آرام گهٽائڻ بدران بجلي جي ڪارڪردگي (Effi-ciency) وڌائڻ آهي. يعني گهربل آرام يا فائدو ٿوري بجليءَ مان ئي حاصل ڪجي. سال 2002 ۾ يورپ جي ملڪ جرمنيءَ ۾ هڪڙي هوٽل جو ڏنڊو گهڻجي وڃڻ ڪري مالڪن لاءِ فائدي وارو نہ رهيو. هنن انهيءَ نقصان جي پورت ڪرڻ لاءِ عام رواجي بلب مٽائي. انهن جي جاءِ تي بجلي بچائڻ وارا بلب يعني Ener-gy saver لڳائي ڇڏيا. جنهنڪري انهن کي بجليءَ جي 80 سيڪڙو بچت ٿي. بوائيلرن ۾ هنن خودڪار پمپ هٽي. پائپن مٿان خاص ڪپڙو ويڙهي ڇڏيو. جيڪو Insulation جو ڪم پيو ڪري. جنهنڪري ساڳي معيار کي برقرار رکندي خرچ 60 سيڪڙو گهٽجي ويو. جيتوڻيڪ بجليءَ جي ڪارڪردگي وڌائڻ تي ڪجهہ خرچ بہ ٿئي ٿو. پر حساب لڳايو ويو آهي تہ جيڪڏهن هڪ روپيو خرچ ٿئي ٿو تہ چار روپيا بچن ٿا ۽ خرچ ڪيل رقم 4 سالن ۾ وصول ٿي وڃي ٿي. دنيا ۾ بجلي بچائڻ جا هيٺيان ڪامياب تجربا ڪيا ويا آهن:

(1) انسوليشن ذريعي جاين کي گرم ڪرڻ يا ٿڌو ڪرڻ:

دنيا ۾ 36 سيڪڙو بجلي جاين کي گرم ڪرڻ يا ٿڌي ڪرڻ ۾ ڪتب اچي ٿي. انهيءَ جي استعمال کي گهٽائڻ جو تمام گهٽو اسڪوپ آهي. انهيءَ ۾ اندرين ٿڌ يا گرميءَ کي روڪڻ جو بندوبست هڪ ڪيميائي مرڪب کي پينٽ ڪرڻ سان حاصل ڪجي ٿو تہ جيئن جاين ايئر ٽائيٽ ٿي وڃن يا ورِي اهڙو ڪيميائي مرڪب، ڇتين ۽ ڀتين تي هٽي ڇڏبو آهي، جيڪو ٻاهرين گرمي يا ٿڌ کي موٽائي ٿو يعني Reflect ڪري ٿو. آمريڪا ۾ هن نموني 30 سيڪڙو بجلي بچائي وئي.

(2) بلبن جو مٽائڻ: روشنيءَ لاءِ دنيا ۾ 20 سيڪڙو بجلي استعمال ٿئي ٿي، جنهن مان 40 سيڪڙو پراڻن نمونن جي بلبن ۾ استعمال ٿئي. اهي بلب اڻويهين صديءَ ۾ ايجاد ڪيا ويا هئا ۽ انهن ۾ روشني لاءِ بجلي گهٽ ۽ گرمي پيدا ڪرڻ ۾ وڌيڪ ڪم اچي ٿي. انهن جي ڀيٽ ۾ نوان انرجي سيور بلب 75 کان 50 سيڪڙو بجلي گهٽ استعمال ڪن ٿا. ۽ هلن بہ وڌيڪ ٿا. آمريڪا ۾ وال مارٽ ۽ هاليںڊ ۾ فلپس وارن نوان بلب ٺاهيا آهن ۽ پاڪستان ۾ بہ عام جام ملن ٿا.

(3) آرام ڏيڻ واريون شيون: پاڻي گرم ڪرڻ وارا بوائلر جاين کي گرم ۽ ٿڌي ڪرڻ وارا هيٽر ۽ ائرڪنڊيشنر تمام گهڻي بجلي واپرائين ٿا. جنهن مان تمام گهٽ جاين جو گرمي پد وڌائڻ يا گهٽائڻ ۾ ڪم اچي ٿو. هڪڙو نئون پمپ ايجاد ڪيو ويو آهي. جيڪو پرواري ايراضيءَ جي ٿڌ يا گرمي ڪٽي، جاءِ کي ٿڌو يا گرم ڪري ٿو. آمريڪا جي صدر جارج ڊبليو بش جي ٽيڪاس ۾ رينچ انهيءَ طريقي سان ٿڌي ۽ گرم رکي وڃي ٿي. انهيءَ ۾ ڪا خاص بجلي خرچ نٿي ٿئي. انهيءَ ۾ فرج واري نموني فريان قدرتي پاڻياٺ گئس استعمال ٿئي ٿي ۽ ڪمپريسر کي چالو رکڻ لاءِ بجليءَ جو رڳو هلڪو ڪرنٽ کپي.

## (4) ڪارخانن جو پيهر ناهڻ:

دنيا ۾ ڪارخانا بجليءَ جي پيداوار جو ٽيون حصو کپائن ٿا، انهن ۾ ڪجهه تبديلي آڻي، تمام گهڻي بجلي بچائي سگهجي ٿي. جاپان ۾ مسوبيشي وارا اسٽيل ملن ۾ 70 سيڪڙو بجلي بچائين ٿا. هو پنهنجون ٽربائن هلائڻ لاءِ اسٽيل جي بٺين (Furnaces) مان گرمي ڪٽي بجلي پيدا ڪن ٿا. ٻيا به ڪيترا طريقا استعمال ڪري، ڪارخانن ۾ ئي بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي.

## (5) گاڏيون هلائڻ:

دنيا ۾ پيدا ٿيندڙ توانائيءَ جو چوٿون حصو گاڏين هلائڻ ۾ ڪم اچي ٿو، انهيءَ ۾ تيل جي پيداوار جو 67 سيڪڙو شامل آهي. رڳو گاڏين جي ٽائرن ۾ مناسب هوا رکڻ سان 6 سيڪڙو توانائي بچائي سگهجي ٿي. پيٽرول جا نوان قسم ايجاد ڪيا ويا آهن. جيڪي عام پيٽرول جي ڀيٽ ۾ 20 سيڪڙو ٻارڻ بچائين ٿا. اندازو لڳايو ويو آهي ته بهتر ڪارڪردگيءَ سان تيل جو خرچ 56 سيڪڙو گهٽائي سگهجي ٿو.

مٿي ڪجهه نوان طريقا ٻڌايان ويا آهن، جن سان بجلي بچائي وئي وڃي. اسان کي به ٻين ملڪن کان سبق سکڻ گهرجي. هڪڙو سولو طريقو بجلي ڪٽي وڃڻ ۽ ورهائڻ ۾ زيان (Line losses) جو به آهي. جيڪي اسان وٽ 35 کان 40 سيڪڙو آهن. انهن ۾ بجليءَ جي چوري به شامل آهي، اهي گهٽائي 15 سيڪڙي تائين آڻي سگهجن ٿا ۽ اٽڪل 25 سيڪڙو بجلي بچائي سگهجي ٿي.

دنيا ۾ ڪابہ شيءِ ناممڪن ناهي. جيڪڏهن نيت سچي آهي تہ سڀ ڪجهہ ڪري سگهجي ٿو. انگريزيءَ ۾ چوندا آهن تہ Where there is will, there is a way اسان بہ جيڪڏهن سچائي ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪم ڪريون تہ گهريل بجلي پيدا بہ ڪري سگهون ٿا ۽ جيستائين اها پيدا ٿي. بجلي بچائي ڪوٽ ڪي منهن بہ ڏئي سگهون ٿا. دعا ڪيو تہ الله سائين اسان کي سچائي ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪم ڪرڻ جي توفيق ڏئي.

# پاڻيءَ کان سواءِ سنڌ ڇا هي؟

سنڌ صوبي جو جياپو سنڌو درياهه جي پاڻيءَ تي آهي. پاڻي آهي تہ سنڌ آهي. پاڻيءَ کان سواءِ سنڌ رڻ، ٿر صحرا يا چولستان آهي. انهيءَ ڪري ئي سنڌ جو نالو سنڌو درياهه جي نالي پٺيان رکيل آهي .جيستائين سنڌو موج ۽ مستيءَ ۾ وهندو رهندو سنڌ وارا بہ خوشحال رهندا، جيئن جيئن سنڌو جي موج ۽ مستي ڍري ٿيندي ويندي. سنڌ وارن جي حالت بہ بري ٿي ويندي. شاعر مشرق علامہ اقبال چوي ٿو تہ:

ساحل افتاده گفت، گرچه بسی زیستم
پیچ نه معلوم شد آه که من کیستم
موج زخود رفته ای، تیز خرامید و گفت
هستم اگر میروم، گرنه روم نیستم

جنهن جو ترجمو آهي تہ، "سمنڊ جي بيٺل ڪناري چيو تہ جيتوڻيڪ مان گهڻي وقت کان آهيان، پر مون کي اجان تائين خبر ناهي تہ مان ڇا آهيان، سمنڊ جي چڙهندڙ ڇوليءَ بيٺل ڪناري کي جواب ڏنو تہ منهنجو وجود هلڻ سان آهي، جيڪڏهن مان ڇُر پُر ڪيان ٿي تہ مان آهيان، جيڪڏهن ماٺ ٿي ڪريان تہ مان آهيان ئي ڪونہ." معنيٰ تہ زندگي حرڪت ۽ چرپر سان آهي ۽ چوندا آهن تہ حرڪت ۾ برڪت آهي.

سنڌو کي موج ۽ مستيءَ سان هلڻ ۽ سنڌ وارن کي فائدو ڏيڻ لاءِ بہ شين جي ضرورت آهي. هڪڙي اها تہ ان جو مٿان کان ايندڙ پاڻي نہ گهٽجي ۽ ٻيو تہ انهيءَ تي ٺهيل اثاثا (Assets) ٺيڪ ٺاڪ ۽ سلامت رهن.

## (1) چشمہ بيراج کان نئون واهہ ڪڍڻ واري ڳالهہ:

هڪ انگريزي اخبار جي 22 اپريل 2007ع واري خبر مطابق حيدرآباد ۾ سنڌ فارمرز ايسوسيئيشن انهيءَ ڳالهہ تي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪيو آهي تہ پنجاب وارا واپڊا جي سهڪار سان چشما بيراج وٽان هڪ نئون واهہ ڪڍڻ پيا تہ جيئن

راولپنڊي ۽ گجر خان جون زمينون آباد ڪري سگهن. جيئن سنڌو ۾ سنڌو درياهه تي ٽي بيراج آهن. تيئن پنجاب ۾ به سنڌو تي ٽي بيراج آهن. پهرين جناح (ڪالا باغ) بيراج، جيڪو ڪالاباغ شهر وٽ آهي. ٻيو چشما بيراج جيڪو ميانوالي شهر جي ويجهو آهي. ۽ ٽيون تونسا بيراج جيڪو ڪوٽ ادو ويجهو آهي. جناح بيراج مان رڳو هڪڙو واهه ڪاٻي پاسي نڪري ٿو. جنهن جو نالو ٿل ڪينال آهي. چشما بيراج کان ساڄي پاسي هڪڙو واهه نڪري ٿو. جنهن جو نالو چشما رائٽ بينڪ ڪينال (CRBC) آهي ۽ ڪاٻي پاسي کان به هڪڙو ڪينال نڪري ٿو، جنهن جو نالو چشما- جهلم لنڪ ڪينال آهي. انهيءَ لنڪ ڪينال جي آر ڊي 180 وٽان ساڄي پاسي اڏي ڪوٽ ويجهو گريٽر ٿل ڪينال ٺاهيو پيو وڃي. تونسا بيراج جي ساڄي پاسي کان ڊي جي خان ڪينال ۽ ڪاٻي پاسي کان مظفر ڳڙهه ڪينال ۽ توسا پنجند لنڪ ڪينال نڪرن ٿا.

منهنجي ڄاڻ ۾ چشما بيراج کان پنجاب جي ايراضين لاءِ نئون واهه ڪڍڻو ناهي. تنهن هوندي به مون صوبائي ۽ وفاقي واسطيدار عملدارن کان انهيءَ بابت پڇا ڪئي. هنن ٻڌايو ته اهڙو ڪوبه منصوبو هنن جي ڄاڻ ۾ ڪونهي. هونئن به چشما بيراج ميانوالي ويجهو آهي ۽ گجر خان ۽ راولپنڊي چشما بيراج کان مٿين پر آهن. چشما بيراج مان واهه ڪڍي ابتو پاڻي ڪٽي وڃڻ سان قدرتي وهڪري واري اپت نه ٿي سگهندي. سنڌ فارمرز ايسوسيئيشن کي ڪپي ته انهيءَ بيان جي وضاحت ڪن ۽ هرويرو سنڌ وارن کي جيڪي اڳي ئي پريشان آهن. اهڙي ڳڻتي واريون خبرون ٻڌائي وڌيڪ پريشان نه ڪن.

## (2) سنڌو تي نيل اڏائڻ جي حفاظت

سنڌ سان محبت ڪندڙ ۽ همدردي رکندڙ ماڻهو سنڌ جي معاملن بابت تمام حساس آهن. خاص طور انهن معاملن ۾، جن ۾ هو ڀين کي اڳتي وڌندڙ ۽ سنڌ کي ڊرو يا پوئتي پيل ڏسن ٿا. تازو پنجاب وارن عالمي بينڪ کان پئسا قرض تي وٺي پنهنجي 1958ع ۾ ٺاهيل تونسا بيراج کي گڏي ٺاهڻ وارو ڪم شروع ڪيو. جنهن کي سنڌ جي هڪ گهڻ گهري ۽ محبت ڪندڙ سنڌ جي سابق ميمبر ارسا مسٽر نور محمد بلوچ به مون سان گڏ ڏٺو. اتي ئي خبر پئي ته وفاقي سرڪار پنجاب جي پنجن بيراجن کي نئين ڪرڻ لاءِ پئسا ڏنا آهن. اتي بلوچ

صاحب کي ڏاڍي ڳڻتي ٿي ته اسان جا بيراج به پراڻا اهن. اسان انهن کي ڇو نٿا ٺاهيون؟ هو خاص طرح گڊو بيراج لاءِ ڏاڍو پريشان هو چاڪاڻ جو هو ان تي اوور سيئر ايس ڊي او، انجنيئر ايس اي ۽ چيف انجنيئر رهي چڪو هو. انسان جي پنهنجي هٿن سان نپايل ٻارن ۽ پنهنجي هٿن سان ٺاهيل ۽ سنڀال ڪيل شين سان وابستگي ۽ پيار قدرتي آهي. جن ماڻهن انگريزي فلم Bridge on River Kwii ڏٺي آهي، تن کي ياد هوندو ته انگريز قيدين کان انگلستان جو دشمن زوري پل ٺهرائي ٿو. جيڪا پل هو شروع ۾ نٿا ٺاهڻ چاهين، پر جڏهن ڏسن ٿا ته اها انهن کي ٺاهڻي ئي پوندي ته پوءِ دل و جان سان اها پل ٺاهين ٿا. جڏهن سخت محنت ۽ ڏکائين کان پوءِ اها پل تيار ٿي وڃي ٿي ته انگلستان پنهنجن فوجين، جن اها پل ٺاهي هئي، ۽ اڃا دشمن جا قيدي هئا، تن کي پل اڏائڻ جو حڪم ڏنو. پر هنن کي انهيءَ پل سان ايتري وابستگي ٿي وئي جو هو انهيءَ کي اڏائڻ نه پيا چاهين. پر فوج ۾ حڪم نه مڃڻ معنيٰ ڪورٽ مارشل ۽ موت. لاچار هنن حڪم تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو پر پل اڏائڻ کان اڳ وڏي شان سان انهيءَ پل تي مارچ ڪيائون ۽ پنهنجي راڄ پل کان هيٺ درياهه ۾ اڇلايائون، جنهن جو مطلب ته فوج جي نوڪري کان استعيفيٰ ۽ پوءِ پل اڏايائون.

بلوچ صاحب به گڊو بيراج سان پيار ۽ وابستگيءَ جي جذبي هيٺ اها ڳالهه ڪدي ته جڏهن پنجاب وارا قرض وٺي به پنهنجي بيراج کي ٺاهن ٿا ته اسان ڇو چپ ڪري ويٺا آهيون. مان بلوچ صاحب جي انهيءَ جذبي جو قدر ڪريان ٿو پر هر هڪ اثاثي جي پنهنجي خاص اهميت ۽ ترجيح هوندي آهي. تونسا بيراج تي بريفنگ دوران اسان کي ٻڌايو ويو ته بيراج جي هيٺين پر واري ليول غلط ڏيڻ سبب چار فوٽ مٿي رکي وئي ۽ سرزمين تي درياهه انهيءَ ليول کان چار فوٽ هيٺ پيو وهي، جنهن ڪري درياهه ۾ Retrogresion ڪري بيراج جي مٿين جزن تي اثر پئي پيو. انهيءَ ڳالهه کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ هڪڙو هيٺيون وير ( Subsidiary Weir) ٺاهڻ ضروري هو. جيڪو هينئر ٺاهيو پيو وڃي. انهيءَ سان گڏ ٺهيل بيراج ۾ به جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ ڪمزوريون پيدا ٿي ويون هيون، اهي به ٺيڪ ڪيون پيون وڃن. اسان جي ٽن بيراجن مان ڪوٽڙي بيراج کي هينئر ڪو خاص مسئلو ڪونهي. گڊو بيراج ۽ سکر بيراج تي مسئلا آهن، جن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو ۽ اهو به ٻڌائبو ته انهيءَ ڏس ۾ ڇا پيو ڪيو وڃي.

## گڊو بئراج

انهيءَ بيراج جو بنيادي مسئلو اهو هيو تہ بيراج جي مٿين پر درياهہ کي بيراج ڏي سڌو آڻڻ لاءِ نئي سيٽ اسپرن جا ناهڻا هئا. پر ڪن سببن ڪري رڳو هڪڙو سيٽ ناهيو ويو، جنهن ڪري درياهہ ساڄي پاسي رخ رکي ٿو ۽ بيراج ڏي سڌو نٿو اچي. ٻيو مسئلو بيراج جي پانڊ ليول جو آهي. بيراج جي پانڊ ليول 255.5 فوٽ رکي وئي. اڳي اپريل ۽ مئي وارن مهينن ۾ سنو پاڻي ايندو هو، پر مٿي ڊيم ۽ بيراج ٺهڻ ڪري، ٻي درياهہ هندوستان ڏي وڃڻ ڪري ۽ موسمي ڦيرن گهيرن سبب انهن مهينن ۾ پاڻي گهٽ ٿو اچي. پاڻي دير سان اچڻ ڪري ساريال پوک صحيح وقت تي نٿي ٿئي ۽ پاڻي دير سان اچڻ تي هرڪو تڪڙ ٿو ڪري ۽ پاڻي جي گهرج وڌي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري چوٽ گهرج واري وقت ۾ بي ايس فيڊر ۾ 14000 ڪيوسڪ ڊيزائن بدران 21،000 ڪيوسڪ پاڻي هلايو ٿو وڃي. اهو تڏهن ممڪن آهي، جڏهن پانڊ ليول وڌائي وڃي ۽ هاڻي هوريان هوريان پانڊ وڌي 260 فوٽ ٿي ويو آهي. گهڻو وقت اها پانڊ ليول رکڻ سان درياهہ جو سلوپ گهٽجي وڃي ٿو ۽ درياهہ ۾ مٿين پر لٽ وهي وڃي ٿي، جيڪا گڊو بيراج جي مٿين پر ٻيلا فارميشن يا ٻيٽ جي صورت ۾ ظاهر آهي. انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکي وقت بوقت ڪم ٿيندا رهيا آهن. تازو جڏهن واپڊا وارن ريٽي ڪينال جو نئون منهن بيراج مان ناهڻ چاهيو تہ ماڊل تي اهي مٿيان مسئلا بہ ڏنا ويا. ماڊل وارن جي رپورٽ مطابق هيٺيان ڪم ڪرڻ آهن.

(1) درياهہ کي سڌي ڪرڻ وارا ڪم.

(2) درياهہ ۾ ٺهيل ٻيٽ ڪڍڻ.

(3) ريٽيءَ جو نئون منهن ناهڻ.

(4) گهوٽڪي فيڊر جي منهن سامهون سلٽ ايڪس ڪلوڊر ناهڻ.

(5) ڪاٻي ڊيوائيڊ وال 400 فوٽ مان وڌائي 1200 فوٽ ڪرڻ.

مون ڪجهہ ڏينهن اڳ گڊو بيراج جو معائنو ڪيو. ليفٽ پاڪٽ ۾ ريٽي ڪينال جو منهن ناهڻ لاءِ ٺيڪيدار ڪافر ڊيم ناهي ڇڏيو آهي. پهرين مٽي لکيل ڪمن مان ٻي هيٺيان ڪم ڪيا پيا وڃن. پهريان بہ مٿيان ڪم ايندڙ سال شروع ڪيا ويندا. اهي سڀ ڪم واپڊا وارا ڪرائيندا ۽ پئسا بہ اهي خرچ ڪندا ۽

سنڌ حڪومت ڪي ڪجهه نه ڏيڻو پوندو.

## سکر بيراج

سنڌو تي ٺهيل 6 بيراجن ما اهو سڀني کان پراڻو آهي، جنهن کي ٺهي ۽ سنڌ کي فائدو ڏيندي 75 سال ٿي ويا آهن. انهيءَ تي ٿيندڙ آبادي باقي ٻن بيراجن جي گڏيل آباديءَ کان گهڻي آهي. 1982ع ۾ جڏهن سکر بيراج جو هڪ گيٽ ٽٽي پيو هو ته ماڻهو مون کان پڇندا هئا ته جيڪڏهن بيراج نه ٺهي سگهيو ته ڇا ٿيندو؟ مان سوچ ۾ پئجي ويندو هئس ته ماڻهن جي آبادين، پيئڻ جي پاڻي، فيڪٽرين ۽ ڪارخانن جو ڇا ٿيندو؟ پر الله تعاليٰ جي رحمت سان اها مصيبت ٽري وئي. سکر بيراج ڪيترين خراب حالتن مان گذري چڪو آهي، جيئن ساڄي پاسي وارن واهن ۾ وڏيڪ سلٽ وڃڻ، آرچن پلرن ۾ ڪريڪ، هڪڙي درجو ڪرڻ ۽ تازو ساڄي پاڪٽ ۾ ٿيل نقصان. جن ڪنسلٽنٽس انهيءَ جي مرمت واري ڪم جي نگراني ڪئي هئي. تن کي سڄي بيراج کي مضبوط ڪرڻ لاءِ به تجويزون ڏيڻ لاءِ چيو ويو آهي. هنن پنهنجيون هيٺيون تجويزون ڏنيون آهن.

(1) ڪابي پاڪٽ ۾ به ساڳيا ڪم ڪرڻ، جيڪي نقصان ٿيل ساڄي پاڪٽ ۾ ڪيا ويا آهن.

(2) ڊيوائيڊ والن جو عميق 2 فوٽ وڌائڻ.

(3) 12 لک ڪيوسڪ واري ٻوڏ پاس ڪرڻ لاءِ مٿين ۾ درياهه سڌائڻ وارا ڪم ڪرڻ.

(4) روهڙي ڪينال جي پڪي فرش کي 10 فوٽ وڌائڻ ۽ لوهي پٽ هڻڻ.

(5) پيزو ميٽر هڻڻ.

(6) گيٽن کي رنگ ڪرڻ ۽ ضروري مرمت ڪرڻ.

مٿين ڪمن تي 3 ارب رپيا خرچ ايندو. ياد رهي ته ساڄي پاڪٽ واري ٿيل نقصان کي ٺيڪ ڪرڻ تي 87 ڪروڙ رپيا خرچ ٿيا. صوبائي حڪومت وفاقي حڪومت کان مٿين تجويز ٿيل ڪمن لاءِ فنڊ گهريا آهن. سنڌ ۾ فني ماهرن جي کوٽ ناهي، جيڪڏهن سکر بيراج کي نقصان کان بچائڻ لاءِ ٣ ارين بدران 10 ارب گهريا ته خرچ ڪرڻا پوندا، پر اهو ضروري آهي ته انهن ڪمن جي ضرورت جو يقين ٿيڻ کپي. تجربو ٻڌائي ٿو ته ٺيڪيدار ۽ ڪنسلٽنٽس اهڙا دليل ڏيندا آهن

تہ جيئن مالڪن کي ايترو خوف ڏيارجي تہ هو اهي ڪم ضرور ڪرائين. جڏهن ڪنهن خطرناڪ بيماريءَ جو پتو پوي ٿو تہ ٻئي ڊاڪٽر کان Second Opinion وٺبو آهي.

مٿين ڳالهين کي نظر ۾ رکندي سنڌ آبپاشي کاتي انهيءَ رپورٽ ۾ ڏسيل ڪمن جي ضرورت جو يقين ڪرڻ لاءِ جناب اي اين جي عباسي جي سربراهي ۾ هڪ ڪاميٽي 23 اپريل تي جوڙي آهي جنهن ۾ 8 ٻيا ميمبر آهن. تي اڳيان آبپاشي سيڪريٽري مسٽر مزمل حسين قرشي، محمد ادريس راجپوت ۽ بشير احمد ڍهر ٻہ اڳيان چيف انجنيئر مسٽر سردار احمد مغل ۽ محمد نواز ميمڻ ٻہ موجوده چيف انجنيئر مسٽر آغا اعجاز احمد خان ۽ منظور احمد شيخ ۽ هڪڙو اڳوڻو فني ڪاميٽي جو سيڪريٽري مسٽر غلام سرور ڪچي شامل آهن. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ کان پوءِ جيڪي ڪم سکربيراج جي سلامتي لاءِ ضرور هوندا، سي ڪرايا ويندا. اميد تہ مٿين ڪمن ۽ بندوبستن سان اسان جا سنڌو تي ٺهيل اثاثا يعني بيراج صحيح سلامت رهندا ۽ سنڌ واسين کي اڳ وانگر فائدو ڏيندا رهندا.

(روزانہ ڪاوش 2 مئي 2007ع، حيدرآباد)

# پرديس ۾ رهندڙ سنڌي

## سنڌ لاءِ ڪهڙو درد رکن ٿا؟

سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ امريڪا، يعني SANA جي چيئرمين عزيز ناريجي فون تي اطلاع ڏنو آهي تہ سانا جي ٽيويهين ساليانہ گڏجاڻي آمريڪي رياست فلوريڊا جي گادي واري شهر آرلينڊو ۾ 29 جون کان پهرين جولاءِ 2007ع تي رکي وئي آهي. هن صاحب مون کي انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ پيپر پڙهڻ جي دعوت ڏني آهي. گڏجاڻيءَ جو موضوع آهي Rivers for !ife: Save Indus River يعني "درياهہ جياپي لاءِ، سنڌو نديءَ کي بچايو" امريڪا کي Land of opportunities يعني موقعن واري ڌرتي چوندا آهن، جتي تعليم، واپار ۽ نوڪرين جو وڏو اسڪوپ آهي. منهنجو بہ امريڪا سان پراڻو واسطو رهيو آهي. 1969ع ۾ مان فلبرائٽ هيز ميرٽ اسڪالرشپ تي ايم ايس ڪرڻ لاءِ امريڪا جي مني سوٽا يونيورسٽي ويو هوس. اها مني سوٽا رياست جي جاڙي گاديءَ واري هنڌ منيا پولس سينٽ پال ۾ مسسپي درياهہ جي ڀرسان آهي. انهيءَ زماني ۾ ايم ايس 9 مهينن جو ڪورس هو ۽ ٽن ڪوارٽرن جا امتحان ٿيندا هئا. پهرين ڪوارٽر ۾ ڪاميابي ماڻي مان ٻئي ڪوارٽر ۾ پڙهي رهيو هوس تہ اولهہ پاڪستان جي آبپاشي کاتي پاران اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر ڪلاس ون جي آچ آئي، جنهن جو ڇٽا پيٽيءَ وارو امتحان مان امريڪا اچڻ کان اڳ ڏئي آيو هوس. مون درخواست ڪئي تہ منهنجي جوائن ڪرڻ جو مدو ساڍا چار مهينا وڌايو وڃي تہ جيئن مان ايم ايس ڪري جوائن ڪريان. پر هنن نہ مڃيو ۽ لاچار مان ايم ايس اڌ ۾ ڇڏي موٽي آيس ۽ 1970ع جي جنوري مهيني ۾ آبپاشي کاتي کي جوائن ڪيم. اهو ٻڌائيندو هلان تہ اريگيشن جي ڪلاس ون نوڪري جي انٽرويو ۾ ڪيترا ايم ايس ۽ پي ايڇ ڊي وارا انجنيئر بہ اپير ٿيا هئا، جيڪي ڪامياب نہ ٿيا. مون سان گڏ سنڌ مان چونڊيل محمد عالم بلوچ ۽ سيد علي گوهر شاهہ هئا. ڪلاس ون ملڻ ڪري مان ٻن سالن ۾ انجنيئر 7 سالن ۾ ايس اي ۽ 17 سالن ۾ چيف انجنيئر ٿي ويس ۽ 21 سالن ۾ سيڪريٽري ٿي

ويس. 1991ع ۾ جڏهن مان سيڪريٽري ٿيس ته منهنجي هيٺان ڪم ڪندڙ چيف انجنيئرن مان رڳو هڪڙو منهنجو ڪلاس فيلو هو. جڏهن ته باقي پنج مون کان ڪاليج ۾ سينيئر هئا.

امريڪا وڃڻ وقت مان قلات (بلوچستان) ۾ روڊس کاتي ۾ اسسٽنٽ انجنيئر هوس. قلات کان جڏهن مان امريڪا پهتس ته مٿو پيو ڦري. ڇا قلات جهڙو بيڪ ورڊ شهر ۽ ڇا امريڪا جو منيا پولس سينٽ پال شهر ۽ مني سوٽا يونيورسٽي هڪ دنيا ئي ٻي هئي. وري ڇا امريڪا وارن جو اخلاق، ڪنهن کي مُنجهندي ڏسندا ته چوندا May I help you? (ڇا مان توهانجي مدد ڪري سگهان ٿو؟) ۽ جڏهن موڪلائيندا ته چوندا Have a nice day يعني ڏينهن بخير. امريڪا وارن کي مون تمام ڀلو ڏٺو. جيتوڻيڪ امريڪن حڪومت جون پاليسيون ۽ رويا تمام جابرانا ۽ ظلم وارا آهن، پر امريڪا جا ماڻهو انهيءَ جي پيٽ ۾ تمام سنا ۽ اخلاق وارا آهن. يونيورسٽي آف مني سوٽا مسيسپي درياهه جي ٻنهي پاسي ڦهيل آهي.

مسيسپي درياهه دنيا جي وڏن درياهن مان هڪ آهي، جيڪو ڪينيڊا اتاسڪا اتر امريڪا مان نڪري نيو اورلينس جي شهر ويجهو گلف ميڪسيڪو ۾ ڪري ٿو. نيو اورلينس اهو شهر آهي، جتي تازو ڪيٽرينا طوفان آيو هو ۽ شهر پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويو هو. مني سوٽا امريڪا جو ٿڌو علائقو آهي، اتي سياري ۾ ايتري برف پوي ٿي، جو روڊ جي ٻنهي پاسي 5 کان 6 فوٽ برف جا دڙا ٿي وڃن ٿا، پر روڊ کي برف پري ڪري هر وقت هلڻ جهڙو رکن ٿا. يونيورسٽي ڪيمپس مسيسپي درياهه جي ٻنهي پاسي هجڻ ڪري اچ وڃ جي سهولت لاءِ هڪ پل ٺهيل آهي. سياري ۾ ٽيمپريچر ڪري مائنس 30 به ٿي وڃي ٿو. شاگردن جي اچ وڃ جي سهولت کي نظر ۾ رکي انهيءَ پل کي پنڌ هلڻ وارن کي رستو ٺاهي گرم رکيو وڃي ٿو. نه ته تمام گهٽي ٿڌ ۽ هوا جي ڪري Chilling index منفي 50 جي ٽيمپريچر وارو اثر ڏئي ٿي. جنهن ۾ هلڻ شاگردن لاءِ خطرناڪ ٿي سگهي ٿو.

امريڪا جي 50 رياستن مان فلوريڊا رياست ڏکڻ اوير ۾ آهي، اتي موسم خوشگوار هجڻ ڪري انهيءَ رياست کي Sunny state چئجي ٿو يعني روشني واري رياست، ٻين رياستن جي ڀيٽ ۾ اتي ملڪيتون سستيون آهن ۽ مند به وڻندڙ آهي، تنهن ڪري ڪيترائي امريڪي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ اتي اچي رهن ٿا.

فلوريڊا جي گادي وارو شهر اُرلينڊو آهي، جيڪو ڊزني ورلڊ ۽ ايپڪاٽ سينٽر جي ڪري مشهور آهي. ننڍي هوندي مڪي مائوس وارا ڪارٽون سيني ڏٺا هوندا، هينئر به اهي ٽي وي تي هلن ٿا. ڊزني لينڊ جتي پهرين اهي شروع ٿيا، لاس اينجلس ۾ آهي، پر اهو پراڻو ٿيڻ ڪانپءِ هنن نئون آرلينڊو ۾ ٺاهيو، جنهن جو نالو ڊزني ورلڊ رکيو ويو آهي. اها ٻارن لاءِ خاص تفريح گاهه آهي، جنهن کي وڏا به ڏاڍا انجوائي ڪن ٿا. مان به 1986ع ۾ ٻارن سان اتي ويو هوس، اهو ايڏو وڏو آهي جو مان چار ڏينهن رهي به سجو نه ڏسي سگهيس.

ماڻهو جڏهن پنهنجي ديس کان ٻاهر وڃي ٿو ته ٻئي ملڪ ۾ پنهنجو ديس ۽ ديس وارا ڏاڍو ياد اچن ٿا. پوءِ ڀلي پنهنجو ديس ڪيترو به پوئتي پيل ڇو نه هجي. بنيادي سهولتون نه هجن، روزگار تنگ هجي ۽ ڀلي ڌارئي ملڪ ۾ ماڻهو ڪيترو به سکيو ۽ خوشحال ڇو نه هجي. توهان ڏسو ته وطن جي محبت ئي مارئي کي امر ڪري ڇڏيو. جنهن کي پنهنجي ديس جا ڪکاوان گهر وٽن جا سنگر ڦاٽل ڪپڙن وارا ماروئڙا عمر بادشاهه جي ماڙي، لذيذ طعامن، اعليٰ پوشاڪن کان وڌيڪ عزيز هئا ۽ هوءَ چاهيندي هئي ته ماڳ موٽي وڃان ۽ اتي وڃي دم ڏيان. شاهه جي ٻوليءَ ۾ مارئي چوي ٿي ته:

الا ايءَ م هوءِ، جيئن آءُ مران بند ۾
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مريجنم ڏينهڙا!

جديد شاعراڻي ادب ۾ اڙدو جي شاعر اختر شيرانيءَ جو نظم "او ديس سي آني والي بتا" به مثالي آهي. جڏهن گهڻي عرصي پرديس ۾ رهڻ کان پوءِ هن کي هڪ ننڍي هوندي جو يار ملي وڃي ٿو ۽ اهو ان کان پڇي ٿو ته:

شاداب و شگفتہ پھولوں سے معمور ہیں گلزار اب کہ نہیں؟
بازار میں مالن لاتی ہے، پھولوں کے گندھے ہار اب کہ نہیں؟
اور شوق سے ٹوٹے پڑتے ہیں، نو عمر خریدار اب کہ نہیں؟
او دیس سے آنے والے بتا!
او دیس سے آنے والے بتا!

جڏهن ديس کان آيل ماڻهو سڄيون ڳالهيون نٿو ٻڌائي ته خاص طرح پنهنجي نوجواني جي پيار مطابق هيئين ريت پڇي ٿو.

آخر میں یہ حسرت ہے کہ بتا، وہ غارت ایمان کیسی ہے؟
بچپن میں جو آفت ڈھائی تھی، وہ آفتِ دوراں کیسی ہے؟
ہم دونوں تھے جس کے پروانے، وہ شمع شبستاں کیسی ہے؟

مٿيون تہ هيون شاعراڻيون ڳالهيون، اڄ تہ زميني حقيقتوڻ ڏسون. سنڌ جو مشهور سفرنامه ليکڪ الطاف شيخ پنهنجي تازي ڪتاب "نيو هالا کان نيويارڪ" ۾ ڏهن سالن کان واشنگٽن ۾ رهندڙ جون ساروٽيون هيٺين ريت ساري ٿو:

"ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ ۾ ڏاڏا مرحوم ڏاڏو ياد ايندو اٿم. اهي ننڍپڻ جا ڏينهن جڏهن آئون ڳوٺ ۾ وٽن مان ڪاٺيون وڍيندو هوس. جهار هڪليندو هوس، ڳڙ ڪڍندو هوس. آئون هڪ هاري جو پٽ آهيان. جنهن هاري کي سڄو شاهه جو رسالو ياد هو. جيڪو هن مون کي پڙهايو. امان ۽ چاچيءَ واريون ڦٽيون چونڊڻ وينديون هيون."

سنڌ کان ٻاهر رُهندڙ ماڻهو ٻن طريقن سان سنڌ سان ڳانڍاپو رکن ٿا. هڪڙو سنڌ بابت واءُ سواءُ ۽ حال احوال ۽ ٻيو ساڳي علائقي يا ملڪ ۾ رهندڙ سنڌين سان ميل ملاپ. دنيا اڄ ڪلهه هڪ گلوبل وليج ٿهي پئي آهي. اليڪٽرانڪ ۽ پرنٽ ميڊيا ايترو طاقتور ۽ سولائيءَ سان دستياب ٿي وئي آهي، جو پل پل جي خبر هر هنڌ، هر وقت ملي ٿي. اهڙيون ڪيمرائون بہ اچن ٿيون، جو اوهان ٻاهر رهندڙن جي چرپر مووي وانگر هر وقت ڏسي سگهو ٿا. منهنجي هڪڙي مائٽياڻي پنهنجي ڏهٽي سان جيڪو امريڪا ۾ رهي ٿو، ڏاڏو اٿيچ آهي. هن هڪ مووي ڪيمرا وٺي ڇڏي آهي، جنهن ذريعي هوءَ هن کي جڏهن وٽي ڏسي سگهي ٿي. پر جيستائين ون ٽو ون ملاقات نٿي ٿئي، حال احوال جو مزو ڪونهي. مثال طور اخبارن ذريعي جيڪي ڌاڙي، ڦر اغوا جون خبرون اچن ٿيون. سي رڳو آئس برگ جو ٽپ ٿيون ڏيکارين. تفصيل واريون خبرون ڪجهه ٻيون ئي ٿين ٿيون. ۽ اهي جيستائين ڪو واقف ماڻهو نہ ٻڌائيندو صحيح خبر نہ پوندي. انهيءَ لاءِ پرديس ۾ رهندڙ ديسي ماڻهن جو ملڻ ضروري آهي. ٻاهر رهندڙن جا ڪيترائي مسئلا آهن، جيڪي هو هڪ ٻئي جي مدد سان حل ڪري سگهن ٿا. جيستائين پاڻ ۾ ملندا نہ ۽ هڪ ٻئي کان پڇندا نہ تہ مسئلا ڪيئن حل ٿيندا. مٿين ٻن مکين ڳالهين کي نظر ۾ رکي ملڪ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين وقت بوقت يورپ ۽ امريڪا ۾

ڪيترين تنظيمون ٺاهيون آهن. انهن مان ڪجهه ريجنل يا مقامي سطح جون آهن ۽ ڪي تمام وڏي سطح جون آهن. امريڪا ۾ مقامي سطح جو تنظيمون رياستي يا شهري سطح تي آهن، جيئن سنڌي ايسوسيئيشن آف فلوريڊا، سنڌي سرڪل آف نيويارڪ وغيره. وڏيون تنظيمون تي آهن، ورلڊ سنڌي ڪانگريس، سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ امريڪا ۽ ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ. سنڌ سان ڳانڍاپي جي ڏس ۾ اهي تنظيمون سنڌ جا مسئلا ڪڍڻ، انهن جو حل ڳولهڻ ۾ مدد ڪرڻ، پرديس ۾ آيل سنڌين جي رهنمائي ڪرڻ ۽ اخلاقي مدد ڪرڻ وارا ڪم ڪن ٿيون. اهي هر سال هڪ يا ٻه سوشل گڏجاڻيون به ڪن ٿيون ۽ ميمبرن جو شوق قائم رکڻ لاءِ ميلا وغيره به لڳائن ٿيون. انهن ذريعي هڪ ٻئي سان جاڻ سڃاڻ به ٿئي ٿي، جنهن ڪري ٻارن جي پنهنجي سنڌي ڪلچر سان واقفيت به ٿئي ٿي. ۽ سڱابندين ۾ به مدد ملي ٿي. پرديس ۾ رهندڙن لاءِ وڏو مسئلو ٻارن لاءِ مناسب رشتا ڳولهڻ آهي. خاص طرح نياڻين لاءِ.

ساليانی گڏجاڻي ۽ ميلن جي سلسلي ۾ سانا ڏاڍو ڪم ڪري رهي آهي. هنن ڊسمبر 2005ع ۾ اها گڏجاڻي ڪراچيءَ ۾ ڪئي ۽ پوءِ سڄي سنڌ جو دورو ڪيو. هنن ڪي سنڌ بابت ذاتي جاڻ ٿي ۽ اسان ڪي به سنڌ ۾ خبر پئي ته اسان جا همدرد ۽ خير خواهه ٻاهر به وينا آهن. هن سال هنن پنهنجي گڏجاڻي آرلينڊو ۾ رکي آهي، جتي تفريح به ٿيندي ۽ ڪم به. سنڌ وارن جي مدد لا ۽ جيڪو موضوع رکيو آهي. يعني "درياهه جياپي لاءِ: سنڌو نديءَ ڪي بچايو" سو به اسان لاءِ تمام اهم آهي. انهيءَ ڏس ۾ خيالن جي ڏي وٺ سانا وارن لاءِ به مفيد ٿيندي ۽ جيڪي سنڌ مان ويندا. انهن جي به جاڻ ۾ به اضافو ٿيندو. انهيءَ ڏس ۾ سانا وارن مون ڪي به دعوت ڏني آهي. مون امريڪا ڪيترا ڀيرا ڏٺو اهي. آرلينڊو شهر به گهميل آهي. ڏسڻ واريون جايون ۽ شيون گهڻي ڀاڱي ڏسي چڪو آهيان. ڏسڻ ۽ گهمڻ هينئر منهنجو شوق ڪونهي. سيپٽمبر 11 واري واقعي ڪان پوءِ مسلمان ۽ پاڪستاني آمريڪا ۾ سٺي پوزيشن ۾ ناهن، پر موضوع اهڙو اهم آهي، جو انڪا رکرڻ ڏکيو آهي. پنهنجي مڪمل ڪوشش ڪندس ته سانا وارن ڪي انهيءَ موضوع تي جاڻ ڏيان. موٽ تي سنڌ واسين ڪي به باخبر رکندس.

(روزانه ڪاوش 18 مئي، 2007 حيدرآباد)

# بجليءَ جي بحران مان نڪرڻ جا ڪهڙا ڏڳ آهن؟

بجليءَ جي اڪيوٽ روز جو معمول آهي، جنهنڪري ماڻهن ۾ ڏاڍي پريشاني بي چيني آهي. ان جو اظهار جلوسن، ڌرڻن ۽ روڊن تي ٽائر ساڙڻ سان وقت به وقت ٿيندو رهي ٿو. ٻئي پاسي واپڊا ۽ حڪومتي ادارن جو چوڻ آهي ته جيستائين وڏا ڊيم نه ٺهندا، بجلي جو پورائو نه ٿيندو. ملڪ جي بجليءَ جي ضرورت هر سال 10 سيڪڙو وڌي ٿي. هينئر اٽڪل 20.000 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش آهي. انهيءَ حساب سان هر سال 2000 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي گهرج آهي. جيڪڏهن ٻئي ڊيم ڀاشا ۽ ڪالاباغ ٺاهيا به وڃن ته اهي اونهاري ۾ جڏهن ڊيمن ۾ پاڻي فل هوندو ته ڪل 6.900 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهندا. يعني 4500 ڀاشا ڊيم ۽ 2400 ڪالاباغ ڊيم. اهي رڳو ساڍن ٽن سالن جي گهرج پوري ڪندا. تنهن ڪان پوءِ ڇا ٿيندو؟ منهنجي خيال ۾ ٻئي ڊيم ناهڻ ڏکيا آهن. ڪالاباغ ڊيم ناهڻ تي صوبا راضي نه ٿيندا ۽ ڀاشا ڊيم سرڪار پاڻ نه ناهي سگهندي. جنهن جا هيٺان سبب آهن.

(1) ڊيم جي پاڻيءَ ۾ شاهراھ جا 110 ڪلو ميٽر ٻڏي ويندا.

(2) ڊيم تائين پهچڻ لاءِ 323 ڪلوميٽر موجود روڊن کي ويڪرو ۽ بهتر ڪرڻو پوندو.

(3) هندستان وارن اتي ڊيم ناهڻ تي اعتراض ڪيو آهي، جو ان ڊيم جي ڍنڍ ڪشمير ۾ وڃي ٿي، جنهن تي جهيڙو آهي.

(4) ڊيم بجلي استعمال ڪندڙ ڪارخانن ڪان پري هوندو جنهنڪري بجلي ڪٽي ايندڙ لائين تي تمام گهڻو خرچ ايندو.

(5) اترين علائقن کي ڊيم جي رائلٽي مان حصو کپي. جيڪو موجوده آئين مطابق انهن کي نٿو ڏيئي سگهجي، آئين ۾ ترميم ڪرڻي پوندي، جيڪا ڏکي آهي، ڇو ته سرحد صوبي وارا ناراض ٿيندا.

(6) پنجاب اڪيلي ڀاشا ڊيم ناهڻ تي خوش ناهي. جيستائين ڪالاباغ ڊيم به گڏوگڏ نه ٺاهيو وڃي. پنجاب وارن کي ناراض ڪرڻ ممڪن ناهي جو فوج به گهڻي ڀاڱي هنن جي آهي ۽ وفاقي حڪومت ۾ به انهن جا ماڻهو گهڻا آهن، ٻئي پاسي ٻيا صوبا ڪالاباغ ڊيم ناهڻ تي اصل راضي نه ٿيندا. پوءِ ڇا ڪرڻ

ڪيپي؟

بجلي رڳو پاڻي گڏ ڪندڙ ڊيمن مان ئي نٿي پيدا ٿئي. انهيءَ جي پيدا ڪرڻ جا ٻيا به ذريعا آهن. انهن ڪي ڏسڻ ڪيپي، ٻين ملڪن ۾ بجلي رڳو پاڻي گڏ ڪندڙ ڊيمن مان ئي نٿي پيدا ڪجي، پر گيس، تيل، ڪوئلي، ايٽمي ٻارڻ، سج، هوا ۽ ٻين ڪيترن ئي ذريعن وسلي به پيدا ڪجي ٿي. منهنجي خيال ۾ بجليءَ جي پيداوار وڌائڻ لاءِ هيٺين ڳالهين تي ڌيان ڏجي.

(1) بجلي پيدا ڪرڻ جي ترجيح مٽائجي.

(2) پن بجلي پيد ا ڪرڻ تي زور ڏجي، جيڪي run of river تي ڪم ڪن.

(3) ڪوئلي کي ترقي وناڻجي.

(4) هر هر پيدا ٿيندڙ بجلي (renewable energy) تي ڌيان ڏجي.

(5) جيترو ٿي سگهي قدرتي گيس تي بجلي پيدا ڪجي ۽ نوان ذريعا ڳولجن.

(6) بجلي استعمال جي ڪارڪردگي (efficiency) وڌائجي. اچو ته مٿين ڳالهين تي ڪجهه وڌيڪ روشني وجهون.

## (1) بجلي پيدا ڪرڻ جي ترجيح مٽائڻ:

هيڊرو ڪاربان انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان پنهنجي 2006ع واري رپورٽ ۾ پاڪستان ۾ بجلي پيدا ڪرڻ جي صلاحيت هيٺين ريت ڏني آهي.

گيس مان 50.4 سيڪڙو تيل مان 28.4 سيڪڙو پاڻيءَ مان 12.7 سيڪڙو ڪوئلي مان 7.0 سيڪڙو ايٽمي ٻارڻ مان 1.0 سيڪڙو ايل پي جي مان 0.5 سيڪڙو جيڪو ڪل ٿيو 100 سيڪڙو.

ڪنهن به شيءَ جي پيداوار ۾ ٻه ڳالهيون اهم آهن. هڪڙي انهيءَ جي قيمت جيڪو خريدار ڀري سگهي. انگريزيءَ ۾ ان کي affordable چئجي ٿو. ٻيو انهيءَ جي ملڻ جي خاطري يعني (Surety of Availability) بجليءَ جي سلسلي ۾ به اسان کي انهن ٻنهي ڳالهين جو خيال رکڻو پوندو. سيني کان سستي بجلي پن بجلي آهي. تربيلا مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ تي 75 پئسا في يونٽ خرچ اچي ٿو. پر اهو ان صورت ۾ جڏهن مور وصول ٿي ويو هجي. غازي برٿا مان اها قيمت 3.5 روپيا في يونٽ آهي، جو اڃا مور وصول نه ٿيو آهي. ڪوئلي مان پيدا

ٺيندڙ بجلي جي قيمت ٿهيل بجلي گهرن مان 3.5 روپيا ۽ نون بجلي گهرن مان 5 روپيا في يونٽ آهي. گيس مان پيدا ٿيندڙ بجلي تي 4 روپيا في يونٽ ۽ ايٽمي بجلي گهرن مان پيدا ٿيندڙ بجلي تي بہ 4 روپيا في يونٽ خرچ اچي ٿو. تيل مان پيدا ٿيندڙ بجلي تي 5 روپيا في يونٽ خرچ اچي ٿو. سج ۽ هوا مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ تي مٿين خرچ جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽو خرچ اچي ٿو. جو اهي نئين ٽيڪنالاجي آهن ۽ ٻاهران آڻيون پون ٿيون، جن جي هينئر قيمت تمام گهٽي آهي.

پن بجلي سستي آهي، پر هر وقت خاطري جوڳي ناهي، انهيءَ جي پيداوار دريائي وهڪرن تي دارومدار رکي ٿي. اونهاري ۾ جڏهن وهڪرا سنا تا ٿين ۽ ڊيمن جي سطح بہ تمام مٿي ٿئي ٿي تہ فل بجلي پيدا ٿئي ٿي. سياري ۾ وهڪرا گهٽجڻ کري ۽ ڊيمن جي سطح بہ هيٺ ٿيڻ کري اها پيداوار گهٽجي وڃي ٿي. پر اها پيداوار ماحول تي خراب اثر نٿي وجهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ -Environ) ment friendly) چئجي ٿو. پاڻيءَ کان پوءِ قدرتي گيس بہ بجلي پيدا ڪرڻ جو اعتبار جوڳو ذريعو آهي. پر هوريان هوريان گيس جا ذخيرا ختم پيا ٿين، اهوئي سبب آهي جو اسان ايران کان پائيپ لائين ذريعي گيس وٺڻ چاهيون ٿا. پر اها قيمت ۾ وڏيڪ آهي ۽ اسان کي ٻئي ملڪ تي مدار رکڻو پوي ٿو. ايٽمي بجلي ۾ ٻارڻ ۽ ان کي اجلائڻ جا مسئلا ٿين ٿا ۽ ايٽمي ريڪٽر ٻاهران وٺڻا پون ٿا. تيل بہ ٻاهران اچي ٿو. جنهن جي قيمت ۾ اوچتو تمام گهڻا چاڙهہ اچن ٿا. ڪڏهن بيرل 50 ڊالرن ۾ ٿو ٿئي تہ ڪڏهن 70 ڊالرن ۾. وري جيڪڏهن ڪٿي جنگ لڳي ٿي تہ انهيءَ جي پهچڻ جو مسئلو پيدا ٿي ٿو پوي. ڪوئلو هڪ مقامي شيءِ آهي ۽ اسان وٽ ان جا تمام وڏا ذخيرا آهن. ماحول تي ان جا خراب اثر پون ٿا. پر جڏهن ٻيا ملڪ انهيءَ مان تمام گهٽي بجلي پيدا ڪن ٿا تہ اسان کي ڪير جهليندو. شمسي ۽ هوا تي پيدا ٿيندڙ بجلي بہ ايترو اعتبار جوڳي ناهي. جيڪڏهن سج آهي تہ شمسي توانائي بہ آهي. پر جيڪڏهن ڪڪر اچي ٿا وڃن تہ اها ختم ٿيو وڃي. ساڳي نموني جيڪڏهن هوا آهي تہ هوائي بجلي بہ آهي. جڏهن سياري ۾ هوا بند ٿي وڃي ٿي تہ اها بجلي بہ ختم ٿي وڃي ٿي.

مٿين ڳالهين کي نظر ۾ رکي اسان جي پهرين ترجيح پن بجلي، ٻي ترجيح ڪوئلو ۽ ٽين ترجيح قدرتي گيس ٿيڻ کپي. چوٿين ترجيح تيل ۽ پوءِ ايٽمي، شمسي ۽ هوائي، پر هر صورت ۾ اسان کي تيل تي دارومدار گهٽائڻو پوندو.

## (2) پن بجلي پيدا ڪرڻ تي زور:

ڊيمن ۾ پاڻي جمع ڪري بجلي پيدا ڪرڻ بدران اسان ڪي رن آف دي رور منصوبن تي زور ڏيڻ کپي. جن تي ڪي تڪراري مامرا ڪونهن، مان ڪجھ منصوبن جا نالا انهن جي پيداواري صلاحيت سان گڏ هيٺ ڏيان ٿو:

داسو (3712 ميگا واٽ) تنگس (625 ميگا واٽ) بلبو (710 ميگاواٽ) رائي ڪوٽ (670 ميگا واٽ) پتڻ (1172 ميگاواٽ) ٿاڪوٽ (1043 ميگاواٽ) نيلم جهلم (969 ميگا واٽ) ڊوبان (425 ميگاواٽ) بنجي (5450 ميگاواٽ). مٿين مان بنجي ۽ نيلم جهلم جو مان خاص طور سان تفصيل ڏيندس.

## بنجي (سنڌو درياھ تي)

گلگلت شهر کان ڪجھ هيٺ سنڌوءَ تي هڪ جاءِ آهي، جنهن کي بنجي چئجي ٿو. اتي بجلي پيدا ڪرڻ جو وڏو اسڪوپ آهي. واپڊا وارن بجلي پيدا ڪرڻ جي اتي فزيبلٽي ڪرائي آهي، جنهن مطابق هتي Diversion tunnel ٺاهي. هڪ سرنگ مان پاڻي لنگهائي 425 فوٽ جو فال پيدا ڪري انهيءَ ڪرنڌڙ پاڻي ذريعي 453 ميگاواٽ جي 12 ٽربائن ذريعي 5450 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪري سگھبي. هتي ڪا آبادي ڪونهي ۽ منصوبو ماحول دوست آهي. جاپاني ايپاس ڪنڌڙ انهيءَ کي زلزلي پروف ڊيزائن ڪيو آهي. هتي قيمت جو ڪاٿو 3.8 ارب ڊالر لڳايو ويو آهي ۽ هي ڇهن سالن ۾ پورو ٿي سگھي ٿو. هتي بجليءَ جي پيداوري قيمت 3 سينٽ (هڪ روپيو 50 پئسن) کان بہ گھٽ آهي. غازي بڙوٿا تي اها قيمت 3.50 رپيا آهي.

## نيلم جهلم، (جهلم درياھ تي)

انهيءَ منصوبي ۾ نيلم درياھ تي جيڪو جهلم درياھ جو معاون درياھ آهي، اٽڪل 450 ڊگھو ۽ 180 فوٽ وارو ڊيم ٺاهي 9،800 ڪيوسڪ پاڻي هڪڙي سرنگ ذريعي ڪٽي جبل ٽپائي 969 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪري سگھبي. سرنگ جي ڪل ڊيگھ 32.5 ڪلوميٽر يعني 20 ميل هوندي. اتي

جيڪو فال پيدا ٿيندو. سو 1378 فوٽ هوندو. اتي 4 ٽربائن هنيون ويندين. خرچ جو ڪاٿو 84 ارب روپيا يا 1.4 ارب ڊالر لڳايو ويو آهي. انهيءَ منصوبي جي فيزيبلٽي ڊيزائن ۽ نقشا ناروي ملڪ جي مدد سان 1997ع ۾ مڪمل ڪيا ويا. ان جو پي سي ون سال 2002ع ۾ منظور ڪيو ويو. ٽينڊرن واري ڪم جا ڪاغذ تيار ڪرڻ لاءِ نيسپاڪ کي چونڊيو ويو. سال 2006 ۾ ٽينڊر گهرايا ويا ۽ هڪڙي فرم نالي CGGS-CMEC کي چُونڊيو وِيو. پر انهيءَ اسان ڳالهيون هلن ٿيون. اجا انهن کي ورڪ آرڊر نہ مليو آهي. انهيءَ منصوبي تي 40 ڪروڙ روپيا خرچ ٿي چڪا آهن. ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ انهيءَ منصوبي کي وڏيڪ اينگهائڻ بدران انهيءَ تي جلد ڪم شروع ڪرڻ کپي تہ بجليءَ جي کوٽ گهٽائي سگهجي.

## (3) ڪوئلي کي ترقي وٺرائڻ:

دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڪوئلي جو حصو توانائي پيدا ڪرڻ واري ڏس ۾ تمام گهڻو آهي، آمريڪا ۾ ڪوئلي ۾ اهو 23 سيڪڙو چين ۾ 67 سيڪڙو ۽ هندوستان ۾ 55 سيڪڙو آهي. جڏهن تہ پاڪستان ۾ رڳو 7 سيڪڙو آهي. وري جيڪڏهن سڄي دنيا ۾ سراسري حصو وٺون تہ ڪوئلي جو حصو 48.7 سيڪڙو آهي. ڇا انهيءَ گهٽ حصي جو سبب اهو تہ ناهي تہ اسان وٽ ڪوئلو ڪونهي؟ جيالا جيڪل سروي آف پاڪستان مطابق اسان وٽ ٿر ۾ 175 ارب ٽن ڪوئلو 9000 چورس ڪلوميٽر ايراضي ۾ پکڙيل آهي. جنهن ۾ 2.7 ارب ٽن جي ماپ ٿيل آهي. يعني اهو خاطري وارو آهي ۽ ڪڍي استعمال ڪري سگهجي ٿو. باقي بچيل جي اجا ماپ نہ ٿي آهي .ايترا ذخيرا هوندي بہ پاڪستان ۾ ڪوئلي جي پيداوار سال 2006ع 2005ع ۾ هيٺين ريت ٿي.

بلوچستان 20 لک ٽن پنجاب 6 لک ٽن سنڌ 0 لک ٽن، سرحد 3 لک ٽن، جيڪو ڪل ٿيو 29 لک ٽن.

سنڌ جي پيداوار ۾ انهيءَ ڪري ٻڙي رهي جو لاکڙا ۽ جهمپير مان ڪوئلو نہ ڪڍيو ويو. وري خراب صورتحال اها رهي جو 116 ارب روپين جو اٽڪل 28 لک ٽن ڪوئلو ٻين ملڪن کان گهرايو ويو. ڇا اها صورتحال جٽادار آهي؟ هرگز نہ، سرڪار کي کپي تہ ڪوئلي کي هنگامي بنيادن تي ترقي وٺرائي ۽ بجليءَ جي پيداوار 7 سيڪڙي مان وڌائي 50 سيڪڙو ڪوئلي مان ڪئي وڃي.

## (4) Renewable Energy پيدا ڪرڻ تي زور:

هر هر پيدا ٿيندڙ بجلي هيٺئر مهانگي آهي ۽ اعتبار جوڳي بہ ناهي. پر تنهن هوندي بہ انهيءَ جي پيداوار وڌائڻ ضروري آهي. سج جي روشنيءَ تي پيدا ٿيندڙ بجلي اهڙن علائقن ۾ پاسن ۾ ضروري آهي، جتي گرد اسٽيشن نتا هٽي سگهجن. جيئن ڪاڇي ۽ ٿر ۾ اها بجلي ماحول دوست بہ آهي. هوا جي طاقت سان پيدا ٿيندڙ بجلي وري ٺٽي ۽ بدين واري پاسي فائدو ڏيئي سگهي ٿي.

## (5) قدرتي گيس مان بجلي ۽ نوان ذريعا ڳولڻ:

قدرتي گيس مان پيدا ٿيندڙ بجلي اعتبار جوڳي آهي. سرڪار انهيءَ جو صحيح استعمال ڪري رهي آهي. جو اٽڪل 50 سيڪڙو بجلي انهيءَ مان پيدا ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ جو استعمال ٽرانسپورٽ ۾ بہ وڌي رهيو آهي. جنهنڪري اسان جو تيل امپورٽ ڪرڻ جو خرچ وڌيڪ نہ وڌندو. ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ اسان گيس جا نوان ذريعا ڳولهيون ۽ انهيءَ ڏس ۾ پنهنجون ڪوششون تيز ڪري ڇڏيون.

## (6) بجلي استعمال جي ڪارڪردگي (Efficiency) وڌائڻ:

اسان بجلي پيداوار ڪيتري بہ ڇو نہ وڌايون، وڌندڙ گهرج کي پورو ڪري نہ سگهبو. جيستائين اسان بجلي جي ڪارڪردگي نہ وڌائينداسين. يعني گهربل فائدو يا آرام ٿوري بجليءَ مان حاصل نہ ڪنداسين. آمريڪا ۾ يورپ وارا انهيءَ ڳالهہ کي سمجهي ويا آهن. هنن مطابق بجلي يا توانائيءَ جو استعمال هيٺين ڳالهين سان سڌاري سگهجي ٿو.

(1) جاين ۾ انسوليشن وڌائڻ سان تہ جيئن اندرين ٿڌ يا گرمي ٻاهر نہ نڪري.

(2) جاين جي ڇتين ۽ ڪليل هنڌن تي اهڙي پينٽ هڻڻ تہ جيئن روشني موٽ ڪائي يعني reflect ٿئي

(3) بجلي گهٽ استعمال ورا بلب، استريون ايئرڪنڊيشنر فرج استعمال ڪريون. جن کي Energy Saver چئجي ٿو. مثال طور اڳي دري وارا

ايئرڪنڊيشنر استعمال ٿيندا هئا. هاڻي Split ايئرڪنڊيشنر اچي ويا آهن، جن تي بجليءَ جو خرچ اڌ ٿي ويو آهي.

(4) ڪارخانن کي سڌاريون تہ جيئن بجليءَ جو واپرائڻ گهٽجي.

(5) گاڏين ۾ نئون پٽرول استعمال ڪجي تہ جيئن گهٽ پيٽرول تي سٺو مائليج ڏين، ٽائرن ۾ هوا مناسب رکجي. ضروت هجي تہ رفتار گهٽائجي تہ جيئن پارٽ جي کپت گهٽجي.

مٿيون ڳالهيون اسان کي عجيب لڳنديون. پر عالمي سطح تي عجيب ناهن ۽ هنن جو اثر هاڻي پاڪستان ۾ بہ پهچڻ شروع ٿي ويو آهي. هڪڙي انگريزي اخبار جي خبر مطابق اڳوڻي آمريڪي صدر ڪلنٽن هڪ فائونڊيشن ٺاهي آهي. جنهن جو نالو ڪلنٽن فائونڊيشن آهي. هن صاحب تازو آمريڪا جي شهر نيويارڪ ۾ ڪيترن شهرن جي ميئرن سان گڏجاڻي ڪئي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو تہ عالمي مالياتي ادارن هڪ ارب ڊالر انهيءَ مقصد لاءِ ڏيڻا ڪيا آهن تہ 16 شهرن جي ميونسپالٽي وارين بلڊنگن کي نئون ڪجي. انهيءَ نئين ڪرڻ ۾ ٿڌي يا گرم ڪرڻ جي نظام ۽ روشنين ڏيڻ وارين شين کي توانائي بچائڻ وارين شين سان مٽائڻ، ڇتين کي اڇو ڪرڻ ۽ روشني موٽائڻ (Reflectior) واريون شيون هڻڻ، درين کي انسوليشن ڏيڻ ۾ اهڙا بندوبست ڪرڻ جو وڌيڪ روشني اندر اچي ۽ اهڙا اوزار هڻڻ تہ جيئن روشني ۽ ايئرڪنڊيشنگ جي ڪارڪردگي بهتر ٿئي جهڙا اپاءَ شامل آهن. ڪلنٽن فائونڊيشن جو چوڻ آهي تہ ائين ڪرڻ سان 20 کان 50 سيڪڙو بجلي جي بچت ٿيندي. انهيءَ ڪري نہ رڳو بجليءَ جو خرچ گهٽ ٿيندو بلڪ ماحول تي بہ سٺو اثر پوندو. ڇاڪاڻ جو ڪاربان جو نڪرڻ بہ گهٽجي ويندو. جيڪي شهر هنن انهيءَ مقصد لاءِ چونڊيا آهن تن ۾ پاڪستان جي ڪراچي شهر کان علاوه آمريڪا جا شهر نيويارڪ، شڪاگو، هيوسٽن، ڪينيڊا، جو شهر ٽورنٽو ميڪسڪو جو شهر ميڪسڪو سٽي، انگلينڊ جو شهر لنڊن، جرمنيءَ جو شهر برلن، جاپان جو شهر ٽوڪيو اٽليءَ جو شهر روم، هندستان جو شهر دهلي، ڏکڻ ڪوريا جو شهر سئول، ٿائيلينڊ جو شهر بئنڪاڪ، آسٽريليا جو شهر ملبورن، برازيل جو سوپائلو ۽ ڏکڻ آفريڪا جو شهر جونسبرگ شامل آهن.

الله سائين انسان کي بي انت ذهني ۽ جسماني طاقتون ڏنيون آهن، اهڙي

ڪا ڏکيائين يا مشڪل ڳالهہ ناهي، جنهن تي ڪنٽرول نہ ڪري سگهجي. رڳو ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ هو نيت صحيح رکي ۽ صحيح ڏس ۾ ڪم ڪري ۽ مامرن ۾ نہ اٽڪي. جڏهن چند انسان جي قدمن هيٺ اچي چڪو آهي تہ بجليءَ جو بحران ڪهڙي شيءِ آهي. فارسيءَ واري شاعر چيو آهي:

مرد باشد کي هراسان نہ شود
مشکلي نيست کي آسان نہ شود

(مڙس ماڻهو کي گهبرائڻ نہ کپي، اهڙي ڪا ڏکيائي ڪانهي، جيڪا سولي نہ ٿي سگهي).

(روزانہ ڪاوش 24 مئي 2007 حيدرآباد)

# پاڻيءَ منجهہ پساهہ!

سنهي سئي سبيءَ مون مارن سين ساهہ،
ويٺي ساريان سومرا، گولاڙا ۽ گاهہ
هنيون منهنجو هت ٿيو، هت مٺي ۽ ماهہ
پکن منجهہ پساهہ، قالب رهي ڪوٽ ۾!

مارئي عمر سومري جي قيد ۾ رهي پنهنجي ديس ۽ ديس وارن کي سارينديِ رهي ٿي ۽ انهن جي پکن ۾ سندس ساهہ اٽڪيل رهي ٿو. هيئنر سنڌ ۽ سنڌ وارن جو ساهہ سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان سبيل آهي. جنهن کي ڏينهون ڏينهن گهٽائڻ جا سانباهہ ٿي رهيا آهن. هڪڙي پاسي نوان واهہ پيا نڪرن جن کي اٽل واهہ جو نالو ڏيئي اهو باور ڪرايو وڃي ٿو تہ اهي رڳو ٻوڏ واري وقت ۾ پاڻي کڻندا، پر جڏهن نهي ويا تہ انهن کي ڪير روڪيندو؟ جيڪي واهہ سجو سال پاڻي کڻندا، سي واهہ آهن، گريٽر ٿل ڪينال، ڪڇي ڪينال ۽ رينِي ڪينال، ڪوٽ وارن سالن ۾ جڏهن اهي واهہ سجو سال هلندا تہ انهن جو اثر سنڌ تي ٿي ٿيندو چاڪاڻ جو سنڌ پاڪستان جي دريائي نظام جي پڇڙي آهي ۽ چوندا آهن تہ پڇڙي جو جڏهن پاڻي گهٽ هجي تہ سڪي، پر جڏهن وڌيڪ هجي تہ ٻڏي.

ٻئي پاسي ڊيم ٺاهي سنڌوءَ کي گهٽي ڏيڻ جو بندوبست ٿي رهيو آهي، اهو گهٽو سنڌوءَ کي نہ پر سنڌ کي ايندو. 5 هزار سال پراڻي موئن جي دڙي واري تهذيب جو جياپو سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي آهي، ڊيم ٺاهي ملڪ کي ترقي وٺرائڻ بدران 5 هزار سالن پراڻي تهذيب کي ميسارڻ چاهيو ٿيا. ڪراچي شهروارا سمجهن ٿا.تہ ڊيمن ٺاهڻ واري ڳالهہ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جو مسئلو آهي نہ کي ڪراچي شهر جو. پر اهي ڀليل آهن ڪراچي جي پيئڻ جو پاڻي سنڌوءَ مان ڪينجهر ڍنڍ وسيلي ڪراچي پهچي ٿو. ڪراچيءَ کي ٻيا ذريعا ڊملوٽي وارا کوهہ ۽ حب ڊيم آهن. ڊملوٽي وارا کوهہ ختم ٿي ويا آهن ۽ انهن مان نالي ماتر پاڻي ملي ٿو. حب ڊيم مان 100 ملين گيلن في ڏينهن يعني 185 ڪيوسڪ پاڻي ملي ٿو. جڏهن تہ سنڌوءَ مان 1200 ڪيوسڪ پاڻي ملي ٿو گذريل سالن ۾ برسات نہ ٿيڻ ڪري حب ڊيم ڪيترا سال خالي رهيو ۽ ان مان پاڻي نہ ملي سگهيو. خبر پئي تہ ڪراچيءَ لاءِ پيئڻ جي پاڻيءَ جو جٽادار ذريعو سنڌوءَ درياءَ ٿي آهي. ڊيمن بابت صدر صاحب 17 جنوري 2006ع تي سنڌو درياهہ تي سال 2016ع تائين

تي ڏيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. يعني پاشا اکوڙي، ۽ ڪالاباغ ڊيم. پاشا تي هڪدم ڪم شروع ڪرڻ جو چيو ۽ ڪالاباغ لاءِ چيائين ته، ان تي اتفاق راءِ پيدا ڪيو ويندو. هن سال جي بجيٽ ۾ انهن ڊيمن لاءِ چون ٿا ته 40 ارب روپيا رکيا ويا آهن.

ڊيم ٺاهڻ لاءِ وڏو مسئلو پئسن جو آهي، پاڪستان سرڪار وٽ ايترا پئسا ڪونهن جو ڊيم ٺاهي سگهي. انهيءَ لاءِ عالمي مالياتي ادارن ڏي نهارڻو پوي ٿو. اڳي به سنڌ طاس معاهدي وارا ڪم عالمي بينڪ جي تعاون سان ڪيا ويا هئا. عالمي بينڪ چاهي ٿي ته قرض ڏئي، پر انهن جو مثال انهيءَ پڪيءَ جو آهي، جيڪو ٺڪاون واري هنڌ نٽو لهڻ چاهي. سانت ۽ سڪون وارو ماحول هجي ته پڪي لهي سگهندو. تجربي طور هڪ ارب ڊالر قرض ڏيڻ جو چيو آهي سال 2010ع تائين، پر ڊيمن کان علاوه ٻين آبپاشي منصوبن لاءِ انهيءَ قرض دوران هو ڏسندا ته ماحول ٺيڪ هوندو ته ڊيمن لاءِ قرض ڏيندا. انهيءَ ڏس ۾ هنن پنهنجي سال 2005ع واري رپورٽ جنهن جو عنوان آهي " Water Econnmy Running Dry" ۾ مٿين ڳالھ جو هيلين ريت ذڪر ڪيو آهي.

"هڪ اهم مسئلو جيڪو مٿي چاٽايل پروگرام ۾ ڪونهي سو اهو آهي ته مٿين پروگرام ۾ هلڻ دوران جيڪڏهن پاڪستان سرڪار پاڻي ۽ بجليءَ جي ضرورتن لاءِ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪري ته عالمي بينڪ انهيءَ لاءِ مدد ڪندي، پاڪستان سرڪار سان ڳالهيون ڪرڻ مهل اهو مڃيو ويو آهي ته جيڪڏهن ڊيم جي اقتصادي، فني، معاشرتي، ماحولياتي، ادارتي، مالي ۽ تجارتي فيزيبلٽي قائم ٿي وڃي ٿي ۽ انهيءَ سان گڏ اداراتي سڌارا به ڪيا وڃن ٿا. سيڙپڪاري صوبائي سطح تي واهن جي ڪمانڊ ۽ ٻني جي سطح تي ڪئي ويندي ته جيئن پاڻيءَ جو استعمال صحيح ٿي سگهي ته پوءِ عالمي بينڪ ڊيم ٺاهڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ اچي سگهي ٿي."

تازو ڪراچيءَ مان نڪرندڙ هڪ انگريزي اخبار مطابق بينڪ مٿين ڳالھ تان به ڦري وئي آهي. هنن هاڻي وڏن ڊيمن لاءِ پئسا ڏيڻ لاءِ انهيءَ ڪري انڪار ڪري ڇڏيو آهي جو انهن ڪي ڪجھ مالي رنڊڪون آهن. ۽ انهن ڊيمن جي ٺهڻ ڪري ڪيترائي ماحولياتي ۽ نئين سر آبادي بحاليءَ وارا اهڙا مسئلا پيدا ٿيندا. جن جو حل ٿيڻ ڏکيو ٿو نظر اچي. چون ٿا ته بينڪ وارن پاڪستان سرڪار کي ڪالاباغ ڊيم تي سياسي اتفاق راءِ پيدا ڪرڻ ۽ انهيءَ جي ٺهڻ ڪري پيدا ٿيندڙ ماحولياتي ۽ متاثر ماڻهن جي بحالي وارا مسئلا طئي ڪرڻ لاءِ چيو آهي، بينڪ وارن جو وڏيڪ چوڻ آهي ته هڪ ڊيم تي اٽڪل 6 کان 8 ارب ڊالرز خرچ ايندو.

جيڪو اڪيلي سر عالمي بينڪ لا ۽ ڏيڻ ڏکيو آهي. انهيءَ مقصد لاءِ عالمي بينڪ کي عالمي مالياتي ادارن جي ڪنسورشيم ٺاهڻي پوندي. پر ٻين مالياتي ادارن انهيءَ سيڙپڪاري جي موٽ وصولي کي اعتراض جوڳو قرار ڏنو آهي ۽ هنن عالمي بينڪ کي چيو آهي تہ پهرين انهن ڊيمن جي تفصيلي فيزيبلٽي تيار ڪن تہ جيئن انساني حقن واري تنظيمن ۽ غير سرڪاري تنظيمن جي ماحولياتي ۽ ٻيهر آبادڪاري بابت مستقبل ۾ ٿيندڙ نڪتہ چيني ۽ اعتراضن کان بچي سگهي. ياد رهي تہ في الحال ٿيندڙ فيزيبلٽي رپورٽن ۾ ڊيمن ٺهڻ ڪري سيئي متاثر ٿيندڙ ماڻهن جو خيال نٿو رکيو وڃي. جهڙوڪ ڪچي جا رهاڪو يا ڊيلٽا ۾ رهندڙ ماڻهو مهاڻا ۽ چوپائي مال وارا. عالمي بينڪ وارا وڏيڪ چون ٿا تہ في الحال هو 50 ڪروڙ کان هڪ ارب ڊالر تائين جو قرض ڏيئي سگهن ٿا. جيڪو اها ڊيم ٺاهڻ لاءِ ناڪافي آهي. تنهنڪري هو ڊيم ٺاهڻ لاءِ پنهنجي مڙسي ڪري. هنن انهيءَ ڏس ۾ ٻين جو مثال ڏنو آهي. جن بنا ڪنهن عالمي مالياتي اداري جي مدد سان ڪيترا ڊيم ٺاهيا آهن. عالمي بينڪ ٻين مالياتي ادارن وانگر سيڙپڪاري جي موٽ وصولي تي ڪيترا خدشا ۽ انومان ٻڌايا آهن.

تازو عالمي بينڪ وارن اسلام آباد ۾ هڪ سيمينار ڪرايو جنهن ۾ اهو رايو پيش ڪيو ويو تہ پاڪستان سرڪار ڊيم ٺاهڻ لاءِ تجارتي قرض (Com-mercial loan) وٺي. ياد رهي تہ تجاتي قرضن تي وياج 15 کان 20 سيڪڙو ٿئي ٿو ۽ انهن قرضن تي ٺاهيل ڊيم اقتصادي طرح فزيبل نہ ٿيندا.

منهنجي ذاتي راءِ ۾ عالمي مالياتي ادارن کان ڊيم ٺاهڻ لاءِ قرض ملڻ ڏکيو آهي، پر اها هڪ عارضي صورتحال آهي، جنهن ۾ ڪڏهن بہ ڦير گهير اچي سگهي ۽ اسان کي پنهنجي جياپي ۽ وجود لاءِ ڊيمن واري معاملي تي ڪڏهن بہ ڍرو نہ ٿيڻ کپي. منهنجي خيال ۾ شاهہ صاحب جو مضمون جي شروع ۾ لکيل شعر جنهن ۾ مارئي جو پساهہ پکن ۾ آهي، اهو شعر سنڌ وارن لاءِ هيئين ريت ترميم ڪري پيش ڪري سگهجي ٿو.

سنهي سئي سبيون سنڌوءَ سين ساهہ
وينا ساريون سيئي گوباڙا ۽ گاهہ.
هنيون ساڻ سنڌو ٿيو، باقي مٽي ۽ ماهہ
پاڻيءَ منجهہ پساهہ، دلڙي رهي درد ۾.

# وڏا ڊيم، سنڌ ۽

## پرڏيھ ۾ رھندڙ سنڌي

مون پنهنجي هڪ مضمون ۾ جيڪو ڪاوش ۾ "پرديس ۾ رهندڙ سنڌي سنڌ لاءِ ڪهڙو درد رکن ٿا؟" جي عنوان سان 18 مئي تي ڇپيو هو. ان ۾ مون ٻڌايو هو ته، سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا يعني SANA پنهنجو 23 هون سالانه اجلاس 30 جون کان پهرين جولاءِ 2007ع تي آمريڪا جي رياست فلوريڊا جي گاديءَ واري شهر آرلينڊو ۾ رکيو آهي. اهو شهر ڊزني ورلڊ ۽ ايپڪاٽ سينٽر جي ڪري سڄي دنيا ۾ مشهور آهي ۽ سڄي دنيا مان شوقين ماڻهو انهيءَ ڪي ڏسڻ لاءِ اچن ٿا. اصل ڊزني لينڊ آمريڪي رياست ڪيليفورنيا جي شهر لاس اينجلس ۾ آهي. پر اهو شهر پراڻو ٿي چڪو آهي ۽ هي انهيءَ جو نئون ماڊل آهي. ساليانى گڏجاڻيءَ ۾ ٿيندڙ سمينار جو عنوان آهي: "Rivers for life: Save Indus" يعني "درياھ جيئاپي لاءِ: سنڌوءَ کي بچايو." هنن مون کي به انهيءَ سيمينار ۾ شرڪت جي دعوت ڏني ۽ مون کي جنهن عنوان تي پريزنٽيشن لاءِ چيو ويو. اهو آهي.

Mega water Projects: their adverse impact on agriculture, environment, and eco system lower riparian province and priorities of world bank and other international financial institution.

(ترجمو: پاڻي جا وڏا منصوبا ۽ انهن جو هيٺين حصيدار صوبي جي زراعت، ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت تي پوندڙ خراب اثر ۽ عالمي بينڪ ۽ ٻين عالمي مالياتي ادارن جون ترجيحات. "مون انهيءَ سيمينار ۾ شرڪت لاءِ پهرين جون تي ويزا لاءِ درخواست ڏني. مون انهيءَ درخواست ۾ ٻڌايو هو ته، مان سيمينار اٽينڊ ڪرڻ لاءِ 27 جون تي روانو ٿيندس پر هنن مون کي اسلام آباد ۾ انٽرويو لاءِ 25 جولاءِ جي تاريخ ڏني، جيستائين مان انٽرويو تي وڃان، تيستائين سيمينار ختم ٿي وڃي ها. ويزا نه ملڻ ڪري مان سيمينار ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آمريڪا نه وڃي سگهيس. مان سيمينار ۾ ته شريڪ نه ٿي سگهيس، پر دل

سيمينار وارن سان رهي، مون پنهنجي اٽڪل 40 صفحن تي تيار ڪيل پريزنٽيشن هنن کي اي ميل تي موڪلي ڇڏي، تہ جيئن منهنجي بدران ڪو ٻيو اها پريزنٽيشن ڪري. مون ان کي هيٺين حصن ۾ ورهايو هو:

(1) وڏو ڊيم ڇا کي چئجي ٿو؟
(2) وڏن ڊيمن جي ٺاهڻ جو عروج.
(3) وڏن ڊيمن جا فائدا.
(4) وڏن ڊيمن جا نقصان.
(5) سنڌوءَ تي وڏا ڊيم ڇو نہ ٺهڻ کپن؟
(6) وڏن ڊيمن جو سنڌ تي اثر.
(7) عالمي بينڪ ۽ ٻين عالمي مالياتي ادارن جون ترجيحات
(8) وڏن ڊيمن جا متبادل.

جيتوڻيڪ مضمون ۽ پريزنٽيشن ۾ تمام گھڻو تفاوت ٿئي ٿو ۽ پريزنٽيشن واريون سيئي ڳالهيون مضمون ۾ نٿيون اچي سگھن. تنهن هوندي بہ مان سنڌ وارن سان پريزنٽيشن ۾ ڪيل ڳالهيون مختصر نموني ونڊڻ چاهيان ٿو.

## (1) وڏو ڊيم ڇا کي چئجي ٿو

ڊيمن جي عالمي ڪميشن يعني ICOLD مطابق وڏي ڊيم جي تعريف هيٺين ريت آهي:

(1) اهو ڊيم، جنهن جي بنيادن کان چوٽيءَ تائين عمق 15 ميٽر (اٽڪل 50 فوٽ) يا انهيءَ کان مٿي هجي.

(2) 10 کان 15 ميٽرن (يعني 33 فوٽن کان 50 فوٽ) جو ڊيم بہ وڏو ڊيم سڏي سگھجي ٿو.

جيڪڏهن ان ۾ هيٺين ڳالهين مان ڪا ڳالهہ هجي:

(الف) جيڪڏهن بند جي چوٽيءَ واري ڊيگھہ 500 ميٽر يا انهيءَ کان مٿي هجي.

(ب) جيڪڏهن ڍنڍ ۾ ڏهہ لک ڪيوبڪ ميٽر پاڻي گڏ ٿي سگھي.

(ج) جيڪڏهن وڏ ۾ وڌ اينڊڙ ٻوڏ 2000 ڪيوبڪ ميٽر في سيڪنڊ هجي.

(د) جيڪڏهن بنيادن ٺاهڻ ۾ ڏکيا مسئلا هجن، يا وري جيڪڏهن ڊيم

جي ڊيزائن غيرمعمولي هجي.

ڊيم جي پيٽ ۾ بيراج ۾ درهوندا آهن ۽ اهي پاڻيءَ جي ليول ايتري مٿي ڪندا آهن تہ جيئن واهن ۾ پاڻي وهي سگهي. بيراجن ۾ پاڻي ذخيرو نہ ٿيندو آهي. ڊيم جابلو علائقن ۾ ٺهندا آهن ۽ بيراج ميداني علائقن ۾.

## (2) وڏا ڊيم ٺاهڻ جو عروج

دنيا ۾ سال 1930ع کان 1970ع تائين وڏا ڊيم ٺاهڻ تي تمام گهڻو زور رهيو ۽ انهن جي ٺاهڻ جي رفتار 1970ع تي چوٽ تي هئي، جڏهن هر ڏينهن 2 کان 3 وڏا ڊيم ڪم ڪرڻ شروع ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ وڏا ڊيم ٺاهڻ جو مطلب ترقي ۽ اقتصادي خوشحالي سمجهيو ويندو هو.

## (3) وڏن ڊيمن جا فائدا

ويهين صديءَ ۾ 45000 کان مٿي وڏا ڊيم ٺاهيا ويا. جن دنيا جي ماڻهن جون کاڌي خوراڪ، بجلي، ٻوڏ کان بچاءُ ۽ پيئڻ جي پاڻيءَ جون ضرورتون پوريون ڪيون. دنيا ۾ 30 کان 40 سيڪڙو آبپاشيءَ وارو پاڻي ڊيمن ذريعي ملي ٿو ۽ دنيا ۾ 19 سيڪڙو بجلي ڊيمن ذريعي پيدا ٿئي ٿي.

## (4) وڏن ڊيمن جا نقصان

هوريان هوريان ڊيمن بابت فائدن کان سواءِ وڌيڪ معلومات ملڻ لڳي، جنهن مان خبر پئي تہ ڊيمن جا ماڻهن، ماحول ۽ جهنگلي جيوت تي تمام گهڻا خراب اثر پيا آهن. سڄي دنيا ۾ ڊيم ٺهڻ ڪري 4 ڪروڙ کان 8 ڪروڙ ماڻهو بي گهر ٿيا ۽ ڊيم ٺهڻ ڪري 60 سيڪڙو درياهن تي اثر پيو. مٿين علائقن ۾ ڊيم ٺهڻ ڪري نقصان دراصل ڊيم جي ڍنڍ ٺهڻ ڪري ٿيا ۽ هيٺين علائقن ۾ درياهہ جا وهڪرا گهٽجڻ ڪري نقصان ٿيا.

## (5) سنڌو تي وڏا ڊيم ڇو نہ ٺهڻ کپن؟

تهذيبون درياهہ جي ڪنارن تي ترقي وٺن ٿيون ۽ وڌن ٿيون. دنيا جي 5000 پراڻي موهن جي دڙي واري تهذيب سنڌو درياهہ جي ڪناري تي وڌي آهي.

انهيءَ پراڻي تهذيب جو جيئاپو ۽ وجود سنڌو درياهه جي پاڻيءَ تي آهي. اسان انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون تہ سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان ڊيم ٺاهڻ واري هٺ ڇراند سنڌ ۾ انهيءَ جي رهندڙن تي خراب اثر وجهندي. صدر پاڪستان جي جوڙيل پاڻي بابت فني ڪاميٽي جي چيئرمين اي اين جي عباسي پنهنجي رپورٽ ۾ ٻڌايو آهي تہ، هر سال نئين ڊيم ڀرڻ لاءِ پاڻي ڪونهي، جنهن جا تفصيل هن هيٺين ريت ڏنا آهن:

(1) ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وينڌڙ سراسري پاڻي: 2. 35 ايم اي ايف (2) هندستان جو الهندي درياهن تي حق: 2 ايم اي ايف (3) افغانستان ڪابل درياهه مان ڪٽندو: 0.5 ايم اي ايف (4) منگلا جو ذخيرو وڌندو: 2.9 ايم اي ايف (5) اٽل واهه ڪٽندا: 4.8 ايم اي ايف (6) پٽ فيڊر وڌائڻ: 0.1 ايم اي ايف (7) ايل بي او ڊي جي گهرج: 2.2 ايم اي ايف (8) گومل زم ڊيم ڪٽندو: 1.0 ايم اي ايف (9) ٿاهه ۾ گهٽ ڪنيل پاڻي: 11.95 ايم اي ايف (10)

ڪوٽڙي ڪان هيٺ گهرج: 10 ايم اي ايف. ان ڪان پوءِ باقي جيڪو پاڻي بچندو: 0.25 ايم اي ايف (-)

(7) وڏن ڊيمن جو سنڌ تي اثر:

(i) وهڪرا گهٽجڻ ڪري ڪڇي جي 5لک ايڪڙ ايراضي تي اثر پوندو.

(ii) انڊس ڊيلٽا ۾ تمر جي ٻيلن جي 294.000 ايڪڙ ايراضي تي اثر پوندو.

(iii) مڇي ۽ گانگٽن جي پيداوار گهٽبي.

(iv) پاڻي گهٽجڻ ڪري ڊيلٽا ۾ مال مويشي مرندو.

(v) جهنگلي جيوت تي اثر پوندو.

(vi) ماڻهن کي ڪوٽڙي ڪان هيٺ پيئڻ جي پاڻي جي تڪليف ٿيندي.

(vii) ڪڇي ۾ بيٺل ٻيلا سڪي ويندا.

(viii) سمنڊ جو پاڻي وڌي ايندو. هيئنر سمنڊ 12 لک ايڪڙ ايراضي ڳڙڪائي ويو آهي.

(ix) سنڌو درياهه جو پيٽ گهٽجي ويندو ۽ جن سالن ۾ ٻوڏ ايندي، تہ ڪنڌ پوندا.

(x) ڊيلٽا جي ماڻهن جو روزگار گهٽبو ۽ غربت وڌندي.

(xi) درياھ جي ڀرسان سيمي تي هلندڙ ٽيوب ويل ٻاڙا ٿي ويندا.

(7) عالمي بينڪ ۽ بين عالمي مالياتي ادارن جون ترجيحات:

عالمي بينڪ پاڪستان کي سال 2010ع تائين پاڻيءَ جي شعبي جي منصوبن لاءِ هڪ ارب ڊالر قرض ڏيڻ جي آڇ ڪئي آهي. انهيءَ ۾ وڏن ڊيمن لاءِ پئسا نه آهن. هنن چيو آهي ته هر هڪ وڏي ڊيم تي اٽڪل 6 کان 8 ارب ڊالر خرچ ايندو. يعني ٽن ڊيمن لاءِ 18 کان 24 ارب ڊالر. ايترا پئسا اڪيلي. سر عالمي بينڪ نٿي ڏئي سگهي. تنهن ڪري بين عالمي مالياتي ادارن کي به پاڻ سان ملائڻو پوندو. پر ٻيا مالياتي ادارا پئسن ڏيڻ کان ڇرڪن پيا ۽ سمجهن ٿا ته اها سيڙپڪاري فائدي واري نه ٿيندي، جو موڙيءَ تي موٽ صحيح نه ٿيندي. هنن جو چوڻ آهي ته پاڪستان سرڪار انهيءَ مقصد لاءِ تجارتي قرض (Commercial LOan) وٺي. جون ٿا ته تجارتي قرض تي وياج جي شرح 15 کان 20 سيڪڙو في سال ٿئي ٿي. انهيءَ شرح تي منصوبو اقتصادي طرح فيزيبل نه ٿيندو. هو اهو به چون ٿا ته پهرين ڊيمن جي تفصيلي فزيبلٽي ڪرايو. جنهن ۾ ٻيهر آبادڪاري ۽ ماحولياتي گهرجن لاءِ ايترا پئسا هجن ته جيئن عالمي انساني حقن وارين ۽ غير سرڪاري تنظيمون پوءِ اعتراض ۽ نڪتہ چيني نه ڪري سگهن.

صدر مشرف سال 2016ع تائين پنهنجي 17 جنوري 2006 واري ڪيل تقرير ۾ سنڌو تي ٽي ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو آهي. يعني ڀاشا، اڪوڙي ۽ ڪالاباغ. ڀاشا تي ڪم يڪدم شروع ڪيو ويندو ۽ ڪالاباغ تي اتفاق راءِ پيدا ڪرڻ کان پوءِ ڪم شروع ڪيو ويندو. ڪالاباغ ڊيم تي اتفاق راءِ ڪونهي پر ڀاشا ڊيم تي به ڪم شروع ڪرڻ ڏکيو آهي. جو ان ۾ ڪيترا مسئلا آهن. هڪ مسئلو اهو ته اتي پهچڻ ۽ ڪم وارين مشينون پهچائڻ لاءِ نهيل 233 ڪلوميٽر روڊن کي سڌارڻو ۽ ويڪرو ڪرڻو پوندو. ٻيو ته 110 ڪلوميٽر نهيل شاهراھ ريشم کي مٿي ٺاهڻو پوندو. جو نهيل شاهراھ ڀاشان ڊيم جي ڍنڍ ۾ ٻڏي ويندي. ٽين ڳالھ اها ته ڊيم واري هنڌ کان کپت واري هنڌ تي بجلي پهچائڻ هڪ تمام ڏکيو ڪم آهي، جو ڀرسان وڏا وڏا جبل آهن ۽ چوٿين ڳالھ اها ته جيستائين ڪالاباغ ڊيم جو ڪم به گڏوگڏ شروع نٿو ٿئي، پنجاب وارا ڀاشا ڊيم تي به ڪم شروع نه ڪرڻ ڏيندا. معنيٰ ته اسان اتي ئي بيٺا رهندا سين، جتي 1976ع ۾ تربيلا ڊيم ٺاهڻ کان پوءِ بيٺا هئاسين. بلڪ انهيءَ کان به پوئتي، جو ڊيم لٽجڻ ڪري انهن جي پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش گهٽجي پئي. ڊيم ٺهڻ مهل تربيلا، منگلا ۽

جشما تنهي جي استعمال ٽيندڙ صلاحيت 15.737 ملين ايڪڙ فوٽ هئي. سال 2005 ۾ اها گهٽجي 12.271 ملين ايڪڙ فوٽ رهجي وئي آهي. يعني 3.46 ملين ايڪڙ فوٽ گهٽ. منگلا ڊيم کي مٽي ڪرڻ سان 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڌندو پر پوءِ 1976ع واري پوزيشن کان به اها 0.56 ملين ايڪڙ فوٽ گهٽ رهندي ۽ ايندڙ وقت ۾ ڊيم وڌيڪ لٽجڻ ڪري اها صلاحيت اڃا گهٽبي. پوءِ ڇا ڪرڻ کپي؟ ان جو جواب اهو آهي ته هتي جي آدمشماري اٽڪل 16 ڪروڙ آهي. سال 2025ع ۾ اها وڌي 21 ڪروڙ ٿي ويندي. اسان جون پاڻيءَ ۽ بجلي جون گهرجون وڌنديون. وري اسان چئون ٿا ته نوان ڊيم ناهڻ لاءِ واڌو پاڻي ڪونهي، ته پوءِ ڇا ڪجي؟

هڪڙي ماڻهوءَ سان سندس محبوبا صحيح رويو نه رکيو ۽ شاديءَ کان انڪار ڪري ڇڏيائين. همراهه ڏاڍو نراس ۽ دلگير ٿيو. هن جي هڪڙي دوست کيس چيو.

بڙي لمبي هي زمين
ملين گي لاکهه حسين
ساري دنيا مين صنم
تو اکيلا تو نهين
تو نهين اور سهي اور نهين اور سهي ......

جيڪڏهن ڊيم ناهڻ لاءِ واڌارو پاڻي ڪونهي، ته اسان کي به ٻين محبوبن ڏانهن ڏسڻو پوندو. يعني متبادل ذريعا ڳولهڻا پوندا. پاڻي ۽ بجلي جا متبادل ڳولهڻ لاءِ اسان کي هيٺين ڳالهين تي ڌيان ڏيڻو پوندو:

(i) نوان ذريعا ڳولهڻ.
(ii) موجوده ذريعن جي ڪارڪردگي وڌائڻ.
(iii) استعمال ۾ زيان بچائڻ.

مٿين ڳالهين لاءِ ڪوڙ طريقا آهن، جيڪي مان وقت به تفصيل سان ٻڌايا آهن. اهي مان سڀ انهي پريزنٽيشن ۾ ذڪر ڪيا آهن.

# هي ڪتاب

محترم جناب محمد ادريس راجپوت صاحب، سنڌ جي انهن ڏاهن ۽ ليکڪن ۾ ممتاز مقام رکي ٿو، جيڪي حق ۽ صداقت تي ٻڌل نقط نگاهه کي هر سطح ۽ هرفورم تان پيش ڪرڻ جي ڪم کي مقصدي ڪم شمار ڪن ٿا ۽ ان سلسلي ۾ پيش ايندڙ ڪاٻه مخالفت ۽ رڪاوٽ سندن حوصلي کي گهٽائي نٿي سگهي. موصوف ڪافي عرصي کان روزانه "ڪاوش" ۾ دريائي پاڻي ۽ پاڻي سان لاڳو مسئلن ۽ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ پاڻي جي ورهاست جي مسئلي جي نوعيت ۽ حقيقت جي موضوع تي تحقيقي ۽ معلوماتي مضمون لکندو رهي ٿو. انهن مضمونن جي ڪري موصوف نه فقط اهو ته سنڌ جي هر طبقي کان داد پئي حاصل ڪيو آهي. بلڪ انهن مضمونن سان پاڻي جي مسئلي جي نوعيت کي سمجهڻ ۾ مدد پڻ ملي آهي.

محترم محمد ادريس راجپوت صاحب جي تحرير جي هڪ اهم ۽ بنيادي خاصيت اها پڻ آهي ته اها غير جذباتي ۽ حڪمت ۽ بصيرت تي ٻڌل هوندي آهي. ان ۾ ڪنهن کي چيڙائڻ ۽ مشتعل ڪرڻ جو ڪوبه پهلو شامل نه هوندو آهي. مخالف جي عزت نفس کي قائم رکندي، ان کي دل جي دردمندي سان اصل حقيقتن کان آشنا ڪرڻ، ۽ سندس موقف جي ڀيٽ ۾ بهتر ۽ موثر دليل پيش ڪري، پنهنجي موقف بابت قائل ڪرڻ جو اهو طريقو اهڙو شانائتو ۽ مانائتو آهي، جيڪو ڪنهن به ڏاهي ۽ ليکڪ جي وقار کي وڌائڻ لاءِ ڪافي آهي ۽ هر دلعزيز بنائڻ جو پڻ ذريعو آهي، اها اهڙي وصف آهي، جيڪا موجوده دور ۾ اڻلڀ آهي. ان اعتبار سان کيس خوش نصيب فردن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. و من يؤتی الحکمة فقد اوتی خيرا کثيرا. (جنهن کي حڪمت ڏني وئي ان کي خير ڪثير ڏنو ويو).

موصوف جو زيرِ نظر ڪتاب "درياهه جي دانهن" پنهنجي موضوع تي هڪ اهم ڪتاب آهي، سنڌ ۽ اهلِ سنڌ کي پاڻي جي حوالي سان جيڪي به مسئلا درپيش آهن، پاڻي جي کوٽ، درياءَ جي اٿلن سبب ٻوڏون، ڪيرٿر جبلن تي مينهن جي ڪري تيز پاڻي جو اندرونِ سنڌ جي علائقن کي ٻوڙڻ، انڊس ڊيلٽا ۾ گهٽ پاڻيءَ سبب تمر جي ٻيلن جو سڪي وڃڻ، سيڊا جا مسئلا، الغرض ته ڪتاب ۾ اهڙي قسم جي سمورن مسئلن جي مختلف پهلوئن تي سير حاصل بحث ڪري، سنڌ جي زندگي ۽ موت جي مسئلي کي واضح ڪرڻ سان گڏ ان جو حل پڻ پيش ڪيو ويو آهي.

محترم محمد ادريس راجپوت صاحب جو زيرِ نظر ڪتاب سندس ايڏي وڏي خدمت آهي، جنهن لاءِ هو اهلِ سنڌ جي ٻاران واڌاين جو مستحق آهي. پاڻي جي مسئلي تي موصوف جا ٻئي ڪتاب "ڪالاباغ ڊيم ۽ پاڻي جا مسئلا" ۽ "دريا جي دانهن" سنڌ ۽ سنڌيت جي علمبردارن کي زبانِ حال سان اهو پڻ سبق ڏين ٿا ته سنڌ جي حقيقي خدمت جو ڪم دعوئن ۽ نعرن سان نه ٿيندو آهي، بلڪ ان لاءِ خاموش جدوجهد سان گڏ خونِ جگر جي پڻ ضرورت آهي.

**محمد موسيٰ ڀٽو**